# تاريخ سکر

رحيمداد خان مولائي شيدائي


١٤١٣ھ/١٩٩٢ع

سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو/حيدرآباد سنڌ

چاپو پهريون　　سال ١٩٩٢ع　　تعداد هڪ هزار



ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ،
(جي. پي. او باڪس نمبر ١٢)

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾ مئنيجر جاويد مرزا ڇپيو ۽ سيد امداد حسيني سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ڇپائيندڙ پاران

تاريخ سکر سنڌ جي ناميارِي محقق ۽ مؤرخ **رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ** جي تصنيف آهي. سکر جي حوالي سان **مولائي شيدائي** سنڌ جي قدامت ۽ عظمت تاريخي حوالن سان ثابت ڪري ٿو، لکي لفاظي نٿو ڪري:

"سنڌين وٽ ٻه پنهنجو تمدن، زبان ۽ خط هو، پر اهڙي ثبوت کان دنيا بيخبر هئي، وري جڏهن ويهين صديءَ جي شروعات ۱۹۲۲ع ڌاري محڪمي آثار قديمه جي ماهر سرجان مارشل جي زير نگراني مهراڻ ماٿريءَ جا ٻه قديم شهر هڙپا ۽ موئن جو دڙو صفحه هستيءَ تي نمودار ٿيا، تڏهن مهراڻ جي قديم تهذيب ۽ ثقافت دنيا وارن کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو ۽ انهن کي تسليم ڪرڻو پيو، ته ۵ هزار ورهيه ق.م سنڌ جا رهاڪو متمدن هئا ۽ سنڌو ماٿري تهذيب جو گهوارو هئي". (ص ۱-۲)

هوندن ته ”سنڌ مهراڻ جو تحفو آهي“ (ص ۱) ۾ ان ڏس ۾ **مولائي شيدائي** جيڪي تاريخي حوالا ڏني ٿو، انهن مان هڪ اڌ هتي Coat ڪجن ٿا:

”مهراڻ جو اصلي نالو سنڌو آهي، جو سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي، معنيٰ ”مهاساگر“ (وڏو سمنڊ) جنهن جو ڪنارو نظر نه اچي.

”رگويد ۾ سنڌو جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ ڏنل آهي.

”رگويد ۾ سنڌو جو ٻيو نالو ”سوشاما“ به ڄاڻايل آهي.
”سنڌو جي ڪپن تي آرين رشين جهوني ويد رگويد کي قلمبند ڪيو هو، تنهن سبب ڪري گنگا ۽ جمنا کان وڌيڪ متبرڪ آهي“. (ص ۲)

ائين سنڌ ۽ سنڌو تان ڏيندو مولائي شيدائي سنڌ جي ٽئين نمبر وڏي شهر سکر تي اچي ٿو، جيڪو ”مهراڻ جي ساڄي ڪپ تي آباد هڪ مشهور شهر آهي.“

**تاريخ سکر** جو اسڪرپٽ ۱٦هن سالن کان سنڌي ادبي بورڊ ۾ پيل هو ۽ اها به فوٽو اسٽيٽ ڪاپي هئي ۽ ان ڪاپيءَ ۾ به هرهنڌ، لڳ ڀڳ هر صفحي تي ڪٿان ڪٿان مواد غائب هو. چٽو نه آيل هو- ڊنل هو- ڪٿي ڪٿي لفظ ۽ انگ اکر آيل ئي نه هئا. ان جي اصل ڪاپي ڪٿي هئي؟ ان جي ڪابه خبر نه آهي!

ظاهر آهي ته ان عرصي ۾ **”سکر“** گهڻو بدلجي چڪو آهي. خود ”تاريخ سکر“ جو مؤرخ به جسماني طور تي اسان وٽ

موجود نہ آهي. پوءِ اهو اسڪرپٽ نظرثانيءَ لاءِ ڏنو ويو؛ پر ان جي نظرثاني ڪانہ ٿي.

اهو بہ خدا جو شڪر آهي تہ "تاريخ سکر" جي فوٽو ڪاپي ئي مهي، پر اسڪرپٽ موجود هو. جڏهن اهو اسڪرپٽ ڇپائڻ لاءِ ڏنو ويو، تڏهن ڪمپوزنگ ۽ پروفنگ ۾ ڏکيائون ٿيڻ لڳيون، ہي ڪا واهہ نہ ڏسي، اسان ڏڪي تي مولائي شيدائيءَ جي نياڻي الهہ نور بروهيءَ کي ان ڏس ۾ واهر ڪرڻ لاءِ خط لکيو. اسان کي خوشيءَ آهي، تہ الهہ نور بروهي صاحب ان جو هاڪاري ۽ ترت جواب لکيو. ان جواب ۾ مولائي شيدائيءَ جي پويان ڇڏيل سواد بابت جيڪو الهہ نور بروهيءَ لکيو آهي، اهو اسان جي پنهنجي محسنن سان روا رکيل بي حسيءَ جو ۽ پنهنجو قومي سرمائي کان لاپرواهيءَ جو چٽو پٽو ثبوت آهي. (اهو خط "مهراڻ" ۾ ڏئي رهيا آهيون)، اسان جي اها ڪوشش رهندي، تہ اسين پنهنجي ان ڪوتاهيءَ جي ڪا تلافي ڪري سگهون.

الهہ نور بروهي صاحب هڪڙي ڏينهن پاڻ "تاريخ سکر" جي اصل ڪاپي کڻي، سکر کان ڪهي، پنهنجا پاڙا خرچ ڪري سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ڄامشوري هليو آيو؛ پر انهن ٻنهي ڪاپين (اصل ۽ فوٽو اسٽيٽ) ۾ فرق هو. جنهن مان ظاهر هو، تہ مولائي شيدائيءَ ٻہ اسڪرپٽ لکيا هئا، ۽ فائنل ڪاپي سنڌي ادبي بورڊ کي ڏني هئي، جنهن تان ئي فوٽو ڪاپي تيار ڪئي وئي هئي ۽ اها اصل ڪاپي ڪٿي آهي؟ ان جو ڪو پتو ڪونهي!

انهن سڀني مرحلن مان اسين ڪيئن اُڪري پار پياسين؟ تہ ان ڏس ۾ ليٽر پريس جي مئنيجر جاويد مرزا ۽ ڪارڪنن

شهمير خان چانڊيو، عبدالستار ڪلهوڙو، جان محمد ٽگڙ، محمد يوسف مغل، عبدالصمد ٻپر، علي نواز ڪيهر، محمد اسماعيل قمبراڻي جنهن ذميواريءَ ۽ لگن سان ڀاڱ مو ڪيو آهي، ان لاءِ اهي بجا طور تي مبارڪن جا مستحق آهن. فارسي متن جي سلسلي ۾ محترم غلام محمد بلوچ (ٻلي صاحب) اسان جي رهنمائي ڪئي، جنهن لاءِ اسين سندس ٿورائتا آهيون.

۳۰-نومبر ۱۹۹۲ع
ڄام شورو، سنڌ

**سيد امداد حسيني**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# باب پھريون

## سکر مھراڻ جي ڪپ تي پيارو شھر
## صفائي جي سرزمين ۽ اولياء الله جي ڪاڻ

### مھراڻ

سکر شھر سنڌ جي سري ۾ مھراڻ جي ساڄي ڪپ تي ھڪ مشھور شھر آھي، سنڌ مھراڻ پاران ڏنل تحفو آھي. دنيا ۾ جيڪي به قومون تمدن ۽ ثقافت جون علمبردار شمار ٿين ٿيون، تن اھڙو رتبو دريائن جي برڪت ڪري حاصل ڪيو، مثلاً ڪلداني، بابلي ۽ آشوري. انھن قومن عراق ۽ بابل ۽ آشور ۾ آتي جي ٻن دريائن دجلھ ۽ فرات ڪري ناموري حاصل ڪئي، مصري تہ قديم زماني ۾ نيل نديءَ کي ديوتا ڪري مڃيندا ھئا، چينائي بہ چين جي ٻن درياھن ينگسٽي ڪانگ ۽ ھوانگو ڪري متمدن شمار ٿين ٿا، اھڙي طرح مھراڻ جي ماٿريءَ مان بہ ست درياھہ وھن ٿا، جيئن مٿين بيان ڪيل درياھن جي وجود ڪري مٿيون قومون زراعت ۽ صنعت ۽ حرفت ڪري متمدن شمار ٿينديون ھيون، تيئن سنڌين وٽ بہ پنھنجو تمدن، زبان ۽ خط ھو پر اھڙي ثبوت کان دنيا بيخبر ھئي- وري جڏھن ويھين صديءَ جي شروعات ۱۹۲۲ع ڌاري محڪمي آثار قديمہ جي ماھر سرجان مارشل جي زير نگراني مھراڻ ماٿريءَ جا بہ قديم شھر ھڙپا ۽ موئن جو دڙو صفحہ ھستيءَ تي نمودار ٿيا، تڏھن مھراڻ جي قديم تھذيب ۽ ثقافت دنيا وارن کي حيرت ۾ وجھي ڇڏيو ۽ انھن کي تسليم ڪرڻو پيو تہ ۵ ھزار ورھہ ق-م

سنڌ جا رهاڪو متمدن هئا ۽ سنڌو ماٿري تهذيب جو گهوارو هئي، اڄڪلهه ”موئن جو دڙو“ سياحن لاءِ آماجگاه بڻجي چڪو آهي. موئن جي دڙي جي پٺ ۾ گهٽائي دڙا آهن جن جي کوٽائي ڪانه ٿي آهي.

## مهراڻ جا نالا ۽ شاخون

مهراڻ جو اصلي نالو ”سنڌو“ آهي جو سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي معنيٰ ”مهاساگر“ (وڏو سمنڊ) جنهن جو ڪنارو نظر اچي نه سگهي ۽ اها حقيقت آهي. ڇو ته اڳ مهراڻ جي آب ڪلاني کي روڪڻ لاءِ بند ڏنل ڪونه هئا، پاڻيءَ جي چاڙهه وقت درياهه وٽن ٽڙن ڳوٺن ۽ جهنگن کي لوڙهيندو ميلن تائين پکڙجي ويندو هو ۽ سمنڊ نظر ايندو هو. خبر نه ٿي پوي ته سندس پيٽ ۾ ڪيترا شهر دفن آهن. ٻي سنجهس هيءَ خوبي آهي ته درياهه ڪيترا ڀيرا پنهنجي وهڪري کي بدلايو آهي. ڪو وقت موئن جو دڙو به ان جي ڪپ تي بندر هو. رگويد ۾ سنڌو جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ ڏنل آهي. سنڌو کان سواءِ تاريخن ۾ سندس ٻيا نالا به ڏنل آهن جهڙوڪ اٽڪ، نيل آب، پنجاب، چينائن مٿس ”سين“ نالو رکيو ۽ مهران مٿس عربن نالو رکيو. رگويد ۾ سنڌو جو ٻيو نالو ”سوشاما“ به ڄاڻايل آهي. سنڌو جي ڪپ تي آرين جي رشين جهوني ويد رگويد کي قلمبند ڪيو هو، تنهن سبب ڪري گنگا ۽ جمنا کان وڌيڪ متبرڪ آهي (١) رگويد چوي ٿو ته سنڌو ان ڪري متبرڪ آهي جو ”ورونا“ ديوتائن جي وهڪري جو رستو ٺاهيو آهي. انهيءَ طرح مسلمانن ۾ امام سيوطي کان هڪ روايت آهي ته جنت مان چار درياهه نيل، فرات، جيحون ۽ سيحون نڪرن ٿا، جن مان سيحون

---

(١) ايف مئڪسلمر : واٽ انڊيا ڪئن اِٽ ٽيچس، ص ١٦٤ – ١٦٨ آڪسفورڊ.

سنڌو آهي (١) رگويد ۾ مهراڻ جي معاون شاخن جا نالا به سنسڪرت ۾ ڄاڻايل آهن، جهڙوڪ : (١) وتستا (جهلم)، (٢) اسڪني (چناب)، (٣) پروشني (راوي)، (٤) شتودري (ستلج)، (٥) وپاس (بياس) اسلامي تاريخن ۾ ڄاڻايل آهي ته "سنڌ" ۽ "هند" سام بن نوح عليہ السلام جا پٽ هئا، جن جي نالن ڪري سنڌ ۽ هند نالا پيا ۽ انهن جي اولاد گهڻو وقت سنڌ ۽ هند تي حڪومت ڪئي (٢) مهراڻ هماليہ جبل جي مانسرور ڍنڍ مان نڪري ١٨ سؤ ميل وهي، ڪيٽي بندر جي ويجهو عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو ۽ دنيا جي وڏين ندين مان سترهون نمبر آهي. صوبي سرحد مان به نديون ڪرمو (ڪرم) ۽ گومتي (گومل) منجهس پون ٿيون. آرين جڏهن وچ ايشيا کان نڪري پنجاب جي ستن درياهن واري ميدان ۾ ويٺڪون وڌيون تڏهن هن ديس تي "سپت سنڌو" يعني ستن درياهن وارو ملڪ نالو رکيو. ايرانين پنهنجي لهجي ۾ هن کي ڦيرائي "هپت هندو" ڪيو. انهيءَ طرح سنڌو به بدلجي "هندو" ٿي پيو ۽ يونانين جي زباني چرخي تي چڙهي "انڊو" Indo ٿي پيو. اڳتي هلي مغربين هندوستان انڊو کي "انڊيا" India ۽ سنڌو کي "انڊس" Indus بنائي ڇڏيو. وري جڏهن ١٩٤٧ع ۾ هندوستان ۽ پاڪستان نقشي تي نمودار ٿيا، تڏهن هندوستان پارت سڏجڻ لڳو ۽ مهراڻ به مختلف نالا بدلائڻ کانپوءِ پنهنجي اصلوڪي "سنڌو" نالي سان سڏجڻ لڳو.

## سکر جي طبعي حالت

ويدڪ شاسترن موجب سنڌ چئن حصن ۾ ورهايل آهي: (١) اڌيچا (سرو)، (٢) سڌياديش (وچولو)، (٣) نيچيا (لاڙ)،

---

(١) سيوطي جي روايت لاءِ ڏسو سيد سليمان ندوي جو ڪتاب "عرب ۽ هند جا تعلقات"، الہ آباد.

(٢) مولانا سيد ابوالحسن: آئينہ اثوڌ ص ٣ مطبع نظامي ڪانپور ١٣٠٥هہ.

(۴) پراڇيا (ٿر) ليڪن قدرتي طرح ڇهن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي:
(۱) سرو (اُترين مٿاهون حصو)، (۲) وچولو (وچ وارو ڀاڱو)، (۳) لاڙ (قدرتي لڙيل ڏاکڻو حصو)،(۴) ڪوهستان ( الهندي وارو جابلو حصو)، (۵) ٿر (وارياسو حصو)، (۶) ڏکڻ (اڀرندي واري کنڌ). سکر اُتر مٿاهين حصي سري ۾ مهراڻ جي ساڄي ڪپ تي شهر ۽ مکيه بندر آهي ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد کانپوءِ ٽيون نمبر وڏو شهر آهي، جو سمنڊ جي مٿاڇري کان ۱۹۴ فوٽ بلند آهي ۽ اُتر ويڪرائي ڦاڪ درجي ۱۲۷ ۽ ۲۲ ڊگرين ۽ اڀرندي ڊگهائي ڦاڪ درجي ۱۶۸ ۽ ۵۴ ڊگرين تي واقع آهي. قدرتي طور سکر ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ جابلو ڀاڱو جو ٽڪرين ڪري سينگاربل آهي. ٻيو ميداني حصو، ٽڪرين واري حصي تي سرڪاري دفتر، ڪورٽون، ميونسپالٽي جون آفيسون، ڪاليج، اسڪول، راندين جو اسٽيڊيم، بجلي گهر، نيشنل بئنڪ، اولياءالله جا مقبرا، پارڪ، مهراڻ ڪلچر، جيمخانا، پارڪون، بنگلا، واٽر ورڪس وغيره ديده زيب عمارتون انهيءَ حصي جي ڪاپي پاسي کان مستانو مهراڻ نازخرامي سان پيو وهي، غرض قدرت جي صناعي هٿن هن شهر جي مشاطگي ڪندي هن صفائي واري سر زمين کي جيڪا زينت بخشي آهي، سا قدرت جي ڪريمي آهي.

ميداني حصي ۾ مارڪيٽ، مسافرخانا، گهنٽا گهر، مختلف بازاريون، هوٽل، سينيمائون، شاپون، براج ڪالونيون، ڪارخانا، بندر وارو رستو، پارڪ، شاپون ۽ دڪان آهن. مسلمانن ۽ هندن جا مسافرخانا، ريلوي اسٽيشن ۽ ريلوي جا دفتر ۽ پوليس ٿاڻو، ريلوي جا مال گدام به هن حصي ۾ آهن. هي حصو ٽڪرين واري حصي کان گهٽو گهٽيل آهي، اڳ شهر جي آدمشماري ست هزار هئي. تقسيم هند کانپوءِ مهاجرن جي اچڻ ڪري آدمشماري وڌي وڃي ڏيڍ لک کي پهتي

آهي. آدمشماري جي وڏي وڃڻ ڪري، هن شهر جي اُتر ۽ اولهندي طرف جايون تعمير ٿينديون. اُميد ته ڪنهن ڏينهن گوسڙجي تائين وڃي ڊنگ ڪندو. اهڙي رٿا زير غور آهي.

## سکر جون سونهري ٽڪريون

جن جو سلسلو اروڙ کان شروع ٿي نئين ڳوٺ جي آدم شاهه ٽڪريءَ تائين ختم ٿئي ٿو. اهي ٽڪريون آروڙ کان شروع ٿي ڏکڻ طرف ۳۴ ميلن تائين وڃن ٿيون. ڪن جون چوٽيون ڪن ڪن هنڌن تي ٽن سون فوٽن جي بلندي تي آهن. سابق رياست خيرپور ۾ ڪوٽڏيجي بہ هڪڙيءَ شاخ تي ٻڌل آهي. پاڻي نہ هئڻ سبب ويران آهن، پر سکر واريون ٽڪريون جن کي پاڻي ملي ٿو، تن تي پارڪ، باغ ۽ بوستان آهن. اروڙ وارين ويران ٽڪرين وٽان اڳ هاڪڙو درياه وهندو هو، جنهن جي وهڪري جا نشان بهاولپور ۽ ميرپور ماٿيلي وٽ نظر اچن ٿا. انهيءَ جي هڪ شاخ تي جيسلمير جي ڀرسان لوڊاڻي جي ڪپ تي مومل ڪاڪ جو قلعو ٻڌايو هو. جيئن سنڌ جو قومي شاعر ڀٽائي رحه فرمائي ٿو تہ:-

”ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، لوڙو لُڊاڻو؛
تو ڀڄاڻا سپرين، آتڻ اجهاڻو،
مٺيون سين ماڻو، مناسب نہ ميندرا.“

هن بيت مان معلوم ٿيو تہ هاڪڙي جي شاخ لوڊاڻي ڪري ڪاڪ ۾ وٺڪار هئي، ميرپور ماٿيلي ڀرسان هاڪڙي تي ڏيٺڙي جو پتڻ هو. جتي مال سان ڀريل ٻيڙيون پهچنديون هيون. سنڌ ۾ سٽن شهيدن جون پيشنگويون مشهور آهن، جن مان پهرئين بيت ۾ هاڪڙي ڏانهن اشارو ڏنل آهي:

”هاڪ وهندو هاڪڙو، پڇندي پنڌ آروڙ،
بيھ، ٻيجي ۽ لوڙھ، سمي، ويندا سو ڪڙي.“

هاڪڙو انبالا ڪان سيوالڪ جبل مان نڪري، بيڪانير، پٽ نير، ڪوٽ ڏراور ۽ اروڙ وٽان ٿيندو ڪوريءَ جي نار ۾ چوڙ ڪندو هو. آبڪلانيءَ جي سند ۾ ستلج جي چڙ جو پاڻي اچي هاڪڙي سان گڏبو هو. هينئر هاڪڙي واري وهڪري تان اوپرندو نارو وهي ٿو. مشرقي پنجاب ۾ درياھ گهگهر هاڪڙي جي يادگار آهي. تازو پاڪستان آثار قديم جي ماهرن ڪوٽ ڏيجي وارن دڙن جي کوٽائي ڪندي ڪي شيون هٿ ڪيون آهن، سندن راءِ موجب آهي ”موئن جي دڙي“ واري تهذيب کان به جهونيون آهن. انهيءَ مان هاڪڙي جي قدامت ڪي معلوم ڪري سگهجي ٿو(١).

آروڙ جي ٽڪرين مان هندڪي دور ۾ سون ۽ چاندي ڪاٽين مان نڪرندي هئي، پوءِ اهي ڪاٽيون مٽجي ويون. هن وقت فقط ميٽ جون ڪاٽيون آهن. چڻن ۽ ٽڪرين جي واري جاين جي تعمير ۾ ڪم اچي ٿي. انهيءَ واريءَ جي ڪري روهڙي لڳ سيمينٽ فئڪٽري آهي.

روهڙي جو شهر به انهن ٽڪرين جي هڪڙيءَ شاخ تي آهي. روهڙيءَ کان ڪنڪريٽ، وڏاپهڻ ۽ چڻن ٻاهر وڃن ٿا. سکر بئراج تي جيڪو پٿر ڪم آيل آهي سو سکر ۽ روهڙيءَ جي ٽڪرين مان ورتو ويو.

ستين واري ٿان جي ٽڪري جيڪا روهڙي واري رياوي پل جي پر ۾ الهندي پاسي کان آهي ۽ نهايت نظاري دار ٽڪري آهي، آروڙ وارين ٽڪرين جي شاخ آهي. خواجہ

---

(١) هاڪڙي متعلق ڏسو منهنجو مضمون روزانہ مهراڻ ڪراچي جو سال نمبر، ١٦ – نومبر ١٩٥٨ع.

خضر جو آستان ۽ بکر جو مضبوط قلعو به ٻن ٽڪرين تي آهن. بکر واري ٽڪري ڪري مهراڻ ٻن شاخن روهڙي وٽان وهي ٿو. بکر واري ٽڪري لنگهڻ کان پوءِ پاڻ ۾ گڏجن ٿيون، سکر ۽ بکر واري درياهه جي شاخ ويڪر ۾ ٻه سؤ گز آهي ۽ ”ڪرڙي“ نالي سان سڏجي ٿي. ١٩٠٣ع ۾ سياري ۾ صفا سڪي ويئي هئي، بکر ۽ روهڙي واري شاخ جي، جنهن جو نالو ڪن تاريخن ۾ ”ڪار ماتري“ ڄاڻايل آهي، ويڪر چار سؤ گز آهي، بکر جي قلعي جي ڏکڻ اولهندي ۾ ٻه ننڍيون ٽڪريون ”شاد پيلو“ ۽ ”دين پيلو“ نالن سان سڏجن ٿيون، شاد پيلو پوءِ ڦري ”ساڌ ٻيلو“ ٿيو ۽ دين پيلو به ساڌ ٻيلي سان ملحق ٿي ويو، اڳ ”ستيا سر“ ڪوٺبو هو. سکر وارين ٽڪرين مان شهر جي اُتر اولهندي واري ٽڪري تي ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جي قبر گنبذ هيٺان آهي، اها ٽڪري سندس نالي تي ”آدم شاهه“ ٽڪري سڏجي ٿي. انگريزن سکر شهر وارين ٽڪرين تي انگريزي نالا رکيا، جيئن واٽر ورڪس، جنهن مان شهر کي پاڻي پهچي ٿو، مشن زنانه اسپتال جي سامهون واري ٽڪري، مير معصوم شاهه مناري واري ٽڪري، ملٽري بنگلي واري ٽڪري، فريڪ هيل جنهن تي سول اسپتال، ريلوي ڪوارٽر ۽ گهاٽ بنگلو آهي، ڪينگس هيل ٽڪري جا سينٽ ميري هاءِ اسڪول کان شروع ٿي غريب آباد تائين آهي ۽ مٿس ريلوي جا بنگلا، عيدگاه ۽ ريلوي انسٽيٽيوٽ ۽ ميونسپل ريسٽ هائوس ۽ ريلوي گرلس هاءِ اسڪول آهن. شهر جي اُتر الهندي وارين ٽڪرين تي انگريزن ١٩ صديءَ ۾ ملٽري مورچا تعمير ڪرايا هئا، جيڪي پهرين عالمگير جنگ تائين قائم رهيا، انهن ٽڪرين تي بيشمار قبرون هيون، سکر اوليائن جي کاڻ هو، انگريزن قبرون ڊهرائي دفتر ۽ بنگلا تعمير ڪرايا، خبر نه ٿي پوي ته ڪهڙا بزرگ پوريل هئا، جن جي مٿي کان پوءِ مٽيءَ جي

بي حرمتي ڪئي ويئي (١)، انهن ٽڪرين جا پٺڻ لاءِ ٻڌ براج جي تعمير کان پوءِ ڳڏو براج تي ڪتب آندا ويا ١٩٦١ع کان ١٩٦٢ع تائين روزانو ويهہ گاڏا ريلوي جا پٿڻ سان ڀربل ڪشمور ويندا هئا. ازانسواءِ نئين ڳوٺ جي سامهون چن جا بٺا آهن، جن ۾ لکين مڻ چن جڙي ٿو ۽ ڪنڪريٽ لکين ٽن ماهوار ريلوي لائينن تي وڇائڻ لاءِ ٻاهر وڃي ٿي ۽ شهر جا رستا تعمير ٿين ٿا، اهڙين ڪمائتين شين ۾ بزرگان دين جي قبرن ڪري اسين هن شهر جي ٽڪرين کي "سونهري" ڪوٺيون ٿا، انگريزن اچڻ سان ٽڪرين تي جيڪي به قبرون ڍهرائي سندن نڪتل هڏن جون پيڙيون ڀرائي درياهہ ۾ اڇلايون، وري جڏهن مسلمانن وٽن احتجاج ڪيو، تڏهن جيڪو جواب ڏنائون، سو دلچسپ آهي:

"توهين مسلمان عجيب قوم آهيو، جو اوهان نظاريدار ٽڪرين کي قبرستان بنائي ڇڏيو آهي، اسان توهان تي ۽ اهل-قبور تي وڏو احسان ڪيو آهي، جو سندن سڙيلن هڏين کي ڪيرائي درياهہ ۾ اڇلايو آهي، هي سنڌو درياهہ عربي سمنڊ ۾ وڃي پوي ٿو ۽ اڇلايل هڏيون لڙهنديون وڃي حجاز پهچنديون."

ايترين بربادين هوندي به ڪن ڪن ٽڪرين تي ڪي خالي قبرون نظر اچن ٿيون، جن کي نه برٽش طاغوتي طاقت ڪيرائي سگهي نه اڄ تائين زماني جا انقلاب مٽائي سگهيا، ڪن قبرن تي ڪاشي ۽ ميناڪاريءَ جو ڪم ڪيل آهي، خبر نه

---

(١) آزاديءَ کان پوءِ واٽر ورڪس جي اتر طرف واري ٽڪريءَ تي اسلاميه ڪاليج تعمير ڪرڻ وقت منيءَ جي ڍڙن کي سڌي ڪرڻ لاءِ ٽرئڪٽر هلايا ويا ته ڪيترا انساني هڏا صحيح سالم نڪتا هئا.

ٿي پوي ته آهي اميرن جون آخري آرامگاهون آهن يا اولياء الله جون، پر آهي معاملو عجيب. جيڪي آثار قديم جي نگراني هيٺ آهن، سي زماني جي دستبرد کان بچيل آهن. ڪن خدا رسيدن جون خانقاهون حڪومت پاڪستان اوقاف کاتي جي حوالي ڪيون آهن، اهو بلڪل سٺو انتظام آهي. بعض بيٺل قبرون ڪٽبن نه هئڻ ڪري قطعي گمنام آهن، مثلاً واٽر ورڪس جي آتر ۾ هڪ چبوترو جهونين سرن جو جڙيل آهي ۽ سرن جي جوڙن ۾ ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي. هندن جي دور ۾ سکر ميونسپالٽي اتي هڪ لوهي بئنچ رکائي هئي. شام جو ماڻهو مٿس ويهي نظاره مان لطف اندوز ٿيندا هئا. قيام پاڪستان کان پوءِ مٿس قبرون جوڙايون ويون ۽ ڏاڪڻ کي ڪيرايو ويو. مير عبدالباقي پوراني جي قبرستان ۾ گهٽائي اهڙا چبوترا هئا ۽ ڪي موجود آهن، ڪن کي زماني مٽائي ڇڏيو، جن کي مون سانئر ۾ ڏٺو هو. ميرڪ جي قبي پٺيان هڪ ٽڪريءَ جي ٻن ڪنڊن تي به هم صورت چبوترا آهن، اهي ڪهڙن بزرگن جون قبرون آهن، تحقيقات ڪندي به پتو نٿو پوي. انهيءَ قبرستان جي مسجد جي پٺ ۾ هڪ بلند گوشو جڙيل هو، جنهن مان لنگهڻ ڪري حرامي ۽ حلاليءَ جي پرک پوندي هئي، هينئر ڪونهي. مناري، معصوم شاهه جي سامهون هڪ وڏو چبوترو هو جو سلطان محمود ڪوڪلتاش بکر واري قبرستان ۾ آهي. هندن آن کي ڊهرائڻ جي ڪوشش ڪئي، هڪڙي ڪنڊ جون سرون ڪڍيائون ته اندر هڪ پير مرد، هڪ معصوم ٻار ۽ هڪ پرده دار خاتون جا لاش نظر آيا. مسلمانن ڪليڪٽر کي دانهن ڏني تڏهن مس مڙده لاشن جي طفيل چبوترو بچي ويو. واٽر ورڪس جي ويجهو نوگزي پير جي قبر آهي. اصل نالو بزرگ جو ڪهڙو آهي، سا خبر پئجي نه ٿي سگهي. آتر هندستان جي ڪيترن شهرن ۾ اهڙيون ڊگهيون قبرون آهن جيڪي نوگزا

نالي سان سڏجن ٿيون. آثر الهندي وارين ٽڪرين تي گھڻيون جھونيون قبرون آهن خبر نٿي پوي تہ ڪير آهن. پوسالين جتي هينئر تيل جو ڊيپو آهي پر واريءَ ٽڪري تي هڪ چبوتري تي ڪي قبرون ۽ هڪ مسجد آهي. بيان ڪيل ٽڪرين اندر سکر جي تاريخ سمايل آهي. سنڌ ۾ تي نظاري دار هنڌ آهن: (١) لکيءَ جو جبل جنهن جي هيٺان مهراڻ وهي ٿو. (٢) جھرڪ جي ٽڪري جنهن جي پير ۾ مهراڻ وهي ٿو. (٣) بکر جي ٽڪري جنهن تي بيهي ڏسڻ سان ستين جو ٿان ۽ مهراڻ جي ڪابي ڪپ وارا کجين جا نخلستان ۽ روهڙي شهر جون جايون جيڪي منظر کي دلفريب بڻائين ٿا. حقيقت ۾ قدرت سکر کي سينگارڻ ۾ فراخدليءَ سان ڪم ورتو آهي.

## نالو

سکر جي نالي متعلق تاريخن ۾ جدا جدا بيان ڏنل آهن جن مان ڪي من گھڙت آهن، "هر کہ آمد تعمير نو ساخت" جي مصداق آهن. ڪي افسانا سکر جي گرم آب هوا جي بنا تي ڏنل آهن، ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا، جي دلچسپ بہ آهن جيئن آئينده لاءِ انهن جو ازالو ٿئي:

"چيو وڃي ٿو تہ جڏهن غازي محمد بن قاسم، سکر جي ويجھو پهتو، تڏهن هتي جي گرم آب و هوا محسوس ڪري "سقر" چيائين. چناچ سقر لفظ بگڙجڻ کان پوءِ ڦري سکر ٿي ويو، جو ان جو هاڻوڪو نالو آهي. سقر عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي دوزخ ۽ هيءَ حقيقت آهي تہ هتي بي انتها گرمي پوي ٿي ۽ جولائي ۽ آگسٽ جا ٻہ مهينا دراصل

---

نوٽ: اڳ ۾ بڌڪي ٽڪري ۽ جھرڪن واري ٽڪري پاڻ ۾ گڏيل هيون پوءِ سنڌو سندن وچان رستو ٺاهيو هتان دريا جو پاڻي تيزي سان وهي ٿو.

جهنم جو منظر پيش ڪن ٿا. آگسٽ ۾ گرمي شدت اختيار ڪري ٿي، لطف هي ڇئبو جو ڪيترن ڏينهن تائين گُهٽ ۽ ڪاڙهو هئڻ ڪري ماڻهو تڙڦڻ لڳن ٿا ۽ تڙڦندي ڏينهن گذارين ٿا."

مٿيون بيان روزانه اخبار جنگ جي سکر جي نمائنده مٿين اخبار ۾ شايع ڪرايو هو (۱). هن مضمون جو تاريخ سان ڪو تعلق ڪونهي. صوبو سنڌ چار هزار ورهيه قبل مسيح مان سوني هوائن جي دائري اندر هو. ان سبب ڪري هتي مينهن جام پوندا هئا. اهڙو ثبوت "موئن جي دڙي" جي پڪ سري جاين مان مليو ٿو ۽ انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ هاٿي، گينڊا، چيتا، گورخر، باندر، مور ۽ جهنگلي ڪڪڙ نظر اچن ٿا. ۳۲۴ ق-م يونانين جي ڪاهه ڪرڻ وقت سنڌ مان سوني هوائن ڪان باهر هئي، تاهم مينهن ڪثرت سان پوڻ ڪري جانور ۽ پکي موجود هئا فقط باندر غائب نظر اچن ٿا. ۱۳۳۴ع ۾ شيخ ابن بطوطا سنڌ جي سياحت ڪرڻ وقت مهراڻ جي ٻيلن ۾ هڪ سڱا گينڊا ۽ بيد جا وڻ ڏٺا هئا (۲). غازي محمد بن قاسم ۷۱۱ع ۾ سنڌ ۾ وارد ٿيو هو. سندس ڪاهه وقت سنڌ ۾ ايتري گرمي ڪانه هئي، جيتري فاضل نامه نگار بيان ڪئي آهي، جو عرب جي صحرا نشينن پنهنجي وطن جي ٻرندڙ هوا بادِسموم کي وساري سکر جي آب و هوا کي "سقر" دوزخ جو خطاب ڏين. عربي دور ۾ به هن صوبي ۾ ڪافي برسات پوندي هئي ۽ هي صوبو ڊنڊن ۽ ڍورن سان ڀريل هو. عربن هتي مور جام ڏٺا هئا ۽ هاٿي به هئا. هنن مور

(۱) روزانه اخبار جنگ جو فيچر مضمون ۲۶ سيپٽمبر ۱۹۵۹ع ڪراچي از جميل جبلپوري.

(۲) عجائب الاسفارج ۲ دهلي، يونانين جي بيان لاءِ ڏسو ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا ج-۱ يونانين جي ڪاهه.

عراق پهچايا هئا، پر آتي جي آب و هوا مورن تي ناموافق پوڻ ڪري سندن رنگن ۾ فرق پئجي ويو هو. بني اميه دور جو حڪيم ابن فرازون سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ اڪثر مورن جو گوشت شوق سان کائڻ لڳو ۽ چوندو هو ”والله! مون اهڙو گوشت سڄي عمر ڪونه کاڌو هو(۱)“. ابن بطوطا فقط سيوهڻ جـي گرم راتين جـو بيان ڏنو آهي(۲).

غازي محمد بن قاسم هن کان ٦ صديون اڳ آيو هو پر سکر ڪونه آيو، اروڙ کان پوءِ ملتان تي ڪاهي ويو هو. مرزا شاهه حسن ارغون جي پونين ڏينهن ۾ ترڪي اميرالبحر (ڪپتان) سيدي علي رئيس سنڌ ۾ آيو هو ۽ هن مهراڻ جي ڪپ وارن ٻيلن ۾ چيتا ڏٺا هئا. اڄ چيتن جو سنڌ ۾ نالو نشان ڪونهي. آب و هـوا جـي بـدلجڻ ڪري جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، سنڌ جي آب و هوا ۾ فرق پوندو ويو، سراسري طور ڪراچي ۾ سالیانو ۵ انچ مينهن پوي ٿو، اهوئي سبب آهي جو هاٿي، گينڊا، مور، باندر، گورخر، شينهن، بيد ۽ بانس جا وڻ غائب ٿي ويا.

(۲) تقسيم هند کان ڏهه سال اڳ، جي-ايل اسڪول سکر جي هڪ هندو ماستر مسٽر پرسرام ويرو مل مـتسنـتد، سکر شهر جي تاريخ ”سکر سونهارو“ Sukkur The Sweet جي نالي سـان تصنيف ڪئي، جـا سندر شيوڪ سڀا پرماتما پريس سکر مان شايع ڪرائي. تاريخ ۾ مهاشيه جيڪو بيان ڏنو آهي، تنهن جو حوالو ڪونه ڏنو اٿئين لکي ٿو ته:

”محمد بن قاسم ٺڪل ماندل حالت ۾ جڏهن سکر پهتو، تڏهن هتي جي شادابي کي ڏسي، خداوند تعاليٰ

(۱) مولانا نور محمد نظامائي: تاريخ سنڌ ج-۲ سنڌي ادبي سوسائٽي پريس حيدرآباد.

(۲) عجائب الاسفار ج-۲ بيان سيوهڻ.

جو شڪر ادا ڪيائين، سندس لفظ ”شڪر“ بدلجي سکر ٿيو، علاوه ان جي سکر ۾ ڪمند جي پوک ۽ ڳاڙهي کنڊ (شڪر) جڙندي هئي، انهيءَ سبب ڪري هن شهر تي سکر نالو پيو جو شڪر جو مخفف آهي (١)“.

مٿيون بيان هندڪي ڏند ڪٿا آهي بلڪ سونهارو لفظ جي معنيٰ هن ”سنو“ ڏيکاري آهي جا علم لغات موجب غلط آهي، سونهارو معنيٰ سونهن وارو، جنهن لاءِ انگريزي لفظ آهي بيوٽيفل Beautiful. محمد بن قاسم اروڙ ضرور پهتو هو، جيڪو انهن ڏينهن باغات ڪري معمور هو پر سکر ڪونه پهتو هو.

(٣) اڪبري دور ۾ ”تاريخ طاهري“ جا مير محمد طاهر نسياني قلمبند ڪئي، تنهن ۾ سکر جو نالو ”شڪورا“ ڄاڻايل آهي (٢).

(٤) سکر متعلق عربي تاريخن ۾ ڄاڻايل آهي ته عباسي خليفي المعتصم بالله (٢١٨ هه–٢٢٧ هه) جي ڏينهن ۾ سنڌ جي والي موسيٰ برمڪي جي ڏينهن ۾ ٢٢١ هه جڏهن سندس پٽ عمران بن موسيٰ برمڪي منصوره جو حاڪم ٿيو تڏهن سنڌ جي ميدن، حڪومت خلاف بغاوت ڪئي ۽ خونريز جنگ ۾ ٣ هزار باغي قتل ٿي ويا ۽ هڪ وڏي جماعت قيد ٿي وئي، جن کان عمران مهراڻ جي آبڪلاني کي روڪڻ لاءِ سکر وٽ وڏو بند تعمير ڪرايو هو جو سڪته الميد ڄاڻايل

(١) پرسرام ويرو مل مسننڌ: سکر سونهارو ص ١٩–٢٠ پرماتما پريس سکر.

(٢) ايلٽ–ايچ (ڊائرسن): تاريخ هند ج-١ ص ٢٥٦– تاريخ طاهري جو سال تصنيف آهي. ١٠٣٠ هه–١٦٢٥ع.

آهي يعني ميدان واري پل. اهو سڪته لفظ ڦرندو سکر بنجي ويو. چچنامه ۾ سکر جو نالو ”سڪه“ لکيل آهي.

(۵) المسعودي سکر کي شاڪرا لکيو آهي(۱).

(۶) سکر جنهن کي مؤرخن شڪر، شڪورا، شاڪرا، سڪه، نالن سان لکيو آهي، سو مهراڻ جي کپ تي هئڻ ڪري ”ساگر“ سڏجڻ لڳو. ساگر يا ساگرا جي معنيٰ آهي سمنڊ. آرين سنڌو درياه کي ساگر سڏيو هو. اهو نالو ڪثرت استعمال ڪري سکر بنجي ويو ڇو ته فارسي تاريخن ۾ سکر ڄاڻايل آهي ۽ ڪن هنڌن تي ڪاتب جي غلطي وچان ”شڪر“ لکيو آهي، جيئن ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ ۾ ڄاڻايل آهي:-

”وران طرف محاذيءِ قلعه شمال رويه،
شکر نام شهريست جنب دريا.“ (۲)

## سکر جي لغوي معنيٰ

سکر ٺيٺ سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي شريف، صحتمند، فارغ البال، شريف هن ڪري ان سبب ڪري چون ٿا جو هي شهر اولياءُ الله جي کاڻ آهي. افسوس! پهاڙين تي مقبرا انگريزن ڊهرائي ڇڏيا. باقي جيڪي آهن، تن جا ڇپي ڇپي تي مقبرا ۽ گنبذ موجود آهن، جن ۾ بزرگانِ دين ابدي ننڊ ۾ آرامي آهن. انهن خدا پرستن جو بيان موقع سر ڏبو. صحتمند هن ڪري آهي، جو باوجود سخت گرمي، جهولن ۽ ڪاڙهي جي هن شهر جي گرم هوا

---

(۱) سنڌ هسٽاريڪل جرنل، ج ۱، ڀاڱو ۲، بيان قديم سنڌ ص ۲۵ مارچ ۱۹۳۴ع ڪراچي.

(۲) يوسف ميرڪ: تاريخ مظهر شاهجهاني، باب اول ص ۴، ڪراچي ۱۹۶۲ع.

۽ سٺو پاڻي بيحد مفيد آهن، جنهن کان ڪو به عقلمند انڪار ڪري نه سگهندو. فارغ البال هن ڪري آهي جو هي مهراڻ جي ڪپ تي هئڻ سبب ۽ جاءِ وقوع جي هيئت ڪري اهڙي هنڌ تي بيٺل آهي جو واپار، صنعت، حرفت جو هميشه کان مرڪز هلندو ٿو اچي. اڄ به ڪراچي ۽ ملتان جي وچ ۾ سري ۾ واپار جي وڏي منڊي آهي، اهڙي صنعتي ۽ تجارتي گهما گهمي ڪري غريبن کي به روزگار ميسر ٿئي ٿو.

## سکر ثقافت جو هنڌورو ۽ نزهتگاه آهي

مشرقي خواه مغربي مؤرخن توڙي سياحن جي نظر ۽ بيانن موجب سکر نه صرف ثقافت جو گهوارو هو پر هڪ نظر نواز دلفريب نزهتگاه به آهي. انگريزن جي قبضي ڪرڻ کان اڳ جت هينئر نئون سکر جڙيل آهي اتي باغات، سرسبز کيتيون ۽ کجين جي وڻن جا نخلستان هئا ۽ هي شهر ميون ۽ گلن ڪري مشهور هو. اهڙن قدرتي حيات آفرين تحفن جي ڪري، هي شهر نزهتگاه هئڻ کان علاوه اهل الله جي مسڪن هئڻ ڪري اسلامي تمدن ۽ علم و عرفان جو هميشه کان علمي ادارو ۽ تمدني مرڪز رهندو آيو. ڪن ماڻهن جو غلط خيال آهي ته مهراڻ جي ڪاهي ڪپ تي جيڪي کجين جا نخلستان هن وقت موجود آهن، اتي محمد بن قاسم جي لشڪر منزل ڪئي هئي ۽ عربن ڪارڪون کائي جيڪي ککڙيون اڇلايون، تن مان کجين جا وڻ پيدا ٿيا. تعجب اهو ته وڏن وڏن محققن اهڙو بيان ڏنو آهي جو قطعي غلط آهي (١). کجين جي وڻن جو وطن عربستان نه آهي پر ايراني نار جو ڪنارو آهي، جتان هي وڻ نڪري، عراق، عرب، اتر آفريڪا ۽ الهندي يورپ تائين پکڙجي ويو. سنڌ جو علائقو

---

(١) ڊاڪٽر ڇبلاڻي: سنڌ جي اقتصادي تاريخ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.

مڪران کجين جي ڪري مشهور آهي، جتي هڪ سؤ کان به وڌيڪ کجين جا قسم آهن، يعني ته عربن جي ڪاهه ڪرڻ کان اڳ سنڌ ۾ کجين جا وڻ هئا، چچنامه ۾ چاٿايل آهي ته سنڌ جي راجا چچ بن سيلائج ايران ۽ سنڌ جي حدبندي ڪرڻ لاءِ مڪران جي ندي دشت جي ڪناري تي کجين جا وڻ پوکرايا هئا (١). هن بيان مان سمجهي سگهندا تہ عربن جي اچڻ کان اڳ سنڌ ۾ کجين جا وڻ هئا، حڪومت پاڪستان مڪران جي ڪارڪن جي واپار کي وڌائڻ لاءِ اٺن لکن روپين جي موڙيءَ سان تربت ۾ ڪارڪن سڪائڻ ۽ ڏبن ۾ بند ڪري ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلڻ جو بندوبست ڪيو آهي.

مشهور انگريز سياح رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب "سنڌ" ۾ سکر جي نظارن متعلق رقم طراز آهي تہ:

"جيڪڏهن ڪو شخص سکر جي جمال کي ڏسڻ چاهي تہ مير معصوم جي مناري تي چڙهي چوطرف ڏسڻ سان ديدار ڪري سگهي ٿو".

برٽن ١٩ صديءَ جي وچ ڌاري سکر پهتو، جڏهن نئين سکر اجا ترقي ڪانہ ڪئي هئي، ١٤- صدي ۾ شيخ ابن بطوطہ سکر جو سير ڪيو هو، جڏهن شهر پراڻو سکر هو، هن شهر وارن جي مهمان نوازي ۽ خانقاهن ۽ بزرگان دين جي صحبتن جو بيان ڏنو آهي (٢).

سيني کان وڌيڪ سهڻو بيان سکر سونهاري متعلق مير علي شير قانع ٺٽويءَ پنهنجي تاريخ تحفتہ الڪرام ۾ ڏنو آهي:

---

(1) R. Hughes Buller: Gazetteer of Makran "DATES", Bombay 1908.

(٢) تحفتہ الڪرام ج-٣ ص ١٤٤.
" عجائب الاسفار ج ٢ بيان بکر.

آهي. جيڪڏهن تحفتہ الڪرام اج اسان وٽ نہ هجي ها تہ جيڪر اسين سکر سونهاري ۽ شهر واسين جي جمال ۽ ڪمال کان محروم رهجي وڃون ها، هن صاحب جيڪو بيان ڏنو آهي، سو غيرفاني آهي، جنهن تي اسين فخر ڪري سگهون ٿا، فرمائي ٿو تہ "لاڙ ۾ ٺٽو ۽ سري ۾ بکر (سکر) ٻئي شهر تمدني مرڪز ۽ نزهتگاهون آهن ۽ ماڻهن ۾ انسانيت جا گڻ، نفاست ۽ قابليتون آهن. اونهاري ۾ جڏهن آبڪلاني جي مند ۾ ميوا پچن ٿا ۽ گل ڪڙن ٿا، تڏهن شهر جا امير توڙي غريب زالن ۽ ٻارن ٻچن سوڌو سڄو ڏينهن باغن ۾ گذارين ٿا، واقع انهن باغن جا گل سنگهڻ جي لائق آهن." عهد۔ گل جي وسريل افساني جي عبارت ملاحظہ فرمايو:

"مرد مش چون مردم سپر و صفا دوست و بلطافت مزاج و تلاش استعداد انصاف دارند در ايام تابتان کہ موسم طغياني آب رسيدن ميوہ هات اهالي و موالي، ادنيٰ و اعليٰ از ذکورو اناث بيشتر بخلا و ملا روز در باغات بسر برند بالجملہ جائي ديدني و گل از بوستان نزاهتش شميدني." (١)

## بکر جي قدامت

جهڙيءَ طرح سکر قدامت جي لحاظ کان سنڌ جو جهوني ۾ جهونو شهر آهي، تهڙيءَ طرح سکر جو قلعو بکر جنهن جي نالي تي اسلامي تاريخن ۾ سکر، بکر جاڻايل آهي، قدامت رکي ٿو، آن باري ۾ عيسوي سال ٦٠ ۾ بکر جو ڏس هڪڙي گمنام يوناني جي ڪتاب "پيرپپلوس" Periplus مان پئجي سگهي ٿو. هن ڪتاب جو مسٽر ونسينٽ وليم Vincent William انگريزي ۾ ترجمو ڪيو، جو سنہ ١٨٠٠ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو.

(١) مير علي شير قانع ٺٽوي: تحفة الڪرام ج ٣ ص ١٤٤.

ڪتاب جـو نالو آهي، ”هندي وڏي سمنڊ جـو پيري پلوس“ Periplus of Ery Threan Sea ڪتاب ۾ بـڪـر جـو نالـو ”بيهڪر“ Behker ڄاڻايل آهي (١). هـي پهريون ڪتاب آهي جنهن ۾ بکر جو بگڙيل نالو نظر اچي ٿو.

(٢) مسٽر ايـڇ- ريورٽي پنهنجي ڪتاب ”مـهـراڻ ۽ سندس معاون شاخون“ ۾ لـکيو آهي ته اُتر سنڌ ۾ ”اڪر“ ۽ ”بڪر“ ٻه شهر آهن، هن مان معلوم ٿيو ته اسلام کان اڳ سکر، اڪر سڏبو هو ۽ بکر، بڪر سڏبو هو، مسٽر ريورٽي وڌيڪ ڄاڻايو آهي تـه بڪر تي سوڍن جي حڪومت هئي، قلعو هو يا نه اُن متعلق بيان ڏنل ڪونهي (٢).

(٣) چچنامه جو سنڌ جـي پهرين تاريخ آهي، جنهن ۾ راء گهراڻي جي راجائن جـي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ڇهن قلعن جا نالا هن طرح ڏيکاريل آهن: ١- اُچ، ٢- ماٿيلو، ٣- سيورائي، ٤- مؤ، ٥- الور، ٦- سيوستان (٣).

(٤) بکر جو قلعو ڄاڻايل ڪونه آهي، اڳتي هلي چچنامه جي ترجمي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ باب ”اشارا ۽ واڌارا ۾“ بلاذري جـي حوالي سان ڄاڻائي ٿو تـه محمد بـن قاسم جـي فتوحات وقت اروڙ جي ويجهو بغرور شهر هو، جنهن کي بکر سمجهڻ گهرجي (٤). بلاذري جو بيان ٠ون پڙهيو آهي بغرور

(١) Vincent William: Peryplus of erythrean sea, Part I. London. 1800

(٢) Raverty. H.G: Mehran & its tributries, calcutta, 1892

(٣) چچنامه سنڌي ترجمو از ڊاڪٽر نبي بخش خـان بلوچ ۽ مخدوم امير احمد، باب ١، ص ١٠ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٤ع.

(٤) چچنامه باب اشارا ۽ واڌارا ص ٣٢٦.

شهر جو نالو ڏنل آهي پر اهو بکر ٿي نٿو سگهي (1) ڇو ته علامه بلاذريءَ اهو ڪونه لکيو آهي ته بغرور (بکر) هو. جديد تحقيقات ڪندي اروڙ جي سامهون بدره (پدره) جو ڪوٽ مغايه دور ۾ نظر اچي ٿو، جنهن کي بلاذريءَ بغرور لکيو هوندو. بدره جو بيان موقعه سر ڏبو. بکر جو نالو عربي دور ۾ لبِ تاريخ جي صاحب "فرشته" ڄاڻايو آهي، جيڪڏهن بغرور هجي ها ته بدلائڻ جو ڪهڙو ضرور؟

(5) لبِ تاريخ جو صاحب فرشته متعلق هن طرح بيان ڏنو آهي:

ڪه در بعض ڪتب قديم ديده ميشود ڪه تاريخ بناء بکر (بالاحصار) ڪه ازرواعداد حروف ابجد سال ٣٣٣ هه برمي ايد ڪه مطابق (٩٤٠ع) خواهد گشت شايد در زمان حڪام خلافت بني عباس بنياد گرديده است (2).

ترجمو: "يعني ته ڪن جهونن ڪتابن ۾ ڏٺو ويو آهي ته بکر بناء ابجد جي حساب مطابق تاريخ بالاحصار سان ٣٣٣ هه مطابق ٩٤٠ع معلوم ٿئي ٿي ۽ اُن دور ۾ سنڌ تي عباسي خليفا حڪومت ڪندا هئا."

لب تاريخ جي صاحب جن جهونن ڪتابن جو اشارو ڏنو آهي تن جا حوالا ڪونه ڏنا آهن، ان ڪري سندس بيان تاريخي فن جي لحاظ سان مبهم آهي، ڇو ته هن صاحب بکر جي قلعي جي تعمير جو جيڪو سال ٩٤٠ع ڄاڻايو آهي، اُن دور ۾ بغداد جي عباسي خليفن جي حيثيت دهليءَ جي پوين مغل بادشاهن شاهه عالم اڪبر ثاني ۽ ابو ظفر بهادر شاهه جهڙي هئي،

---

(1) بلاذري لاءِ ڏسو فتوح البلدان بحوالي ڪتاب "عربون ڪي نظر مين هندوستان" ص ١١٨ ج ١، اعظم ڳڙهه.

(2) خان بهادر خداداد خان: لب تاريخ بيان فرشته، رياض الهند پريس امرتسر ١٩٠١ع.

چنانچ ايران، عراق، ماوراءالنهر، شام جهڙا صوبا خلافت عباسيه جي اقتدار کان نڪري چڪا هئا، ساجوقي سلاطين جو سڪو رائج هو. وري ١٠٢٥ع ۾ سلطان محمود غزنوي سومنات کان موٽندي منصوره تي قبضو ڪري عربي حڪومت جو سنڌ اندر خاتمو آندو. مٿين تاريخي شاهدين هوندي ڪيئن چئي سگهبو ته ١٠٤٠ع ۾ عباسي خليفن بکر جي قلعي کي تعمير ڪرايو؟

(٦) فرشته (بکر) جو قلعو عباسي خليفن مان هارون الرشيد (١٧٠هه – ٧٨٦ع) بغداد جي تخت تي ويٺو سندس ڏينهن ۾ سنڌ جي والي شيخ ابوتراب جو تبع تابعين مان هو متوفي (١٧١هه – ٧٨٧ع) فرشته جو قلعو تعمير ڪرايو (١).

(٧) غلام سلاطين جي دور ۾ التمش ١٢١٠ع کان ١٢٣٥ع تائين دهليءَ تي حڪومت ڪئي. سنڌ به سندس ماتحت هئي، سندس ڏينهن ۾ سيد مير محمد مڪي رح رضوي ساداتن جو ڏاڏو مشهد کان سکر پهتو. انوقت صبح صادق جو وقت هو. سيد صاحب جي زبان مان هي فقرو نڪتو:

”جعل الله بکر تي في بقعتہ المبارڪ“.

ترجمو: الله منهنجو صبح برڪت واري زمين تي ڪيو (٢).

پي روايت هن طرح آهي ته سيد محمد مڪي پنهنجن خادمن کي چيو هو ته جتي ڏيکي جو آواز ٻڌو اتي منزل ڪنداسون، سکر وٽان لنگهڻ وقت خادمن ڏيکي جو آواز ٻڌي هتي

---

(١) سنڌ گزيٽر، ج ب ٣ ص ٤٣ بمبئي ١٩٢٨ع شيخ ابوتراب جو مقبرو ميرپور ساڪره جي ڳوٺ گجو ۾ آهي، جنهن تي چام صلاح الدين قبو اڏايو ۽ زيارتگاه آهي.

(٢) روزانه الوحيد اسپيشل ايڊيشن سنڌ آزاد نمبر ص ٦٢، جون ١٩٣٦ع ڪراچي.

نوٽ: هندوستان ۾ گواليار، ارنگل، چتوڙ، رڻٿنبور ۽ برهمڻ آباد مشهور ۽ مضبوط قلعا هئا، برهمڻ آباد جو قلعو چئن ميلن ۾ هو. معارف جولاءِ ١٩٦٢ع ص ٨-٩.

خيما کوڙيا هئا، هي واقعو ١٢٦٠ع جو آهي، عربيءَ ۾ بکر معنيٰ صبح ۽ بڪر معنيٰ ڏڳو. ٻنهي لفظن جو اُچار هڪجهڙو آهي ۽ انهن لفظن ڪري فرشته نالو بدلجي ”بکر“ جو اڄ تائين قائم هلندو اچي ٿو. بکر جو قلعو عربي دور کانوئي فوجي نقطئه نظر کان سکر جي پاسباني ڪندو رهيو، تنهنڪري اهڙي سياسي اهميت جي ڪري سکر بہ بکر ڪوٺجڻ لڳو حالانڪ بکر جو قلعو فوجي ڇانوڻي هو ۽ شهر پراڻو سکر هو جو اڄ تائين سکر پراڻو سڏجي ٿو. هن شهر ۾ جيڪي امير توڙي درويش رهندا هئا، سي تاريخن ۾ ”بکري“ ڄاڻايل آهن، انهيءَ طرح سکر پراڻي جا هندو بہ پاڻ کي ”باکرو“سڏائيندا هئا، تحفته الڪرام مان وڌيڪ معلوم ٿئي ٿو تہ شيخ الاسلام بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رحہ پنهنجي مرشد شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي کان رخصت وٺي بغداد کان روانو ٿي ملتان ڏانهن اچڻ جو ارادو ڪيو تہ اُن موقعي تي مرشد کيس چيو هو تہ فرشته ۾ منهنجو هڪ مريد مخدوم نوح رهي ٿو، تنهن سان ملاقات ڪجائين (١). مخدوم نوح جي قبر سفيد قبي اندر بکر جي قلعي اندر ريل جي پٽي لڳ آهي.

## سکر شريف

سنڌ ۾ گهڻا اهڙا شهر آهن جي بزرگان دين جي زيارتگاهن جي ڪري ”شريف“ جي لقب سان سڏجن ٿا، جهڙوڪ: سيوهڻ شريف، روهڙي شريف، اُچ شريف، ملتان شريف وغيره. سکر کي صاحب تحفته الڪرام سيد مير علي شير قانع ٺٽوي تہ ”اولياء الله جي کاڻ“ لکيو آهي پر اسان مسلمان اهڙي لکت کان بي خبر آهيون، جو هن برڪت واري سرزمين کي ”شريف“جي شرف کان محروم ڪندا رهيا آهيون. بنين تفاوت!

(١) ايچ ڪزنس: دي انٽيڪوئيٽيز آف سنڌ ص ١٤٩، ڪلڪتو

# باب پهريون

## سکر تاريخ جي آئيني ۾

### منو شاستر

هڪ هزار ورهيه قبل مسيح آرين جي هڪ پنڊت منو مهراج جيڪي قانون رائج ڪيا، ان مطابق ورن آشرم جو دور شروع ٿيو. منوءَ جي قانونن موجب برهمڻ ايشور جي مک مان، کتري ٻانهن مان، ويش پيٽ مان ۽ شودر پيرن مان پيدا ٿيا. منهن قانونن موجب برهمڻ جو ڪم هو راجائن کي صلاح مصلحت ڏيڻ، تعليم ڏيڻ ۽ مذهبي امور بجا آڻڻ. اهي سڀني ذاتين کان برتر هئا، حڪومتن جو چرخو به سندن معرفت هلندو هو. کتري حڪمران طبقو هو. ويش جو ڌندو هو، واپار ڪرڻ ۽ زراعت، شودر قديم رهاڪو هئا جن کي ”دسير“ ۽ زالن کي ”داسي“ لقب ڏنا، هن طبقي جو ڌنڌو هو متئين ذاتين جي چاڪري ۽ غلامي ڪرڻ. غرض انساني سوسائٽي ۾ قديم رهاڪو سخت قانونن نافذ هئڻ ڪري ذليل زندگي بسر ڪرڻ لڳا. سندن چونڪاري جو ڪو وسيلو ڪونه هو، سواءِ غلامي جي. اهو دور ٦٠٠ ق-م تائين رهيو.

### جين ۽ ٻڌ ڌرم

٤٦٧ ق-م ويسيلي شهر ۾ هڪڙي شاهوڪار جناتريڪا کي مهاوير نالي پٽ ڄايو. ويسيلي پاٽنا جي ويجهو وديها آرايائي رياست جو تختگاه هو جو سڄي هندوستان ۾ برک شهر هو. مهاوير جين ڌرم جو پايو وڌو. هن چئن ڳالهين

جو پرچار ڪيو (١) ڪنهن به ساهه واري کي ايذاءُ نه پهچايو. (٢) هميشه سچ ڳالهايو. (٣) ڪابه شيءِ چوري نه ڪيو. (٤) پئيان ڪابه ملڪيت نه ڇڏيو.

## گوتم ٻڌ

ڪپل وستو رياست جي ساڪيا گهراڻي جي راجا سڌوڌن جو پٽ، سندس زمانو ٥٦٣ ق-م کان ٤٨٣ ق-م آهي. گوتم ذات پات جي زنجيرن کي ڇڄڻ لاءِ تحرڪ شروع ڪيو. پهريان بنگال، وچ هندوستان ۽ گجرات تائين ٻڌ ڌرم پکڙجي ويو. بعد ۾ موريا راجائن جي تبليغ ڪري سنڌ، بلوچستان، افغانستان، وچ ايشيا، چين، جاپان، برما، سيام ۽ سيلون تائين پکڙجي ويو. تعجب هي ڇئبو جو ايتري وسعت هوندي به هندوستان مان به سندس اثر مٽجي ويو فقط جين ڌرم موجود آهي. مٿئين ڌرم جي ڪري دسيو کي زندگيءَ جي مهلت ملي ۽ برهمڻ جو زور گهٽجي ويو. دسيو کي تعليم پرائڻ ۽ هنر سکڻ جي اجازت ملي. آسوڪا ٻڌ ڌرم کي زور وٺرايو. جا بجا ٻڌ جا ڪتبا، مندر ۽ ستُ تعمير ٿيا، اهڙن مندرن ۽ اسٽوپن جو سنڌ ۾ چار هزار تعداد هو ۽ هوئن تسانگ چيني سياح چاٿايو آهي ته راجا آسوڪا جملي ٨٤٠٠٠ چوراسي هزار سنگهارا ۽ ستُ تعمير ڪرايا هئا. سنڌ ۾ تارڪ الدنيا ڀڪشن جو تعداد ڏهه هزار هو (١). هوئن تسانگ ٦٢٩ع کان ٦٤٥ع تائين سنڌ ۽ هند جي سياحت ڪئي هئي.

## سکر ايران جي ماتحت

ايران جي اشڪاني فرمانروائن مان دارا جي ڏينهن ۾ مهراڻ جو اولهندو حصو انڪ کان وٺي ويندي سمنڊ تائين سکر سميت ايران جي ماتحت هو. دارا کي هن حصي مان

(١) جين جا مندر ننگر پارڪر ۾ آهن.

۱۷۸۲۷۳ پائونڊ ساليانو آمدني هئي. ايرانين ڪڇي ۾ قندابيل ۽ سنڌ ۾ بهمن آباد شهر تعمير ڪرايا، لاڙڪاڻي ضلع جي دڙن مان جيڪي شيون هٿ لڳيون آهن، سي ايراني ساخت جون آهن (۱). دارا مهراڻ جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ ۽ سامونڊي رستن کي معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجي اميرالبحر سائيڪلاس کي اٽڪ کان جهازن جو دستو ڏيئي روانو ڪيو، جنهن ڏن سالن تائين مهراڻ جي ڊيلٽا کان ڳاڙهي سمنڊ کان مصر تائين رستو معلوم ڪيو هو (۱). هي ۴۸۰ ق-م جو واقعو آهي.

## يونانين جي ڪاهه

۳۳۲ ق-م يونانين اسڪندر مقدوني جي سرڪردگيءَ هيٺ ايشيا ڪوچڪ، شام، فلسطين، مصر، ايران، وچ ايشيا ۽ افغانستان کي طوفان وانگر لتاڙيندا خيبرلڪ ٽپي بياس تائين پهچي، پيڙين وسيلي ملتان، اچ فتح ڪري سکر تائين پهتا اسڪندر اروڙ جي راجا موسيڪانوس کي آڻ مڃڻ لاءِ چوائي مڪو پر هن انڪار ڪيو، هڪ دوا يوناني فاتح ڏانهن مڪائين، جنهن کي استعمال ڪرڻ سان نانگ جو زهر ضايع ٿيندو هو. اسڪندر دوا کي آزمائي موسيڪانوس جي تعريف ڪئي ۽ سکر ۾ پنهنجي هڪ جنرل ڪريٽريوس جي نگراني هيٺ هاٿين جو دستو ۽ لٽ جو سامان بولان لڪ واري رستي کان سيستان ڏانهن روانا ڪيا، مؤرخ بطليموس اسڪندر جي ڪاهه وقت بکر جو نالو بينانگر ڄاڻايو آهي. يعني بينا قوم جو شهر شايد اسڪندر جي ڪاهه وقت سکر ۽ بکر ۾ بينا قوم رهندي هئي. تحفتہ الڪرام بينا، تاڪ ۽ موميد سنڌ جون قديم قومون لکيون آهن، تاڪ قوم جو وطن تڪاديش هو، جنهن تي

---

(۱) ايضاً ڪلڪتو ۱۹۲۹ع فردوسي شاهنامه ۾ ڪشمير، ملتان، سنڌ ايراني حڪومت جا حصا ڄاڻايا آهن.

(۲) ڪمبرج تاريخ هندوستان ج ۱، ڪئمبرج ۱۹۲۲ع.

يونانين ٽئڪسلا نالو رکيو هو. ريورٽي بينا قوم کي سو ڊا ڏيکاري ٿو، جنهن جو بيان بکر جي نالن ۾ ڏيئي چڪا آهيون، ادارڪي بيگلاري "بيگلارنامه" ۾ بينا، ٽانڪ ۽ بنوميا سنڌ جون قومون ڄاڻائي ٿو. بهرحال اسان کي خبر پئجي سگهي ٿي ته يونانين جي ڏينهن ۾ بکر ۽ سکر جا رهاڪو بينا يا بنوميا يا بنو جا هئا (١). وڌيڪ هي خبر پوي ٿي ته سکر مهراڻ تي مشهور پتڻ هو جو مهراڻ ذريعي پنجاب، ڪشمير، صوبه سرحد، ۽ سنڌ جي ڊيلٽا وارن شهرن سان ڳنڍيل هو ۽ خشڪيءَ رستي بولان ۽ موله لڪن وسيلي مڪران، قنڌار، خراسان، سيستان ۽ وچ ايشيا ڏانهن هتان رستا ويندا هئا.

## موريا جو راڄ

اسڪندر مشرقي ملڪن جي دولت کي لٽي واپار جي رستن کي معلوم ڪري ٣٢٤ ق-م ۾ مڪران جو ڪنارو وٺي بابل پهتو جتي انتقال ڪيائين. هن جيڪي ملڪ فتح ڪيا هئا، سي سندس جرنيلن پاڻ ۾ ورهائي کنيا. سنڌ سيليوڪس جي ماتحت ٿي ويئي، جنهن کي ٣٢٣ ق-م موريا گهراڻي جي راجا چندر گپت سات ڪري سنڌ، بلوچستان ۽ هرات تائين ملڪ پنهنجي قبضي هيٺ آندا. سيليوڪس پاران ميگسٿينز، چندرگپت جي درٻار پاٽنا ۾ سفير هو، جنهن جي بيانن مان اُن زماني جي سماجي، اقتصادي، ثقافتي، ڌرمي ۽ تجارتي حالتن تي روشني پئجي سگهي ٿي. مسٽر آر-سي دت يوناني سفير جي بيانن تان قديم هندستان جي تاريخ جا ٽي جلد تيار ڪيا.

---

(١) ايضاً، اسڪندر جي ڪاهه، جيمس ٽاڊ: تاريخ راجستان ج ١ ص ٥٣-٩٢ ج ٢ ص ٢٢٥-٢٢٧.

## آسوڪا

٣٣٧ ق-م آسوڪا اعظم پاٽنا جي گادي تي ويٺو، جنهن ٻڌ ڌرم کي زور وٺرايو ۽ جا بجا ڪتبا ڪرڙا ڪيا، جي پالي زبان ۾ آهن. هن پنهنجا سفير يونان، مصر ۽ لبيا جي يوناني حاڪمن جي دربارن ڏانهن روانا ڪيا. اهڙن ناتن جي ڪري واپار ۽ ثقافت ترقي ڪئي. موريا راڄ ۾ امن امان هئڻ ڪري سکر واپار ۾ ترقي ڪئي. چين جو ريشم، ڪشمير جون جڙيون ٻوٽيون ۽ عطر مهراڻ رستي ڏيلٽا تي پهچڻ لڳو جتان جهازن وسيلي مصر جي بندر برنائيس تي پهچڻ لڳو. هي بندر ڳاڙهي سمنڊ تي مصر جي بطليموس حاڪمن تعمير ڪرايو هو. خشڪي رستي هندوستان جي مال جا قافلا خيبر ۽ بولان لڪن کان ايشيا ڪوچڪ تائين پهچڻ لڳا. سنڌ جي ڏيلٽا تي پٽالا ۽ ٻنپور ٻه مکيه شهر ۽ بندر هئا، جتي فنيقيا جا واپاري رهندا هئا. ٻنپور ۾ مهراڻ جي جهازن کي محصول پرتو پوندو هو ۽ ٻيڙين جو مال غورابن ۾ پربو هو(١). سکر کان گهوڙا ۽ گڏهه وڪري لاءِ هندوستان ڏانهن ويندا هئا. سکر واپار جي مارڪيٽ هئي.

## يوناني باختري حڪومت

١٨٥ ق-م موريا شهنشاهت جو سنگا گهراڻي خاتمو ڪيو. هن انقلابي دور ۾ نئين يوناني باختري حڪومت جنم ورتو، جنهن پنجاب، سنڌ ۽ گجرات تائين قبضو ڄمايو پر جٽاءُ ڪري نه سگهي.

---

(١) آر-سي دت: انئشنٽ انڊيا، ج ٢ ڪلڪتو، ايف منڪسملر: واٽ انڊيا ڪئن اٽ ٽيچ آس، آڪسفورڊ.

Vincent William, D: Yoyage of Nearchus, from Indus to Euphrates, pp. 122-23 London, 1779.

## پارٿي ۽ يوچي

پارٿين جو وطن خراسان هو، جن سان ساڪ (سٿين) قوم بہ شامل هئي. ساڪ قوم جي ڪري سيستان تي ساڪستان نالو پيو هو. يوچي جن جو وطن اُتر چين هو ۽ مغربين هن قوم کي ”هن“ HUN لکيو آهي. انهن قومن جو وجود بلخ، ڪابل، پنجاب ۽ بلوچستان تائين پکڙجي ويو هو. ٣٧ ق-م هندوستان ۾ سنگا گهراڻي جو خاتمو ٿيو ۽ ٧٨ ق-م اندرا قوم وارن مگڌه تي قبضو ڪيو. ساڳي سال يوچي راجا ڪنشڪ پنجاب، ڪشمير، قنڌار، سنڌ وينديءَ نربدا نديءَ تائين علائقن تي قبضو ڪيو. ڪنشڪ جي حڪومت مضبوط هئي، پر ٢٢٠ع ۾ ڪنشڪ ڪانپوءِ اندرا ۽ يوچين جي حڪومت جو خاتمو ٿيو ۽ پاٽنا تي گپت گهراڻي قبضو ڪيو. هندوستان ننڍين ننڍين رياستن ۾ ورهائجي ويو. ڪنشڪ جي راڄ ۾ گنڌارا آرٽ ترقي ڪئي ۽ يوناني سنگتراشي جو اثر پيو.

## گپت جو راڄ

گپت راجائن مان ٣٧٥ع ۾ راجا وڪرما جيت اُجين جي گاديءَ تي ويٺو. مالوه، گجرات ۽ سنڌ سندس قبضي هيٺ هئا. هن دور ۾ سنسڪرت زبان پراڪرت ٻولين ۾ ورهائجي ويئي، شاعري ۽ فن ناٽڪ ۽ سنگتراشي ترقي ڪئي (١). وڪرما جيت جو سنبت هندن ۾ اڄ بہ رائج آهي. وڪرمي دربار جي شاعرن مان مها ڪوي ڪاليداس جا ناٽڪ شڪنتلا، ميگهدوت، رگهوونس مشهور آهن. شاعر امرڪوس جون

---

(١) سنگتراشي لاءِ اجنتا جا غار بهترين نمونو آهن. گپت راڄ ۾ چيني سياح فاهين ٥٠٤ع کان ١١ع تائين سياحت ڪئي هئي.
وي-اي سمٿ: آڪسفورڊ هسٽري آف انڊيا، ص ١٠٦.

تصنيفون به مشهور آهن. جوتشين مان براهمير، آريا ڀٽ نالي وارا ٿي گذريا آهن. طب ۾ ڏنوترئي وقت جو جالينوس هو. فن مصوري به ترقي ڪئي. شڪنتلا جو ڊرامو گهڻن زبانن ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي. سٿين ادبي ڪارنامن جو اثر اسان جي سنڌي ادب تي پيو هوندو.

## هرش جي حڪومت

گپت گهراڻي جي خاتمي کانپوءِ قنوج جي راجا هرش ٻڌ ڌرم جي تبليغ ڪئي. سندس ڏينهن ۾ چيني سياح هوئن تسانگ هندوستان ۾ ٻڌ جي مندرن جي ياترا ڪرڻ آيو هو. هن اروڙ کان وٺي ٺٽي تائين سنڌ جا مندر ڏٺا هئا. هرش ۶۴۷ع ۾ انتقال ڪيو. کانئس پوءِ جيڪي انقلاب رونما ٿيا، انهن مان هڪ هو ٻڌ ڌرم جو هندوستان ۾ خاتمو پيو ويدڪ ديوتائن اندرا، وروڻا ۽ اگني بدران درگا (ڪالي)، گنيش جي بتن جي پوڄا ٿيڻ لڳي. راجپوت جيڪي ڪاليءَ جا پوڄاري هئا، سي ٻڌ جي خلاف هئا. اڄ به اروڙ ويجهو ڪاليءَ (ڪالڪا) جي بت تي هر سال رات جو ميلو لڳي ٿو، جتي جوئا جام هلي ٿي. هرش پاڻ ودوان هو. سندس ڊراما نا گانندا، رتناولي ۽ پريه درشڪا مشهور آهن ۽ سندس درٻاري شاعر "بان" جون تصنيفون ڪادمبري ۽ هرش مشهور آهن.

## راجپوت

راجپوت معنيٰ راجائن جو اولاد، آهي سورج ونسي ۽ چندر ونسي سڏائيندا هئا. پوءِ منجهن جدا جدا ڪُل بنجي ويا جهڙوڪ اگني ڪل جنهن ۾ پرمار، سولنڪي، چوهاڻ ۽ پرمار. "سورج ونسي" جون چار شاخون آهن:- گهلوت، سيسوديه، ڪڇوا، راٺوڙ. "چندر ونسي" جون اٺ شاخون آهن:-

يادو، ياڻي، جاڙيجا، سمتيجا، مديجا، بدمن، بدا ۽ سوها (۱).

## اروڙ جا راجپوت

ايوڌيا جي ڪوسل راج جا راجائون، جن جي سنڌ تي حڪومت هئي ۽ رامائڻ جي هيرو سري رامچندر سان سنڌن مائٽي هئي، اهي سورج ونسي هئا. سنڌ جي راجائن جو بيان ”وشنو پراڻ“ ۽ ”مئترايڻي“ ”اپنشد“ ۽ ويدڪ دور ۾ مهراڻ ماٿريءَ ۾ ڪيڪئہ ديش هاٺوڪي اٽڪ وٽ هو. ڪيڪئي هن ديش جي راجڪماري هئي، جنهن ايوڌيا جي راجا دسرٿ سان شادي ڪئي هئي. مالي قوم جو راج ملتان تي هو. سنڌ ساگر دوآبہ تي ”شبي“ راجا جو راج هو، جنهن جي اولاد سنڌ جي ڪڇي پرڳڻي ۾ شبي SIBI (سيوي) جو شهر تعمير ڪيو هو. يوب، لورالائي ۽ قلات تي انهيءَ شيوي (شيوا) قوم جي حڪومت هئي. راجا رامچندر جي سورج ونسي ڪُل جي راجا بليڪا جي پٽن اروڙ جو بنياد وڌو. اهي راجائون اروڙ ونسي بہ سڏبا هئا. هندن ۾ اروڙا قوم پنجاب ۾ موجود هئي. هن بيان سان ۱۱۰۰ يارنهن سؤ ورهيہ ق-م اروڙ شهر جي قدامت جو ڏس ملي ٿو. تاريخن ۾ اروڙ جا ٻيا نالا بہ آهن، ايم-جولين سنسڪرت نالو ”وچوا پورا“ يعني وچولي جو شهر ڄاڻايو آهي.

## اروڙ جا نالا

سنڌ جي تختگاه شهر اروڙ جو ٻهريون نالو ”پٽولا“ هو معنيٰ ٽڪري تي مندر وارو بندر. سنڌ جا اهڙا شهر جيڪي مهراڻ جي ڪپ تي ٽڪرين مٿان هئا، تن تي يونانين ”پٽالا“ نالو رکيو هو، جيئن نيرن ڪوٽ اڳ پٽالا سڏبو هو.

---

(۱) مولوي حڪيم نجم الغني: وقاع راجستان، ج ۱، ڪانپور ۱۹۲۷ع، اروڙ جو ميلو ڪالڪان سڏبو آهي.

لهاسا (ٽبيٽ) ۾ لاما جـو ٽڪر تي مندر بـہ ڄڻولا سڏ بـو هو(۱). هوئن تسانگ اروڙ جو نالو ”پيشان پوپولو“ ڄاڻايو آهـي، جنرل ڪننگهام ڪتاب ”قـديـم هندوستان“ ۾ اروڙ جا ٻہ نالا ڏيکاري ٿو، ”روڙپورا“ ۽ ”روڙانگرا“ ٻنهي جي معنيٰ ٽڪريءَ وارو شهر، راءِ گهراڻي جا راجائـون، جـن ۰۵۹ع کان ۶۴۳ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي، تن جي سلطنت جون حدون چچنامه ۾ هن طرح ڏيکاريل آهن:

”حدود و مسالڪ او از جانب شرقي تاحد ڪشمير، از طرف غربي تاحـد مڪران، از جنوبي تالب آب دريـاي محيط و ديبل و از شمالـي تـاڪوه ڪردان و از ڪيڪانان(۲)“.

سکر چوڏهن پرڳڻي ۾ ”سڪه“ ڄاڻايل آهي. رعايا خوشحال ۽ حڪومت وٽ دولت هئي، بکر جو نالو ڏنل ڪونهي.

## تختگاهہ اروڙ

اروڙ هينئر ڳوٺ آهي روهڙيءَ کـان پنج ميل ڏکڻ اوڀـر طرف ٽڪري تي آهي، تختگاهہ واري زماني شهر جي الهندي کان مهراڻ ۽ اوڀـرنـدي کان هاڪڙي جي وجـود ڪري شهر بـاغـات، نخلستانن، حوضن ۽ واهـن ڪري سرسبز ۽ شاداب هو، شهر کي ٻـَـڌي عالمپناه ڏنل هئي، شهر ۾ ڪاٺ جون ماڙيون ۽ محلات هئا. شهر جي وچ ۾ ٻڌ جو عظيم الشان مندر هو، منجهس وڏو بـت رکيل هو. جنهن جي پاڻهن ۾

(۱) Horig, M.R: Indus delta country, C H, II PP. 18. 20, London 1892. Sindh Histarical journal part IV, March 1939, Karachi.

(۲) شمس العلماء علامہ عمر بـن محمد دائود پوٽہ: چچنامہ ص-۱۵ مطبع لطيفي دهلي ۱۹۳۹ع.

سونا ڪنگڻ پيل هئا، هٿيارن ۽ آن جا گدام هئا، گندي پاڻي جي نيڪال لاءِ زمين دوز ناليون هيون، اروڙ پنهنجي باغن ۽ تفريحگاهن ڪري مشهور هو ۽ ملتان جيڏو هو. راءِ گهراڻي جا راجائون انصاف پسند ۽ رعايا پرور هئا، ڪابل، چين، ڪشمير، پنجاب، چين ۽ هندوستان جو مال ٻيڙين وسيلي ديبل ڏانهن ويندي، هتي لنگر هڻندا هئا، حڪومت کي محصول مان وڏي آمدني هئي، شاهي خزانا پرپور هئا. حڪومت چئن حصن ۾ ورهايل هئي، جن ۾ چئن گورنر (مَلِڪَ) مقرر هئا، ماڻهو هر طرح فارغ البال هئا.

”راويان احاديث و مصنفان تواريخ چنين آورده اند که شهرِ اورور که دارلملک هند و سنداست، شهري بود معظم، آراسته، بانواع قصر و باغ ورياحين و حياض و انهارو و رياض و ازهار، بر آب سيحون که آنرا مهران گويند“(١).

راءِ گهراڻي جي راجائن جي حڪومت سڄي هندوستان ۾ اقتصادي ۽ سياسي نقطه نظر کان مضبوط هئي، سنڌ جي راجائن جي راجپوتانا ۽ ڪشمير جي راجائن سان مائٽي هئي، ڪشمير کان وٺي ديبل تائين ۽ چتوڙ کان وٺي ڪردان (براهوئي جبل) ۽ مڪران تائين ملڪ سنڌ ماتحت هو.

## اروڙ جا عربي نالا

ابن خردازبه ٢٥٠ هه هن تختگاهه شهر کي رور لکيو آهي، اصطخري الزور ڄاڻايو آهي، مسعودي جنهن ٩٤٢ع ۾ شهر ڏٺو هو الرور لکيو آهي. ادريسي ١١٦٥ع ڌاري رور ڄاڻائي ٿو ۽ ابن حوقل جنهن ٣٤٣ هه مطابق ٩٤٣ع سنڌ جو

(١) شمس العلماء علامه عمر بن محمد دائود پوٽه: چچنامه ص ١٥ مطبع لطيفي دهلي ١٩٣٩ع.

ڀھريون نقشو تيار ڪيو ھو، اروڙ کي الرور ڏيکاري ٿو (۱).
راءِ گھراڻي جي جملہ پنجن راجائن حڪومت ڪئي: ۱- راءِ ديواجي، ۲- راءِ سھرس، ۳- راءِ سھاسي ۴- راءِ سھرس پيو، ۵- راءِ سھاسي پيو، اھي راجائون ايران جي ساساني فرمانروائن جا ھمعصر ھئا، راءِ سھرس اول نيمروز (سيتان) جي جنگ ۾ ايرانين ھٿان مارجي ويو ھو. راجائن جو مذھب ٻڌ ھو.

## برھمڻ حڪومت

راءِ سھاسي ثاني بي اولاد ھو، ھن جي راڻي سونھدي (سونھن ديوي) نھايت حسين ھئي. چچ نالي ھڪ ڪشميري نوجوان برھمڻ جو بيحد خوبصورت ۽ زبان جو چتر ھو، ھن کي چارئي ويد ياد ھئا، پٺھس سيلائج اروڙ جي پر ۾ ھڪ مٺ جو پروھت ھو. چچ وڏي وزير رام جي دفتر ۾ محرر ھو. چونڪ انشاپردازي جي فن ۾ ماھر ھو، ان سبب ڪري وزير جو منظور نظر بنجي ويو. گورنرن جا خط جيڪي دربار ۾ پھچندا ھئا، سي وزير راجا کي ٻڌائيندو ھو ۽ حڪمن موجب جواب گورنرن کي موڪليندو ھو. ھڪ دفعي وزير موڪل تي ويو ۽ چچ کي ھدايت ڪري ويو تہ راجا کي احتياط سان خط پڙھي ٻڌائي ۽ جواب ڏيان سان لکي روانا ڪري، وزير جي غير حاضري ۾ چچ شاھي محلات جي در تي پھتو ان وقت راڻي بہ موجود ھئي، چونڪ برھمڻ زادو ھو، ان ڪري راجا راڻي جي پردي کي محسوس نہ ڪري چچ کي روبرو گھرايو. ھن ترتيب وار خط راجا اڳيان اھڙي موزون انداز سان پڙھي ٻڌايا جو راجا نوجوان برھمڻ جي لياقت جو قائل بنجي حڪم ڏنو تہ آئينده رام جي غيرحاضريءَ ۾ چچ ڪم ھلائي،

---

(۱) ابن حوقل جي سنڌ جي نقشي کي سيد سليمان ندوي پنھنجي ڪتاب ”عرب و ھند کے تعلقات“ ۾ ڏنو آھي، جو ايلٽ کي شاھان اوڌ جي ڪتبخاني مان ھٿ لڳو ھو.

ليڪن راڻي برهمڻ نوجوان جي حسن ڪي ڏسي مٿس عاشق ٿي پئي، ڪجهه وقت خفيہ عهد و پيام جو سلسلو جاري رهيو. آخر هڪ ڏينهن راجا بيمار ٿي پيو ۽ ڪجهه ڏينهن علالت ۾ رهي انتقال ڪيو. راڻي، راجا جي موت کي لڪائي، چچ سان وعدو ڪري راجا جي مائٽن ۽ اهلڪارن کي گهرائي سڀني کي قيد ڪري مارائي چچ سان شادي ڪئي. رائے گهراڻي جو راڄ ختم ٿيو ۽ برهمڻن جو راڄ شروع ٿيو. چچ ٦٤٣ع کان ٦٦٢ع تائين سياڙپ سان حڪومت ڪئي. جن جن راجائن يا قومن بغاوتون ڪيون تن کي مات ڪيائين. هر سال ملڪ جو دورو ڪري حالتن جو جائزو وٺي جوڳو انتظام ڪندو هو. هن رعايا لاءِ جيڪي ٻڌ هئا، اهڙا سخت قانون نافذ ڪيا هئا، جو ڪيترن راجائن بغاوتون ڪيون، جن کي ٻاهرين امداد نہ ملڻ سبب شڪست کائڻي پئي. حضرت عمرالفاروق رضہ جي ڏينهن ۾ عربن پوئين ساساني ايراني شهنشاهہ يزدگرد کي شڪست ڏئي ايران تي قبضو ڪيو. هن موقع تي چچ ايران کي هاٿين ۽ جنگي سامان جي امداد ڪئي، اهڙي طرح سياسي توازن رکڻ لڳو (١). سنڌ جا رهاڪو سهتا، لوهاڻا، لاکا ۽ جاٽ جي ٻڌ جا پوڄاري هئا، سي برهمڻ حڪومت جي خلاف هئا.

## ڏاهر بن چچ

ڏاهر بن چچ ٧٠٠ع ۾ اروڙ جي تخت تي ويٺو. انهن ڏينهن ۾ دمشق جي تخت تي بنو اميہ گهراڻي مان وليد بن عبدالملڪ هو. سنڌ سان پاران حجاج بن يوسف ثقفي بصره جو حاڪم هو. مشرقي پرڳڻا بہ سنڌ سان نگراني هيٺ هئا، هو وڏو سياستدان ۽ ظالم هو، سنڌ سان ظلمن کان تنگ ٿي گهڻن عربن ملبار، سيلون ۽ ڪارومنڊل ۾ بينڪون وڌيون هيون، ۽ آتي واپار ڪندا هئا. وليد جي ڏينهن ۾ عرب جي قبيلي علافي بغاوتون ڪري

---

(١) شبلي نعماني: الفاروق، اعظم ڳڙهہ.

مڪران ۾ پناه ورتي هئي. حجاج سندن گوشمالي ڪرڻ لاءِ محمد بن هارون نمريءَ کي مڪران جو والي مقرر ڪيو، جنهن علافين کي شڪست ڏني. ڪي علافي سنڌ ڏانهن ڀڄي آيا، جن کي ڏاهر پناهه ڏني پنهنجي لشڪر ۾ ڀرتي ڪيو. سنڌ جا برهمڻ راجائون وقت بوقت اسلامي سلطنت سان ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ لڳا. برهمڻ راجائن ڄٽ وارن تي جيڪي قانون نافذ ڪيا هئا، سي گهڻو سخت هئا. جهڙوڪ: (۱) گهوڙي تي هني رکڻ کان سواءِ سواري ڪن، (۲) ريشمي ڪپڙن پائڻ کان پرهيز ڪن، (۳) ڇيلهه سان ڪاٺ جي ترار ٻڌي نڪرن. (۴) ٻاهر نڪرڻ وقت ڪتو ساڻ کڻن، (۵) مندرن جي لنگرخانن کي ڪاٺيون پهچائين، (٦) مٿي تي پٽڪي رکڻ بدران رومال ٻڌن، (۷) حڪومت جي حفاظت ڪرڻ لاءِ جاسوسي ڪن. ڇچ جي قانونن کان ڄٽ جا ڀوڄاري جن کي عرب مؤرخن سميئه لکيو آهي، تن مان نيرن ڪوٽ وارن حجاج بن يوسف ڏانهن امداد لاءِ وفد مڪو. وليد جي ڏينهن ۾ اسلامي حڪومت جون حدون الهندي ۾ موراڪو کان اڀرندي ۾ ڪابل تائين هيون. يونوچ سمنڊ، ڳاڙهي سمنڊ ۽ ايراني نار تي عربن جو قبضو هو. حجاج گهڻائي ڀيرا وليد کان سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ اجازت گهري هئي؛ پر خرچ پکي جي سبب ڪري وليد انڪار ڪندو رهيو. ڏاهر کي نجومين اطلاع ڏنو ته جيڪو تنهنجي ڀيڻ ٻائي سان شادي ڪندو، سو سنڌ فتح ڪندو. ڏاهر اهو ٻڌي پنهنجي ڀيڻ سان نالي ماتر شادي ڪئي، انهيءَ ڪري شاهي خاندان ۾ انتشار پئجي ويو، ڇو ته ٻائي چتور جي راجڪمار سان مڱيل هئي (۱).

---

(۱) عراق جي سوميري قوم، مصر جي فراعنه ۽ هندن ۾ نالي ماتر ماءُ ۽ ڀيڻ سان شادين ڪرڻ جو رواج هو.
Sindh Historical Journal, March, 1937, Karachi.

# باب ٻيو

## اسلامي فتوحات

ڏاهر جي هٺ ڌرميءَ ڪري، حجاج سنڌ تي ڪاهه ڪرائڻ لاءِ پڪو ارادو ڪيو. چنانچ سرانديپ جي راجا ڪي سوغاتون خليفي وليد ڏانهن روانيون ڪيون، انهن جهازن ۾ عرب سوداگرن جون بيوه زالون ۽ يتيم ٻار به سوار هئا. ديبل وٽ پهچڻ وقت بحري ڌاڙيلن انهن جهازن کي لٽي، بيوه عورتن ۽ يتيمن کي ديبل جي قلعي ۾ قيد ڪيو. حجاج اُن باري ۾ ڏاهر سان خط و ڪتابت ڪئي، پر ڏاهر ڪو معقول جواب نه ڏنو. حجاج دمشق دربار کان اجازت وٺي، خرچ جو ذمو پاڻ تي کڻي، شيراز جي گورنر ”عماد الدين محمد بن قاسم“ کي، جو سندس سؤٽ نوجوان جرنيل هو تيار رهڻ لاءِ حڪم ڏنو. محمد بن قاسم جي عمر ١٧ سال هئي ۽ دمشق جي فوجي ڪاليج جو تعليم يافته شاگرد هو.

## محمد بن قاسم جي سنڌ تي ڪاهه

حجاج پنهنجي سؤٽ کي روبرو گهرائي ضروري هدايتون ڏيئي ٦ هزار شامي سوار فوج ۽ ٦ هزار عراقي شتر، سوار لشڪر سڀني سگهن سميت ڏيئي روانو ڪيو ۽ هڪڙو جهازن جو دستو جن تي ڪانياٺيون (منجنيقون) هيون، سمنڊ رستي روانو ڪيائين. مڪران پهچڻ وقت محمد بن هارون به ساڻس پنجن سون جي فوجي دستي سان شريڪ ٿيو ۽ اسلامي لشڪر ارمائيل

(لس ٻيلو) فتح ڪيو. هتي محمد بن هارون وفات ڪئي (١).
سال ٧١١ع ڌاري اسلامي لشڪر ديبل تي گهيرو ڪيو.
مجاهدن وڏي ڪانياٺي سان مندر جي عظيم الشان گنبذ جنهن تي
جهنڊو لڳل هو، ڪيرائي ڇڏيو، قلعي وارن آڻ مڃي.
محمد بن قاسم قيدين کي آزاد ڪرايو. جن آڻ مڃي هٿيار
ڦٽا ڪيا تن کي آزاد ڪيو ويو. جن مقابلو ڪيو، تن کي
گرفتار ڪيو ويو. محمد بن قاسم اڳتي وڌي نيرن ڪوٽ ۽
سيوستان فتح ڪيا، اروڙ جي جنگ ۾ ڏاهر وڏي لشڪر سان
شڪست کاڌي ۽ مارجي ويو. برهمڻ آباد فتح ڪرڻ کانپوءِ
اروڙ تي گهيرو ڪيو ويو. شهر وارن تنگ ٿي امان گهري،
محمد بن قاسم اڳتي وڌي ملتان فتح ڪيو. هتي جي مندر جي
تهخانن مان کيس بيشمار خزانو هٿ لڳو، جو سمنڊ رستي
حجاج ڏانهن روانو ڪيو ويو. فتوحات سنڌ وقت مال غنيمت ۾
١٣ ڪروڙ روپيا هٿ لڳا. عرب فاتح جيڪي شهر ديبل کان
قنوج تائين فتح ڪيا، تن تي مسلمان حاڪم مقرر ڪيا ۽
منجهن مسجدون تعمير ڪرايون، هندن جي مندرن سان ڪا
ڇيڙڇاڙ ڪونه ڪيائين، برهمڻن جي عهدن ۽ جاگيرن کي
قائم رکي، انهن لاءِ وظيفا مقرر ڪيائين. برصغير ۾ سنڌ پهريون
علائقو هو جو اسلامي تبليغ ڪري ”باب الاسلام“ بنجي پيو.
ٽن سالن جي عرصي ۾ غازي محمد بن قاسم ڪشمير جي
حد کان وٺي مالوه ۽ راجپوتانا تائين ملڪ فتح ڪيا. سکر
اسلامي جهنڊي هيٺ اچي ويو ۽ اولياءالله جو مسڪن
بنجي ويو. لوڪل بورڊ سکر جي دفتر جي اڀرندي طرف
ٽڪري جي ٻنهي ڪنڊن تي ٻه ڊگهيون تجرون آهن، جن متعلق
روايت آهي ته مجاهدن جون قبرون آهن، جيڪي محمد بن قاسم
جي لشڪر سان آيا هئا.

---

(١) محمد بن هارون جي قبر ٻيلي جي ويجهو قنبلي ڳوٺ ۾
زيارتگاه آهي، هن کي پير چام چوندا آهن.

## بني اميه دور

خلافت راشده جو دور ٦٣٢ع کان شروع ٿي ٣٥هه مطابق ٦٥٢ع تائين پورو ٿيو. ٻيو دور اسلامي سلطنت جو ٤١هه کان مطابق ٦٦١ع شروع ٿي ١٢٧هه مطابق ٧٤٣ع تائين پورو ٿيو. ٧١٤ع وليد بن عبدالملڪ جي وفات کانپوءِ سليمان بن عبدالملڪ دمشق جي گادي ۽ تي ويٺو. وليد پنهنجي پٽ کي وليعهد مقرر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي؛ جن سندس مدد ڪئي هئي، تن کي سليمان سخت سزائون ڏنيون جهڙوڪ: غازي محمد بن قاسم فاتح سنڌ کي واسط جي جيل خاني ۾ قيد ڪري ڪيس ايذاء ڏيئي مارايو. قتيبه بن مسلم فاتح ڪابل ۽ وچ ايشيا، موسيٰ بن نصير فاتح اندلس کي به تڪليفون پيش آيون. سليمان حڪم ڏنو ته جيڪي عرب سپاهي محمد بن قاسم جي لشڪر سان سنڌ ڏانهن ويا هئا، سي سنڌ ۾ رهن. بني اميه دور ۾ اسلامي تبليغ حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه جي ڪوشش سان بيحد ترقي ڪئي. ١٠٧هه (٧٢٥ع) ۾ جنيد سنڌ جو والي ٿي آيو جنهن مرمد ماروا ڙ، مانڊل (ويرگام)، دهنج (پٽڻ)، ۽ ڀڙوچ فتح ڪيا. جنيد کانپوءِ حڪم بن عوانه ڪلبي سنڌ جو والي مقرر ٿي آيو ساڻس محمد بن قاسم جو پٽ عمر گڏجي آيو جنهن به نوان شهر منصوره ۽ محفوظه تعمير ڪرايا، جن سان منصوره صدين تائين سنڌ جو عربي تختگاه رهيو. حڪم کانپوءِ عمرو بن محمد قاسم سنڌ جو والي ٿي آيو. کانئس پوءِ يزيد والي مقرر ٿيو، جنهن جي خلاف منصور بن جمهور باغي ٿي سنڌ تي قبضو ڪيو.

## عباسي دور

١٣٢هه-٧٤٩ع ڌاري عباسي دور شروع ٿيو ۽ سنڌ بغداد جي ماتحت ٿي ويئي. هن دور ۾ ساداتن ۽ عباسين جون پاڻ ۾ جنگيون شروع ٿيون، جن جو اثر سنڌ تي به پيو. جهڙوڪ: عمر بن حفص ساداتن جو حامي هو، جنهن ڪري

شيعت جو سنڌ تي اثر پيو، جو پوءِ اڳتي هلي وڏي وڻ ٿي ويو. ٧٥٢ع منصور عباسي جي ڏينهن ۾ سنڌ جي والي شام جازن سان گجرات ۽ پڙوچ تي ڪاهي يادگار لاءِ پڙوچ ۾ مسجد تعمير ڪرائي، ٧٧٧ع ۾ مصبح بن عمر تغلبي جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ نزارين (حجازين) ۽ يمنين جا پاڻ ۾ فساد شروع ٿيا، جنهن ڪري سنڌ جي عربي حڪومت کي نقصان پهتو. ٧٨٠ع ۾ ليث سنڌ جو والي ٿيو ۽ جاٽن فساد ڪيا. هارون الرشيد جي ڏينهن ۾ شيخ ابوتراب بکر جو فرشتہ قلعو تعمير ڪرايو ۽ يمني ۽ حجازين جا باهمي جهگڙا زور پوندا ويا. ٨٠٠ع ۾ دائود مهلبي سنڌ جي والي حجازين جو زور پيچي ڇڏيو. ٢٢١هه-٨٣٥ع ۾ موسيٰ برمڪي سنڌ جو والي مقرر ٿيو، پڻس عمران ڪيڪانان جي جاٽن کي شڪست ڏني ۽ بيضا جو شهر تعمير ڪرائي، منجهس ڇانوڻي وڌي. موسيٰ کان پوءِ عمران برمڪي سنڌ جو والي ٿيو، جنهن ميد باغين کي شڪست ڏيئي قيد ڪان سکر وٽ مهراڻ کي "سڪته الميد" بند ڏياريو، سنڌ ۾ هيءَ پهرين "براج" هئي. ٢٣٦هه-٨٥٠ع ۾ عنبسه ابن اسحاق ديبل واري مندر جي هڪ حصي کي قيدخاني ۾ تبديل ڪيو، يمنين ۽ حجازين جو وري فساد ڪڙو ٿيو، عمران بن موسيٰ، حجازين جو امير، عمر بن عبدالعزيز هٿان مارجي ويو، ٨٤٩ع ۾ هارون سنڌ مٿان والي مقرر ٿيو، هو يمنين ۽ حجازين ۾ توازن رکي نہ سگهيو، جنهن ڪري عمر بن عبدالعزيز، هباريءَ هٿان قتل ٿي ويو. خليفي متوڪل عباسيءَ عمر بن عبدالعزيز جي درخواست تي سنڌ، هباري امير جي حوالي ڪئي.

## سنڌ تي هبارين جي حڪومت

هن خاندان جو باني عمر بن عبدالعزيز هبارين اسود جي پيڙهيءَ سان هو، هباري گهڻي وقت کان منصوره جي

۾ واري ڳوٺ ”بانيہ“ ۾ رهندا هئا ۽ سنڌي عربن ۾ سنڌن قبيلو ممتاز هو ۽ ۸۵۴ع ۾ طاقت ۾ اچي سنڌ جا حاڪم بڻجي ويا، سنڌ نالي طور بغداد جي ماتحت هئي، عربن جي اندروني باهمي فسادن ۽ انتشار ڪري سنڌ جي هندو راجائن خود مختياري اختيار ڪئي هئي، جنهن ڪري عربن کي پنهنجي بچاءَ ڪاڻ منصوره، محفوظ ۽ بيضا جا نوان شهر تعمير ڪرڻا پيا. اڳ اروڙ تخت گاه هو پوءِ منصوره بني اميہ جي پوئين دور ۾ عربن جو تخت گاه بڻجي ويو، هبارين جو تخت گاه بہ منصوره هو. ۲۷۰هہ-۸۸۳ع ڌاري عمر کان پوءِ پٽس عبدالله منصوره جي گاديءَ تي وينو، پر ۲۷۹هہ ۸۹۲ع ۾ عام بلوه ۾ بنو ڪنده جي غلام صمہ سنڌ تي قبضو ڪيو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ عبدالله هباريءَ حالتن تي قبضو ڪري، پنهنجو موروثي ملڪ هٿ ڪيو. سکر ۽ بکر اروڙ سميت منصوره ۾ شامل هئا.

## بنو منبہ جي ملتان تي حڪومت

بنو منبہ گهراڻي وارا عمان جي بنوسامہ خاندان جي هڪ شاخ هئا، جي ملتان ۾ رهندا هئا، عربن جي بغاوتن مان فائدو وٺي ۲۹۰هہ ۾ ملتان ۾ پنهنجي خود مختياريءَ جو اعلان ڪيائون ۽ سنڌ ٻن رياستن ۾ ورهائجي ويئي: (۱) منصوره جنهن جون حدون اروڙ کان وٺي سمنڊ تائين هيون. (۲) ملتان جنهن جون حدون ملتان کان اروڙ تائين هيون. ٻئي فوجي لحاظ کان طاقتور هيون.

## ملتان ۽ منصوره تي محمود غزنويءَ جو قبضو

شيعن جو هڪ فرقو اسماعيلي سڏجي ٿو ۽ تاريخن ۾ قرمطي ۽ فاطمي نالن سان ڄاڻايل آهن. اُن زماني ۾ اُتر آفريڪا ۽ مصر ۾ فاطمين پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. عباسي سلطنت پوڙهي ٿي چڪي هئي، ان مان فائدو وٺي

فاطمين پاران داعي عباسين جي ڀرانهن صوبن ۾ پنهنجي مذهب جي تبليغ ڪرڻ لڳا ۽ پرڳڻن کي انقلاب لاءِ تيار ڪرڻ لڳا. ۲۷۰ هه-۹۹۹ع ۾ عبدالله المهدي فاطمي جي ڏينهن ۾ داعي هيشم سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ آيو هو. تنهن کانپوءِ داعي تبليغ ڪرڻ لاءِ ايندا رهيا. کين قاهره کان هدايتون ملنديون رهيون، آخر سرزمين سنڌ کي انقلاب لاءِ هموار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. اسماعيلي امام العزيز بالله متوفي ۳۸۶ هه جي ڏينهن ۾ "جلم بن شيبان"، امام جي فوجي مدد سان ۳۶۷ هه-۹۹۷ع بنو سامه قريشين کان ملتان کسي حڪومت ڪرڻ ۽ تبليغ ڪرڻ لڳو ۽ پر وارن هندو راجائن سان دوستي جا ناتا رکڻ لڳو. ۳۷۵ هه شيخ حميد ملتان جي گاديءَ تي ويٺو ۽ فاطمي سڪو ۽ خطبو جاري ڪيائين. کانئس پوءِ شيخ نصر کانپوءِ شيخ دائود تخت نشين ٿيو، جنهن محمود غزنوي خلاف لاهور جي راجا جيپال کي مدد ڏني. انهيءَ ڏوهه ڪري ۴۰۱ هه ۱۰۱۰ع ۾ سلطان محمود دائود کي گرفتار ڪري، ملتان تي قبضو ڪيو. اسماعيلي منصوره ڏانهن ڀڄي آيا ۽ شهر تي قبضو ڪيائون. ۴۱۶ هه-۱۰۲۵ع ۾ محمود غزنوي سومنات فتح ڪري، موٽندي منصوره تي قبضو ڪيو ۽ سلطان جي جنرل عبدالرزاق سکر ۽ بکر جي قلعي تي قبضو ڪيو (۱).

## مهراڻ جو اروڙ کان رخ بدلائڻ

عربن جي پونين ڏينهن ۾ سنڌن ڪم طاقتي ڪري جن هندو رياستن سنڌ ۾ زور ورتو، تن مان اروڙ جي رياست وڏي هئي. راجا جو نالو دلوراءِ هو، جو وڏو ظالم هو. هر رات ڪنهن نه ڪنهن دوشيزه سان همبستري ڪندو هو ۽ اروڙ کان لنگهندڙ مال سان ڀريل جهازن کان مال جي قيمت جو اڌ حصو محصول طور اڳاڙيندو هو. برهمڻ آباد بہ سندس

(۱) ڪزنس- ايچ: سنڌ جا آثار قديمه ص ۱۳۲-

رياست اندر هـو. هن جـي ڏينهن ۾ مهراڻ اروڙ کان رخ بدلايو. ايلٽ هن واقع کي تاريخ طاهري کان نقل ڪيو آهي.

”هڪڙي دفعي هڪ خداپرست عرب سوداگر سيف الملوڪ مال پيڙيون پرائي، مهراڻ ذريعي ديبل ڏانهن وڃي رهيو هو، (ڪن هنڌن سوداگر جو نالو شاهه حسين سيف الملوڪ ڄاڻايل آهي) اروڙ جي بندر تي لنگرانداز ٿيڻ وقت، راجا جي اهلڪارن هن جي زال بديع الجمال جي حسن جي تعريف وڃي راجا سان ڪئي، جنهن حڪم ڏنو ته زوريءَ سندس زال کي رنگ محل اندر پهچايو وڃي. سوداگر مطلب سمجهي ٽن ڏينهن لاءِ مهلت گهري. انهيءَ وچ ۾ ڪثير دولت خرچ ڪري اروڙ کان ڪجهه فاصلي تي مهراڻ کي ڪاريگرن کان مضبوط پٿرن جو بند ڏياريائين، جنهن ڪري مهراڻ هاٿوڪو رخ روهڙي ۽ سکر کان اختيار ڪري، ٻن شاخن ۾ وهڻ لڳو“. (۱)

هن واقع ڪري اروڙ جو اوج سڄي ويو. انهيءَ ۾ شڪ ناهي جو دلوراءِ ظالم ۽ زاني هو، ڇو ته هو پنهنجي ڀاءُ ڇٽي امراڻي جي زال تي به بري نظر رکندو هو، پر ٽن ڏينهن ۾ مهراڻ تي بند ٻڌڻ محال نظر اچي ٿو، (۲) شايد زلزلي

(۱) ايلٽ - ايچ: تاريخ هندوستان ج ۱، بحوالي طاهري.

(۲) ڇٽو امراڻي اروڙ جي ويراني کانپوءِ اچي برهمڻ آباد ۾ رهڻ لڳو ته دلوراءِ به برهمڻ آباد ۾ رهڻ لڳو ۽ پنهنجي ڀاءُ کي تنگ ڪرڻ لڳو، جنهن تي ڇٽي بغداد پهچي خليفي کي دانهن ڏني. خليفي سيد علي کي لشڪر ڏيئي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. دلوراءِ پيش پئي پنهنجي ڌيءَ جي سيد علي سان شادي ڪرائي. شاهه صدرالدين لڪياري سيد علي جي اولاد مان آهي، جو سنڌ جي راشدي ساداتن جو مورث اعليٰ آهي. ڇٽي امراڻي جو مقبرو سيوهڻ ۾ زيارتگاهه آهي.

جي ڪري درياهہ رخ بدلايو هوندو. والله اعلم بالصواب.
مهراڻ جي اروڙ واري وهڪري جي نشان لاءِ اروڙ جي ويجهو هڪ وڏو پهڻ اڄ بہ موجود آهي، جنهن تي سيد محمد معصوم جو نالو اڪريل آهي. مهراڻ جي اروڙ ڪان رخ بدلائڻ جي سال تي مؤرخين ۾ اختلاف نظر اچي ٿو. چنانچ ايچ. ڪزنس ۳۴۱ هہ - ۹۵۲ع ڄاڻائي ٿو (۱) مسٽر ايچ. ريورٽي مهراڻ جي وهڪري بدلائڻ جو سال ۳۳۵ هہ - ۹۴۶ع ڏيکاريو آهي (۲). مسٽر اي. ايچ ائٽڪن سنڌ گزيٽئر ۾ ۱۲۲۱ع سال لکيو آهي (۳).
مسٽر جي. ايبٽ سال ۹۹۲هہ ڏيکاريو آهي (۴). جنرل ڪننگهام ڊائريڪٽر آثار قديمہ هندوستان جي قديم جاگرافي ۾ ڄاڻايو آهي، تہ محمد بن قاسم جي ڪاهہ کان اڳ راجا ڏاهر بن چچ جي حڪومت ۾ سال ۶۸۰ع ۾ مهراڻ سکر ۽ روهڙي ڪان وهڻ لڳو هو، والله اعلم بالصواب.

## سکر عربن جي ڏينهن ۾:
### واپار

عربي دور ۾ سکر مشهور پتڻ هو. هندستان جي مال جا قافلا جيڪي خشڪيءَ رستي اڳ اروڙ مال نيڪال ڪندا هئا، سي اروڙ جي ويرانيءَ ڪانپوءِ سکر پهچڻ لڳا، ڇو تہ روهڙي جو شهر اجا آباد ڪونہ ٿيو هو. المسعودي سکر کي "شاڪرا" ڄاڻايو آهي، جو "ساگرا" سنسڪرت لفظ جو مخفف آهي. سکر سرحدي شهر جي حيثيت ۾ وچ ايشيا جي ملڪن کي ويجهو هئڻ ڪري واپار ۾ ترقي ڪئي. آثر الهندي وارن

---

(۱) ريورٽي - ايچ: مهراڻ، ص ۲۰۲ ڪلڪتو ۱۸۹۲ع.
(۲) ائٽڪن - اي - ايچ: سنڌ گزيٽئر ص ۹۶ ڪراچي ۱۹۰۷ع.
(۳) جي - ايبٽ: سنڌ ناخوش ماڻري ص ۷۵-۷۶، ڪراچي ۱۹۰۷ع.
(۴) Sindh Historical Journal, Part IV, P. 3, March, 1937.

ملڪن، خوزستان، فارس، بحيره خضر (ڪاسپين سمنڊ)، آرمينا، ڪاري سمنڊ ڏانهن ويندڙ قافلا بولان ۽ مولـه لـڪن ڪان ايندا ويندا هئا. سکر عربي دور جي واپاري شهرن جهڙوڪ: ملتان، سيوستان، منصوره، نيرن ڪوٽ ۽ ديبل سان تجارتي لحاظ سان ڳنڍيل هو. بولان لڪ ڪان جيئن قافلا وچ ايشيا، خراسان ۽ ايران ڏانهن ويندا هئا ۽ واپسيءَ ۾ خراسان جا تر ۽ خشڪ ميوه، ڪيمخواب، ڪلاباتون ويندي جارجيا جون بانهيون ۽ روسي ورلڱا جو چمڙو ۽ غاليچا آڻيندا هئا، تهڙيءَ طرح مولہ لڪ ڪان قافلا جهالاوان جي شهر قصدار، مڪران جي شهر ڪيچ ۽ قتربون ويندي ڪرمان ڪان مال آڻيندا ۽ نيندا هئا. بشاري مقدسي پاڻ واپاري هو. چاڻائي ٿو ته، سنڌ جي شهرن ۾ هڪ هزار درهمن جي موڙيءَ سان هڪ هزار دينار فائدو پهچي ٿو. ديبل سنڌ جو مکيه بندر هو. سندس حيثيت اڄڪلهه جي ڪراچي جهڙي هئي. مهراڻ وسيلي ڪشمير، پنجاب، هندوستان جو مال ٻيڙين وسيلي ديبل پهچندو هو. ملتان جي عظيم الشان مندر ۾ روزانو ٻـن اشرفين جي قيمت جون خوشبودار شيون ٻـرنـديون هيون. پـروهتن ڪان عرب واپـاري اهي شيون خريد ڪندا هئا (١). ديبل تي چين جا جهاز لنگر انداز ٿيندا هئا ۽ ايراني نار جي بندرن تيز، سيراف، ابله ۽ بصره سان ڳنڍيل هو ۽ بصره جي کجور جي وڏي مارڪيٽ هئي. ديبل جومال، ٻيڙين رستي سکر پهچندو هو ۽ وچ ايشيا جو قيمتي مال هن شهر ڪان ديبل پهچندو هو. سکـر ڪٽڪ جي پيداوار ڪري مشهور هـو، جا هتان ٻيڙيـن وسيلي لاڙ جـي شهرن ڏانهن ويندي هئي. چنانچ ابن خرداز بہ متوفي ٩١٢ع چاڻايو آهي تہ لاڙ مان بيد ۽ بانس سان ڀريل ٻيڙيون ۽ ڏينهن ۾ سکر پهچن ٿيون ۽ هتان ڪٽڪ خريد ڪن ٿيون. سکر کي

(١) ابو زيد سيرافي: سفرنامه ص ١٣٠، پيرس.

هر وقت ميدن جي ڪاهه ڪان خطرو رهي ٿو. ابن حوقل ۹۷۷ع ڌاري ڄاڻايو آهي، ته ملتان ڪان وٺي سمنڊ تائين مهراڻ جي ڪپر تي جيڪي به شهر آهن، تن کي ميدن ڪان خطرو رهي ٿو(۱).

## سڪا ۽ شين جي سستائي

موئن جي دڙي مان سڪا هٿ لڳا آهن. اهڙي ثبوت ڪري تسليم ڪرڻو پوي ٿو، ته قديم زماني ڪان سنڌ ۾ سڪن جو رواج هو. ازانسواءِ شين جي ڏيتي ليتي جو به رواج هو سنڌ ۾ هندي، يوناني، ايراني، باختري ۽ ٻين ڌارين ملڪن جا سڪا به چالو هئا. انهن سڪن مان ڪن جون تصويرون ڪئمبرج تاريخ هند جلد پهرين ۾ ڏنل آهن. آسوڪا اعظم جي سلطنت جون حدون هرات تائين هيون. ڪانشس اڳ ۽ سندس ڏينهن ۾ (۴۸۳ ق-م — ۵٦۳ ق-م) "نشڪا"، سونا سڪا يا سونا زيور- "سوانا" به سونو سڪو هو. ڪمسا، پادا ۽ ماشا، پتل ۽ ٽامي جا سڪا هئا. سڪن ڪانسواءِ "سپيڪاني" (ڪوڏين) جو رواج هو. عيسوي ويهين صدي ڪان ڏهه ورهيه پوءِ به سکر ۾ في پئسي ۲۵ چونڪ ڪوڏيون چالو هيون. پالي زبان ۾ وياج کي "وڌي" چوندا هئا. اشڪاني ايراني ڪسرائن (۴۸٦ ق-م- ۵۲۲ ق-م) جو زمانو دارا اعظم ڪان شروع ٿئي ٿو. سندس ڏينهن ۾ ٻن قسمن جو سڪو رائج هو (۱) "درميڪ" سونو سڪو؛ (۲) سگولي. دريڪ جو وزن انگريزي ۱۳۰ گرين هو. سگولي چانديءَ جا چوڪنڊا سڪا وزن ۸٦ گرين هو. ويهه سگوليون هڪ دريڪ ۾ پونديون هيون. اهي سڪا هندوستان ڪان وٺي ايشيا ڪوچڪ تائين رائج هئا.

---

(۱) Sindh Historical Journal, Vol, I, Part II, p. 25, "Ancient Sindh" March, 1934, Karachi.

ساماني سڪا ٽن قسمن جا هئا: (۱) بغلي، (۲) طبري، (۳) مغربي (۱)، سنڌ ۾ رائج هئا. عربي دور ۾ پهريان خليفته المسلمين حضرت عمر الفاروق اعظم رض سڪا رائج ڪرايا هئا، جن جي هڪڙي پاسي ڪان "لااله الااله وحده" ٻي پاسي "محمد رسول الله" عبارتون لکيل هيون، انهن سڪن جو وزن بغلي ۽ طبري سڪن جيترو ۽ ڏهن درهمن جو وزن ۶ مشقالن جيترو هو ۽ درهم جي قيمت بغلي ۽ طبري جي گڏيل قيمت جي اڌ جيتري هئي. بني اميه تاجدارن عبدالملڪ بن مروان دينار ۽ درهم رائج ڪرايا هئا. عرب جڏهن سنڌ ۾ پهتا ته بيان ڪيل غير اسلامي سڪن ڪانسواءِ به هندي سڪا رائج هئا، طاطري سوماترا جو سڪو هو. پيو گجرات جي هندو راجائن جا روپيا بالوترا چالو هئا. بني دور ۾ چئن قسمن جا سڪا رائج ٿيا: (۱) حجاجيه، جيڪي حجاج بن يوسف ضرب ڪرايا هئا، (۲) هبيره، جيڪي ابن هبيره رائج ڪرايا هئا، (۳) قسريه، جيڪي خالد قسريءَ رائج ڪيا هئا، (۴) يوسفيه، جيڪي يوسف بن عمر ضرب ڪرايا هئا (۲). بصره ۽ بلخ ۾ ضربخانا هئا، پويان پس پهرين بن ڪان ڪرا هئا. عباسي دور جي دينارن ۽ درهمن جو سون ۽ چاندي خالص هئا، في دينار جي قيمت هاٺوڪن پنجن روپين جيتري هئي ۽ درهم جي قيمت چار آنا هئي. عربي دور ۾ دينارن جو واپار هلندو رهيو، چو ته في سنڌ جو دينار هندوستان جي شهرن ۾ آتي جي ٽن اشرفين ۾ وڪامندو هو. سليمان تاجر سنڌ جا دينار بنگال جي آپسمند تائين وڪامندو ڏٺا هئا (۳).

---

(۱) الماوردي: الاحڪام السلطانيه، ص ۶۷، مصر،

(۲) جرجي زيدان: ابو مسلم خراساني ارد و ترجمو، ص ۴۳ لاهور.

(۳) الجاحظ: ڪتاب البيان التبيين، ج ۲، ص ۲۱۵، مصر ۱۳۴۵ هه - هڪ دينار ۾ ويهه يا پنجويهه درهم پوندا هئا.
في دينار انگريزي ۹ شلنگن جي قيمت رکندو هو.

ڪي عربي سنڌ جا سڪا جوڌپور جي عجائب گهر ۾ موجود هئا (١)• ايچ ـ ڪزنس صاحب ڪي برهمڻ آباد جي کنڊرن مان ڪي سڪا منصوره جا هٿ لڳا هئا•

سستائي هئڻ ڪري ماڻهو فارغ البال هئا، جن عرب سياحن سنڌ کي ڏٺو سي سستائي جي تعريف ڪن ٿا• گوشت، ڪڪڙ، پاڇيون ۽ زندگيءَ جي ضروريات جي شين ۽ ميوات جي شهرن ۾ سستائي هئي• انبو في درهم ٽيهه سڙ، غانيذ (کجور جو حلوه) في درهم ٽي مڻ منصوره، الور، بکر، ملتان ۽ ڪيزڪانان باغات ڪري مشهور هئا• ديبل ته سڄي هندوستان اندر اناج جي وڏي مارڪيٽ هئي (٢)• بشاري ته ايترو لکيو آهي ته فارغ البالي ڪري ماڻهو آرام سان زندگي بسر ڪن ٿا (٣)• اهو به ياد رکڻ گهرجي ته عربي مڻ جو وزن گهٽو گهٽ هو•

## مذهبي حالت

اسلامي فتوحات ڪري سنڌ جي شهرن ۾ مسجدون تعمير ٿيون• عرب فاتحن هندن جي مندرن جو احترام ڪري، پنهنجي رواداري جي ثبوت لاءِ هندن کي اهل ـ ڪتاب جو درجو ڏنو ۽ مندرن جي پروهتن لاءِ وظيفا مقرر ڪيا هئا• اهڙي رواداري ڪري هندو جن جي شهرن ۾ ڪثرت هئي، سي مسجدن جو احترام ڪندا هئا• هر هڪ شهر ۾ عدالتي ڪاتي لاءِ قاضي مقرر هئا، هندو پنهنجا فيصلا پنچائت وسيلي ڪندا هئا؛ چونڪ هندو شراب پيئندا هئا، تنهن ڪري شهرن ۾ مسلمانن جا محلا ڌار هئا• حجاج بن يوسف غير اسلامي قومن جي سهوليت لاءِ قرآن شريف کي

---

(١) المعارف: آگسٽ ١٩٤٩ع ص ١٣٢ ـ ١٣٣، اعظم گڙهه•
(٢) سعودي: مروج الذهب ج ١، ص ٣٧٢•
(٣) بشاري: احسن التقسيم ص ٨٤ ليڊن•

نقطا ۽ اعراب ڏياريا، تہ غير مسلم قومن کي پڙهڻ ۾ آساني ٿئي. سنڌ فتح ڪرڻ کان ٿورو اڳ عبدالملڪ بن مروان جي ڏينهن ۾ ابن جبير جو تفسير موجود هو (١). الور جي راجا مهروگ لاءِ عراق جي هڪ سنڌي عرب عالم قرآن شريف جو نثر ۽ نظم ۾ هندي ترجمو ڪيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ شهرن جي مسجدن ۾ قرآن شريف جي تعليم لاءِ معلم مڪا ۽ شاگردن لاءِ وظيفا مقرر ڪيا، جنهن ڪري سنڌ جي گهڻن راجائن دين اسلام خوشيءَ سان قبول ڪيو (٢). فن حديث جي تدوين بہ بني اُميہ دور ۾ ٿي، عربن حڪومت جي زبان عربي مقرر ڪئي، جنهن ڪري هندو خوشيءَ سان عربي زبان ڳالهائڻ ۽ لکڻ سکي، بصره ۽ بغداد تائين مال گذاري کاتن ۾ عهدا هٿ ڪيا. مسلمان علماء هندو پنڊتن سان مذهبي مناظرا ڪندا هئا، اهڙن مناظرن جو هندن تي چڱو اثر پيو ۽ اسلام جي تبليغ ٿيڻ لڳي (٣). عرب هندي زبان ڳالهائڻ لڳا ۽ هندو عربي. اهڙي ميل جول ڪري هندن جو سنواري ۽ ناگري خط عربي سنڌي ۾ بدلجي ويو. الور جي ويرانيءَ کان پوءِ اتي جيڪي عرب عالم رهندا هئا، تن بکر ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جنهن ڪري ديبل، منصوره، بکر ۽ ملتان علمي لحاظ ڪري ڪوفا، بغداد، دمشق ۽ قرطبہ سان همسري ڪرڻ لڳا. نو مسلم هندن پاڻ تي عربي نالا رکيا. الور کان جيڪي عرب علماء سکر ۾ اچي رهيا، تن جا وڏا عراقي ۽ شامي لشڪر سان گڏجي آيا هئا، انهن

(١) ذهبي: ميزان الاعتدال ذڪر عطاء بن دينار: ابن خلڪان: تذڪره حجاج بن يوسف.

(٢) بلاذري: فتوح البلدان ص ٤٤٦.

(٣) مسعودي: مروج الذهب، ج ١، ص ٢٥٤.

۾ ڪي اهڙا بزرگ هئا، جن ڪي صحابہ ڪرام کان ۽ ڪن مجاهدن، تابعين جي صحبتن کان فيض پاتو هو.

## تمدني حالت

فاتح قوم جو مفتوح قوم تي اثر پوڻ لازمي امر آهي. عرب سپاهي جيڪي محمد بن قاسم جي لشڪر سان سنڌ ۾ آيا هئا، تن کي سليمان بن عبدالملڪ سنڌ ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنو، جن هتي جي زالن کي مسلمان ڪري ساڻن شاديون ڪيون. حڪمران قوم جي لباس کي پائڻ ڪري هندو به عراق جي پوشاڪ پائڻ لڳا، جنهن ڪري هندو ۽ مسلمانن جو لباس هڪ جهڙو هو. اهڙي ميل جول جي اهڙي هڪ گڏيل "هند و-مسلم" Indo-Muslim تهذيب جو بنياد پيو. عرب فوجي سپاهي هئا، سندن ڪا خاص وردي ڪانہ هئي. پاجاما ۽ موزا سندن خاص پوشاڪ هئي. عراق، يمن ۽ مصر جون رنگين چادرون، ٽوپيون ۽ قبائون سنڌي پائڻ لڳا ۽ عرب سنڌي لباس پائڻ لڳا. منصوره ۽ ملتان جا عرب امير هندو راجائن وانگي هاٿين تي سواري ڪرڻ لڳا. هڪ نئين تهذيب جنم ورتو.

سکر جون جايون ڪاٺ جون سوڙهيون هيون. عربن اچي شهرين کي ڪشادا اڱڻ رکڻ سيکاريو. ڪمرن کي فرشن سان سينگارڻ ۽ دسترخوان تي ماني رکي کائڻ، شمعدانن ۽ قنديلن ٻارڻ کان واقف ڪيو. لوهہ ۽ ٽامي جي ٻاسڻن جو رواج بہ عربن وڌو. پرهيزگاري ۽ پاڪائي مومن جي ايمان جو مکيہ جزو آهن، ان ڪري مجاهدن حمامن جو شهرن ۾ بنياد وڌو. مسلمان زالون چادر اوڙهي بازارن مان سودو سلف خريد ڪرڻ لڳيون (١).

---

(١) بشاري: احسن التقسيم ص ٤٨١، ليدن.

زاني لاءِ قتل جي سزا مقرر ڪئي ويئي، جنهن ڪري شهرن مان بدڪاري مٽجي ۽ واپار ۽ ڏيتي ليتي ايمانداريءَ سان ٿيڻ لڳي. اڳ وياج خور قرض خواه، قرضائن جون زالون، ٻار ٻچا ۽ گهر وڪڻي قرض وصول ڪندا هئا. عباسي دور ۾ هتي جي باشندن جي طرز معاشرت گهڻو بدلجي ويئي. سنڌي زيب ۽ زينت ڏانهن مائل ٿيا (١).

---

(١) شهرن ۾ کوهه، شفاخانن، يتيم خانن، مسافرن جي رهائش لاءِ سرائون تعمير ڪيون ويون. محتاجن ۽ نادارن لاءِ دولتمند خير خيراتون ڪرڻ لڳا. محلن ۾ مهمان خانا کلي ويا. اهو بيان بشاريءَ ڏنو آهي جو پاڻ عالم هو.

# باب چوٿون

## سکر غلام سلاطين جي دور ۾

غلام باد شاهن ١٢٠٦ع کان ١٢٩٠ع تائين حڪومت ڪئي، سکر سندن ماتحت هو. غزنوين کان غورين حڪومت هٿ ڪئي. غزني، پنجاب ۽ سنڌ سلطان محمد شهاب الدين سمنڊ تائين ملڪ فتح ڪيو. خسرو ملڪ پويون غزنوي تاجدار هو، جنهن کان ١١٨٦ع ۾ غوريءَ لاهور فتح ڪري غزنوين جو خاتمو ڪيو. دهلي ۽ اجمير تي چوهاڻ راجا پرٿوي راج جي حڪومت هئي، جنهن کان ١١٩١ع ۾ تاتارين جي ٻيءَ جنگ ۾ پرٿوي راج کي شڪست ڏيئي دهلي ۽ اجمير تي قبضو ڪري هندستان ۾ اسلامي حڪومت جي بنياد وجهڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ١١٩٤ع ۾ قنوج جي راجا جيچند کي شڪست ڏيئي قنوج فتح ڪيائين. ١٢٠٦ع ۾ شهاب الدين کوکر هٿان مارجي ويو. هن کي اولادنرينو ڪونه هو، تنهنڪري پنهنجي حڪومت پنهنجن غلامن کي ورهائي ڏيئي ويو:- (١) تاج الدين ايلدوز کي غزنيءَ (٢) ناصرالدين قباچہ کي ملتان، اُچ ۽ سنڌ، (٣) قطب الدين ايبڪ کي دهلي، قنوج ۽ اجمير سپرد ڪري ويو هو.

### ناصرالدين قباچه جي حڪومت

”ناصر الدين قباچه ۽ شمس الدين التمش ٻئي سلطان قطب الدين ايبڪ جا نياڻا (ڄاٽا) هئا. هو ٻئي ملڪ جي جدا جدا خطن جي حڪومت تي فائز هئا. قطب الدين ايبڪ جي وفات کان پوءِ

التمش، دهليءَ جي تخت تي جلوه افروز ٿيو. سنڌس دور اقتدار ۾، ناصرالدين قباچه جي حڪومت ملتان کان وٺي ديبل بندر تائين قائم رکي ويئي، جنهن ۾ سيوستان (سيوهڻ) ۽ پڻ ڪهرام ۽ سرسستي جا علائقا شامل هئا. سلطان قباچه انهن علائقن تي ٢٢ سال حڪمراني ڪئي. هن پنهنجي دور اقتدار ۾ علم و ادب، شعر و شاعري جي سرپرستي ۽ وڏي خدمت ڪئي. سندس دربار گوهر بار ۾ وڏا عالم، فاضل، اديب ۽ شاعر موجود هوندا هئا. ملتان شهر تنهن سمي وقت جو هڪ وڏو مذهبي، علمي ۽ ثقافتي مرڪز بڻجي چڪو هو. هتي سهروردي ۽ چشتي سلسلي تصوّف جي اڪابر صوفياءَ ڪرام ۽ مشائخ عظام، شريعت ۽ طريقت جون خوبصورت قنديلون روشن ڪيون. مقامي عالمن کان علاوه بيروني عالمن، شاعرن پڻ علم و ادب جون مجلسون ۽ محفلون سينگاري سنواري قائم رکيون. عرفان نوازي ۽ علم دوستيءَ کي حڪومت جي لوازم شاهيءَ ۾ شامل ڪيو ويو. التمش، ناصرالدين قباچه جو مخالف بڻجي پيو. سندس ڪوشش هئي ته علم ۽ فن جي معاملي ۾ ملتان جي حيثيت دهليءَ کان ممتاز رهي. سن ٦٢١ ۾ چنگيز خانين جي حملي وقت، قباچه وقت جي وڏن بزرگن خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي، حضرت شيخ بهاءالدين ذڪريا ۽ شيخ جلال‌الدين تبريزي جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. کانئن روحاني امداد جي درخواست ڪئي. انهيءَ روحاني امداد جي ڪري، قباچه هي ڏينهن تي فتح حاصل ڪئي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ شيخ بهاؤالدين ذڪريا دين جي فلاح ۽ بهبود ان ڳالهه ۾ محسوس ڪئي ته سلطان التمش کي قباچه جي معاندانه سازش کان مطلع ڪري. اهڙو خط واٽ تي پڪڙجي پيو ۽ قباچه کي پيش ڪري شيخ کي دربار ۾ سڏايو ويو. پڇا ڪرڻ تي شيخ درويشانه شان و عظمت کان بعد قباچه کي جواب ڏنو ته هائو منهنجو آهي ۽ منهنجي

تحرير آهي. قباچه سوال ڪيو. جنهن جو جواب شيخ بي نيازي سان ڏنو ته:

”مون اهو خط حق تعاليٰ جي رضا لاءِ لکيو آهي ۽ بلڪل سچ لکيو اٿم. تو کي جيڪي دل ۾ اچي سو ڪر پر تون ڪري سگهندين؟ عوام جي شيخ بهاءالدين سان عقيدت جي ڪري ناصرالدين کيس درگذر ڪري ڇڏيو.“ (بزم مملوڪيه، صباح الدين، اعظم گڙهه).

غزنيءَ جي علائقي ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ يلدوز لاهور پهتو. جتي هن پنهنجي خود مختياري جو اعلان ڪري اتي پنهنجي متوازي حڪومت قائم ڪري ڇڏي. اها حالت ڏسي ”التمش فوج وٺي لاهور روانو ٿيو. ترائن جي مقام وٽ سنه ۱۲۱۶ع ۾ کيس شڪست ڏنائين ۽ يلدوز کي قيد ڪيائين. سلطان لاهور کان پوءِ دهليءَ روانو ٿيو. دهلي ۾ کيس خبر پئي ته قباچه لاهور پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو آهي. سلطان کي ٻيو دفعو لاهور وڃڻو پيو. سلطان جي اچڻ جي خبر ٻڌي، قباچه ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. ليڪن سندس گهيرو ڪيو ويو، آخرڪار قباچه کي شڪست نصيب ٿي.

سلطان التمش جي نظر ۾ سنڌ جي فتح ۽ راجپوتانه جي قلعن وانگر اهم هئي، قباچه به دهلي حڪومت جي منصوبن کان واقف هو. هن به جنگ لاءِ تياريون شروع ڪري ڏنيون. سلطان پاڻ اُچ جي قلعي ڏانهن روانو ٿيو ۽ لاهور جي حاڪم ملڪ نصيرالدين کي هدايت ڪيائين ته هو ملتان تي حملو ڪري ڏي. اهو پنهنجي قبضي ۾ ڪري ڇڏي هن کي جڏهن معلوم ٿيو ته سلطان جي وڏي فوج ويجهو پهچڻ واري آهي ته هو هرات جي طرف ڀڄي ويو.

## غلام سلاطين جي دور ۾ سکر جا علماءِ ڪرام

### قاضي اسماعيل ثقفي

غازي محمد بن قاسم تختگاه اروڙ فتح ڪري آتي جامع مسجد جوڙائي قاضي اسماعيل جي جداعلي موسيٰ بن طائي بن يعقوب ثقفيءَ کي شهر ۾ٿان قاضي مقرر ڪيو هو. اروڙ جي ويراني کان پوءِ قاضي صاحب جي معزز خاندان بکر (سکر) ۾ سڪونت اختيار ڪئي. قاضي اسماعيل وقت جو جيد عالم هو. سندس شجرو هي آهي: مولانا قاضي اسماعيل بن علي بن محمد بن موسيٰ بن طائي بن يعقوب بن طائي بن موسيٰ بن محمد بن شهاب الثقفي وٽ فتوحات سنڌ متعلق، سندس وڏن جو لکيل عربي قلمي نسخو "تاريخ منهاج الدين" نالي هو. سلطان ناصر الدين قباچه جي درٻار ۾ هڪ عرب شاعر علي بن حامد بن ابي بڪر الڪوفي رهندو هو، جنهن مولانا قاضي اسماعيل کان بيان ڪيل قلمي نسخو هٿ ڪري، اُچ جي درٻار ۾ ۶۱۳هه مطابق ۱۲۱۶ع ۾ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪري مٿس "فتحنامه" نالو رکيو جو اڄڪلهه "چچنامه" جي نالي سان مڃجي ٿو. سنڌي، پارسي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪتاب جا ترجما شايع ٿي چڪا آهن (۱). سنڌ جي پهرين تاريخ آهي، جنهن مان اسلام کان اڳ سنڌ جي تاريخ تي ٿوري روشني پيل آهي. چچنامه يا فتحنامه جو سطح تي اچڻ جو ۽ شهر سکر شريف کي شرف حاصل ٿيو، جو بزرگان دين جي رهائش گاه بڻجي چڪو هو ۽ اها اسلام جي برڪت هئي.

### مخدوم بهاءالدين ذڪريا ملتاني رحه

شيخ الاسلام مخدوم بهاءالدين ذڪريا ملتاني رحه سکر جي هڪ زنده روحاني يادگار آهي، شيخ عين الدين بيجاپوري، سندن شجرو هبار بن اسود بن مطلب بن اسد قريشي تائين پهچايو

---

(۱) علامه عمر بن محمد دائود پوٽو شمس العلماء: چچنامه ص ۲۳۴، ۲۳۵ مطبع لطيفي، دهلي ۱۹۳۹ع.

آهي (۱)• شيخ عبدالحق محدث دهلوي کين اسدي لکيو آهي (۲) سنڌ ۾ هباري خاندان منصوره جي پرواري ڳوٺ بانيہ ڳوٺ ۾ رهندا هئا ۽ عربي دور ۾ وڏن عهدن تـي ممتاز هئا، هـن منصوره تي حکومت ڪئي هئي، شيخ الاسلام جـي خانداني ذخيره ۾ هڪ جهونو ڪتاب ”خلاصتہ العارفين“ جـو هڪ عربي اقتباس نقل ڪيل آهي، جو ملفوظات سيد جلال بخاري رحہ کان منقول آهي، تاريخ طاهري ۾ چاٽايل آهي تہ شيخ بهاءالدين سهروردي جو خاندان منصوره جي تباهي ۱۰۲۵ع کان پوء سومرن جي شهر محمد طور لاڙ ۾ رهڻ لڳو ۽ هن شهر جي ويراني کان پوءِ ”سکور“ (سکر) ۾ رهڻ لڳو (۳)• ان کان پوءِ غزنوي حکومت جـي پاڇي ۾ ملتان ۾ سکونت پذير ٿيو، يـا خوارزم کان ٿيندو پوءِ ملتان پهتو هوندو• والله اعلم بالصواب، مخدوم بهاء الدين ذکريا ۵۷۸هہ ۾ ملتان ۾ تولد ٿيا ۽ ۶۶۶هہ ڌاري وفـات ڪيائون، سکر شريف کي هـي شرف حاصل ٿيو، جـو سهروردي بہ بزرگن ملتان شريف کان اڳـ سکر کي وطن جوڙيو هئائين، اڄ بہ هڪ سهروردي بزرگـ سکر ۾ ابدي ننڊ ۾ آرام فرمائي رهيو آهي•

## شيخ نوح رحہ

بکر جي قلعي ۾ لينسڊائون پل جي سکر واري شاخ جي منهن وٽ ريلوي پٽي جي لڳـ سفيد گنبذ جي اندر شيخ نوح رحہ جي قبر آهي، جو شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي رحہ جو خليفو هو• مخدوم بهاء الدين ذڪريا ملتاني، جڏهن شيخ شهاب الدين کـان خرقو خلافت حاصل ڪري بغداد کـان ملتان ڏانهن

---

(۱) عين الدين بيجاپوري جـو حوالو سيد سليمان ندوي جي ڪتاب ”عرب و هند کے تعلقات“ ۾ ڏنل آهي•

(۲) عبدالحق محدث دهلوي: اخبار الاخيار ص ۲۶ مطبع هاشمي ميرٺ

(۳) ايچ-ايلٽ: تاريخ هندوستان ج ۱ ص ۲۵۶•

روانو ٿيو. تڏهن حضرت شهاب الدين کيس چيو هو ته منهنجو هڪ مريد فرشته (بکر) ۾ رهي ٿو، تنهن سان ملاقات ڪجو. مخدوم بهاء الدين ملتان پهچڻ کان پوءِ پنهنجي پير ڀائي سان گڏجڻ لاءِ بکر پهتو هو، پر سندس پهچڻ کان ٿورا ڏينهن اڳ مخدوم نوح وفات ڪئي هئي (۱).

## سيد محمد مڪي رحه

برصغير جي رضوي ساداتن جو ڏاڏو، سيد محمد مڪي رحه جي قبر ڊپٽي ڪمشنر سکر جي بنگلي جي ڏکڻ طرف چوديواري اندر آهي. غلام سلطان ناصرالدين محمود جي ڏينهن ۾ ۱۲۶۰ع مشهد مقدس کان سکر ۾ قيام فرمايو. قبر جي دروازي جي پيشاني تي ڪاشيءَ جي سر تي جيڪو ڪتبو لڳل آهي، تنهن جي عبارت هن طرح آهي:-

”تعويذ قبر حضرت قطب الاقطاب سلطان العارفين امير المومنين سيد محمد مڪي بن سيد شجاع نورالله مفجعم بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زين بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن امير المومنين سيدنا جعفرثاني بن امام علي نقي بن امام محمد تقي بن امام شان علي بن موسيٰ رضا بن موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسين بن حضرت امير المومنين امام المشارق المغارب اسد الله الغالب علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنهم.“

هن ڪتبي مان اها خبر پئجي سگهي ٿي ته سيد محمد مڪي، شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي‌ءَ جو ڏهٽو هو. ڪتبي جي عبارت جا ڪي اکر ڊٺل آهن. سندن اولاد سکر

---

(۱) الوحيد اسپيشل نمبر جون ۱۹۳۶ع بيان مخدوم نوح رحه ڪراچي.

روهڙي کان علاوه ٺٽي ۽ نصرپور تائين پکڙجي ويو. چنانچ نصرپور جو مشهور شاعر شاهه عنايت رضوي سندن اولاد مان هو. سيد محمد مکي سکر جي برڪت واري زمين کي وطن جوڙي هتي جي خاڪ پاڪ ۾ آرامي آهي. سندن وفات جي سال جي خبر نه ٿي پوي پر هر سال عرس جي موقعي تي ميلو لڳي ٿو. سکر جي مشهور زيارتگاهن مان آهي. تقسيم هند کان پوءِ سکر جي سيمنٽ گرين شاپ جي سيٺ قبر مٿان هڪ سيمينٽ جي باره دري تعمير ڪرائي آهي.

## شعبان الملت سيد شمس الدين

شعبان الملت سيد شمس الدين بن سيد محمد مکي، شيخ الاسلام مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني رحه کان خلافت جو خرقو حاصل ڪري مرشد جي حڪم موجب اُوڌ جي ضلع ڪڙه مانڪپور جي شهر جهانسي جي راجا هربونگ سان جهاد ڪرڻ جي ارادي سان اتي پهچي هڪ ٻيڙي جي وڻ هيٺان منزل ڪئي. سندن ڪرامتن کي ڏسي هندو مرد ۽ زالون اولاد گهرڻ جي ارادي سان آستان بوسي ڪرڻ لڳا. جيڪا زال وڻ مان ٻيڙو پٽي کائيندي هئي، تنهن کي پٽ ڄمندو هو. اهي خبرون راجا جي ڪنن تائين پهتيون، هن پنهنجي درباري پنڊت کي ماجرا معلوم ڪرڻ لاءِ مڪو ته ڏسي اچي ته نووارد شخص ڪير آهي. پنڊت اچي سيد کان پڇيو ته "توهين ڪهڙي ارادي سان آيا آهيو ۽ هي ڪهڙو ڍونگ ڪري ڪيو اٿو؟" سيد فرمايو ته، "جيڪڏهن تون به ٻيڙو پٽي کائيندي ته توکي به پيٽ ٿيندو." هن وڻ مان ٻيڙو پٽي کاڌو ته واقع حامله ٿي ويو ۽ نون مهينن گذرڻ کان پوءِ هن جو پيٽ چيري ٻار ڪڍيائون ته واقعي پٽ هو. هن واقعي کي ڏسي راجا لشڪر وٺي جنگ ڪرڻ آيو پر اسلامي لشڪر کان شڪست کائي مارجي ويو. مسلمانن کي قلعي مان بيشمار دولت هٿ لڳي. هزارين هندو

بيعت ڪري مسلمان ٿيا. سيد موصوف جي قبر به جهونسي ۾ آهي، جنهن مٿان سلطان فيروز شاهه تغلق قبو اڏايو (۱).

## شاھ صدرالدين خطيب

شاهه صدزالدين خطيب جي تربت بکر جي قلعي اندر اوڀرندي طرف چوڏيواري اندر آهي. هن ڪامل ولي الله جي تربت عقيدت مندن لاءِ مشهور زيارت گاهه آهي. سندن وعظ جي مٺي آواز ۾ اهڙو تاثير هو، جو گهڻن ئي گمراهن کي صراطالمستقيم تي چڪي آڻدائون ان ڪري خطيب جي لقب سان مشهور آهن. مزار جي ٻاهر هڪ گدامڙيءَ جو وڻ آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته حضرت قلندر لعل شهباز رح، ملتان کان سيوهڻ ڏانهن ويندي، ڪجهه وقت هتي قيام فرمائي اهو وڻ هنيو هو. درگاهه لڳ هڪ ٻاؤلي (کوه) به آهي، جو گهڻو عرصو پوريل هو پوءِ قيام پاڪستان بعد هڪ درويش اهو هنڌ معلوم ڪري کوه کولي لڌو. سکر جي هڪ پنجابي مهاجر حلوائي درگاهه اندر لوهه جي جاريءَ جو ڪنهڙو هٿائي گلن ۽ ٻوٽين جو انتظام ڪيو آهي. راقم به هن بارگاهه جو عقيدتمند آهي.

## سيد بدرالدين

سيد بدرالدين بن سيد محمد مڪي رح به بکر ۾ رهندو هو. سيد جلال الدين سرخ بخاري رح بخاري ساداتن جو مورث اعليٰ بخارا کان ملتان پهچي شيخ الاسلام مخدوم بهاءالدين ملتاني رح کان خرقو خلافت حاصل ڪري بکر ۾ اچي رضوي ساداتن جي ويڙهي ۾ قيام فرمايو پر بکر جي رضوي سيدن کين سيد محمد کان انڪار ڪيو، حالانڪ سيد سرخ بخاري ما در زادولي الله هو. هڪ رات سيد بدرالدين کي حضرت رسول اڪرم عليه الصلوات والسلام

---

(۱) سيد ابوالحسن: آئينه انوڌ بيان سيد شمس الدين، ڪانپور ۱۳۰۵هه.

نوٽ. سنڌ جو گورنر جنرل مسٽر غلام محمد مرحوم به شاهه صدرالدين جي زيارت ڪرڻ آيو هو.

ارشاد فرمايو تہ پنهنجيءَ نياڻيءَ جو نڪاح سيد سرخ بخاريءَ سان ڪيو، جو هو منهنجي نسل مان آهي. صبح ٿيڻ سان سيد بدرالدين پنهنجيءَ نياڻي جي شادي سيد سرخ بخاري سان ڪرائي، جنهن جي بطن مان سيد بخاريءَ کي ٽي فرزند ٿيا:
(١) سيد احمد ڪبير، (٢) سيد بهاءالدين، (٣) سيد محمد.
سيد جلال الدين جهانيان جهان گشت سيد احمد ڪبير جو فرزند هو. سنڌ جا سومرا جيڪي اڳ اسماعيلي هئا ۽ سما سيد جلال الدين جهانيان جا مريد ٿيا. سيد جلال الدين سرخ بخاري ڪجهہ وقت بکر ۾ رهڻ کان پوءِ اُچ ۾ قيام فرمايو ۽ سندن مزار بہ اُتي آهي. (١)

## مولانا ڪمال الدين

سکر جي قاضين جو چشم ۽ چراغ جيد عالم ٿي گذريو آهي، سندس بزرگيءَ جي تعريف مؤرخ علي بن حامد ڪوفيءَ هن طرح ڪئي آهي:

”در فصاحت کانِ فضل است و دُرِ ملاحت جانِ عقل است و در فنونِ فارسي بي نظير و در بلاغت بے عدل شده بوده“. (٢)

## سيد حامد بخاري

بکر بخاري سيدن جو اوائلي وطن هو. سيد حامد بہ سيد بخاري جي اولاد مان هو، جنهن سيد قطب الدين مدني رح، شيخ عبدالقادر جيلاني غوث الاعظم رح جي پاڻيجي جا ملفوظات قلمبند ڪيا. سيد قطب الدين مدني مدينہ منوره کان جهاد جي ارادي سان سلطان قطب الدين ايبڪ جي ڏينهن ۾ پنجاب مان لنگهندي هندوستان پهتو هو. سلطان موصوف سندس مريد ٿيو هو. سيد احمد بريلوي جنهن سيد اسماعيل شهيد سان گڏجي

(١) سيد صباح الدين عبدالرحمان: بزمِ صوفيہ ص ٣٩٥ معارف اعظم ڳڙهہ.
(٢) ايضاً: بزمِ مملوڪيہ ص ٥٧-٥٨ اعظم ڳڙهہ.

سکن خلاف صوبہ سرحد ۾ جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو هو، سيد قطب الدين مدني جي اولاد مان هو.(۱).

### سيد سومار شاهہ بخاري رح

بکر جي بخاري سيدن مان هو. سندن تربت سکر مشن زناني اسپتال جي سامهون ٽڪريءَ تي آهي. افسوس! گهٽي ڳولا ڪندي بہ حالات حاصل ٿي نہ سگهيا. فقير جو مجاوري ڪري ٿو، تنهن چيو تہ غازي محمد بن قاسم جي ڏينهن ۾ آيو، اهو بيان غلط آهي. بخاري سادات جو مورث اعليٰ غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ آيا. بهرحال سکر جو جهونو بزرگ آهي.

### سيد نور شاهہ ۽ مراد شاهہ بخاري

پنهين بزرگن جون قبرون پاور هائوس جي پر واريءَ ٽڪري تي آهن. حالات معلوم نہ ٿي سگهيا.

### سيد حاجي شاهہ بخاري

هن بزرگ جي تربت سکر ڊسٽرڪٽ جيل جي اوڀرندي ۾ آهي. حالات معلوم نہ ٿي سگهيا. ڪي قبرون منگل باغ ۾ آهن پر نالن جي خبر پئجي نہ ٿي سگهي. اهي اوائلي بخاري ساداتن جون آهن.

### سيد بقا شاهہ ۽ لقا شاهہ بخاري

پنهين بخاري پائرن سيدن جون قبرون سکر واٽر ورڪس واري انجڻ جي اتر اولهندي واريءَ ٽڪريءَ تي ابدي ننڊ ۾ آهن. سکر جا جهونا بزرگ آهن. حالات معلوم نہ ٿي سگهيا. انهيءَ ٽڪريءَ تي سيشن جج جي ڪورٽ آهي.

### سيد امير شاهہ بخاري

سکر ۾ جنهن هنڌ تي ٿرمل پاور تعمير ٿي رهي آهي، اتي اڳ گهڻيون جهونيون قبرون هيون ۽ ڪي چبوترن مٿان

---

(۱) سيد عبدالحي ندوي: ياد- ايام (تاريخ گجرات) ديباچو.

جڙيل هيون پر پوءِ زماني جي دست برد ڪري ڊهنديون ويون. فقط امير شاه بخاريءَ جي هينئر قبر موجود آهي.

## شاه ڪمال الدين بخاري

سکر اسٽيشن جي سامهون اوڀرندي واري ٽڪريءَ تي سفيد گنبذ ۾ محو خواب آهن. اڳ هڪ خستہ حال قبر موجود هئي. ٽڪريءَ هيٺان پاڻي نڪرڻ ڪري هن کي لاکو پير سڏڻ لڳا. ٽڪريءَ جي پير ۾ گڏائي ڀروچن جون جهوپڙيون آهن، هندن جي لڏ پلاڻ ڪري ڪن گڏائي ڀروچن کي هندن جي لوهه جا ڪارخانا هٿ لڳي ويا ۽ مالدار بڻجي ويا. ڪجهه پنهنجي هڙان ڪجهه چندو ڪري قبو تيار ڪرايائون. هن بزرگ جا حالات به معلوم ٿي نہ سگهيا پر ايترو تسليم ڪرڻو پوندو تہ هي بزرگ اوائلي دور جو آهي. افسوس! جن ٽڪرين تي اڄ بنگلا آهن اتي اڳ قبرون هيون.

## سيد محمد ثاني

سيد محمد ثاني بکري سيد محمد مڪي جي اولاد مان مير جي سانگي جونپور پهتو ۽ اتي شيخ منجي شطاريءَ جي دختر سان شادي ڪيائين. سندن مزار جونپور جي ڳوٺ ڪمال پور ۾ آهي.

# باب پنجون

## سمہ خلجي دور ۾

**خلجي** ترڪن جو قبيلو هو، جن کي غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ فوجي عهدا مليل هئا. هن گهراڻي جي بادشاهن ٦٨٧هه ١٢٨٨ع کان ٧٢٠هه ١٣٢٠ع تائين دهليءَ تي بادشاهي ڪئي. سنڌ به سندن ماتحت هئي. هن خاندان جو باني جلال الدين فيروز شاه خلجي هو، جو غلام سلطان معزالدين ڪيقباد جي ڏينهن ۾ وڏو وزير ۽ سپه سالار هو، جو ڪيقباد جي مرڻ کان پوءِ ستر سالن جي عمر ۾ تخت تي ويٺو ۽ ٦٩٦هه ١٢٩٧ع ۾ پنهنجي ڀائٽي علاؤالدين جي هٿان مارجي ويو. ٧١٦هه ١٣١٦ع ۾ علاؤالدين جي مرڻ کان پوءِ پٽس قطب الدين مبارڪ شاهه دهليءَ جي تخت تي ويٺو جو آرام طلب ۽ عياش جيئڙو هو. سندس نومسلم سپه سالار خسرو خان ٧٢٠هه ١٣٢٠ع ۾ هن کي قتل ڪري تخت هٿ ڪيو ۽ خلجين جي پڄاڻي ٿي.

### تاتاري مغلن جون ڪاهون

مغل لفظ "منگ" مان نڪتل آهي، جنهن جي معني آهي "بهادر". مغلن جو وطن منگوليا چين جي اُتر ۾ هو، تنهنڪري منگول ڪوٺبا هئا. مسلمانن پنهنجي لهجي ۾ مٽي مغل نالو رکيو ۽ هن نالي سان تاريخن ۾ ڄاڻايل آهن تاتاري مغلن ١٢٢١ع ۾ چنگيز جي سرڪردگي هيٺ طوفان وانگي وچ ايشيا جي وسندڙ شهرن کي جي اسلامي علمن ۽ تهذيب جا گهوارا هئا. ڪاهي، بلخ، بخارا ۽ سمرقند کي لٽي شهرين

کي بي رحميءَ سان قتل ڪري، ملڪن کي ويران ڪرڻ لڳو. خيوا جي حاڪم جلال الدين خوارزم شاه سنڌ ۾ مقابلو ڪيو پر شڪست کائي پنجاب پهتو. هن سلطان التمش کان مدد گهري جا نه ملڻ سبب سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن کي ڦريندو عراق ڏانهن ويندي قتل ٿيو. ٦٨٣هه ١٢٩٤ع ملتان تي مغلن ڪاهه ڪئي. بلبن جو لائق فرزند شهزاد و محمد قاآن دغا سان مغلن هٿان شهيد ٿيو. امير خسرو درباري شاعر هن واقعي کي ڪربلا سان تشبيهه ڏني آهي. انهيءَ کان اڳ ١٢٤١ع بهرام شاه جي ڏينهن ۾ مغل آڙدن لاهور تائين ملڪ کي لٽيو هو. علاؤالدين خلجي جي ڏينهن ۾ مغلن پنجاب، ملتان ۽ سنڌ تي ڪاهون ڪيون. ١٢٩٨ع ۾ مغليہ سيلاب دهلي جي دروازن تائين پهتو، هن دفعي مشهور سپهه سالار ظفر خان قتل ٿيو. ١٣٠٤ع ۾ مغليہ سيلاب لاهور کي لوڙهيندو سيوالڪ جبلن طرفان امروها تائين پهتو. ليڪن علاؤالدين وقت بوقت دشمن کي اهڙيون شڪستون ڏنيون جو وري هندوستان تي ڪاهه ڪرڻ جو خيال دماغ کان ڪڍي ڇڏيائون، جو ته سلطان موصوف جا چار سپهه سالار الغ خان، ظفرخان، نصرت خان ۽ الپ خان بهادر ۽ تجربي ڪار حڪومت جا ٿنڀا هئا، جن جي بازن جي قوت سان علاؤالدين هندستان فتح ڪري پاڻ کي ”اسڪندر ثاني“ سڏائڻ لڳو.

چنگيز کان پوءِ پٽس چغتائي خان گومل نديءَ کان وٺي مڪران سوڌو، سنڌ جي آتر ۽ الهندي وارن سرحدي علائقن تي قبضو ڪيو. ڪيرتر جي لڪن کان مغل سنڌ جي علائقن تي ڪاهون ڪندا رهيا. سيوهڻ جي راجا صاديو مغلن جي چرچ تي بغاوت ڪئي، پر گرفتار ٿي مارجي ويو.

## سکر جي فوجي ۽ اقتصادي حالت

غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ سنڌ جو تختگاه شهر ملتان هو. التمش جي ڏينهن ۾ نظام الدين جنيدي قباچه کي شڪست

ڏيئي سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ التمش بکر کي سنڌ جو تختگاه ڪيو. بکر ته ٽڪريءَ تي محض هڪ قلعو آهي، جنهن جي جملہ پکيڙ اوپر کان اولهندي تائين اٽ سو يارڊ ڏگهائي ۾، ۽ ويڪر ۾ اتر کان ڏکڻ تائين فقط ٣ ٽي سو يارڊ آهي. ايتري سوڙهي اراضي تختگاه ٿئي، سو غير ممڪن آهي. تنهن ڪري سنڌ جو تختگاهہ شهر سکر هو، جو بکر جي فوجي قلعي جي اهميت ڪري بکر سڏبو هو (١). نظام الملڪ ڪانپوءِ التمش نورالدين محمود کي سنڌ متان گورنر مقرر ڪيو جنهن جو صدر مقام بکر هو، ۽ بکر جو گورنر لوور سنڌ جي نگراني ڪندو هو. ١٢٣٦ع مغلن رڪن الدين التمش جي ڏينهن ۾ اُچ تي ڪاهہ ڪئي. رڪن الدين جو پٽ مسعود شاه دهلي کان لشڪر وٺي اُچ جي قلعي کي بچايو. نورالدين محمود ڪابہ مدد ڏيئي نہ سگهيو هو ان سبب ڪري مسعود بکر پهچي نورالدين کي معزول ڪري، جلال الدين کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو. ١٢٤٦ع ۾ التمش جو ننڍو پٽ ناصرالدين محمود دهلي جي تخت تي ويٺو. هن سنڌ ۾ ٻہ گورنر مقرر ڪيا. بکر کان وٺي سمنڊ تائين قليچ خان کي گورنر مقرر ڪيائين جو سکر بدران سيوهڻ ۾ رهڻ لڳو. بکر کان ملتان تائين سنجر کي گورنر مقرر ڪيائين. ١٢٥٧ع ۾ بلبن جي ڏينهن ۾ مغلن سنڌ تي ڪاهہ ڪئي، اُن وقت ڪشلوخان سنڌ جو گورنر هو. پر بلبن مغلن کي هڪالي ڪڍيو. ملتان ۽ سنڌ متان شهزاده محمد بلبن جو پٽ گورنر هو. ١٢٨٥ع ۾ شهزادو محمد مغلن هٿان شهيد ٿيو، سلطان محمد جي پٽ ڪيخسرو کي سنڌ متان گورنر مقرر ڪيو. خلجين ١٢٨٨ع ۾ دهلي جو تخت هٿ ڪيو. ١٢٩٠ع ۾ جلال الدين خلجي ارڪلي خان کي ملتان ۽ اُچ جو گورنر مقرر ڪيو ۽ نصرت خان کي سنڌ متان گورنر ڪيائين. ٻئي بهادر ۽ تجربيڪار جرنيل هئا.

(١) ايچ - ڪزنس، ١٤٢.

نصرت خان بکر ۾ رهندو هو. انهن جي ڏينهن ۾ ١٢٩٧ع ۾ مغل لشڪر سيوهڻ تي ڪاهه ڪئي، سيوهڻ جي راجا به بغاوت ڪئي. نصرت خان اطلاع ملڻ تي ملتان ۽ بکر کان پيڙين ذريعي لشڪر وٺي سيوهڻ تي ڪڙڪيو ۽ راجا صلديو، جنهن مغلن جي مدد سان بغاوت ڪئي هئي، تنهن کي گرفتار ڪري دهلي ڏانهن آماڻيائين.

مٿين بيان مان معلوم ڪندا ته بکر ۽ سکر ۽ سيوهڻ سنڌ ۾ وڏي اهميت رکندا هئا ۽ زبردست بچاءَ جا قلعا هئا، جيئن ملتان گومل لڪ جي سامهون مضبوط قلعو هو، تهڙي طرح بکر بولان ۽ موله لڪن جي پاسباني ڪندو هو ۽ سيوهڻ ڪوهستاني علائقي جي حفاظت ڪندو هو. غلام سلاطين بکر جي سياسي اهميت کي معلوم ڪري هن کي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو. برصغير کي بچائڻ لاءِ اولهندي سرحد تي، سيوهڻ، بکر، ملتان، سمانا ۽ ديپالپور مشهور ڇانوڻيون هيون، جن جي آذار تي دهليءَ جو بچاءُ منحصر هو. اها هئي سکر جي فوجي حالت اقتصادي حالت بلڪل ٺيڪ آهي، مغلن جي مسلسل ڪاهن جي ڪري پنجاب ۽ سنڌ ۾ هر وقت هنگامي حالتون هيون، سکر ۾ خلجين جي يادگار رضوي سيدن جو روهڙي اسٽيشن جي لڳ ڪچو قلعو آهي، جن کي انهيءَ ڪوٽ ڪري ”ڪوٽائي سيد“ چون ٿا، سلطان علاءالدين خلجي سکر جي رضوي سيدن کي روهڙي جي آسپاس جاگيرون ۽ سند ون ڏنيون ۽ ڪوٽ جي ڏکڻ اولهندي هڪ عاليشان جامع مسجد تعمير ڪرايائين، جنهن تي ٽي قبا ۽ بلند منار

---

نوٽ: پهرين عالمگير جنگ تائين سکر شهر لاءِ ميونسپالٽي پاران مارڪيٽ انسپيڪٽر مقرر هو، جو وٽن ۽ ترازن جي علاوه مشين جي چڪاس ڪندو ۽ شهرين جون شڪايتون ٻڌي انهن جا بروقت فيصلا ڪندو هو.

دروازي وٽ آهن: پنهي پاسن کان حجرا جڙيل آهن، مسجد زماني جي انقلابن ڪري ڏڌل صورت ۾ اڃا بيٺل آهي، مٿس ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل هو جنهن جون سرون اڪرجي ويون آهن. مٿيون بيان روايتن مان معلوم ٿيو. والله اعلم باالصواب،
سلطان علاءالدين اڻ پڙهيل ۽ جبرو حاڪم هو، پر ملڪي انتظام جنهن نموني ۾ هن رکيو تنهن لاءِ مؤرخ هن جي تعريف ڪن ٿا، هنگامي دور هئڻ ڪري سلطان حڪومت اندر "راشن سسٽم" جاري ڪيو جو نهايت ملڪ ۽ رعايا لاءِ ڪامياب ثابت ٿيو. ملڪ جون پيداوارون حڪومت خريد ڪري سرڪاري گدامن ۾ رکندي هئي؛ جتان واپاري خريد ڪندا هئا، هرهڪ شهر جي آدمشماري جو رجسٽر رکيل هو. شهرين کي راشن ڪارڊ ورهايا ويا ۽ رجسٽر جي نالن مطابق هرهڪ شهري کي روزانه راشن ملندو هو. ذخيره اندوزي ڪرڻ وارن کي سخت سزائون ملڻ لڳيون، هرهڪ شهر مٿان هڪ محتسب مقرر هو، جو رجسٽرن جي چڪاس ڪندو هو، دڪانن جا وٽ ۽ ترازيون جاچيندو هو ۽ شين جا اگهه مقرر ڪندو هو. سئي سڳي کان وٺي ويندي چوپايه مال ۽ ٻانهن ۽ ڪنيزن جي وڪري تائين اگهه مقرر هئا، محتسب شهرن جي محلن مان شريف ماڻهن کي چونڊي ڪاميٽيون مقرر ڪيون هيون، ڪاميٽيءَ جا ميمبر غنڊن جا نالا محتسب کي پيش ڪندا هئا ۽ محتسب انهن کي سربازار سزائون ڏيندو هو، اهڙي انتظام ڪري شهرن ۾ امن امان هو، محتسب روزانو شهر جي ڪارخانن، علمي ادارن، شفاخانن ۽ پٽڻن جي به چڪاس رکندو هو. قاضيءَ کي مجال نه هئي جو محتسب جي ڪمن ۾ دخل ڏيئي سگهي، ٻاقي مجرمن کي اجازت هئي، ته قاضي وٽ اپيل ڪن، شهرن جي پروارن ڳوٺن جي هارين کي حڪم هو ته زميندارن ۽ جاگيردارن ۽ ٽپيدارن خلاف تڪليفون ۽ شڪايتون محتسب کي پهچائين، سوداگرن ۽ شاهوڪارن کي اجازت هئي ته سرڪاري خزاني مان قرض وٺن،

علائي حڪومت زمينداري ۽ جاگيرداري نظام جو خاتمو ڪيو هو، چور بازاري، ذخيره اندوزي ۽ رشوت جو نالو نشان مٽجي ويو. شهرن ۾ سرڪاري دوڪان به هئا، جن تان ضروريات جون شيون آسانيءَ سان ملنديون هيون، سلطان وٽ مضبوط جاسوسي کاتو هو. جيتل ٽامي جا پئسا ۽ چاندي ۽ سون جا ٽنڪا (روپيا) چالو هئا، علائي حڪومت اندر سستائي ڪري ماڻهو فارغ البال هئا، اهڙي آسودگي وري ڪڏهن به برصغير کي نصيب ڪانه ٿي، ضرورت آهي ته شين جي فهرست ۽ اگهه ڏنا وڃن.

## سکر ۾ شين جا اگهه

علائي حڪومت جي في چانديءَ جي ٽنڪي جو وزن تولي جيترو هو ۽ في ٽنڪي چاندي جي قيمت ٦٤ جيتل (پئسا) هئي في مڻ جو وزن ٢٨ سير هو.

| شين جون جنسون | قيمت |
|---|---|
| ١- ڪڻڪ في مڻ | ڏيڍ جيتل |
| ٢- جئو ” ” | ۴ ” |
| ٣- ساريون ” ” | ۵ ” |
| ۴- اڇي کنڊ ” | ڏيڍ ٽنڪو |
| ۵- ڳاڙهي کنڊ في سير | ١⅓ جيتل |
| ٦- لوڻ في مڻ | ٢ ” |
| ۷- گھوڙو هڪ | ٣ کان ١۴ ٽنڪا |
| ٨- ٻڪري هڪ | ١٠ کان ١۴ جيتل |
| ٩- ٻڪري يا رڍ جو گوشت في مڻ | ١٠ جيتل |
| ١٠- گيهه ” | ١٦ ” ” |
| ١١- حسين ٻانهيون يا ڪنيز | ١٢٠ ٽنڪا |
| ١٢- عام ٻانهيون هڪ | ۵ کان ١٠ ٽنڪا |

| | |
|---|---|
| ١٣- تازي في گهوڙو | ١٠٠ ڪان ١٢٠ ” |
| ١٤- وچين قسم جو في گهوڙو | ٨٠ ڪان ٩٠ ” |
| ١٥- رواجي في گهوڙو | ٦٥ ڪان ٧٠ ” |
| **ڪپڙن جا قسم** | **قيمت** |
| ١- اعليٰ سنهي ململ | في ٿان ٥٥ ٽنڪا |
| ٢- اوني ڪپڙو | ” ٣ ” |
| ٣- اوني ڪمبل | في داڻو ٦ جيتل |
| ٤- عمدي محمودي | في ٿان ٢٠ گز ١ ٽنڪو |
| ٥- اوني ۽ سوٽي ڪپڙو | في ٿان ٤٠ گز ١ ” |
| ٦- شيرين زنانو رنگين ڪپڙو | في ٿان ٢ ڪان ٣ ” |
| ٧- چادر | في داڻو ١٠ جيتل<br>نوٽ: اعليٰ سنهي ململ اميرانو طبقو خريد ڪندو هو (١). |
| ٨- سون | في درم جي قيمت پائلي سنڌ ۾ |

## سکر جو واپار

غلام سلاطين توڙي خلجي دور ۾ ملتان، سکر ۽ سيوهڻ کي فوجي قلعن ۽ سرحدي ڇانوٽين هئڻ ڪري دهلي وارين حڪومتن جي ڏينهن ۾ وڏي اهميت حاصل هئي تني شهر وقت بوقت سنڌ جا تختگاه ٿيي رهيا. اڳ انهن شهرن کي ميدن جي ڦرلٽ کان هميشه خطرو رهندو هو، جو ڇانوٽي هئڻ ڪري مٽجي ويو. ملتان کان پوءِ سمنڊ تائين سنڌ جو

---

(١) مٿيان نرخ عبدالمجيد سالڪ جي ڪتاب مسلم ثقافت ۽ پين تاريخن تان ورتل آهن.

نوٽ: هر سال ١٥ هزار مال سان پريل اٺ گومل لڪ کان قنڌار ۽ وچ ايشيا ڏانهن ويندا هئا.

وڏو شهر سکر هو، جتي دهلي دربار جا نواب رهندا هئا. مغلن جي ڪاهن ڪري ملڪ ۾ هنگامي حالتون هيون پر وچ ايشيا سان خشڪي رستي واپار هلندو رهيو، غلام، هٿيار ۽ گهوڙن جو واپار هن شهر سان هلندو هو، جو بر صغير جي اولهندي واري سرحد تي سنڌ جو وڏو شهر هو. هتان وچ ايشيا ڏانهن رستا ويندا هئا. سکر کان پوءِ قلات وچ ايشيا جي ايندڙ ۽ ويندڙ قافلن جي وڏي قافلي سراءِ هو. مهراڻ وسيلي سکر آتر ۾ ديپالپور، ملتان ۽ لاهور سان واپار رستي ڳنڍيل هو. ساليانو هزارها پيڙيون مال سان پرڻيل پهچنديون هيون. ديبل جو اوج منجهي چڪو، مهراڻ جي ڊيلٽا تي لاهري بندر جنم ورتو، جنهن جو وجود شاهجهان جي دور تائين قائم رهندو آيو. شين جا اگهه مقرر هئا ۽ علائي دور ۾ رستا محفوظ هئا. ڌارين ملڪن جا سفير علائي دربار ۾ رهندا هئا، اهڙين سهوليتن جي ڪري سوداگر ڌارين ملڪن کان اڇي سون، چاندي ۽ گهوڙن جو واپار ڪندا هئا. مال سان پرڻيل قافلا گجرات، مالوه، دکن ۽ بنگال تائين ڏيتي ليتي ڪندا هئا. پڙهندڙن جي معلومات لاءِ سکر کان نڪرندڙن وچ ايشيا ڏانهن ويندڙ رستن جو نقشو پيش ڪيون ٿا.(١) وچ ايشيا جا سوداگر سکر ۾ ريشم نيڪال ڪري هتان نير خريد ڪندا هئا. ازانسواءِ سکر جو نير پيڙين وسيلي سنڌ جي لاهري بندر کان سوداگر خريد ڪري ٻاهرين ملڪن ۾ نيڪال ڪندا هئا، سکر ۾ ڪپڙي سازي ۽ رنگريزي جا ڪارخانا هئا (٢). سکر جو واپار هندن جي هٿن ۾ هو، جيڪي گهڻو ڪري "سارسوت" برهمڻ هئا، مئڪمروڊ سکر جي

---

(١) سيد ابو ظفر: مختصر تاريخ هند، ص ٦٢-٦٣ مطبع معارف اعظم ڳڙه ١٩٣٨ع.

(٢) Sindh Historical Journal, P, 32, March, 1935, Karachi.

عام هندن کي ”سورياني“ چاٽايو آهي، يعني سورج بنسي کتري، لوهاڻا به رهندا هئا، جن جو اصل وطن افغانستان جي اوپرندي ۾ لغمان ۾ هو ۽ قافلن ذريعي افغانستان ۽ هندوستان سان واپار ڪندا هئا، سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙيل هئا. چچ بن سيلائج جي ڏينهن ۾ اگهم لوهاڻو برهمڻ آباد جو حاڪم هو، افغانستان جا لوهاڻا سبڪتگين جي ڏينهن ۾ مسلمان ٿيا ۽ سنڌ ن قبياو اڄ به ”لوهاڻي“ سڏجي ٿو (١). پاڻيا به هندن جي هڪ قوم هئي.

## سکر جي علمي حالت

سکر رضوي ۽ بخاري ساداتن ۽ قاضين جو مسڪن هئڻ ڪري تعليم ۽ عرفان جو گهوارو هو، سهروردي قريشين به ملتان پهچڻ کان اڳ هن شهر کي وطن جوڙيو هو، تاتارين جي ڪاهن ۽ سنڌن هٿان چنگيز جي پوٽي هلاڪو ٦٥٦هه – ١٢٥٨ع ۾ عروس البلاد بغداد جي سر سان سر وڃائي ڇڏي. بغداد جو پنجن صدين کان يورپ ۽ ايشيا جي وچ ۾ اسلامي تمدن ۽ علمن جو مرڪز هو، آن جي برباديءَ ڪري ڪيترائي عراق ۽ عجم جا عالم ۽ فاضل سنڌ ۽ هند ۾ اچي پناه گزين ٿيا، جن جي اچڻ ڪري اسلامي تعليم جا ادارا کلي ويا. سکر سرحدي شهر هو جنهن ۾ گهڻن عالمن ۽ فاضلن ادارا کوليا. سوال آهي ته انهن ڏينهن ۾ ڪهڙي تعليم ڏني ويندي هئي، اهڙو ڏس به تاريخن مان ملي سگهي ٿو، عربن جي ڏينهن ۾ قرآن، حديث ۽ فقه جي تعليم مسجدن

---

(1) Sindh Historical Journal, 'Ancient towns of Sindh March, 1935.

نوٽ: علاءالدين خلجي ديندار شمار ٿئو ٿئي پر مولانا ضياءالدين سندس دربار جي علمائن جو تعداد ٤٦ ڏيکاري ٿو جن ۾ مولانا ظهيرالدين بکري بہ نظر اچي ٿو. معارف اعظم گڙهه ص ١٨ جولاءِ ١٩٦٢ع.

۾ رائج هئي، علم بديع ۽ بيان، اصول فقه، اصول دين، نحو ۽ تفسير جي تعليم رائج هئي، دهلي جا سلاطين علم پرور ۽ معارف نواز هئا، مکتب جيکي مسجدن سان ملحق هئا، تن جي معلمن ۽ شاگردن جي خرچ پکي لاءِ اوقاف کاتو کوليو هئائون، جن جي ذريعي معلمن کي زمينون ۽ کوهه مرحمت کيا هئائون، جن جي آمدني مان مکتبن، علمائن ۽ شاگردن جو گذر سفر ٿيندو هو. حضرت صدرالدين خطيب جڏهن هر جمع تي وعظ کندا هئا تہ هزارين هندو اسلام جي دائره ۾ اچي ويندا هئا. چونڪ تبليغي دور هو، تنهنکري مناظرن جو سلسلو جاري رهندو آيو. مسلمان علماء کرام سنسڪرت ۽ پراکرت زبانن جو اڀياس ڪندا هئا ۽ هندو شاگرد حکومت جي عهدن هٿ ڪرڻ لاءِ مسلمان شاگردن سان گڏ فارسي پڙهندا هئا. شعر و شاعري جي بساط بہ وسيع هئي، علمائن وٽ وڏا کتبخانا هئا. صوفين جي سماع جي مجلسن ۾ مسلمان ۽ هندو گڏجي شريڪ ٿيندا هئا. تصوف متعلق داتا گنج بخش هجويري رحہ جا ڪتاب ڪشف المحجوب، ڪشف الاسرار، منهاج الدين ۽ البيان الاهل العيان ان زماني ۾ ادبي ۽ علمي ادارن ۾ پهتا. جڏهن شيخ شهاب الدين سهروردي جو ڪتاب عوارف المعارف ۽ ابن العربي جو فصوص الحکم اچا قلمبند ڪونہ ٿيا هئا، داراشکوه ڪشف المحجوب جي تعريف کندي لکي ٿو تہ:

"ڪشف المحجوب مشهور و معروف است و هيچکس رابران سخن نيست ـ و مرشدے است ڪامل ـ و در ڪتبِ تصوف بہ خوبي آن در زبان فارسي تصنيف نہ شده".

سهروردي بزرگن جي تبليغ ڪري سومرا دين حنفيت جي دائري ۾ اچي ويا. صوفيا ڪرام جي تبليغ ۽ تربيت جي

ڪري هزارين حق جا طالب راهه حق تي گامزن ٿيا، سکر ۾ سهروردي خلفاء جهڙوڪ: مخدوم نوح بکري ۽ رضويه ساداتن جي آچ جي بخاري سيدن سان مائٽي هئڻ ڪري بخاري سکر ۾ سڪونت پذير هئا، قرمطين جو خاتمو سلطان محمود ڪيو هو، پوءِ ٻيون دفعو سلطان رضيه جي ڏينهن ۾ مدرسي معزيه تي حملو ڪيائون پر سمورا قرمطي قتل ٿي ويا.

دور علائي تائين ديني ڪتابن کان علاوه ڪيترن فنن تي ڪتاب قلمبند ٿي چڪا هئا. مثلاً البيروني جو ڪتاب هند، قانون مسعودي (هئيت تي)، التمش جي ڏينهن ۾ فخر مدبر جو فنون جنگ متعلق ڪتاب "آداب الحرب" فن تاريخ تي بيهقي جي تاريخ يمني، نظامي الدين حسن جي تاريخ "تاج المآثر" جنهن ۾ قطب الدين ۽ التمش جا واقعات ڏنل آهن. علي بن حامد ڪوفيءَ جو چچنامه فارسي، مولانا منهاج السراج جي تاريخ طبقاتِ ناصري، سديد الدين عوفي جو "تذڪره فارسي شعرا". سلطان بلبن بغداد کان ٻه ڪتاب "آداب السلاطين" ۽ "مآثر السلاطين" گهرايا. التمش جي ڏينهن ۾ تاريخ مبارڪ شاهي قلمبند ٿي، مويد جاجرمي امام غزاليءَ جي احياء العلوم جو فارسي ترجمو ڪيو. ازانسواءِ رڪن الدين فيروز جي ڏينهن ۾ امام رازي جي ڪتاب "سرّ مڪتوم" جو فارسي ترجمو ڪيو ويو. شعراءِ ڪرام مان فردوسي، عنصري، فخري، منوچهري، مسعود سعد سلمان، عارف سنائي، عسجدي، شهاب سهمره، فخرالدين عميد سنامي، تاج الدين سنگريزه، طوطي هند امير خسرو، امير حسن جا ديوان ۽ صوفياء اعظام مان خواجه معين الدين چشتي، خواجه بختيار ڪاڪي، مخدوم بهاء الدين ذڪريا ملتاني، شيخ فريد الدين شڪر گنج، خواجه نظام الدين اولياء، مخدوم علاء الدين صابر، سيد مولي، شيخ جمال الدين هانسومي، شيخ حميد الدين ناگوري، شيخ بدر الدين عارف، قاضي مغيث الدين، مولانا ضياء الدين سنامي،

علاءالدين مقري، جمال الدين شاطبي جهڙا عالم، مفسر، صوفي، محدث، فقهي، محدث جي تعليم ۽ تربيت ڪري دهلي، اجمير، لاهور، ملتان، اچوڏن، اُچ ۽ بکر (سکر) علمي لحاظ ڪري بخارا، سمرقند، بغداد، قاهره، دمشق ۽ تبريز کان وڌيڪ شهرت حاصل ڪئي. سنڌ ۾ منصوره کان پوءِ سکر علمي مرڪز بڻجي ويو. حضرت لعل شهباز قلندر بلبن جي ڏينهن ۾ سيوهڻ ڏانهن ويندي ڪجهه وقت بکر ۾ رهيا هئا (١).

---

(١) علمي بيان آثارالڪرام، چشمهء ڪوثر ۽ هندوستان ۾ مسلم ثقافت تان ورتل آهي.

# باب ڇهون

## سکر تغلق دور ۾

تغلقن ١٣٢٠ع کان ١٤١٢ع تائين دهليءَ تي حڪومت ڪئي. هن گهراڻي جو باني غياث الدين تغلق قرونا ترڪن مان هو، جنهن ڪيترن جنگين ۾ مغلن کي شڪستون ڏنيون هيون. هن فقط پنج سال حڪومت ڪئي هئي، هن تاج الدين کي ملتان مٿان، خواجه خطيري کي بکر مٿان ۽ علي شير کي سيوهڻ مٿان گورنر مقرر ڪيو. غياث الدين ١٣٢٥ع ۾ انتقال ڪيو، پڻس فخرالملڪ جونا خان "محمد تغلق" جي لقب سان دهليءَ جي تخت تي ويٺو ۽ ڪشلو خان کي بکر مٿان گورنر مقرر ڪيو.

## بکر جي گورنر جي بغاوت

محمد تغلق هڪ سال دهليءَ ۾ رهيو ۽ ١٣٢٦ع ۾ ديوگير (دولت آباد) کي دکن ۾ تختگاه مقرر ڪري اُتي رهڻ لڳو. سندس غير حاضري مان فائدو وٺي بکر جي نواب ملتان جي بلوچن ۽ بکر جي لشڪر سان ملتان ۾ پنهنجي خود مختياري جو اعلان ڪيو، محمد تغلق وڏي فوج وٺي تڪڙيون تڪڙيون منزلون ڪندو ملتان پهتو ۽ ڪشلو خان سان جنگ جوٽيائين، ڪشلو خان قتل ٿي ويو. محمد تغلق ملتان جي ماڻهن جون رت جون نديون وهايون، آخر اتي جي روحاني پيشوا رڪن الدين رحه جي چوڻ تي قتل عام بند ڪري قوام الملڪ کي ملتان ۽ سنڌ مٿان گورنر مقرر ڪري موٽي ويو.

## غلام طغي جي بغاوت ۽ محمد تغلق جي وفات

سلطان سوچيو ته پهريائين گجرات جي بغاوت کي ختم ڪيو وڃي ۽ ان کان پوءِ دولت آباد جي بغاوت کي، گجرات ۾ طغي شاهي فوج کان ڪيترين لڙائين ۾ شڪست کاڌي آخرڪار هن ڪاٺياواڙ ۾ پناهه ورتي سلطان جي فوج سندس تعاقب ۾ رهي طغي ڪاٺياواڙ کان پڄي سنڌ ۾ هليو آيو جتي ڪيس سنڌ جي ڄام پناهه ڏني. سلطان ڄام کي سزا ڏيڻ خاطر سنڌ جو رخ ڪيو اڃا هو منزل مقصود تي پهتو ئي مس هو ته کيس بخار اچي ويو جتي هو مري ويو برني جي لفظن ۾ ”سلطان کي پنهنجي ماڻهن کان ۽ ماڻهن کي سلطان کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيو.“ بزرگ مشائخ جي اصرار تي محمد تغلق جي سوٽ فيروز شاهه حڪومت جون واڳون سنڀاليون سومرن ۽ ڄاڙيجن سان جنگيون جوٽيون جن طغي کي پناهه ڏني هئي. سنڌوءَ جي ڪپ تي سندس تاجپوشي ٿي. دهليءَ ڏانهن ويندي سيوهڻ ۽ بکر کان لنگهندي اتي جي عالمن ۽ فاضلن کي ڳهرائي خلعتون ڏنائين. ملڪ رڪن الدين کي بکر مٿان ۽ تاج الدين ڪافوري ۽ علي شير کي سيوهڻ مٿان گورنر مقرر ڪيائين.

## روهڙي شهر جو بنياد پيو

سکر وانگر سنڌ جي سري ۾ روهڙي به قديم آهي، جنهن جي قدامت جي باري ۾ ڪي شيون درياه جي پيٽ مان ۱۸۷۵ع ۾ هٿ لڳيون، اهي شيون پٿر واري دور سان تعلق رکندڙ هيون. اهڙو بيان رائل انجنير مسٽر ٽويملو ۽ مسٽر جان ٽيٽ جي ٻن مضمونن مان معلوم ٿيو جيڪي جرنل ايشيائڪ سوسائٽي ۾ بيان ڪيل سال ۾ شايع ٿيا هئا. انهن معلوم ٿو ٿئي ته ٽڪريءَ تي پنجاه فوٽن جي بلنديءَ تي هي شهر ڪيترا دفعا آباد ٿي ۽ پوءِ مٽندو رهيو. سنڌ

گزيٽير ۾ شهر جو نالو "لوهڙي" ڄاڻايل آهي. ڪپتان اي- ويسٽ ميڪاٽ ۱۸۴۱ع ۾ جرنل ايشيائڪ سوسائٽي بنگال ۾ شهر جو نالو "لوهرڪوٽ" لکندي ڄاڻايو هئائين ته اهو شهر جو قديم نالو هو. ريورٽي صاحب "مهراڻ" ۾ روهڙيءَ جو قديم نالو "روڙ پورا" يا "روڙا ننگرا" لکيو آهي (۱). روڙي سنسڪرت لفظ آهي معنيٰ ننڍو پهڻ ٽڪري. ننگر به سنسڪرت لفظ آهي معنيٰ ننڍو شهر. ساڳيءَ طرح پورا به سنسڪرت لفظ آهي معنيٰ وڏو شهر. روڙا ننگرا يا روڙ پورا معنيٰ ٽڪريءَ وارو شهر. روهڙي جي به ساڳي معنيٰ آهي. روهه معنيٰ جبل روهڙي معنيٰ ٽڪري. اڄ تائين پنجاب ۽ هندوستان وارا هن شهر کي "روڙي" سڏين ٿا. هاٽوڪي شهر متعلق سنڌ جي پهرين گزيٽير ۾ مسٽر اي- ڊبليو هيوز صاحب ڄاڻايو آهي ته ٦٩٦هه ۱۲۹۷ع ۾ سيد رڪن الدين تعمير ڪرايو. يعني سلطان علاؤالدين خلجي جي ڏينهن ۾، جڏهن علاؤالدين خلجي رضوي سيدن لاءِ ڪوٽ تعمير ڪرايو هو. جي- ايڇ ڪزنس صاحب "سنڌ جي آثار قديم" ۾ لکيو آهي ته هي شهر مخدوم رڪن الدين بن صدرالدين بن مخدوم بهاؤالدين ذڪريا ملتاني تعمير ڪرايو، جنهن کي سلطان فيروز شاه تغلق اخلاص خان جو لقب ڏنو هو (۲).

---

(۱) جي- ايڇ ريورٽي: مهراڻ ص ۴۹۴- وقت جي شاعرن روهڙي جي تعريف ڪندي شهر جو نالو "لُهري" پنهنجن قصيدن ۾ ڏيکاريو آهي، جيئن شاعر عبدالقادر "بيدل" جو مشهور قصيدو آهي. ڏسو عبدالحسين شاه موسوي جو ديوان بيدل ص ۱۴-۱٦ سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹٦۱ع حيدرآباد- سنڌ.

(۲) جي- ايڇ ڪزنس: سنڌ جا آثار قديم بيان روهڙي ڪاڪتو ۱۹۲۹ع.

ڪزنس صاحب جو بيان غلط آهي ڇو ته مخدوم ابوالفتح رڪن الدين ٧٣٥هه ڌاري سلطان محمد تغلق جي ڏينهن ۾ وفات ڪئي هئي ۽ سلطان فيروز شاه تغلق ٧٥٢هه ١٣٥١ع ۾ تخت تي ويٺو هو (١). فيروز شاه ملڪ رڪن الدين کي بکر جو نواب مقرر ڪيو هو. سيد ڪونم هو، ٽڪري جنهن تي شهر ٻڌل هو، اٺا پنجاه فوٽ بلند آهي. اڳ درياه جي طغياني وقت پاڻي ٽڪريءَ سان لڳي وهندو هو ۽ پاڻيءَ جي چاڙهه جا نشان اڄ تائين موجود آهن. درياه جي ڪاٺي ڪپ تي هئڻ ڪري هن شهر ستت واپار ۽ زراعت ۾ ترقي ڪئي ۽ چوڌاري باغات ۽ ميويدار وڻن ڪري "چمن - سنڌ" ڪوٺجڻ لڳو ۽ شهر ۾ سوا لک پير ابدي ننڊ ۾ آهن، جن جي ڪري "روهڙي شريف" ڪوٺجي ٿو. غرض ته سکر ۽ روهڙي علم، هنر ۽ روحاني فيض ڪري تاريخ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي.

## سنڌ تي سمن جي حڪومت

سومرن ١٣٠٠ع کان ١٤٣٩ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي. سنڌ جي لاڙ ۽ ٻاڳي کان هالڪنڊي تائين وڌي سگهيا. ايبٽ صاحب ڪڇ، گجرات، سورت تائين سومرن جي حڪومت جون حدون ڏيکاري ٿو (٢). بهرحال عمر ماروئي، مومل ميندرو، سسئي پنهون، ليلان چنيسر جن کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي وحدت جو جامو پهرايو آهي، هن دور جون آکاڻيون آهن ۽ سنڌي ادب لاءِ روح روان آهن. پوئيون حاڪم همير سومرو هو، جنهن جي ظلمن کان تنگ ٿي سمن گڏجي هن کي قتل ڪري سنڌ تي قبضو ڪيو. ڄام انڙ سيوهڻ جي دهلي جي حاڪم ملڪ رتن کي قتل

---

(١) سيد صباح الدين عبدالرحمان: بزم صوفيا ص ٢٧٣.

(٢) ايبٽ جو "سنڌ" ص ٨٩ فوٽ نوٽ.

ڪري سرڪاري خزاني تي قبضو ڪيو. سمن مان ڄام بانيهه بن اُنڙ سلطان فيروز شاه جي ڏينهن ۾ بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. ١٣٧١ع ۾ سلطان فيروز شاه تغلق نوي هزار سوار ۽ پيادا ۽ ٤٨٠ هاٿي ٥ هزار ٻيڙين تي چاڙهي ديپالپور کان ٺٽي پهتو پر گاهه ۽ ڪاڌ خوراڪ جي ڪمي ڪري واپس وريو ۽ برسات جي مند گجرات ۾ گذاري، لشڪر جي جوڙجڪ ڪري ٺٽي تي ڪاهي ويو، ڄام بانيهه ٢ لکن فوجن سان مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو پر مخدوم جلال الدين جهانيان بخاري معرفت طرفين جو صلح ٿيو، سنڌ دهليءَ کان آزاد ٿي (١).
سمن اوڀاوڙه تائين ملڪ فتح ڪيو، سمه سلاطين ١٥٢١ع تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي، سومرن ۽ سمن جو زمانو اسلامي تبليغ جو زمانو هو، سومرن ۾ ڪي هندڪي رسمون هيون، سمن جي ڏينهن ۾ به هندن جو تعداد وڏيڪ هو. ٺٽي جو بنياد سمن وڌو.

## تغلق دور ۾ سکر جي اقتصادي ۽ تجارتي حالت

دهليءَ جا سلاطين بغداد جي عباسي خليفن جو خطبو پڙهندا هئا ۽ اسلامي دنيا جي ايشيائي ۽ آفريڪي ملڪن جا سفير سندن درٻارن ۾ رهندا هئا، اهڙن ناتن جي ڪري اسلامي دنيا جا واپاري برصغير ۾ واپار ڪرڻ ايندا هئا، سنڌ جو سرحدي صوبو هو، تنهن واپار ۾ ترقي ڪئي، ملتان ۽ سکر واپار جا وڏا مرڪز هئا، جتي ڌارين ملڪن جي واپارين

---

(١) ايشوري پرساد: مسلمانن جي هندوستان تي حڪومت جي مختصر تاريخ، ص ١٥٤ – ١٥٥ الله آباد ١٩٣٩ع.

نوٽ منشي عطا محمد ڀنڊاريءَ پنهنجي ڪتاب ”نوائي معارڪ“ ۾ روهه معني جبل ان حصي کي ڏيکاريو آهي جو حسن ابدال کان هرات تائين آهي.

کي محصول پرڻو پوندو، ابن بطوطا بہ عراق جي هڪڙي واپاريءَ کان ملتان ۾ گهوڙا خريد ڪيا هئا، علاؤالدين خلجي ملڪ جي رستن تي فوجي چوڪيون قائم ڪري واپارين لاءِ سهولتون پيدا ڪيون هيون، رستي تي ڪا چوري ٿيندي هئي تہ حد جو ٺاڻيدار ۽ ويجهي ڳوٺ جا باشندا جوابدار هئا، سلطان محمد تغلق بريد ڪاتي (ٽپال) کي ترقي ڏني هئي، رستن تي هرڪارن لاءِ چوڪيون، ڪوس منارا ۽ کوھ کوٽرايا ويا ۽ دڪان کولايا ويا، جتي مسافرن کي ڪاڏو بہ سرڪار پاران ملندو هو، سيوهڻ جي ٽپال ٽن ڏينهن ۾ دهلي پهچندي هئي، سنڌو جي ڊيلٽا تي دمريلا ۽ لاهري بندر بہ بندر هئا، جن مان لاهري بندر واپار ڪري مشهور هو، هتي مسقط، يمن ۽ ايراني نار جا جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا، مهراڻ ذريعي سکر جو مال ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو هو، جو تہ وچ ايشيا جا قافلا هن شهر ۾ مال نيڪال ڪندا هئا. سکر وڏو دريائي پتڻ هو، توهان پڙهي چڪا آهيو تہ فيروز شاھ تغلق پنج هزار ٻيڙيون لشڪر سان پرائي مهراڻ تان لنگهيو هو (١).

## سڪا

جيتل، ٽنڪا ۽ پيا ننڍا سڪا رائج هئا. هندوستان جي سڪي کي ٻاهر موڪلڻ تي بندش پيل هئي، تنهن ڪري سکر جي لوهاڻن، ڀاٽين دوڪاندارن کي ناڻي ڪمائڻ جو وجھ مليو، محمد بن تغلق جي ڏينهن ۾ دوآبہ جي سر زمين جا زرخيز هئي، اتي جي زميندارن جي بغاوت ڪري هندوستان ۾ سخت ڏڪار پئجي ويو، جو سانده ڏھ سال

---

(١) عجائب الاسفار - ٢، سيد ابو ظفر ندوي مختصر تاريخ هند دور تغلق ص ٧٠-٧٢.

هليو، پيو ته دنيا ۾ چانديءَ جي کوٽ پوڻ ڪري محمد تغلق ٽامي جا سڪا سون ۽ چانديءَ جي اگهن تي هلائڻ لڳو، جنهن ڪري ماڻهن بيشمار جعلي سڪا تيار ڪيا، جن کي ڏارين واپارين وٺڻ کان انڪار ڪيو، ملڪ جي سڀني پرڳڻن ۾ فساد پوڻ ڪري واپار کي ڪافي ڌڪ لڳي ويو، سکر سرحدي شهر هئڻ ڪري مٿين قسمن جي آفتن کان آزاد هو، علاؤالدين خلجي زميداري ۽ جاگيرداريءَ جو خاتمو ڪيو هو، هارين کي نقد ڏل پيارڻي پوندي هئي. فيروز شاهه تغلق جاگيرداري نظام کي ٻيهر عمل ۾ آڻي ٢٣ ڏلون معاف ڪيون، سکر جا رهاڪو سکيا ستابا هئا. شين جا نرخ هن طرح هئا:

## محمد تغلق

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | في | مڻ | ١٢ جيتل |
| جوَ | ” | ” | ٨ ” |
| ساريون | ” | ” | ١٤ ” |
| داليون | ” | ” | ٤ ” |
| اڇي کنڊ | ” | ” | ١ ٽنڪو ١٤ جيتل |
| ڳاڙهي کنڊ | ” | ” | ١ ٽنڪو |
| گوشت ٻاڪرو | ” | ” | ١ ٽنڪو |

## فيروز شاهه

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | في | مڻ | ٨ جيتل |
| جوَ | ” | ” | ٤ جيتل |
| ساريون | ” | ” | ١٤ جيتل |
| داليون | ” | ” | ٤ جيتل |
| کنڊ اڇي | ” | ” | ١٤٠ جيتل |

ڪنڊ ڳاڙهي " " ١٢٠ جيتل
گيهه " " ١٠٠ جيتل (١)

نوٽ: ڪپڙن جا اگهه سا ڳيا هئا جيڪي علاءُ الدين جي زماني ۾ هئا.

## مذهبي ۽ علمي حالت

محمد تغلق ۽ فيروز شاهه جي ڏينهن ۾ مخدوم سيد جلال الدين جهانيان جهان گشت جي تبليغ ڪري گهڻن قومن اسلام اختيار ڪيو ۽ سهروردي بزرگن جي سنڌ ۾ پهرين خلافت سکر ۾ قائم ٿي هئي، جنهن لاءِ شيخ نوح رحه جو بيان ڏيئي چڪا آهيون، جنهن جو مقبرو بکر جي قلعي ۾ موجود آهي. سومرن ۽ سمن جي ڏينهن ۾ سهروردي خلافتون سيوهڻ ۽ لاڙ ۾ قائم ٿيون. ملتان، اُچ، بکر، سيوهڻ، محمد طور ۽ اگهاٽي تبليغ ۽ علميت جا مرڪزي شهر بنجي ويا. سهروردي سلسلي خلافت گجرات تائين پهتو. هندن جا گهڻائي فرقا هئا. انهن مان شومت وارا مهاديو جي ”لنگ“ مخصوص عضوي ۽ سنڌس زال جي شرمگاه ”يوني“ جي پوڄا ڪندا هئا (٢). ٻيا فرقا جهڙوڪ ڀڳتي، ٻڌڪان ۽ واماسرگي

(١) عبدالمجيد سالڪ: هندوستان ۾ مسلم ثقافت ص ٦٦٨ - ٦٦٩.
نوٽ سکر جي واڻين لوهاڻن، ڀاٽين ۽ چارڻن کي وياج جي ڪمائي هئي. جيڪو ماڻهو محمد تغلق کي تحفا پيش ڪندو هو، تن کي بادشاهه کان ٻيڻي رقم ملندي هئي انهي ڪري واپاري ماڻهن کي دل کولي قرض ڏيندا هئا.
(٢) لنگ جي پوڄا اڄ تائين هندن ۾ رائج آهي. هر ڇهين سال هر دوار هي ڪنڀ جي ميلي، هر ٻارهين سال پرياگ جي ميلي تي لکين اگهاڙا سادو، گنگا ۽ جمنا ۾ لنگ پوڄا ڪرائڻ لاءِ هماليه جي ترائين مان اشنان ڪرڻ اچن ٿا. لنگ پوڄا لاءِ ڏسو راقم جو مضمون روزاني الوحيد ص ٨، ٢١ فيبروري ١٩٥٤ع ڪراچي.

(واساچاريہ)، پوئين فرقہ جو صدر مقام اوڙيسا ۾ جگنات پري جو مندر هو. هن فرقي وارن جون ٽوليون هند ۽ سنڌ تائين چڪر هڻنديون هيون. سندن پاٽ پوڄا جو طريقو نرالو هو. جنهن شهر ۾ پهچندا هئا ته هڪ مخصوص هنڌ کي گوبر سان ليپو ڏيئي مٽس چانور، گل ڇڙڪي، مڇي، گوشت تيار ڪري، زالن جون چوٽيون ۽ چوليون گڏ ڪري رکندا هئا. پوءِ مرد شراب پي هڪ مورتي جي پوڄا ڪندا هئا. شراب پيئڻ ۽ پگهتي کان واندا ٿي، "پيروا چڪرا" ڪندا هئا، هن فرقي وارن کي "تنتر" جي نالي سان سڏيندا هئا. فرشتہ هن فرقي وارن کي "اباحيہ" ڄاڻايو آهي (۱). اڪبري دور تائين هن فرقي جو سنڌ جي شهرن ۾ چڪر ڪاٽيندي ڏس ملي ٿو(۲). علاؤ الدين خلجي منجهان گهٽن کي مارايو هو. سلطان فيروز شاه حڪم ڏنو هو ته ڪوبہ هندو مسلمانن کي هندو ڌرم ۾ نہ آڻي (۳). سنڌ جي مسلمانن ۾ ڪيتريون هندن جون رسمون رائج هيون. مثلاً شراب پيئڻ، دسترخوان تي گڏ جي طعام تناول نہ ڪرڻ وغيره. اهي رسمون سومرا حڪمران طبقي ۾ هيون. علاؤالدين خلجي شرابين لاءِ سخت سزائون مقرر ڪيون. مسلمان هندو عورتن سان شاديون ڪندا هئا ۽ هندو مسلمان زالن سان. وري ڪنهن بدنصيب مسلمان عورت جو هندو مڙس مرندو هو ته مسلمان زال کي مڙس جي لاش سان چکيا تي چڙهڻو پوندو هو. اهي رواج اتر هندوستان ۾ رائج هو،

---

(۱) Hodiwala, S H: Studies in Indo-Muslim History, p. 342, Bombay, 1939.

(۲) سفينتہ نوح از مولائي شيدائي، ڪتبخانو مخدوم محمد زمان طالب المولي قلمي هالا.

(۳) فتوحات فيروز شاهي ص ۷-۸.

جو شاهجهان جي ڏينهن تائين قائم رهندو آيو (۱). سمان،
سومرا ۽ ڪلهوڙا هندو عورتن کي اسلام جي دائري ۾ آڻڻ
کان سواءِ ساڻن شادي‌ون ڪندا هئا (۲). سنڌ جي روماني
آکاڻين، مومل مينڌرو ۽ ليلان چنيسر پڙهڻ سان اهڙا مثال
ملن ٿا. بعض پتورتا زالن کي پنهنجي پاڪدامني جي ثبوت
پيش ڪرڻ لاءِ باهہ مان لنگهڻو پوندو هو. سنڌي ٻولي گهرن
۾ ڳالهائبي هئي. سرڪاري زبان پارسي هئي. مسجدن ۾ بہ
پارسي تعليم ڏيڻ جو رواج هو. اهي مسجدون مدرسا هئا،
جن جو خرچ سرڪاري اوقاف کاتو پريندو هو. فقه حنفي
جي ڪتاب "هدايہ" جي تعليم هن دور ۾ رائج هئي، نصاب
جا ڪتاب پارسي ۾ هئا. سنڌي ٻولي جي شاخ ملتاني نهايت
فصيح هئي، جنهن مان اردو زبان جنم ورتو، هن قومي زبان
جي اوائلي صورت لهنڊا ٻولي ۾ نظر اچي ٿي. يعني تہ اردو
ٻوليءَ مهراڻ جي ماتريءَ ۾ جنم ورتو (۳). سنڌي
شاعري جا اهڃاڻ هن دور ۾ ڏوهيڙن مان نظر اچن ٿا،
جن مان سومرن جي علاؤالدين سان جنگين جو ذڪر
ملي ٿو (۴). سمن جي صاحبي ۾ سنڌ اندر امن امان ۽ فارغ البالي
جو دور هو. ٻي طرف ۱۳۹۸ع ۾ امير تيمور هندستان تي
ڪاهي ملڪ کي لٽيو. سکر سندس ڪاهہ کان بچي ويو.
تيمور جي پوٽي شهزاده پير محمد ملتان پهچڻ کان پوءِ سکر
وارن کي پيش پوڻ لاءِ ڌمڪي ڏني هئي پر هن شهر جي

---

(۱) Cambridge History of India, Vol: II, p. 306, Cambridge 1929.

(۲) شيخ محمد اڪرام: رود ڪوثر ص ۱۶۶-۱۶۷، ڪراچي.

(۳) مسلمانن جي هندستان ۾ ثقافت.

(۴) خان بهادر محمد صديق ميمڻ، سنڌ جي ادبي تاريخ بيان سومرا، سنڌي ادبي سوسائٽي پريس، حيدرآباد.

هڪ خدا پرست بزرگ جي روحاني برڪت سان اها بلا ٽري ويئي. ١٣٣٤ع ۾ شيخ ابن بطوطا طنجي سنڌ جي سير تي آيو ۽ سکر شهر واسين جي مهمان نوازي ۽ هتي جي عالمن ۽ فاضلن بزرگن جي هن پنهنجي سفرنامي ۾ تعريف ڪئي آهي. جن جو بيان موقعہ سر ڏبو. صوفين جي سماع جي محفلن ۾ هندو گويا بہ ڳائيندا هئا.

## تغلق دور جي سکر ۾ هڪ يادگار

هند ۽ سنڌ ۾ اوليائن جي زيارت ڪرڻ ۾ هندو بہ مسلمانن جهڙو حصو وٺندا هئا. چام نندہ (نظام الدين) جي ڏينهن ۾ نيرن ڪوٽ جي سماع جي مجلس ۾ هڪ هندو سوناري ڇوڪري هي بيت سر تال سان ڳايو:-

"سڏ سٹي پرينءَ جو، وانگي جي نہ ورن،
ڪوڙي دعوا دوست جي ڪچاڙي ڪي ڪن."

اهو بيت ٻڌي مخدوم احمد ڀٽي صاحب ميچيءَ وانگي تڙڦندي پنهنجي جان، جان آفرين جي حوالي ڪئي. هي واقعو ٩٣٠هہ جو آهي (١). سنڌ ۾ گهڻيون اهڙيون زيارتگاهون آهن جن تي هندو ۽ مسلمان گڏ جي ويندا هئا. مثلاً مخدوم لعل شهباز قلندر کي هندو راجا ڀرٿري چوندا هئا، ڪراچي جي ويجهو منگهو پير جنهن کي هندو لالا جسراج چوندا هئا، پير پٺو ديبلي وغيره غرض اسلامي تصوف جو رنگ نہ صرف مسلمانن تي چڙهيل هو پر هندن تي بہ غالب هو. اهڙن مشترڪہ زيارتگاهن مان سکر ۾ خواجہ خضر جو آستان آهي.

## خواجہ خضر جي خانقاہ

هيءَ خانقاہ جا بکر جي قلعي جي اوپرندي هڪ ٽڪريءَ تي آهي، تنهن کي مسلمان خواجہ خضر عليہ السلام جو آستان

(١) سيد حسام الدين راشدي: سنڌي ادب ص ٢١-٢٢ ڪراچي.

چون ٿا ۰ مورخ يوسف ميرڪ هن طرح چاٽائي ٿو: "وطرف رويہ بهکر، آستانۂ حضرت خضر عليہ السلام بر کوهي درميان ساختہ اند" (۱) ۰ هن ٽڪريءَ متعلق گهڻيون روايتون آهن ۰ ريورٽي صاحب لکي ٿو تہ خانقاه تعمير ٿيڻ کان اڳ انهيءَ ٽڪريءَ تي هر رات ماڻهو هڪ ڏيئو ٻرندو ڏسندا هئا، جڏهن ٻيڙيءَ ذريعي اتي پهچندا هئا تہ ڏيئو غائب ٿي ويندو هو (۲)۰ غرض تصوف جي مشترڪ رجحان ڪري درياه جي وچواري هيءَ ٽڪري بہ سمو هئي ۰ هندن جو عقيدو تہ عجيب ۽ غريب هو۰ هنن ٽڪري تي "زنده پير" نالو رکيو هو ۰ ٻيو نالو اڏيرو لعل رکيو هئائون ۰ مسلمان اڏيري لعل کي شيخ طاهر چوندا هئا ۰

سندن عقيدي موجب سمنڊ جا پلا اڏيري لعل "زنده پير" جي زيارت ڪرڻ لاءِ هتي پهچن ٿا (۳)۰ سلطان محمد تغلق جي ڏينهن ۾ بکر جي نواب ڪشلو خان هن ٽڪريءَ تي هڪ خانقاه جوڙائي هئي ۰ ٽڪريءَ جو عاليشان دروازو جو روهڙي ڏانهن هو ۽ مٿس وڏو قبو هو، هن دروازي جي ديوارن تي خوبصورت ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل هو۰ آبڪلاني جي مند ۾ درياه جو پاڻي دروازي جي ڏاڪڻ جي ڪن ڏاڪن کان مٿي چڙهي ويندو هو۰ هن ٽڪريءَ تي هڪ غار بہ آهي۰ مسلمانن ۽ هندن جي هڪ مشترڪ زيارتگاه هئي ۰ هندن دروازي مٿان گهنڊ ٻڌا هئا، جي صبح ۽ شام وڄائيندا هئا (۴)۰

---

(۱) يوسف ميرڪ: تاريخ مظهر شاهجهاني، باب اول ص ۴، ڪراچي ۱۹۶۲ع ۰

(۲) ايچ - ريورٽي: مهراڻ ۽ سندس معاون شاخون ۰

(۳) Sindhian World 'The tri-Islets in the Indus', pp. 135-140 Feb: 1940, Karachi.

(۴) عجائب الاسفار ج ۲۰

ابن بطوطا ٻه هيءَ خانقاه ڏٺي هئي. سکر جي پهرين عمارت بکر جو قلعو عربن تعمير ڪرايو ۽ هيءَ ٻي عمارت تغلق دور جي آهي.

## تغلق ۽ سمن جي ڏينهن جا ساڪرو علماء

### سيد علاؤالدين رضوي

سيد علاؤالدين بن شهاب الدين بن موسيٰ بن علاؤالدين بن سيد محمد مڪي رحہ هن دور جو برک بزرگ هو.

### پير موسيٰ نواب

سهروردي مخدومن مان تبليغ جي ارادي سان اچي بکر ۾ رهيو گهوٽڪي، ماٿيلي ۽ سکر جي آس پاس رهندڙ پنن مکيہ راجپوت قومن مان مهرن ۽ ڏاريجن اسلام قبول ڪيو. انهن قومن کي جيڪي جٽيان پاتل هئا، سي اڄ تائين پير موسيٰ نواب جي درگاه (بهاولپور رياست) تي موجود آهن.

### سيد مير ميران

سيد مير ميران رضوي وڏي ڪرامات جو صاحب هو. سندس تربت روهڙي شهر جي وچ ۾ آهي.

### شاهہ حاجي دريائي

سندس تربت روهڙي شهر جي اتر ۾ درياه جي ڪپ تي آهي. عام طرح "حاجران شاهہ حضوري" جي نالي سان مشهور آهي. تحفتہ الکرام ۾ ڄاڻايل آهي تہ هڪ نابينا قلندر درياه جي ڪپ تي ڪنڌيءَ سان مڇي ڦاسائي رهيو هو تہ ڪنڌي ڪنهن شيءِ ۾ ڦاسي پئي، ڇڪي ڪڍيائين تہ هڪڙي صندوق هئي ۽ صندوق کي ڇهڻ سان سندس اکيون روشن ٿي ويون. صندوق کولي ڏٺائين تہ منجهس لاش پيل هئي. هن کي خواب ۾ اشارو ٿيو تہ منهنجو نالو شاه حاجي آهي ۽ مرشد شيخ

بهاءالدين ذڪريا ملتاني رح جي پٽ ۾ دفن ٿيڻ لاءِ عرب کان هٿ پهتو آهيان. سندس قبر درياهه جي ڪپ تي آهي. عقيدتمند اڪثر ڀيري ۾ ماني درگاهه تي ورهائيندا آهن.

## شيخ ابن بطوطا طنجي

تاريخ جي وچين زماني جو مشهور سياح ابن بطوطا ١٣٣٤ع ۾ سکر کان لنگهيو هو. سکر پراڻي متعلق لکي ٿو ته مهراڻ جي ڪپ تي بارونق شهر آهي. هتي هڪ خانقاهه آهي جتي مسافرن کي کاڌو ملي ٿو. سندس ملاقات امام عبدالله حنفي ۽ شهر جي قاضي ابو حنيفه ۽ شمس الدين محمد شيرازي سان ٿي هئي. اُن وقت شمس الدين جي عمر سندس بيان موجب هڪ سئو ويهه ورهيه هئي. اها خانقاهه خواجه خضر واري ٽڪريءَ تي هئي. (١) شيخ ابن بطوطا اَچ ۾ سکر جي وچ ۾ شهر جناني ۽ اتي جي رونق دار بازارين جو بيان ڏنو آهي. خبر نٿي پوي اهو ڪهڙي هنڌ تي هو.

## مير ابو الغيث بکري

سکر جو ديندار ۽ خدا رسيد و بزرگ هو. سنڌ جي سمي حاڪم ڄام فتح خان بن ڪرن جي صاحبي ۾ امير تيمور گورگاني جي پوٽي ميرزا پير محمد ملتان پهچڻ کان پوءِ سکر جي شهرواسين کي حڪم ڏنو ته اچي پيش پئو، ٻيءَ صورت ۾ مغل لشڪر سکر تي ڪاهه ڪندو. هن خوفناڪ خبر شهرين جي دلين ۾ ڏڏڪو پيدا ڪيو ۽ هو خوف کان شهر خالي ڪري جيسلمير ڏانهن ڀڄڻ لڳا. اهڙي ڀڙڏول کي ڏسي مير ابو الغيث، ميرزا سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ملتان ڏانهن روانو ٿيو. سندس پهچڻ کان هڪ رات اڳ ميرزا خواب ۾ حضرت رسول اڪرم صلعم کي ڏٺو، حضور پاڪ هن کي فرمايو ته، منهنجي اولاد سان احترام سان پيش اچج. چنانچ مير صاحب جڏهن ميرزا

---

(١) عجائب الاسفار ج ٢.

جي دربار ۾ پهتو، تڏهن شهزادو نهايت احترام ۽ تواضع سان پاڪر پائي پاڻ سان گڏ ويهاري، خواب جو احوال اوريو ۽ سيد موصوف کي تسلي ڏنائين ته سکر تي ڪاهه ڪرڻ جو ارادو لاهي ڇڏيو اٿم. موڪلائڻ وقت شهزاده مير صاحب کي بيش بهاسوغاتون ۽ اروڙ جو پرڳڻو جاگير ڏيئي روانو ڪيو. سکر واسين تان هيءَ ناگهاني آفت ٽري ويئي، هو موٽي اچي شهر ۾ رهڻ لڳا.

## مير ناصر الدين بکري

سيد مير ناصر الدين بن نظام الدين بکري، هر وقت سماع جي مجلسن ۾ مسرور رهندو هو ۽ سوندري راڳ کي بيحد پسند ڪندو هو. وفات ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن ماڻهو تدفين لاءِ سندس جنازو کڻڻ لڳا ته ڪجهه نه سگهيو. پٽس مير رڪن الدين کي پيءُ جي وصيت ياد آئي، هن سازندن کي گهرائي سوندري راڳ شروع ڪرايو. قدرت خداوندي سان جنازو پاڻمرادو کڄي وڃي قبرستان ۾ لٿو.

## مولانا عالم

مولانا عالم ظاهري توڙي باطني علمن جو ماهر ۽ صاحب ڪشف هو. پٽس درويش يحيٰ هو، جو پوءِ سکر ڇڏي ريل پرڳڻي ۾ رهڻ لڳو. ريل پرڳڻو سيوهڻ ويجهو هو، جتي شيخ مبارڪ، ابوالفضل ۽ فيضي جو پيءُ ڄائو هو. شيخ مبارڪ پهريان ناگور پهتو ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ گجرات ۾ رهيو، جتان آگره پهتو هو.

## قاضي معروف

ڄام سنجر سمي قاضي معروف کي بکر مٿان قاضي مقرر ڪيو هو، جو وڏو عالم، متقي ۽ بيحد خوش مزاج هو. وٽس جيڪو فريادي ايندو هو، تنهن کان ۽ جوابدارن کان رشوتون

وڻندو هو. اهي شڪايتون ڄام سنجر کي پهتيون، جنهن قاضي صاحب کي گهرائي کانئس پڇيا ڪئي. قاضي موصوف بيباڪيءَ سان جواب ڏنو ته عيالدار آهيان پگهار گذر سفر لاءِ ناڪافي آهي، تنهنڪري مدعي ۽ مدعاعليہ کان رشوتون وٺان ٿو. افسوس اٿم ته شاهد فيصلي ٿيڻ کان اڳ هليا وڃن ٿا نه ته جيڪر انهن کي به خالي وڃڻ ڪونہ ڇڏيان ها. ڄام سنجر سندس صاف گوئي تي گهڻو خوش ٿيو ۽ حڪم ڏنائين ته سرڪاري ملازمن جو پگهار وڌايو وڃي جيئن رشوت کي بنجو اچي وڃي،

## قاضي ابوالخير

اصل سيوهاڻي هو ۽ سکر مٿان قاضي هو ۽ سکر ۾ رهڻ لڳو. مشهور قاضي قاضن سندس پيڙهيءَ مان هو.(۱)

## اروڙ جو واقعو

سيد جلال الدين جهانيان مڪي کان موٽندي سکر پهتو ته شهر جي ماڻهن کيس ٻڌايو ته اروڙ جي اڳيان هڪ غار ۾ هڪ درويش رهي ٿو، جو دعويٰ ڪري ٿو ته الله تعاليٰ هن لاءِ نماز کي معاف ڪيو آهي. اهو قصو ٻڌي مخدوم صاحب اروڙ پهتو ۽ ڏٺائين ته غار اڳيان ماڻهن جو هجوم لڳل هو، جنهن ۾ امير توڙي غريب موجود هئا. مخدوم صاحب به تارڪ صلوات وٽ پهچي کانئس پڇيو ته تون نماز ڇو نٿو پڙهين جڏهن حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم فرمايو

---

(۱) علمائن جو بيان عبدالغني عبدالله جي تاريخ سنڌ ڀاڱو ۳ مسلم ادبي سوسائٽي پريس، حيدرآباد ۱۹۳۹ع، تحفتہ الڪرام ج ۳ - مرزا قليچ بيگ جي تاريخ قديم سنڌ، بلوءَ ڏمڪي پريس حيدرآباد ۱۹۲۵ع تان ورتل آهي. سمن جي صاحبي ۾ ڄام تماچي ۽ نوري جي آکاڻي مشهور آهي. ٻنهين جون قبرون ڪينجهر جي ڍنڍ ۾ آهن.

آهي ته، ”الفرق بين الموسن و الڪافر الصلوات“ يعني ته مومن ۽ ڪافر ۾ فرق نماز ڪري ٿي“. درويش جواب ڏنو ته، ”سيد! مون وٽ جبريل ايندو آهي ۽ بهشت کان طعام آڻيندو آهي ۽ چوندو آهي ته، تو لاءِ نماز معاف ڪئي ويئي آهي ۽ تون خاص مقرب بنجي ويو آهين“.

حضرت مخدوم صاحب ٻڌي فرمايو ته، ”بڪواس بند ڪر، جڏهن ته محمد رسول الله صلي الله عليه و آل وسلم لاءِ نماز معاف نه ٿي ته، تو جهڙي جاهل لاءِ ڪيئن معاف ٿي؟، جيڪو تو وٽ اچي ٿو، سو شيطان آهي ۽ توکي چوي ٿو آءٌ جبريل آهيان، جبريل وحي جو فرشتو آهي، جو پيغمبرن کان سواءِ ٻي ڪنهن وٽ ڪونه ايندو آهي. جيڪو کاڌو تو وٽ اچي ٿو، سو غليظ آهي“. درويش چيو ته، ”کاڌو ڏاڍو لذيذ هوندو آهي ۽ مان ان مان لذت محسوس ڪندو آهيان. “مخدوم صاحب چيس ته، ”جڏهن تو وٽ فرشتو اچي ته، لاحول ولا قوت إلا با الله العلي العظيم پڙهه جان“. ٻي ڏينهن جڏهن درويش وٽ ويا ته درويش سندن پيرن تي ڪري پيو ۽ چوڻ لڳو ته، ”مون توهان جي چوڻ تي عمل ڪيو ته، فرشتو غائب ٿي ويو ۽ جيڪو کاڌو آندو هئائين؛ اهو غليظ ٿي، منهنجن هٿن ۽ ڪپڙن تي پيو ۽ منهنجا ڪپڙا نجس ٿي ويا“. درويش توبه ڪئي ۽ جيڪي نمازون فوت ٿيون هيون، قضا ڪري پڙهڻ لڳو. (۱)

## سلاطين، صوفي درويش ۽ علماءِ اسلام

جهڙي طرح وقت جي مسلمان بادشاهن جي درٻارن ۾ امير، رئيس، فوجي جرنيل ۽ فن ڪار رهندا هئا ۽ سلاطين

(۱) الحمد المنظوم في ترجمه ملفوظات المخدوم، اردو ترجمو ص ۲۱۷.

جي سرپرستي جي زير سايہ ملڪ فتح ڪندا هئا ۽ ثقافتي خدمتون ڪندا هئا، تهڙيءَ طرح مسلمان علما قرآن ، حديث، منطق، فقه جي تعليم ۽ ترويج سان تعلق رکندا هئا. مسجدن ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي قرآن ۽ پارسيءَ جي تعليم ڏيندا هئا. انهن جو تعلق صرف اسلامي معاشري سان هو. اهي هندن سان ڪو تعلق نہ رکندا هئا. ليڪن صوفيا ڪرام ۽ فقرا جون خانقاهون عوام جي ڀلائي ۽ رهنمائي لاءِ کليل هيون ونن اسلام يا ڪفر جو ڪو سوال ڪونہ هو. اهي مخلوق خدا کي سواءِ امتياز جي "خدا جو ڪٽنب" سمجهندا هئا، باهمي اختلافات بدران امن ۽ امان ۽ عرفان- الاهي جي تعليم ڏيندا هئا ۽ اسلامي مساوات، امن ۽ انساني مساوات جي تلقين ڪري اسلام جي اساسي اصولن کي تقويت پهچائيندا هئا. جيئن سلاطين دارو دهش سان قدرداني ڪندا هئا. انهيءَ طرح صوفين جي خانقاهن تي بہ عوام لاءِ لنگر جاري رهندو هو. انهن خدا رسيده بزرگن کي ذاتي اغراض سان ڪو تعلق ڪونہ هو، جنهن ڪري سلاطين توڙي امرا بہ سندن احترام ڪندا هئا ۽ ڪين لنگر خانن جي خرچ لاءِ وڏيون رقمون بہ ڏيندا هئا، مگر انهن بزرگن جي روز افزون خيراتن ڪرڻ ڪري سندن خزانا خالي رهندا هئا. هو پنهنجي رسوخ سان بعض عوام جي شڪايتن جو تدارڪ بہ ڪندا هئا. تاريخ شاهد آهي تہ برصغير ۾ اسلام گهڻو ڪري صوفين درويشن جي ڪوشش سان پکڙيو. بادشاهہ ترار جي زور تي عوام تي حڪومت هلائيندا هئا ۽ صوفي درويش روحانيت وسيلي عوام جي دلين تي حڪومت هلائيندا هئا. عيسوي ڏهين صدي کان وٺي هزارين صوفين ۽ مبلغن برصغير جي گوشن ۾ پرامن طريقہ سان تبليغ جو ڪم ڪيو ؛ نتيجي طور هندن مٿان جيڪو فڪري جمود طاري هو، سو ٽٽي پيو. ضعيف الا عقادي،

اوهام پرستي، ڇوت، ڇات، ذات پات جو امتياز ۽ شرڪ جا ڪارا ڪڪر جيڪي صدين لاءِ ڪر بر صغير تي ڇانيل هئا، تن کان آسمان صاف ٿي: ويو ۽ شرف - انسانيت جو سج طلوع ٿيو. توحيد جي عقيدي ۽ انساني مساوات عام جي مقبوليت ڪري، هندو ڌرم جو بنياد لڏي ويو ۽ منجهن نوان روشن خيال مفڪر پيدا ٿيا. اهڙو بيان موقعي سر ڏبو.

---

# باب ستون

## ارغونن ۽ ترخانين جي ڏيهن ۾ سکر

### شاهہ بيگ ارغون

ارغون چنگيز جي نسل مان هئا، شاهہ بيگ جو پيءُ امير ذوالنون بصري هرات جي پوئين مغل حاڪم سلطان حسين بائقراه جو وزير ۽ سپہ سالار هو ۽ شاهہ بيگ پيءُ طرفان قنڌار ۽ زمين داور مٿان نائب هو. انهن ڏينهن ۾ وچ ايشيا مان محمد خان شيباني جي سرڪردگي هيٺ اوزبڪن جو طوفان اٿيو، جنهن خيوا ۽ خراسان جي تيموري شهزادن جي حڪومتن جو خاتمو ڪري ڇڏيو. چنانچہ ۹۱۳هہ ۱۵۰۷ع ڌاري سلطان حسين ۽ امير ذوالنون اوزبڪن هٿان مارجي ويا. بابر ڪابل تي قبضو ڪيو ۽ شاهہ بيگ کان قنڌار جي گهر ڪيائين. شاهہ بيگ قنڌار بابر جي حوالي ڪري گرمسير، پشين ۽ سيوي تي قبضو ڪري سنڌ ۽ گجرات تي قبضي ڪرڻ لاءِ محڪم ارادو ڪري پنهنجي پاءُ سلطان محمد کي لشڪر ڏيئي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. انهن ڏينهن سنڌ جو حاڪم جام نندو عرف نظام الدين هو، جنهن ٺٽو شهر تعمير ڪرايو هو. سندس سپہ سالار دريا خان عرف قبوليو چانڊڪي پرڳڻي ۾ سلطان محمد کي شڪست ڏيئي قتل ڪيو. ليڪن شاهہ بيگ بزدل ڪونہ هو جو مات ڪري ويهي رهي. ۱۵۰۸ع ۾ نيڪ بخت سمي جام نندو وفات ڪئي. پٺس جام فيروز ٺٽي جي گاديءَ تي ويٺو، جو جوانيءَ جي نشي ۾ سرشار هو

پر حڪومت هلائڻ جي منجهس لياقت ڪانه هئي ۽ ٻي طرف دشمن قوي هو ۽ سنڌ جي دولت کي لٽڻ لاءِ منتظر هو.

## سقوط بکر

بکر سنڌ جي سري جي لاڙڪاڻي ۽ سيويءَ تائين پاسباني ڪندو هو. جام نندي بکر جي پرڳڻي متان قاضي قاضن جهڙي ڪاريگر ۽ عالم، فاضل کي نائب مقرر ڪيو هو. شاهه بيگ ارغون پنهنجي ٻن جرنيلن فاضل ڪوڪلتاش کي بکر تي ۽ مرزا عيسيٰ ترخان کي سيوهڻ تي چاڙهي مڪو. سيوهڻ ڪوهستان ۽ نئين ڏانهن ويندڙ رستي جي حفاظت ڪندو هو. جام فيروز جي نااهليت سبب قاضي قاضن کي وقت سر فوجي امداد نه ملڻ سبب ڪري هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. مرزا عيسيٰ سيوهڻ تي قبضو ڪيو. مغل لشڪر جتان لنگهيو ڳوٺن کي ڦريندو وتيو. شاهه بيگ ١٥٢٠ع ۾ نئين، تي قبضو ڪيو ۽ شهر ۾ ڦرلٽ ڪرايائين. آخر قاضي قاضن جي چوڻ تي لٽ مار بند ڪيائين. قاضي قاضن جي علميت ۽ فضيلت کي ڏسي هن کي پنهنجو صلاحڪار مقرر ڪيائين. چام فيروز جو حرم کي ڇڏي ڀڄي ويو هو، اچي پيش پيو. شاهه بيگ لکي جبل تائين سنڌ جو اتريون حصو پنهنجي قبضي ۾ رکيو ۽ لکي کان سمنڊ تائين ڏاکڻو حصو چام کي ڏنائين.

## بکر جي قلعي جي تعمير ۽ سرڪش قومن کي شڪست

شاهه بيگ ارغون بکر جي قلعي کي وري نئين سر تعمير ڪرائڻ جو ارادو ڪيو ته، سندس صلاحڪار قاضي قاضن هن کي سمجهائيندي چيو ته بکر ولايت جي سيلابي زمين ڪانڊيرن سان ڀريل آهي، تنهنڪري قلعي تعمير ڪرڻ کان اڳ زمين کي ڪنڊن کان صاف ڪيو وڃي.

”قاضي عرض کرد که زمين، اين ولايت سيلابست و خار بسيار، درين زمين مي رويد، بيل خارکني هميشه در دست بايد گرفت.“

درياھہ جي ڪابي پاسي کان مھر ۽ ڏاريجا ٻہ مضبوط سماٽ جنگجو قومون ھيون، جن مان مھر چانڊوڪي پرڳڻي تائين پکڙيل ھئا. انھن قومن جا اڳڪل ڏاريجن ۽ مھرن جا سردار مير فاضل ڪوڪلتاش جي اچي پيش پيا، بغاوت ڪرڻ کان پوءِ بکر ۽ سکر جي ماڻھن منجھان خوف رھندو ھو. درپيلو بہ بکر ولايت اندر ھو، اتي جا رھاڪو سميجا ۽ سھتہ بہ سرڪشي ڪرڻ ۾ ويرم ڪونہ ڪندا ھئا، درياھہ جي ساڄي کان سماٽ قومون ٻگھيو، ٽيپا، جوٽيجا، ڏاھري، دَل، راھوجا، سانڊ، ڪيھر، ڪيريا، لاکيار، ڪوريجا، سومرا، پريا، ابڙا، ڪلھوڙا راڄن وارا ھئا ۽ وڏا زميندار ھئا، جو کي ھرٽي، منھہ نالي شھر اسير ابڙي جا اڏيل ھئا. ڪوٽڙي جو ڳوٺ شاھہ علي ابڙي ٻڌايو ھو، انھن پنھنجا واھہ کوٽايا ھئا. ڪيھر، سانگي ۽ ماڇي بہ ھئا، مٿيون قومون گھٽو ڪري (ڪلھوڙن کان سواءِ) سميجا قوم جون شاخون ھيون جن ۾ آنڙ، ڪيھر ۽ جوھيا بہ شامل ۽ بغاوتون ڪرڻ سندن جبلت ھئي، سکر کان مديجي تائين پرڳڻو بلوچن جو ھو، جن ۾ جتوئي، بليدي، لولي، شرن پنھنجي جاگيرن ۾ ننڍا قلعا تعمير ڪرايا ھئا، ھر قوم مٿان سردار ھو، چانڊڪي پرڳڻي ۾ مگسي، چانڊيا ٻروچ رھندا ھئا، مٿيون قومون سمائن جا ھار ٻچا بہ وڪڻي کان ڪين مڙنديون ھيون. ڏارين حاڪمن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ٻروچ ۽ سماٽ پاڻ ۾ ٻت ٿي مقابلو ڪندا ھئا (١). مير فاضل ڪوڪلتاش برجستو ۽ تجربيڪار جرنيل ھو، ھن سماٽ قومن مان ڏاريجن ۽ مھرن کي پنھنجو ڪري، ھڪ رات ٻروچن تي حملو ڪري منجھان گھڻن کي قتل ڪري سندن زمينون مھرن جي حوالي ڪيائين. اھڙي طرح

---

(١) ميرڪ يوسف: تاريخ مظھر شاھجھاني ص ٨-١٨، ڪراچي ١٩٦٢ع.

شاهہ بيگ ڪانڌيرن وارن زمين کـي صـاف ڪري قلعي جي تعمير ڏانهن رجوع ٿيو. هن ساداتن کي روهڙيءَ ۾ جاگيرون ۽ سندون ڏيئي اروڙ جي قلعي ۽ جاين سان پڪيون سرون کڻرائي قلعي کي نئين سر تعمير ڪرائـڻ لڳـو، ۲۵ فـوٽ اونچي ٽڪريءَ مٿان ٻٽي ديوارن سان قلعو تعمير ڪرايو ويو، جن جي اونچائي ۳۰ کان ۳۵ فوٽن تائين هئي، مٿس ڪنگرا تعمير ڪرايا ويا ۽ قلعي کي ٻہ دروازا هئا: هڪڙو ڏکڻ طرف ٻيو آتـر طرف، اوڀـر ۽ ڏکڻ ڪنڊ تـي هڪڙو برج تعمير ڪرايو ويـو، جنهن تـان مجرمن کي هيٺ ڪيرايـو ويندو هو، ان کي "خوني برج" چوندا هئا (۱). شاهہ بيگ قلعو مير فاضل ڪوڪاتاش جي حوالي ڪري گجرات فتـح ڪرڻ جـي ارادي سان اگهاماٽي پهتو، ۹۲۸ هہ-۱۵۲۱ع ۾ وفـات ڪيائين، پٽس ميرزا شاهـہ حسن نصرپـور ۾ پنهنجيءَ تاجپوشيءَ جو اعلان ڪيو.

## شاهہ حسن جو ٺٽي تي قبضو

ڄام فيروز ظاهري ميرزا شاهہ حسن جي دوستيءَ جو دم ڀريندو هو ۽ اندروني جنگ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو. سمن ڄامن جي گجرات جي مظفر ۾ سلاطين سان مائٽي هئي، جتان پنجاهہ هزار لشڪر وٺي آيو، چاچڪان جي جنگ ۾ ڄام فيروز شڪست کائي گجرات ڏانهن ڀڄي ويـو، سمن جـي صاحبي سنڌ ۾ ختم ٿي.

## ملتان تي ڪاهہ

۹۳۲ هہ-۱۵۲۵ع ۾ شاهہ حسن ملتان فتح ڪري قرلت ڪري بابر جو خطبو پڙهيو، جنهن ۱۵۲۶ع ۾ دهلي ۽ آگرهہ فتح ڪيا. ۹۳۷ هہ-۱۵۳۰ع ۾ بابر وفات ڪئي پٽس همايون

(۲) ايڇ-ڪزنس: سنڌ جا آثار قديمہ بيان بکر ص ۱۴۲.

دهلي جي تخت تي ويٺو، ساڳئي سال مير فاضل ڪوڪلتاش وفات ڪئي، ميرزا شاهه حسن پنهنجي سلطان محمود کي بکر ستان نائب مقرر ڪيو.

## همايون جو شڪست کائي روهڙي پهچڻ

١٥٣٦ع ۾ همايون چوسا ۽ قنوج جي ٻن جنگين ۾ شير خان سوريءَ کان شڪستون کائي لاهور پهتو ۽ هتي ڀائرن جي نااتفاقي ۽ شير خان جو هيئنر شاهه سڏائڻ لڳو، تنهن جي خوف کان ڀڄي ١٥٤١ع ۾ سخت مشڪلات کان پوءِ روهڙيءَ پهتو ۽ آتي جامع مسجد ۾ پنهنجي نالي جو خطبو پڙهايائين:

تا همايون نام اور اسکه بردل نقش کرد
مهر از مهرش دهان-سکه بـرزر ميکند
منبري کز خطبه القاب او زيست گرفت
مشتري گوهر نشاري فرق-منبر ميکند

بکر ۽ سکر جي نواب سلطان محمود ڪوڪلتاش، همايون جي ارادن کي معلوم ڪري روهڙي شهر جي هڪ وڏي حصي کي ويران ڪرائي ڇڏيو، ازنسواءِ درياءَ تي ميربحرن جون جيڪي به ٻيڙيون هيون تن تي قبضو ڪيائين. سندس مقصد هو ته روهڙيءَ ۾ ڏڪار پئجي وڃي ۽ معزول شهنشاهه هتان ڀڄي وڃي، معزول شهنشاهه جي حالت زار هئي، ميرزا شاهه حسن به شهنشاهه کي مدد ڏيئي نه پي سگهيو، ڇو ته، شير شاهه، اخلاص خان کي لشڪر ڏيئي همايون کي گرفتار ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو هو، ميرزا شاهه حسن ٻٽي چال چلي رهيو هو، هڪ طرف همايون جي نگراني ڪري رهيو هو ته ٻي پاسي وٽس تحفا موڪليندو رهيو ۽ شاهي پاسداري جو ثبوت ڏيڻ لڳو، ميرزا همايون کي لاڙ ۾ چاچڪان جو زرخيز پرڳڻو ڏيڻو ڪيو ۽ پنهنجيءَ سڪيلڌي

ڏيءَ ماه چوچڪ بيگم جو بہ معزول شهنشاهہ کي دلاسو ڏنائين تہ اچي شادي ڪر.

## بکر جي قلعي تي همايون جي ڪاهہ ڪرڻ

بکر جي قلعي کي ٻٽي ديوار ڏنل هئي، سلطان محمود ٽين ديوار ڏياري قلعي تي ستر برج تعمير ڪرائي، ست دروازا هٽايا، اڳ فقط ٻہ دروازا سکر ۽ روهڙي طرف هئا، قلعي اندر نظر گاه ۽ گذرگاه نالي ٻہ باغ هئا، جن جي وٽڪار ڪري هي قلعو غنچو بنجي ويو. اڳ قلعي جون ديوارون ٣٠ ۽ ٣٥ فوٽ بلند هيون، ٽين ديوار ٤٠ فوٽ بلند هئي، همايون، سلطان محمود کي قلعي حوالي ڪرڻ لاءِ چوايو پر هن انڪار ڪندي چيو تہ ميرزا شاهہ حسن جي حڪم کان سواءِ ڏيئي نٿو سگهان. همايون جي گجرات تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ مرضي هئي، پر اميرن جي مرضي هئي تہ بيگمات کي ڪنهن محفوظ هنڌ تي ويهاري پوءِ ڪاهہ ڪجي. ميرزا شاهہ حسن کي همايون جي ارادي جي خبر هئي، هن ميرزا عيسيٰ ترخان، ميرزا جاني، پائينده محمد قريشي، دولت خان ۽ مير جملہ ترخان کي لشڪر ڏيئي، سلطان محمود جي مدد لاءِ روانا ڪيا هئا. همايون بي يار مددگار هو ۽ بکر جهڙي مضبوط قلعي تي قبضو ڪرڻ هن لاءِ محال هو. معزول شهنشاهہ بکر جي لڳ ٻہرلو جي ”چار باغ“ ۾ ڇانوڻي هڻي ويٺو، جنهن ۾ صوفن، انارن، انجيرن، انبن ۽ ڪجين جا وڻ هئا، گلاب ۽ چمبيلي جي مهڪ ڪري باغن جي زمين زعفران زار هئي. شهنشاه کان آگري جا شاهي باغ وسري ويا. ميرزا هندال ٻہرلو کان ٥ ميلن جي پنڌ تي ٻٽ ڳوٺ ۾ منزل انداز هو. يادگار ميرزا تہ ٻہرلو جي ڪتبخاني ۾ رهڻ لڳو، جو

انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي مشهور ڪتبخانن مان هو. چار باغ واري چانوٽي ١٨ هزار چورس فوٽن جي ايراضي ۾ هئي (١).

## سکر تي شيرگڙه نالو پيو

بکر جي ڪليدي قلعي تي قبضي ڪرڻ کان نااميد ٿي ١٥٤١ع همايون سيوهڻ جي قلعي تي قبضي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو، واٽ تي پاٽ ڳوٺ ۾ هن حميده بيگم سان شادي ڪئي، جا خواجه احمد جام زنده فيل جي اولاد مان هئي. حميده بيگم جو پيءُ ميرزا بابا د وست محمد عرف مولانا شيخ علي اڪبر جامي، جو ميرزا هندال جو اتاليق هو، علمي فضيلت ڪري "فضيلت ماب" جي لقب سان سڏبو هو. ميرزا شاه حسن سيوهڻ جي آسپاس جا باغ ويران ڪرائي سيوهڻ جي قلعيدار مرزا عليڪ کي توبون ڏياري مڪيون ۽ پاڻ سن ۾ چانوٽي هٽي حالتن جو جائزو وٺڻ لڳو، همايون جي لشڪر کي ڏڪار اهڙو تنگ ڪيو جو جوئر جو في سير هڪ اشرفي قيمت تي ملڻ مشڪل هو.

"در آردوے بادشاه قحطے عظيم چنان افتاد که يک سير غلہ جواري گاہے بيک اشرفي پيدا نمے شود."

همايون ڏهه هزار پنهنجو لشڪر مفت مارائي واپس مشڪل سان ٻيرلو پهتو، سنڌس ڪيترائي امير ميرزا شاهه حسن جي پيش پيا. سلطان محمود وٽس ٣ سو ان سان پريل گڏهه

(١) محمد هادي ڪامور: تذڪرهٔ سلاطين چغتہ قلمي ١١٧٧هه رائل ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال لائبريري. جوهر آفتابچي پنهنجي تاريخ الواقعات ۾ ٻيرلو کي ڀيهرالو ڄاڻايو آهي. ٻيرلو جي ڪتبخاني متعلق منهنجو اردو مضمون ڪراچي جي رسالي رياض ۾ شايع ٿيو، جنهن جو سنڌي ترجمو روزانه عبرت حيدرآباد ۾ ١٩٦١ع ۾ شايع ٿيو.

مڪا تڏهن همايون جي سپاهين ۾ ساهه پيو، تن سالن تائين برابر همايون سنڌ ۾ قسمت آزمائيندو رهيو، ڪڏهن جوڌپور تائين قسمت آزمائيندو رهيو، ڪڏهن عمرڪوٽ ۾ راڻي وير سال وٽ رهيو. هتي ۱۵۴۲ع ۾ ڪيس اڪبر پٽ ڄائو، ۱۵۴۳ع ۾ مرزا بيرم خان خانان اچي ساڻس گڏيو، آخر هڪ لک روپيا نقد ۽ ۲ سو اٺ ميرزا شاهه حسن کان وٺي ايران ڏانهن هليو ويو، همايون کي سنڌ ۾ چڪر کائيندو ڏسي، شير شاهه پنهنجي سپه سالار حبيب خان کي ۱۵۴۳-۴۴ع ۾ بکر تي چاڙهي مڪو، جنهن بکر تي قبضو ڪري مٿس ”شير ڳڙهه“ نالو رکيو ۽ هتي جي ضرب خانہ مان يادگار طور ڪي سڪا ضرب ڪرايائين، سکر تي شير ڳڙهه نالو فقط اوترا ڏينهن قائم رهيو، جيترا ڏينهن حبيب خان موجود هو، همايون چونڪ ايران ڏانهن نڪري ويو، تنهنڪري حبيب خان موٽي ويو، بکر جي قلعي مان ۾ سڪا هٿ لڳا هئا، جن تي شير ڳڙهه نالو لکيل هو (۱).

## ساڌ ٻيلي ٻيٽ تي پهرين عمارت

همايون جي ڀاءُ ميرزا ڪامران ڪابل ۽ قنڌار تي قبضو ڪيو، هن قنڌار تي ميرزا عسڪري کي نائب مقرر ڪيو هو. همايون شير شاهه کان شڪست کائي جڏهن لاهور پهتو هو، تہ ڪامران ڀاءُ کي قيد ڪري شير شاهه جي حوالي ڪرڻ لاءِ مخفي طور شير شاهه سان ڳالهيون ڪري رهيو هو ۽ اُن جي عيوض شير شاهه کان پنجاب لاءِ مطالبو ڪري رهيو هو. انهي سببان همايون سنڌ ڏانهن ڀڄي آيو هو، ايران ڏانهن

---

(۱) The Sindhian World, BI-Monthly Feb: 1940 Karachi, The tri Islands in the Indus, P. 138.

ساڌ ٻيلي جي نالي ۽ ڪامران جي بيان لاءِ ڏسو مقالات الشعراء ص ٦٦٦ سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي ۱۹۵۷ع.

ويندي ميرزا عسڪري بلوچن جي معرفت همايون کي گرفتار ڪرائڻ جو ارادو ڪيو هو پر همايون بچي نڪري ويو. ميرزا ڪامران ميرزا شاهه حسن جي ڌيءَ ماه چوچڪ بيگم سان شادي ڪئي هئي. ١٥٤٦ع همايون ڪابل ۽ قنڌار تي ايران کان موٽندي قبضو ڪيو، ڪامران پنهنجي سهري کان لشڪر وٺي ١٥٥٣ع تائين هٿ پير هڻڻ لڳو ۽ همايون کي تنگ ڪرڻ لڳو، آخر قيد ٿي ويو ۽ همايون هن کي انڌو ڪرايو، ڪامران حرم سوڍو سکر پهتو. ميرزا شاهه حسن پنهنجي نانيءَ لاءِ بکر جي اولهندي واري ٽڪري "ساڌ بيلي" جنهن ۾ ڪجيءَ جي وڻن جا جهڳٽا هئا، هڪ گنبذ سان محلات جوڙايو هو. اهو گنبذ نما محلات مير معصوم بکري جي ڏينهن تائين موجود هو، جيئن تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ ذڪر آهي:

"در مغرب رويه قلع بهکر، کوهي سطح درميان دريا افتاده، و در آنجا چند درخت خرما و يک گنبذي واقع است"

ميرزا شاهه حسن آخري عمر ۾ اڌ رنگ بيماريءَ جي شڪايت هئڻ ڪري هلڻ کان لاچار هو، تنهن ڪري لاڙ کان سري تائين مهراڻ تي ٻيڙيءَ وسيلي مسافري ڪندو هو ۽ ساڌ ٻيلي ۾ ڌيءَ کي ڏسڻ ايندو هو، پر پوءِ ڪامران حرم ۽ عسڪري سميت مڪه ڏانهن هليو ويو، جتي چار ورهيه رهي ٩٦٤هه-١٥٥٧ع ۾ وفات ڪيائين (١). ساڌ ٻيلي ۾ ٻهرين عمارت جو ڏس ارغونن جي ڏينهن ۾ ملي ٿو. سال ٩٦٧هه-١٥٦٠ع ۾ ميرزا شاهه حسن وفات ڪئي، سندس بيوه زال سان مرزا عيسيٰ خان ترخان شادي ڪئي. ميرزا حسن کي نرينو اولاد ڪونه هو، تنهنڪري اميرن گڏجي مرزا عيسيٰ کي ٺٽي جي گاديءَ تي ويهاريو، سري ۾ سلطان محمود ڪوڪلتاش پنهنجي

---

(١) ابوالفضل: اڪبر نامه ص ٣٣٠.

خود مختياريءَ جو اعلان ڪيو. سنڌ بن حصن ۾ ورهائجي ويئي ڏاکڻو حصو سمنڊ کان سيوهڻ تائين مرزا عيسيٰ جي قبضي هيٺ رهيو، ڏنو تختگاهه هو، اتر ۾ سلطان محمود جي حڪومت هئي، جنهن جو تختگاهه بکر هو.

## سلطان محمود ڪوڪلتاش

سلطان محمود بن مير فاضل بن خواجه عادل بن خواجه احمد اصفهان ۾ رهندو هو، امير تيمور جڏهن اصفهان فتح ڪيو هو، ان وقت خواجه احمد صغير هو، سندس ڏاڏي امير حسن هن جي پرورش ڪئي، جواني کي پهچڻ کان پوءِ خواجه احمد، تيموري خاندان سان وابسته ٿي ويو، بکر فتح ڪرڻ وقت سلطان محمود جي عمر ١٢ سال هئي، جڏهن هن پنهنجي پيءُ مير فاضل سان گڏجي بکر فتح ڪيو هو، هن جي فوجي قابليت کي ڏسي شاهه بيگ ارغون مٿس مهربان ٿيو ۽ پيءُ جي مئي کان پوءِ بکر مٿان نائب ٿيو، ميرزا شاهه حسن جيسين جيئرو رهيو، تيستائين ساڻس فرمانبردار رهيو، شاهه حسن گجرات تي ڪاهڻ وقت سلطان محمود کي پاڻ سان وٺي ويو هو (١). سلطان محمود جي قابليتن کي ڏسي ميرزا شاهه حسن هن کي بکر جي نائبي ڏني هئي، شاهه طهما سپ صفوي جنهن ١٥٤٧ع ۾ همايون کي مدد ڏني هئي، تنهن سلطان محمود ڏانهن جهنڊو، نقارو، خلعته روانا ڪيا. ٩٧٩هه ڌاري شاهه طهما سپ ٻيو دفعو سلطان محمود ڏانهن تحفا مڪا ۽ "خان جو خطاب" ڏنائين،

---

(١) گجرات جي مظفريه سلطان محمود شاه ثاني هڪ لک روپيا ميرزا شاهه حسن ۽ ٽيهه هزار سلطان محمود کي ڏيئي کانئن جند ڇڏائي هئي، علامه عمر بن محمد دائود پوٽه: تاريخ معصومي، ص ١٦٣.

ٽيون دفعو ڪيس ”خان خانان“ جو خطاب ڏنائين، همايون
کان پوءِ اڪبر اعظم آچ تائين پرڳڻا سندس حوالي ڪيا.

## مرزا عيسيٰ خان جي بکر تي ڪاهه

مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود ٻئي تجربيڪار جنرل هئا.
ميرزا عيسيٰ سڄي سنڌ تي قبضي ڪرڻ ۽ بکر تي ڪاهه
ڪرڻ لاءِ ڏسن ۽ ڏيو جي پورچوگيزن کان مدد گهري.
جيسين پورچوگيز پهچن، تنهن کان اڳ ميرزا عيسيٰ لشڪر
وٺي بکر تي ڪاهي آيو. پٺيان پورچوگيز پيڊرو پارليٽوروليز
جي سرڪردگيءَ هيٺ لاهري بندر پهتا. ٺٽي کي لاوارث ڏسي
شهر کي ڦريو، اٺ هزار شهرين کي بيگناهه قتل ڪري شهر
کي باهه ڏني انڪل ويهن لکن پائونڊن جي ملڪيت لٽي
سونو ويا. (۱) مرزا عيسيٰ جي پٽ، محمد صالح کي ماري وڌو،
ويتر ٺٽي جي تباهي جو احوال ٻڌي مرزا عيسيٰ ٺٽي ڏانهن
موٽي ويو ۽ شهر کي ٻيهر تيار ڪرايائين. هن ۱۸ ورهيه
حڪومت ڪئي ۽ ۹۸۰ هه ۾ وفات ڪئي. پٺس مرزا محمد باقي
ٺٽي جي گاديءَ تي ويٺو. هو وڏو ظالم هو. پنهنجي ماٽيلي
ماءُ ماهه بيگم کي بکون ڏيئي ماريائين. پنهنجي ننڍي ڀاءُ
جان بابا کي قتل ڪرايائين ڪيترن ارغونن ۽ ترخانين کي
مارائي ڇڏيائين. سندس خلاف شڪايتون اڪبري دربار
تائين پهتيون.

---

(۱) ايم-آر هئيگ: انڊس ڊيلٽا ڪنٽري، ٺٽي جي تباهي
۱۵۵۵ع - پيڊرو باريٽو رولين مڪليءَ وارن مقبرن مان
ڪاشيءَ جون سرون به ڪٽي ويو جيڪي گوئا جي ديولن
کي لڳل آهن.

## سلطان محمود جي ڌيءَ سان اڪبر شادي ڪئي

اڪبري اقبال اوج تي پهتل هو، هندستان جا راجائون ۽ نواب اڪبري اقبال جي ساية هيٺ اچي چڪا هئا، سلطان محمود هينئر پوڙهو هو. ڪيس هڪڙي نياڻي اولاد هو، جنهن جي شاديءَ ڪاڻ هن اڪبري دربار کي درخواست ڪئي هئي، جا شهنشاه اڪبر منظور ڪري، حرم ۾ قبول ڪري ۹۸۰ هه ڌاري اعتماد خان کي بکر ڏانهن روانو ڪيو ۽ چار هاٿي ۽ سوني سنج سان گهوڙو ۽ جڙائدار ترار سلطان محمود ڏانهن تحفا روانا ڪيا. شهنشاه جي غير حاضري ۾ سلطان محمود جي ڌيءَ سان شرعي طريقي سان شادي ۽ نڪاح خواني جي رسم ادا ڪئي ويئي. اعتماد خان ڪنوار کي اجمير ڏانهن وٺي روانو ٿيو، جتي شهنشاهه منزل انداز هو.

## سلطان محمود جي وفات

ناهيد بيگم، ماهم بيگم جي پهرين مڙس مان ڌيءَ هئي. جڏهن شعور کي پهتي تڏهن اڪبري دربار جي امير محب علي سان سندس شادي ڪئي ويئي. ناهيد بيگم پنهنجي ماءُ جي ڏکن جي خبر ٻڌي سلطان محمود کان مدد گهري هئي. محمود شرط پيش ڪيو ته جيڪڏهن هوءَ دربار اڪبري کان هن لاءِ بکر جي حڪومت جو دائمي پروانو حاصل ڪري ڏيندي ته هو مرزا باقيءَ کان انتقام وٺندو. ناهيد پروانو هٿ ڪري، پنهنجي مڙس محب علي ۽ مجاهد خان کي ساڻ ڪري آباوڙه پهتي ته سلطان محمود ٺٽي تي حملي ڪرڻ جو خيال دل تان لاهي ڇڏيو ۽ انڪار ڪيائين، جنهن تي ٻنهي اميرن بکر جي قلعي کي گهيرو ڪيو. سلطان محمود اڪبر کي دانهن ڏني، جنهن گيسو خان کي بکر ملتان نائب ڪري مڪو ۽ هن جي پهچڻ کان اڳ ۹۸۲ هه ۾ سلطان محمود وفات ڪئي ۽ مير معصوم جي مناري جي سامهون واري ٽڪريءَ تي دفنايو ويو.

”ظن قوي ست کہ قبرش بر کوهچہ در سکهر نو برطرف شمال مناره مير محمد معصوم بهکري ست العالم عند الله“. (١)

قبر پڪين سرن سان جڙيل هڪ چبوتري تي آهي. تقسيم بر صغير کان اڳ هندن انهيءَ ٽڪريءَ جي پير ۾ جايون جوڙايون ۽ چبوتري کي ڍاهڻ لاءِ هڪڙيءَ ڪنڊ جون سرون ڪڍيائون تہ ڪي لاش ڪفن ۾ ويڙهيل صحيح سالم سٽل نظر آيا. مسلمانن انگريز ڪليڪٽر کي پڪار ڪئي، جنهن چبوتري کي ڍاهڻ کان منع ڪئي. چبوتري جي پير ۾ هڪ ننڍڙي مسجد آهي، جنهن جي مهاجرن تعمير ڪرائي آهي. اڄ مسجد جي حالت زبون هئي. سلطان محمود ٨٤ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سال وفات ”در بهشت آسود“ مان ٩٨٢ هہ نڪري ٿو. هو بهادر، سخي، علم پرور ۽ نيڪ دل هو. روزانو قرآن شريف جي تلاوت ڪندو هو. ڪڏهن موج ۾ ايندو هو تہ پيرن ۾ لوهي زنجير ٻڌي قلعي جي ديوار تان درياه ۾ ٽپو ڏيندو هو ۽ صحيح سلامت تري ٻاهر نڪرندو هو.

## بخشو لنگاه کي شڪست

شاهہ حسن ارغون ملتان ۽ اُچ کي ڦري ويران ڪري ٺٽي موٽي آيو. تنهن کان ٽي مهينا پوءِ ١٥٤٣ع ۾ بخشو خان لنگاه، جنهن همايون کي روهڙي پهچڻ ۾ مدد ڏني هئي، پنجاه ٻيڙين تي لنگاه، بروچن ۽ ناهرن جو لشڪر چاڙهي، رات جي وقت بکر جي قلعي جي هڪ دروازي کي باهہ ڏياريائين. قلعي ۾ لشڪر هو ٿورو پر حملہ آورن کي قلعي جي برجن تان باهہ وسائڻ ڪري، شڪست کائي پٺتي موٽڻو پيو. ٽي ڏينهن سانده بخشو قلعي فتح ڪرڻ جي انتظار ڪندي روهڙي ۾ گذاريا پوءِ نا اُميد ٿي ملتان ڏانهن موٽندي واٽ تي ڳوٺ ڦريندو

(١) خان بهادر خدا داد خان: لب - تاريخ ص ١٥.

ويو.(١) سلطان محمود ڪوڪلتاش جيسين جيئرو رهيو بکر جي قلعي جي بهادريءَ سان حفاظت ڪندو رهيو.

## ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ سکر جي حالت

شاهه بيگ ارغون پٺس شاهه حسن سياڻپ سان حڪومت ڪئي، شاهه بيگ فن تفسير ۽ فقه جو ماهر هو. شاهه حسن شعرو شاعري سان دلچسپي رکندو هو. سندس تخلص "سپاهي" هو. پر ارغونن سنڌين سان اهڙي هلت ڪئي جيئن گاٺ حملي آورن مغلوب اٽالين سان ڪئي هئي. دولتمند ڳوٺن ۽ شهرن کي ڦريائون ۽ زرخيز زمينون پاڻ ۾ ورهائي ڪيائون، سندن ظلمن کان تنگ ٿي گهڻني سنڌي علمائن وطن مالوف سنڌ کي خير باد چئي گجرات، دکن ۽ حرمين شريفين ۾ سڪونت اختيار ڪئي، مغلن جون ڳوٺن ۽ شهرن ۾ حويليون قائم ٿيون، سکر پراڻي ۾ به مغلن جي حويلي قائم ٿي، جن مان شاهه خيرالدين رحه شادي ڪئي هئي، ٩٨٢ هه ۾ سنڌ جي سري وارو حصو اڪبراعظم جي قبضي هيٺ اچي ويو. مرزا شاهه حسن سنڌ کي ڇهن سرڪارن ۾ ورهايو هو: (١) بکر، (٢) سيوهڻ، (٣) نصرپور، (٤) ٺٽو، (٥) چاچڪان، (٦) چڪر هالو (هالڪنڊي) ۽ جوڻ (٢) بکر سرڪار جون حدون پهريان اوباوڙي پوءِ آچ تائين هيون، ليڪن اڪبر جي مرضي سڄي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ هئي. بکر سرڪار جي مقابلي ۾ ٺٽي جي حالت زار هئي، پهريان ١٥٥٥ع ۾ پورچوگيز ڏاڙيلن شهر کي لٽي ساڙي مفت اٺ هزار شهرين کي بيگناهه قتل ڪري ڇڏيائون، تنهن کان پوءِ مرزا عبدالباقي رعيت تي ظلم نازل ڪيا، ايتري قدر جو ٺٽي جا هندو مندرن ۾ ۽ مسلمان مسجدن ۾ هن ظالم جي بربادي لاءِ دعائون گهرڻ لڳا، هن جي ظلمن جا افسانا اڪبري دربار تائين پهتا،

---

(١) قليچ بيگ فريدون بيگ: تاريخ سنڌ ج ٢ ص ٨٧ ڪراچي.
(٢) تاريخ مظهر شاهجهاني، باب اول.

٩٩٣هه مرزا باقي خود ڪشي ڪري پنهنجو انت آندو. اڪبر بادشاه مرزا عبدالرحيم خان خانان کي لاهور کان ٻيڙين تي هاٿي، توبخانو ۽ لشڪر ڏيئي مرزا جاني بيگ ترخان سان جنگ ڪرڻ مڪو. خان خانان سيوهڻ تي قبضو ڪري نصر پور پهتو. جنگ اينگهه ڪئي، مرزا جانيءَ پورچو گيزن کان مدد ورتي. سنڌ جي وچولي ۽ لاڙ حصي ۾ ڏڪار پئجي ويو. ١٠٠١هه ١٥٩٢ع ڌاري خان خانان جنگ کٽي ۽ سڄي سنڌ تي اڪبر جو قبضو ٿي ويو. ٺٽي، ملتان بکر وانگي دهلي دربار پاران نواب مقرر ٿي اچڻ لڳا.

**واپار**

سکر ۽ ملتان سرحدي شهر هئا، ملتان تي لنگاه سلاطين جي خود مختيار حڪومت جو ١٥٢٥ع ۾ خاتمو ٿيو پر ٻئي شهر گهوڙن جي واپارن ڪري تجارتي مارڪيٽ هئا، هن دور ۾ گهوڙن جي مالوه، گجرات ۽ دکن ۾ گهٽي گهرج هئي، دکن ۾ في گهوڙي جي قيمت ٥ سؤ اشرفيون هئي، گهوڙن جي واپار جو ڏس ابن بطوطا، مارڪوپولو ۽ ايران جي سفير عبدالرزاق جي سفرنامن مان ملي ٿو. گجرات مان ايران، بغداد، بصره، يمن، استنبول، حبش ۽ مصر جا واپاري واپار ڪندا هئا ۽ مصطفي آباد ۽ احمد آباد جا قافلا مٿين ولايتن جو مال خشڪيءَ ذريعي ٺٽي پهچائيندا هئا، جتان ٻيڙين وسيلي اهو مال سري جي وڏي شهر سکر پهچندو هو ۽ سکر جو نير، ڪنيات جي بندر کان ٻاهر ويندو هو. جيتل، ٽنڪن سڪن جو تم اڳيئي رواج هو. تيمور جي ڪاهه کان پوءِ تيموري سڪو به رائج ٿي ويو هو. گجرات سان واپار ڪري لاڙي روپيا به چالو هئا، اهو مظفريه سلاطين جو سڪو هو. فيروز شاهي روپيا به چالو هئا، مرزا عيسيٰ "عيسائي" ۽ مرزا جاني بيگ "جاني" سڪو رائج ڪيو هو. ارغونن ۽ ترخانن جو زمانو هو سنڌ کي ڦرڻ، تاهم شيون سستون هيون، مثلاً گلبدن بيگم همايون نامه ۾

ڇاڻايو آهي ته في روپيو چار ٻڪريون وڪامنديون هيون، همايون جي روهڙي اچڻ، بکر ۽ سيوهڻ جي قلعن تي ناڪام ڪاهن ڪرڻ ڪري ۽ عبدالرحيم خان خانان جي ڪاهن ڪري سري، وچولي ۽ لاڙ ۾ هتراد و ڏڪار پيا، هن دور جي روپيه جي قيمت هاڻوڪي روپيه کان ٢٥ حصا وڌيڪ هئي.

## مذهبي حالت ۽ تعليم

مسلمان صوفين جي صحبتن ۾ هندن پهريون دفعو توحيد ۽ انسانيت جي مساوات جو سبق سکيو. اُن زماني ۾ هندن ۾ جيڪي مفڪر پيدا ٿيا، تن جي تعليم ۾ اسين اسلامي توحيد ۽ مساوات جو اثر ڏسون ٿا. مثلاً راماديو، رامانند، ڪبير ڀڳت ۽ بابا نانڪ جا سلوڪ اسلامي تصوف جي عڪاسي ڪن ٿا. جن مندرن ۾ اڳ بتن جي پوڄا ٿيندي هئي، اُتي خدا جي ڀڳتي جو رواج پيو. ڀڳتي طريقي جو باني رامانج هو، جنهن ١٢ صدي ۾ دکن ۾ شنڪر ادويتا جي خلاف وشنو پنٿ جو پرچار ڪيو. رامانج جي پرچار کي رامانند عيسوي ١٤ صدي ۾ اُتر هندستان ۾ زور وٺرايو. سندس پرچار ڪري برهمڻ جو زور ٽٽي پيو، جيڪي مرشد جي حيثيت رکندڙ هئا. رامانند سڀني کي هڪ جهڙو پرچار ڪيو. ايتريقدر جو اهير (پاڻي پريندڙ)، چمار، ڪوري ۽ موچي جن کي هندو نفرت سان ڏڪاريندا هئا، اُهي رامانند جا چيلا بڻجي ويا. هندو عوام جي سهولت لاءِ هن هندي زبان کي ترجيح ڏني، جنهن جو چرچو مسلمان صوفين جي خانقاهن، سماع جي مجلسن کان علاوه شعر و شاعري جو جزو بڻجي ويئي. چنانچه محمد تغلق، امير خسرو طوطي هند، محمد جائسي هن دور جا مسلمان هندي شاعر نظر اچن ٿا. سکر جي پهرين سنڌي شاعر قاضي قاضن يا سيد مهدي جونپوري جا چيلا پاڻ کي "جوڳي" سڏائيندا هئا. ڀڳت ڪبير به رامانند جو چيلو هو. وشنو جا پوڄاري ماس ۽ مڇي ڪونه واپرائيندا هئا. وشنو پنٿ جي هڪ

شاخ ولڀ اچاري دکن ۾ شروع ڪئي، جو ۱۴۷۹ع ۾ تيلوگو پرڳڻي ۾ ڄائو هو، ولڀ سوامي جنهن متراؔ، بندرابن ۽ ڪاشي تائين پنهنجي فلسفي جو پرچار ڪيو هو، جنهن جي تعليم ذات پاڪ جي زنجيرن کي ٽوڙي هڪ نئين فضا پيدا ڪئي، هن خداوند تعاليٰ جي توحيد کي مڪتي ڏيڪاريندي چيو ته سري ڪرشن جي گيتا ۾ خدا جي وحدانيت جي تعليم ڏنل آهي ۽ سندس بانسري جو آواز خداوند تعاليٰ جي ٻانهپ ڪرڻ ۽ تواضع جو سبق سيکاري ٿي. مخلوق خدا جي محبت سان خدمت ڪرڻ ۽ ڪمزورن ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ بهترين عبادت آهي. خدا جي ڪٽنب ۾ برهمڻ توڙي چنڊال سڀ هڪ مرتبي جا ٻاتي آهن. فرقه پرستي ۽ ڇوت ڇات انسانيت جي دامن تي داغ آهن، نامديو، ڪبير ۽ گرونانڪ جي وائين، سلوڪن ۾ اسلامي توحيد جو اثر صاف نمايان آهي، هندن ۽ مسلمانن جو اپائٽهار هڪڙو آهي ۽ بت پرستي جي خلاف آهن، هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ جيڪا خليج حائل هئي تنهن کي مٽائڻ لاءِ ڪبير، ڀڳت ۽ گرونانڪ ڪوشش ڪئي، جيئن هندوستان جون قومون مت ڀيد وساري خدا جا ٻانها ۽ هڪ قوم ٿي رهن، چيتيانا بنگال ۾ سري ڪرشن جي پريم ڀڳتي جو پرچار ڪيو، اسلام برصغير ۾ انقلاب آندو، انساني خدمت، مساوات، محبت ۽ امن امان جو بيپناه سمنڊ بنگال ۽ دکن کان وٺي ڪشمير ۽ سنڌ تائين ڇوليون هڻڻ لڳو (۱). غرض وحدت الوجود جي فلسفي همه گير شڪل اختيار ڪئي.

## مهدوي تحريڪ

هجري ڏهين صدي ۾ گنگا ۽ جمنا جي دوآبه ۾ الله آباد جي ويجهو جونپور جي حڪومت شرقيه ۷۹۶هه کان ۹۰۵هه

(۱) Ishwari Prasad: A short History of Muslim Rule in India, P P. 229-255.

تائين قائم رهي، انهيءَ دور ۾ علوم ۽ فنون جي لحاظ سان اسلامي دنيا ۾ جونپور مشرق جو ستارو بڻجي ويو، شهر ۱۲ ڪوهن ۽ ٩٦ محلن ۾ ورهايل هو، سوين مدرسا ۽ مسجدون تعمير ٿي ويون ۽ دنيا جا فقرا ۽ عالم هن شهر ۾ ڇڪجي آيا، جن لاءِ شاهانِ شرقيہ وظيفا ۽ جاگيرون مقرر ڪيون، ٨٤٧ هه — ١٤٤٣ع ۾ جونپور ۾ سيد محمد تولد ٿيو جو تاريخن ۾ ”مهدي جونپوري“ چاڻايل آهي، سندس والد جو نالو سيد عبدالله ۽ والده جو نالو بي بي آمنہ خاتون هو، سيد محمد جو نسب ١٢ پيڙهي ۾ وڃي امام موسيٰ ڪاظم سان گڏجي ٿو، چاليهن سالن جي عمر ۾ ٨٨٧ هه ڌاري جونپور کان نڪري دعوتِ حق ڏيڻ جي ارادي سان دانا پور، ڪالپي، چنديري، چاپانير (گجرات)، مانڊو، خانديش، برهانپور، دولت آباد، احمد نگر، بيدر ۽ دکن جي بندر ڏابول کان مڪي پهچي مهدويت جي دعويٰ ڪئي، علم ظاهري ۽ باطني ۾ ڪامل دستگاه رکندڙ هو، مڪي کان موٽي مهدي موعود جي دعويٰ هند، سنڌ ۽ خراسان جي علمائن ۽ حاڪمن ڏانهن مڪائين، احمد آباد کان ناگور، جيسلمير کان ٩٠٥ هه ڌاري نصرپور، اتان جهوڪ پهتا، جنهن تي ميرانپور نالو پيو ڇو تہ سيد محمد کي سنڌ ۾ سيد ميران سائين سڏيندا هئا. ڄام نندہ جي ڏينهن ۾ ٺٽي پهتا، اتان

---

نوٽ: اڪثر ارباب علم هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ سيد محمد جونپوري رح وڏو عالم ۽ غيور مسلمان هو، زهد ۽ رياضت ڪري سندس مقام بلند هو، جتي بہ پهچندو هو پنهنجي صحبت ڪري خاص قسم جي ديني فضا پيدا ڪندو هو، تحفتہ الڪرام هن کي سيد الاولياء جي لقب سان لکيو آهي. هن بزرگ اسلام کي نئين شان سان جلوہ گر ڪيو، تاريخ ڪلهوڙا، ص ١٣٧ — ١٣٨.

بـراه مکران قندار ۽ اتـان فـره پهتا جتي ۹۱۰ هه ۾ وفـات کيائون ۽ سندن مقبره به فره ۾ آهي (۱)• مهدوي تحريک هندوستان ۽ پاکستان جـي تهذيب، تمدن ۽ تاريـخ تـي گهرو اثر وڌو•

”هجري ۹ (نائين صدي جو زمانو برکوچک ۾ بدامني ۽ طوائف الملوکي جو زور هو، حکومتون ڪڙيون ٿينديون ۽ بگڙجنديون رهيون، ڪابہ مرکزي حکومت کونہ هئي، جـو احکام شـرع جي اجـراء ۽ قيام لاءِ ذميدار هجي• علماء حقاني ٿورا هئا، باقي دنيادار علماء گهڻائي هئا، دنيا طلبي، مکر جي گرم بازاري هئي، اهـڙي عالم آشوبي ۾ هر طرف ظلم ۽ مردني ڇانيل هئي، کلمہ حق جي آواز بدران جابرن جـي هيبت ۽ ظالمن جـو دور فضا تي ڇانيل هو“ (۲)•

## مهدويت جو سکر تي اثر

سيد ميران محمد جونپوري کان پـوءِ سندس خليفن مـان عبدالله خان نيازي سـنـڌ ۽ بلوچستان ۾ تبليغ ڪرڻ آيـو، سندس هـٿـن تي گهڻن سکر وارن بيعت کئي ۽ سکر هـن درو يشانہ تحريک جو منبع بڻجي ويو، غرض مهدوي تحريک سنڌ ۾ سکر کان وٺي ٺٽي تائين اثر وڌو• بلوچستان تي وڏو اثر پيو ڇو تہ مکران جا ذکري، مهدوي آهن (۳)• حقيقت ۾ مهدوين جي تاريخ رت سان لکيل آهي•

**مدرسن** ۾ تعليم فارسي ۾ هلندي هئي، مغل پنهنجي ڏاڏي چنگيز وانگي کافر يا مشرک کونہ هئا، پر سفاکي ۽ سنگدلي، بربريت ۽ خون آشامي ڪرڻ ۾ پنهنجن وڏن کان

---

(۱) سيد شمس الدين مصطفائي: مهدوي تحريک کراچي ۱۹۵۵ع•
(۲) مولانا ابوالکلام آزاد: تذکره، کراچي•
(۳) رحيمداد خان مولائي شيدائي: بلوچستان ۾ مهدوي تحريک، پاکستان ذکري انجمن کلري کراچي•

گهٽ ڪونہ هئا، شهرن ۽ ڳوٺن کي ڦـري زرخيز زمينن کي پاڻ ۾ جاگيرن طور ورهائي ڪنيو هـو. ايتري قدر جو هرهڪ مغل سپاهي جاگيردار هو. اهڙي روش ڪري وقت جي وڏي عالم مخدوم بلاول ٽلٽي وارن ارغونن سان جنگ جوٽي هئي. هندن ۽ مسلمانن گـڏجي ارغونن سـان جنگ ڪئي هئي، تعليمي لحاظ ڪري سکر سنڌ ۾ بـرک شهر هـو، بکر ۾ مخدوم نوح جـي مڪتب کـان علاوه خانقاهن ۽ مسجدن ۾ ايران ۽ عراق جا علماء ڪرام تعليم ڏيندا هئا، جن مان ڪي وقت جا امام هئا، جن سان شيخ ابن بطوطا ملاقاتون ڪيون هيون، مڪتبن ۾ فلسفي، منطق، علم نحو جي ڪتاب ڪافيہ جي شرح، عقائد نفسي جي شرح، مطالع منطق جي شرح کان علاوه هدايہ ۽ شرح وقايہ جـي تعليم جـو چرچو هو. شاهہ بيگ ارغـون، شاهہ حسن ارغـون، سلطان محمود ڪوڪلتاش پاڻ علم پرور، سخن سنج ۽ نڪتہ دان هئا، سندن درٻارن ۾ عالمن، فاضلن ۽ شاعرن کي وڏي عـزت هئي، ارغون وچ ايشيا کان آيا تہ پاڻ سان عالمن کي بہ وٺي آيا، جن جي فيض ڪري سري ۾ سکر ۽ لاڙ ۾ نئون باغ و بهار بڻجي ويا، سکر ۾ مڪتبن جي علاوه مختلف علمن ۽ هنرن ترقي ڪئي، سنڌي شاعري بہ هـن شـهـر ۾ پـروان چـڙهـي. سکر جو گـورنـر ۽ بکر جو قلعيدار قاضي قاضن مهدوي فرقي ۾ داخل ٿيو. سندس بيان موقعي سر ڏبو (۱) بهرحال ارغونن جو زمانو سنڌ جي علمي عروج جو زمانو هو. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ مڪتبن ۽ مدرسن جو رواج پيو.

---

(۱) قاضي قاضن جا فقط ڇهہ سنڌي بيت بيان العارفين ۾ ڏنل آهن اهو ڪتاب ميان محمد رضا ولد محمد واسع ۱۶۲۸ع ۾ قلمبند ڪيو. خان بهادر محمد صديق ميمڻ: سنڌ جي ادبي تاريخ ج ۱ ص ۴۹-۵۰ سنڌي ادبي سوسائٽي ۱۹۵۵ع حيدرآباد.

## ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ سکر جا علماءِ ڪرام
## شيخ ابوبڪر جتوئي (مهدوي)

سکر جي علمائن مان شيخ ابوبڪر جتوئي پهريون عالم هو، جنهن سيد محمد مهدوي جونپوري جي هٿ تي بيعت ڪئي. هو جتوئي پروچ ۽ جتوئي پرڳڻي جو رهاڪو هو. جتوئي پرڳڻو بکر سرڪار اندر هو، جنهن جون حدون سکر کان وٺي مديجيءَ تائين هيون، جن ماڻهن مهدوي دعوت قبول ڪئي هئي، سي ”مهديجا“ ڪوٺيا هئا، جنهن ۾ ابڙا ۽ ڪلهوڙا تعداد ۾ وڌيڪ هئا.

## قاضي قاضن

قاضي قاضن بن قاضي ابوسعيد بن زين العابدين اصل سيوهڻ جو رهاڪو هو. هن جي مورث اعليٰ قاضي ابوالخير بکري جو بيان گذريل باب ۾ ڏيئي چڪا آهيون، قاضي صاحب تفسير، حديث جو جيد عالم هو ۽ هر وقت عبادت الاهي ۾ مصروف رهندو هو. قرآن جو حافظ ۽ فن قرائت جو ماهر هو. اصول فقه، تصوف ۽ علم آلات ۾ وافر دخل رکندڙ هو. سلوڪ جي واديءَ ۾ رياضت ڪرڻ کان پوءِ لذت آشنا ٿي چڪو هو. انشاپردازيءَ جي ثبوت لاءِ سندس خط ڏانهن اشارو ڪري چڪا آهيون ته، جڏهن شاهه بيگ جي ارغوني اڙدن ٺٽي ۾ غارتگري شروع ڪئي هئي، تڏهن قاضي صاحب جي خط کي پڙهي اهل ٺٽي کي قيامت صغريٰ کان نجات ملي هئي، قاضي صاحب سيد محمد مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو هو، جنهن تي وقت جي علمائن مٿن اعتراض ڪيا هئا، جن کي قاضي صاحب پنهنجن بيتن ۾ جواب ڏنا هئا ۽ اهي بيت سنڌي شاعريءَ جا اوائلي جواهر پارا آهن، قاضي صاحب کي شاهه بيگ ارغون پنهنجو خاص مشير مقرر ڪيو هو ۽ شاهه بيگ جي انتقال کان پوءِ مرزا شاهه حسن کيس بکر مٿان قاضي مقرر ڪيو هو ۽ ان عهدي کي نهايت احتياط سان نڀايو هئائين، ڪيترائي دفعا

حج ڪيائون، مدينہ طيبہ واري ايام ۾ شيخ عبداللّٰه متقي بن مولانا سعد دربيلوي جي صحبت ۾ رهيا هئا، ۹۵۸ھ ۾ وفات ڪيائون ميرزا شاهہ حسن سنڌ ۾ نصراللّٰه کي بکر متان قاضي مقرر ڪيو هو. حضرت قاضي قاضن عالم، فاضل، شاعر جاد و بيان، صوفي باصفا ۽ هنرمند ٿي گذريو آهي (۱).

## شيخ محمد جعفري

قاضي شيخ محمدؐ آپي جعفري اصل ملتان جا هئا، پوءِ سکر ۾ رهڻ لڳا، سيد محمدؐ مهدي جونپوري، جڏهن ٺٽي ۾ وارد ٿيو، تڏهن پير آسات، شيخ جهنڊو پاٽني، دريا خان مدارالمهام سنڌ سندس مريد ٿيا، جنهن تي مخدوم بلال رح جي خليفي سيد حيدر سنائي سيد مهديءَ خلاف قتل جي فتوي صادر ڪئي، معاملو چام نندي جي دربار ۾ پيش ٿيو. شيخ محمدؐ جعفري دليان ۽ ثبوتن سان مير سيد حيدري جي فتوي کي رد ڪري ڏيکاريو، جنهن کان پوءِ چام نندي سيد مهدي جونپوري کي سنڌ مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو. شيخ محمدؐ جعفري جي قابليت کي ڏسي چام نندي هن کي ٺٽي جو قاضي مقرر ڪيو ۽ ميرزا شاه حسن به سندس عهدي کي بحال ڪيو. شيخ محمد جعفري مرزا عيسي ترخان جي ڏينهن ۾ وفات ڪئي.

---

(۱) عمر بن محمدؐ دائود پوٽو: قاضي قاضن، ڪراچي، سنڌ جي ادبي تاريخ جي ج ۱ بيان قاضي قاضن ص ۴۸.

The Sindhian, World, The Begining of Sindhi Poetry P. P 274-275 December 1940 Karachi.

نوٽ: قاضي قاضن سان گڏ مرزا شاهين بکري به سيدالاوليا محمدؐ مهدي جونپوري جو مريد ٿيو هو. مرزا شاهين جو وڌيڪ احوال ملي نہ سگهيو. سيد محمدؐ مهدي جونپوري جي سوانح ۾ سندس نالو ڏنل آهي.

## شاهه قطب الدين

شاهه قطب الدين بن شاهه محمود بن شاهه طيب صحيح النسب خراسان جي ساداتن مان هو. اوزبڪن جي انقلاب کان متاثر ٿي وطن ڇڏي سکر کي وطن جوڙي هتي رهڻ لڳو. نهايت سنقي ۽ متشرع هو. ميرزا شاهه حسن هن کي بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو هو ۽ هر جمع ڏينهن واعظ ڪندو هو. تاريخ وفات به "واعظ" مان نڪري ٿي ۹۷۷هه.

## مير سيد تاج الدين

سکر جي ساداتن مان بلند پايه جو عالم، فاضل ۽ وڏي ڪتب وارو ڪثيرالتعداد اولاد وارو، رضوي سيدن مان هو.

## شيخ ميرڪ پوراني

مير سيد محمود عرف شيخ ميرڪ بن مير ابوسعيد پوراني سادات عربشاهي مان هو، چنانچه شيخ ابوسعيد جي والده ماجده شيخ جلال الدين بايزيد پوراني جي نور نظر هئي. پوران، هرات جي ويجهو ڳوٺ هو. ميرڪ بايزيد کي شاهه بيگ ارغون بکر مٿان شيخ الاسلام مقرر ڪيو. ميرڪ صاحب مخلوق خدا جي خدمت لاءِ هڪ عظيم الشان مدرسو سکر ۾ تعمير ڪرايو، جنهن سان مسافر خانو به ملحق هو. انهن ادارن جو سمورو خرچ پنهنجي هٿان ڏيندا هئا. لنگر خانو رات ڏينهن چالو رهندو هو، سندس فرزند مير عبدالباقي پاڻ پنهنجن هٿن سان مفرح مشروبات، مربا ۽ چٽنيون تيار ڪري شاگردن کي کارائي پياري سندن حوصلي افزائي ڪندا هئا. هن دور ۾ سنڌ ۾ ٻه مکيه مدرسا مشهور هئا. پهريون سيوهڻ جو مدرسو جو اسلامي دنيا ۾ "فقه اسلام" جي نالي سان سڏبو هو ۽ منجهس مصر جا شاگرد به پڙهندا هئا. هن مدرسي جي هاسٽل جي ڇت تي شيخ ابن بطوطا اونهاري جي هڪ رات گذاري هئي. ٻيو دارالعلوم شيخ ميرڪ جو سکر ۾ هو، جنهن ۾ خط نستعليق

۽ اقليدس (جاميٽري) جي تعليم رائج هئي. اڳ خط ڪوفي رائج هو. ميرڪ بايـزيد فن خطاطي، حڪمت ۽ اقليدس جو ماهر هو. ميرڪ محمود پوءِ ٿتي ڏانهن هليو ويو. سکر جي دارالعلوم ۾ عراق ۽ عجم جا شاگرد تعليم وٺندا هئا.

## ميرڪ عبدالوهاب

شيخ ميرڪ پوراني جو پاٽيو، نهايت خوش طبع ۽ خصائل حميده ڪري هردلعزيز هو، شاعري ۾ به طبع آزمائي ڪندو هو. شاهه بيگ ۽ شاهه حسن جـو درٻاري امير هـو. معزول شهنشاه همايون جن ڏينهن ۾ ٻهرلو جي "چار باغ" ۾ مقيم هو، انهن ڏينهن ۾ ميرڪ عبدالوهاب وٽس مرزا شاهه حسن طرفان بطور سفير ٿي ايندو هو ۽ تحفا آڻيندو هو، ميرڪ صاحب بحرالعلوم هو. سندس ڪتاب فقه متعلق "جامع فتاوي پوراني" سکر ۽ ٺٽي جي عدالت خانن ۾ رائج هو. سندس پاٽ مير محمد پوراني بـه عالم هو. افسوس! جو مرزا عبدالباقي ترخان جي ناعاقبت انديشي ڪري ميرڪ صاحب مفت مارجي ويو.

## ميرڪ عبدالباقي پوراني

پنهنجي والد ميرڪ بايزيد جي وفات کان پوءِ بکر جو شيخ الاسلام مقرر ٿيو(۱) ۽ پنهنجي زماني جو قطب ٿي گذريو آهي. سندس مقبرو لوڪل بورڊ دفتر جي اوپرندي ۾ چوني گچ جي پلستر سان آهي. گنبذ جـي اولهندي پر ۾ بيگمات جون قبرون آهن، اڳ اهي قبرون گنبذ دار عمارت اندر هيون. هينئر گنبذ ڊهي ويـا آهن، فقط اولهندي واري ديـوار بيٺل آهي، جنهن تي ڪاشيءَ جو عمدو ڪم ڪيل آهي. زنـانـه قبرستان جي پر ۾ ڏکڻ طرف هڪ ڊٺل مسجد جون ديوارون بيٺل آهن، جن تي پڻ بهترين ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي.

(۱) ميرڪ بايزيد بکر ۽ سکر جو شيخ الاسلام ٿي رهيو هو سنت جماعت جو بزرگ هو (آزادي نمبر الوحيد).

سلطان محمود ڪوڪلتاش جي قبر ۽ ميرڪ عبدالباقي جي بيگمات جون قبرون ۽ مسجد اهي سکر جون اوائلي عمارتون آهن، جن تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. يعني تہ اڄ کان چار صديون اڳ سکر جا ڪاريگر ڪاشيءَ جي هنر کان واقف هئا. مسجد جي ديوارن تي جيڪو ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي، سو اقليدس جي شڪلن مطابق آهي. مسجد جي پر ۾ هڪ منارو اٽڪل ويهن فوٽن جي اوچائي تي بيٺل هو، جنهن کي ”حلالي، حرامي“ چوندا هئا. يعني حلالي منجهانس لنگهي سگهندو هو ۽ حرامي اٽڪجي بيهندو هو. ۱۹۰۴ع تائين اها مناري نما عمارت بيٺل هئي پوءِ زمين دوز ٿي ويئي. مير عبدالباقي پوراني ۳ رمضان ۱۰۱۹هه ۾ وفات ڪئي. مقبري جي پيشاني تي لڳل پٿر تي هيءَ عبارت اُڪريل آهي:-

”مير عبدالباقي پوراني آن قطبي کہ بود
قدوه آل رسول و زبده خاص اله
سال فوتش شيخ قاضي شاه محمد زد رقم
داد جان را مير عبدالباقي پوراني آه
۱۰۱۹هه

ميرڪي سيدن جو قبرستان اڳ وڏو هو. پوءِ قبرون ڍهنديون ويون. مقبري جي پٺيان هڪ ڏکي ٿلهي تي ڪي جهونيون قبرون موجود آهن، جي زبون حالت ۾ آهن. سکر پراڻي ڏانهن ويندڙ مڙڪ جي سموري ڪناري تي چبوترن تي قبرون ڏٺيل هيون، جي مٽجي ويون. فقط ٻہ-چار موجود آهن. ميرڪي سادات سکر پراڻي ۾ رهن ٿا ۽ شيعا آهن ۽ موسوي سادات روهڙي وارا علمي فضيلت کي قائم رکندا اچن ٿا. راقم الحروف بہ سيد وڏيل شاه صاحب جي مڪتب جي شاگردن مان آهي.

## شاهه خيرالدين گيلاني

مير سيد خيرالله عرف خيرالدين گيلاني بن سيد احمد بغدادي ۹۱۱ هه ۾ بغداد شريف ۾ تولد ٿيو، نسب جي لحاظ سان پنجن واسطن سان سيدنا غوث الاعظم عبدالقادر گيلاني رح سان گڏجي ٿو.(۱) اوائلي عمر ۾ بغداد کان مڪي معظمه پهتا ۽ ۱۴ ورهيه حرمين شريفين ۾ تحصيل علم ۾ مصروف رهيا. فراغت حاصل ڪرڻ کان پوءِ سياحت ڪندي باب الاسلام سنڌ جي شهر هالڪنڊي ۾ مخدوم نوح اويسي صديقي جي صحبت مان ۽ مخدوم صاحب جي خليفي عالم ۽ عارف شاهه عبدالڪريم بلڙائي کان فيض ياب ٿي خرقو خلافت ڏڪي،(۲) سکر پهتا ۽ هتي جي هڪ ٽڪريءَ تي عبادت الاهي ۾ مصروف رهيا. اها ساڳي ٽڪري آهي، جنهن تي سول سرجن سکر جو بنگلو آهي، بنگلي جي اوڀرندي شاهه خيرالدين جي عبادت واري هنڌ تي ڪچين سرن جي گنبذ سان جڙيل جاءِ موجود آهي.

(۱) شاهه خيرالدين جيلاني جي لاءِ سڀني ڪتابن ۾ اهو حوالو موجود آهي ته هو پنجن واسطن سان غوث الاعظم شيخ عبدالقادر جيلاني سان ملي ٿو. شيخ عبدالقادر جيلاني جي ولادت ۴۸۱ هه ۾ ٿي ۽ سيد خيرالدين جي ولادت ڪتابن ۾ ۹۱۱ هه ڄاڻائي وئي آهي، ٻنهي جي ولادت ۾ فرق تقريباً سوا چار صديون ٿيندو صدي ۾ ٽي پيڙهيون ليکبيون آهن ان حساب سان سيد خيرالدين پنجين پيڙهي ۾ نه بلڪ ٻارهين پيڙهي ۾ اچي سگهي ٿو. انهي عبارت کي دُرست ڪجي ورنه اها غلطي هميشه لاءِ رهجي وينديِ.

(۲) حويلي ارغون مغلن جي ڪانه هئي پر سنڌن پوين حڪمرانن ترخان مغلن جي هئي جن وٽان شاهه صاحب شادي ڪئي هئي (آزادي نمبر الوحيد).

سکر پراڻي جا گهٽائي باشندا سندن مريد ٿيا، جن ۾ نواب مير محمد معصوم جو پوٽو مير محمد ذڪريا جو نالو قابل بيان آهي. مريدن جي چوڻ تي شاهه صاحب سکر پراڻي جي اَن هنڌ تي رهڻ لڳو، جتي هينئر سندن مقبرو آهي، اتي ارغون مغلن جي حويلي هئي، (١). جن مان شاهه صاحب شادي ڪئي (*) ڪين هڪ فرزند تولد ٿيو. دليل الذاڪرين آهي تہ هڪ دفعي پنهنجي پٽ کي ذڪر الاهي جي اهڙي تلقين ڪيائون جو هو برداشت ڪري نہ سگهيو ۽ پنهنجي جان جان آفرين جي سپرد ڪيائين. هن واقعي تي شاهه صاحب هميشه افسوس ڪندا هئا تہ اعليٰ تلقين وٺڻ لاءِ ڪوبہ طالب علم طاقت نٿو رکي. سندن خليفن ۾ سيد نصيرالدين متعلوي جو بہ نالو اچي ٿو، جنهن شاهہ صاحب جي وفات کان پوءِ، مخدوم نوح جي خليفي درويش يحيٰ رانئيہ جي خدمت ۾ رهي فيض حاصل ڪيو هو. سکر ۾ فقير سڏو ۽ فقير جمال الدين؛ جنهن جو روضو سکر پراڻي جي بسڪوٽ فيڪٽري جي پر

(١) ”سندس خليفي عالم ۽ عارف شاه عبدالڪريم بلڙائي کان فيض ياب ٿي خرقو خلافت ڊڪي پاڻ“ مٿين عبارت مون ڪٿي ڪانہ پڙهي آهي هيئين طرح لکجي ”غوث الحق مخدوم نوح صديقي کان فيض حاصل ڪري سکر پهتا.

* نوٽ: شيخ عبدالرزاق راز پنهنجي ڪتاب سکر ۾ ڄاڻايو آهي تہ شاه خيرالدين، بکر جي افغان شاه قلي جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. هن جو نالو اسماعيل قلي هو جنهن ٩٩٤ هه مير ابوالقاسم نمڪين سان گڏجي اڪبر جي حڪم سان سبي جي بلوچن تي ڪاه ڪئي هئي.
اڪبر نامہ ج ٣ ص ٤٧٥.

۾ آهي، (۱) شاهه صاحب جي خدمت ۾ رهندا هئا، شاهه خيرالدين گيلاني ۲۷ رمضان مبارڪ ۱۰۲۷ هه ۾ لاولد هن فاني دنيا مان سفر آخرت اختيار ڪيو. تاريخ مندرجه ذيل قطعه مان ملي ٿي:

”شاه خير الدين مه برج شرف
مقرب درگاه ايزد سرمدي
سال تاريخ وصالش عقل گفت
مرشد کامل طريقه احمدي“. ۱۰۲۷ هه

مقبرو سکر پراڻي ۾ آهي، جتي هر ماه چنڊ جي يارهين تاريخ ميلو لڳي ٿو. روضي جي عاليشان عمارت نيري رنگ جي گنبذ سان فقير جمال الدين جي پٽ ميان غلام محمد

---

(۱) ميان جمال الدين شاهه صاحب جي حياتيءَ ۾ سندن رفيق، همسفر ۽ مريد هو. فقير سڌو جو اصل نالو سدن سوائي آهي جو شاهه صاحب جي خانقاه تي مٽي پريندو هو ۽ گهٽو پوءِ جو آهي، سدن سوائي شاهه صاحب جي مقبري ۾ مدفون آهي ۽ فقير جمال الدين بسڪوٽ فيڪٽري جي پرسان دفن ٿيل نه آهي پر شاه جي ٽڪر تي ڪليڪٽري جي پرسان مدفون آهي (ميان پير محمد پيرزاده جي) ميان غلام محمد، ميان جمال الدين جو پٽ نه هو پر سندس چوٿين پيڙهي مان هو جنهن سجاده نشيني جو سلسلو قائم ڪيو ۽ سکر پراڻي جي پيرزادن جو جد امجد آهي. ميان جمال الدين جو پٽ ميان عبدالرحمان هو جيڪو شاه صاحب جي وصيعت موجب شاهه صاحب جو وارث بڻيو، ص ۶۷ ميان آدم شاه جي شجره جي ضرورت محسوس نٿي ڪجي ص ۲۷ چبوترا ۽ ڪتبا خاص اهميت نٿا رکن حذف ڪجن ته بهتر ٿيندو.

سجاور تعمير ڪرائي ۽ سيد محمد معصوم جي پوٽي سيد اسد الله متخلص ساقي گنبذ جي تاريخ لکي جا گنبذ جي پيشاني تي لڳل آهي.

”شـاه خير الدين سرور سالکان ولي خـدا زبده عارفان
زهي روضه اش مظهر نور خدا بيا بند فيض زيارت کنان
غـلام محمد سـجـاده نشـين زسعيش بنا روضهٔ نونشان
چو ساقي طلب کـرد تاريخ آن بگفتا خرد درگه فيض دان“
١١۴٧ هه (١)

## ميان عبدالباقي صديقي

ميان عبدالباقي صديقي بکري (ساکرو) هڪ دفعي حج ڪرڻ حرمين شريفين ڏانهن ويو، آتي هڪ عرب خاتون سان شادي ڪيائين. سندس سهري شيخ نظام الدين پنهنجيءَ نياڻي کـي حضرت رسول ڪريم (صلعم) جـي سونهاريءَ جـو وار مبارڪ ڏاج ۾ ڏنو هو، جو ام المومنين خضرت ام سلمه رضه وٽ هو، جو پوءِ استنبول پهتو هـو، جتان شيخ نظام الدين پاڻ سان آندو هو ۽ ٩٥٢ هه ۾ ميان عبدالباقي پاڻ سان سکر آندو هو ۽ کو وقت پاڻ وٽ مخفي رکيائين- ١۵۴۵ع ۾ وار مبارڪ روهڙي ڏانهن منتقل ٿي ويو، جڏهن ميان عبدالباقي روهڙي ۾ رهڻ لڳو ۽ وار مبارڪ جو راز آتي جي ٻن بزرگن سيد حيدر حقاني ۽ مخدوم عبدالمالڪ کـي مکاشفه ذريعي معلوم ٿيو ۽ زيارت ڪرڻ ميان عبدالباقي وٽ آيا ۽ زيارت کان مشرف ٿياه انهي طرح هر سال ٩ ذوالحج روهڙي شريف ۾

(١) الوحيد روزانه ڪراچي اسپيشل نمبر جون ١٩٣٦ع.

نوٽ: ازواج مطهرات مان حضرت عائشه صديقه ۵٨ هه ۽ حضرت ام سلمه ٦٣ هه علم تفسير کان گهڻو واقف هيون.

وار مبارڪ جي زيارت ڪرڻ جو وڏو ميلو لڳبو ٿو، وار مبارڪ هڪ سوني اِٽيءَ ۾ موڙهيل آهي، جنهن تي لعلون لڳل آهن ۽ اِٽي هڪ سوني صندوقڙيءَ ۾ رکيل آهي. اهي شيون هزهائنس مير علي مراد خان ٽالپر والي سابق رياست خيرپور جوڙايون. قيام پاڪستان کان پوءِ انتظام اوقاف کاتي جي حوالي آهي (١). وار مبارڪ جو بيان مولوي محمد علي تخلص ”طالب“ ”ظهور نامه“ ۾ ١٢٧٤ هه ۾ ڏنو آهي.

## مير ابوالبقا

مير ابوالبقا صحيح النسب سيد هو، جو درويشي چوغي سان گذر سفر ڪندو هو. همايون جن ڏينهن ۾ بکر جي چار باغ ۾ قيام پذير هو تہ، اڪثر مير ابوالقاسم جي صحبتن مان مستفيد ٿيندو هو، اهڙن صحبتن ڪي سلطان محمود جا چوبدار شڪي نگاهن سان ڏسندا هئا. هڪ دفعي سيد صاحب جڏهن رستو ورتيون ٿي ويو تہ حريفن مٿس تير وسائي کيس شهيد ڪيائون. همايون خون ناحق پڌي بيحد غمگين ٿيو.

## شاهہ جهانگير هاشمي

شيخ الاسلام شاهہ قطب الدين متوفي ٩٧٧ هه جي عزيزن مان هو ۽ مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ خراسان کان آيو هو ۽ چڱو شاعر هو. مثنوي ”تحفتہ الاحرار“ جي جواب ۾ مثنوي ”مظهر الآثار“ تيار ڪيائين. ٩٤٠ هه ۾ حج ڏانهن ويندي ڪيچ ـ مڪران وٽان لنگهندي ڦورن هٿان شهيد ٿيو.

---

(١) سيد محمد ضامن ڪنتوري: عبرتڪده سنڌ ص ٣٥ - ٣٦ حيدرآباد دکن، ١٩٠٣ع.

نوٽ: مخدوم عبدالمالڪ مخدوم محمد عثمان درپيلوي جي اولاد مان هو، وار مبارڪ جو بيان ظهور نامه ۾ ڏنل آهي.

## مير غياث الدين

مير غياث الدين رضائي سبزاوري، ڪتاب ”حبيب السير“ جي مصنف خوند مير جو ڏهٽو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو پوٽو، شاهه بيگ جي مقربن مان هو ۽ ارغون فاتح سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو ۽ سکر ۾ رهيو.

## مير ابوالمڪارم

مير غياث الدين رضائي سبزواري جو فرزند، مرزا شاهه حسن ارغون جو درباري نديم هو، مرزا موصوف جي مرڻ کان پوءِ سلطان محمود ڪوڪلتاش جي اميرن جي زمره ۾ شامل ٿيو ۽ سلطان پاران شاهه اسماعيل صفوي جي دربار ايران ڏانهن سفير ٿي ويو، نهايت فضيلت ۽ قابليت وارو انسان ۽ بليغ شاعر به هو، متخلص شهود ”مثنوي پرڪار“ (سليمان و بلقيس) سندس شاهڪار هو، (تحفتہ الڪرام ج ٣).

## مير سيد صفائي

مير سيد صفائي بن سيد مرتضيٰ ترمذي، سيد شير قلندر بابا حسن ابدال مشهور اولياء جي نسب مان هو، سيد قطب الدين جي وفات کان پوءِ سلطان محمود ڪيس بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيائين، ٩٩١ هه ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس قبر پٺس مير محمد معصوم مناري جي پسر ۾ جوڙائي، سندس اولاد معصومي سادات اڄ تائين سکر پراڻي ۾ رهن ٿا.

## مير محمد يونس

ارغونن کان اڳ همايون سان منسلڪ هو، بعد مرزا شاهه حسن جي صاحبي ۾، سرڪاري عملدار ٿيو ۽ شاهه حسن جي وفات کان پوءِ سلطان محمود جي ملازمت ۾ رهيو هو.

**ملا اسحاق**

سلطان محمود جي اميرن مان مرزا غازي بيگ جو معلم هو.

**مير يوسف**

مير يوسف سکر جي رضوي سيدن مان هو، جو سيد ميران محمد مهدي جونپوري جو مريد ٿيو ۽ عقيدتمندي جي ڪري پاڻ سيد يوسف رضوي مهدوي سڏائيندو هو، بعد ۾ سکر کان ٿتي ڏانهن لڏي ويو هو.

# باب اٺون

## سکر مغلين دور ۾

سنڌ بکر ۽ ٺٽو ٻن سرڪارن ۾ ورهايل هئي. بکر سرڪار جون حدون سيوهڻ تائين هيون. منجهس آٺ پرڳڻا هئا. پنج پرڳڻا مهراڻ جي ڪاٻي ڪپ تي هئا: (۱) ماٿيلو، (۲) اروڙ، (۳) لڏو گاگن، (۴) گاگڙي، (۵) دربيلو. ساڄي ڪپ تي:- (۱) جتوئي، (۲) چانڊڪو، (۳) ٽڪري[۱]، پويون پرڳڻو سبي هو. بکر جا نواب ملتان جي ماتحت هئا. بکر جي نوابن جي فهرست هن طرح آهي:-

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| (۱) | گيسو خان | ۹۸۲هه | (۲) | ترسو خان | ۹۸۳هه |
| (۳) | سيد محمد امير | ۹۸۳ " | (۴) | سيد ابوالفضل | ۹۸۴ هه |
| (۵) | اعتماد خان | ۹۸۵ " | (۶) | فتح خان | ۹۸۷ " |
| (۷) | صادق خان | ۹۹۴ " | (۸) | اسماعيل قلي خان | ۹۹۶ " |
| (۹) | شيرويه سلطان | ۹۹۷ " | (۱۰) | صادق خان | ۹۹۸ " |
| (۱۱) | ابوالقاسم نمڪين | ۱۰۰۴ " | (۱۲) | مرزا خان | ۱۰۰۵ " |
| (۱۳) | سعد خان | ۱۰۰۹ " | (۱۴) | بقرا خان | ۱۰۱۴ " |
| (۱۵) | سردار خان | ۱۰۱۵ " | (۱۶) | قاضي خان | ۱۰۱۶ " |
| (۱۷) | سيد تاج خان | ۱۰۲۰ " | (۱۸) | بايزيد خان | ۱۰۲۵ " |
| (۱۹) | هوشيار خان | ۱۰۲۸ " | (۲۰) | مرزا محمد علي بيگ | ۱۰۳۱ " |
| (۲۱) | محمد غني فوجدار | ۱۰۳۸ " | (۲۲) | مرزا حسيني | ۱۰۳۹ " |
| (۲۳) | عزت خان | ۱۰۴۱ " | (۲۴) | سيد محمد | ۱۰۴۳ " |

[۱] يوسف ميرڪ: تاريخ مظهر شاهجهاني، باب ۱، ص ۵-۱۷.

(٢٥) اسد خان ١٠٤٥هه (٢٦) محمد يوسف خان ١٠٤٦هه
(٢٧) محمد خان ١٠٤٨ " (٢٨) شاه قلي خان ١٠٤٩ "
(٢٩) سيد جادن ١٠٥٠ " (٣٠) التفات خان ١٠٥١ "
(٣١) محمد زمان خان ١٠٥٢ " (٣٢) خواجہ لطف ١٠٥٨ "
(٣٣) نواب خواجگي ١٠٦١ " (٣٤) شيخ احمد ١٠٦٢ "
(٣٥) مرزا لعل بيگ ١٠٦٥ " (٣٦) خواجہ عبدالواحد ١٠٦٦ "
(٣٧) خواجہ محمد شريف ١٠٦٨ " (٣٨) باقر خان ١٠٦٩ "
(٣٩) عبدالله خان ١٠٧٠ " (٤٠) خنجر خان ١٠٧٠ "
(٤١) شيخ ابراهيم ١٠٧١ " (٤٢) سيد عزت خان ١٠٧٤ "
(٤٣) سيد غلام مصطفيٰ خان ١٠٧٨ " (٤٤) مير يعقوب خان ١٠٨١ "
(٤٥) مير صادق علي خان ١٠٨٥ " (٤٦) خدا يار خان ١٠٨٧ "
(٤٧) مير محمد اڪرم خان ١٠٩١ " (١)•

## دارا شڪوه جو ٻکر ۾ قيام

١٦٥٨ع ۾ دارا شڪوه، شاهجهان جي لاڏلي ۽ وليعهد پٽ آگره جي ويجهو سموگڙهہ جي خونريز جنگ ۾ شڪست کائي، پيءُ کي منهن ڏيکارڻ کان سواءِ دهلي جي شاهي خزاني سان جيڪي هٿ لڳيس، توبخاني، حرم ۽ ڪارخاني سميت لاهور پهتو ۽ اورنگزيب بہ سندس پٺيان هو. آتان ٻيڙين تي سامان ڪٺائي سکر جي مضبوط قلعي ٻکر ۾ اچي پناهہ ورتائين. اورنگزيب سندس گرفتاري لاءِ پنهنجي پٽ اعظم شاه کي لشڪر ڏيئي روانو ڪيو هو. دارا شڪوه وٽ ١٤ هزار لشڪر هو. ڪجهہ لشڪر پنهنجن ٻن فوجي اميرن

---

(١) الوحيد روزانہ ڪراچي اسپيشل نمبر جون ١٩٣٦ع.

نوٽ: ٻکر جو نواب صادق خان سنڌ فتح ڪرڻ ۾ ناڪام ثابت ٿيو، تنهنڪري اڪبر اعظم ٩٩٩هه ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان کي تسخير سنڌ لاءِ روانو ڪيو هو. تاريخ سنڌ ڪلهوڙا ج ١، ص ١٤٠.

بسنت خان ۽ عبدالرزاق جي سپرد ڪري باقي لشڪر ساڻ ڪري گجرات پهتو، جتان لشڪر گڏ ڪري اجمير پهتو، هتي اورنگزيب کان شڪست کائي مصيبتون سهندو ايران وڃڻ جي ارادي سان بولان لڪ جي منهن واري شهر ڊاڊر پهتو، ١٦٥٩ع ۾ اتي جي حاڪم ملڪ جيوڻ (پني) باروزئي وٽ مهمان رهيو. ڪڇيءَ جي ميدان مان لنگهندي سندس پياري زال شهزادي نادره بيگم پيچش وگهي بيمار ٿي وات تي وفات ڪئي، سندس وصيت موجب جنازي کي حضرت ميان مير جي قبرستان ۾ دفن ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو، ملڪ جيوڻ تي شهزاده دارا شڪوه شهزادگيءَ جي ايام ۾ گهڻائي احسان ڪيا هئا، پر هينئر صحرائي بگهڙ ٿي خچر اشرفين سان پريل ڏسي، احسان فراموشيءَ جو پورو ثبوت ڏيندي دارا شڪوه کي سندس ننڍي پٽ سپهر شڪوه سميت گرفتار ڪري دهلي ۾ اورنگزيب جي سپرد ڪري، بختيار خان جو سڪثو لقب حاصل ڪري موٽندي ڪڇيءَ مان لنگهندي مارجي ويو، بسنت خان ۽ عبدالرزاق جيڪي بکر جي قلعي جا محافظ هئا، تن دارا شڪوه جي گرفتاريءَ بعد اورنگزيب جي لشڪر اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا (١). دارا شڪوه جي شڪست جو سبب هو علمائن جي فتويٰ جن هن کي بي دين سڏيو هو.

## سکر ۾ ڏڪار

سموگڙه جي جنگ، جا شاهجهان جي پٽن ۾ تخت ۽ تاج کي هٿ ڪرڻ لاءِ لڳي، سا ايتري قدر هولناڪ هئي جو ان جو اثر سلطنت جي سڀني صوبن تي پيو. داراشڪوه جي سياسي سرگرمين جي ڪري سکر جهڙي دور ۽ دراز سرحدي شهر ۾ ڏڪار پئجي ويو. انالين توبچي سنوچي جو بکر ۾ داراشڪوه جي توبخاني سان هو، لکي ٿو ته، سکر ۾

---

(١) جادو ناٿ سرڪار: اورنگزيب.

اهڙو ڏڪار پيو جو في وهڙي جي قيمت ۳ سؤ روپيا هئي ۽ في ڪڪڙ جي چوزي جي قيمت ۱۲ روپيا هئي. (۱). پائرن جي جنگ مغل سلطنت جي سمورن ڪل پرزن کي هڪٻئي کان جدا ڪري ڇڏيو.

## مغليہ دور ۾ سکر جي حالت

مغليہ دور ۾ سکر، بکر جي قلعي جي سياسي اهميت ڪري، سنڌ جي سري جو تختگاه شهر هو. بکر جي قلعي هئڻ ڪري تاريخن ۾ سکر بدران بکر نالو ڪتب آندل آهي، حالانڪ بکر جي قلعي جي ايراضي ايتري ڪونہ هئي، جو سرڪاري دفترن ۽ فوجي چانوڻي هوندي، شهر بہ هجي. سرڪاري دفترن ۾ بکر نالي جي ڪري سکر بہ بکر جي نالي سان چاتايل آهي، ايتري قدر جو انگريزن جي قبضي وقت بہ سکر، بکر سڏبو هو ۽ سکر پراڻي جا رهاڪو هندو خواه مسلمان سکر بدران پاڻ کي ”باکرو“ ۽ ”بکري“ سڏائيندا هئا. انهيءَ طرح لاڙ ۾ ديبل ۽ ٺٽو هڪڙي نالي سان سڏبا هئا. توڙي جو ٻئي شهر ڌار ڌار هئا. ديبل جي ايتري قدر شهرت هئي جو لاهري بندر تاريخن ۽ نقشن ۾ ”ديول“ ڏيکاريل آهي، حالانڪ ديول ۱۳۳۴ع ۾ ابن بطوطا جي اچڻ وقت ويران ٿي چڪو هو. (۲). مغليہ دور ۾ بکر سرڪار اٺن پرڳڻن ۽ ۱۲ محالن ۾ ورهايل هئي. بکر (سکر) سرڪار جي ساليانی آپت ۹۴۷، ۴۲۴، ۱۸ دام هئي. في روپيہ جي قيمت چاليهہ دام هئي. (۲). بکر ۾ ضرب خانو بہ هو.

---

(۱) ايف برنيئر جو سفرنامو.

(۲) اگ سندس هنڌ تي ساموئي، ڪلان ڪوٽ ۽ تغلق آباد شهر هئا جن کي بعد ۾ وري ٺٽو چاتايل آهي. ايچ-ڪزنس بہ ٺٽي کي ديبل لکيو آهي.

نوٽ: ٺٽي جو بنياد ڄام نندي ۹۰۰ هہ مطابق ۱۴۹۴ع ۾ وڌو هو.

## (١) ضرب خانو

سکر ٩٨١ هه ١٥٧٣ع سنڌ فتح ٿيڻ کان اڳ اڪبر اعظم جي شهنشاهت جو صوبو بڻجي چڪو هو ۽ ملتان جي ماتحت هو. اڪبري دور ۾ بکر جي ضربخاني ۾ فقط ٽامي جا دام ۽ ڪي چانديءَ جا چوڪنڊا سڪا بکر جي ضربخاني ۾ تيار ٿيا. دام شيرشاهي پٽل جا هئا جن جو وزن ٣١١ ۽ ٣٢٢ گرينس هو. اهي پئسن طور هلندا هئا. چانديءَ جي روپيه جو وزن ساڍا ١١ ماشا هو، اورنگزيب جي ڏينهن تائين دام چالو هئا. ڍلون ۾ جنس، چوپايو مال ۽ دام جي حساب سان وصول ٿينديون هيون، اڪبري دام جيڪي بکر جي ضربخاني ۾ ضرب ڪيا ويا تن تي اڪبري سال الاهي ۽ مهينا ڏنل آهن. شاهجهان جي راڄ ۾ بکر ۾ روپيا تيار ۽ اورنگزيب جي ڏينهن ۾ فقط ٽامي جا سڪا بکر ۾ تيار ٿيندا هئا. جهاندادشاهه، فرخ سير، محمد شاهه ۽ احمد شاهه جا بکر ۾ تيار ڪيل روپيا ۾ هٿ لڳا آهن. روپين تي هيٺيون عبارتون لکيل هيون:

(١) اڪبر بادشاه غازي محمد جلال الدين ٩٨٥ ضرب بهکر.

(٢) شاهجهاني سڪن تي هڪ پاسي، ضرب بهکر بماه الهي، ٻي پاسي، فروردي ١٠٤٠ هه ۽ ڪلمو.

(٣) هڪ پاسي، ڪلمو ١٠٤٤ بصدق ابي بڪر، ٻي پاسي بادشاه غازي شهاب الدين محمد صاحب بهکر قران ثاني ضرب ابان الاهي.

(٤) محمد شاهي سڪا، هڪ پاسي، الله بادشاه زمان محمد شاه ٻي پاسي، سکه زد ز فضل الله بادشاه زمان محمد شاه.

چنڊ بکر جي ضرب خاني جي سڪن جون عبارتون نموني طور ڏيون ٿا (١)۔ سال ١٦٧٠ع ڌاري مغليہ روپئي جي قيمت ٢ شلنگ ٣ پينس هئي (٢)۔ روپيو ٽنڪو سڏبو هو ۽ وزن ۾ هڪ تولو هو۔ من جو وزن ٢٨ سير هو۔ اڳ پئسا وچين زماني ۾ جيتل سڏبا هئا، هينئر دام سڏبا هئا، مغلن جو دور فارغ البالي وارو هو، هڪ ڪٽنب مرد، زال ۽ ٤ يا ٥ ٻار ڏهن ٽنڪن (روپين) جي ماهوار آمدنيءَ سان بي فڪري جي زندگي بسر ڪندا هئا، هڪ ٻاتي ڪمائي ڏهن کي کارائي سگهندو هو۔ ابوالفضل آئين اڪبري ۾ کاڌ خوراڪ جي شين جون جيڪي قيمتون ڏنيون آهن، هن طرح آهن:

| | | |
|---|---|---|
| (١) ڪڻڪ جو آٽو | في من | ٢٢ دام (پئسا) |
| (٢) ڪڻڪ | " " | ١٢ " |
| (٣) جَوَ | " " | ٨ " |
| (٤) چڻا | في من | ١٦½ دام |
| (٥) جوئر | " " | ١٠ " |
| (٦) عمدا چانور | " " | ١١٠ " |
| (٧) ڪنگڻي | " " | ٢٠ دام |
| (٨) ماه دال | " " | ١٦ " |
| (٩) موٺ | " " | ١٢ " |

---

(١) Whitehead, R.B: Catalogue of Coins in the Punjab Musume of Lahore, Oxford 1914.

(٢) ايف- برنيئر، سفرنامو ص ٢٠٠۔

نوٽ: ١٩٦٣ع ۾ ڀارت ۾ ڊاڪٽر تاراچند مغليہ معاشره جي تاريخ ۾ ڪڻڪ، چانور ۽ گيهه جي قيمتن جا جيڪي انگ اکر ڏنا آهن سي نقل ڪيا ويا آهن۔ ڊاڪٽر ڄاڻايو آهي تہ مغليہ دور جي مزدور جو گذران انگريزي دور جي امير کان بهتر هو۔

| | | |
|---|---|---|
| (۱۰) ٻاجهر | في مڻ | ۸ دام |
| (۱۱) مگ | " " | ۱۸ " |
| (۱۲) جون جو اٽو | " " | ۱۱ " |
| (۱۳) گيهه | " " | ۱۰۵ " |
| (۱۴) تيل | " " | ۸۰ " |
| (۱۵) کير | " " | ۲۵ " |
| (۱۶) ڏوئنرو | " " | ۱۸ " |
| (۱۷) اڇي کنڊ | في سير | ٦ " |
| (۱۸) " " پهريو نمبر | " " | ۵½ " |
| (۱۹) " " ٻيو نمبر | في مڻ | ۱۲۸ " |
| (۲۰) ڳاڙهي کنڊ | " " | ۵۵ " |
| (۲۱) رڍ | في داڻو | ۱⅛ " |
| (۲۲) ڍڳي | " " | ۱۰ " |

مٿين شين کان سواءِ ٻيون شيون به سستيون هيون، گوشت في مڻ ٦۵ دام، اڄڪلهه مڻ جو وزن ۸۲ پائونڊ آهي، اڪبري مڻ جو وزن ۵۵½ پائونڊ هو. ليڪن اڪبري سير جو وزن هاڻوڪي چالو سير جي وزن کان وڌيڪ هو. جهانگير مڻ جو وزن ۳٦ سير مقرر ڪيو(۱). شاهجهان مڻ جو وزن ۴۰ سير مقرر ڪيو، سڪن جي چاندي تورڙي اشرفين جو سون خالص هو، پهرين درجي واري ڪاريگر (مستري) جي روزانو ست دام مزوري هئي، پهرين درجي واري واڍي کي روزانو ست دام ملندا هئا، عام مزور جو روز ۲ دام هو(۲). همايون جي سنڌ ۾ اچڻ وقت ۱۵۴۲ع ڌاري عمر ڪوٽ ۾ في روپئي جون ۴ ٻڪريون وڪامنديون

(1) Ishwari Parsad: History of Muslim Rule in India, PP-54-56.

(۲) عبدالمجيد سالڪ: هندوستان ۾ مسلم ثقافت، تزڪ جهانگير.

هيون، گيهه، کنڊ، مکڻ ۽ کير خالص غريب غربو خريد ڪري پي سگهيو، اج هن ترقي جي دور ۾ ناٽي ڏيڻ سان خالص شيون بازار ۾ ملي نه ٿيون سگهن، جنهن ڪري غريب غربو درڪنار وچولي طبقي جي زندگي نفس ۽ شڪم پٽريءَ جي فڪرات ۾ گذري ٿي. ١٦٥٨ع – ١٦٦٠ع تائين سنڌ ۾ سخت ڏڪار پيو، انگريز ايسٽ انڊيا ڪمپني ٺٽي جي ڪورين لاءِ، سورت کان آن لاهري بندر ڏانهن موڪلڻ لڳي، جن کان ايجنٽ ڪپڙو خريد ڪندا هئا.

## هنر ۽ واپار

مغليه دور ۾ صنعت، زراعت ۽ زندگيءَ جي ٻين شعبن گهڻي ترقي ڪئي، مغلن جي جدت پسند طبيعت نيون ڳالهيون ايجاد ڪيون، جن کان اڳ هتي جا رهاڪو واقف ڪو نه هئا، مثلاً ڪپڙن جا نوان قسم، تماڪ جي پوک، جنهن جو رواج ١٦٠٥ع ۾ پيو. نير روانگي جي قيمت سٺي هئي، سکر نير جي آپت ڪري مشهور هو. شير شاهه سوري آگره کان لاهور، لاهور کان ملتان، آگره کان جيسلمير رستا جوڙايا هئا. جنهنڪري واپار جي آمد ورفت ۾ سهوليت ٿي. سکر، دهلي آگره ۽ وچ ايشيا جي وچ ۾ هڪ قافلي سراءِ بڻجي ويو، وچ ايشيا جا قافلا، آگره جي قافلن جي مال سان مٽا سٽا ڪندا هئا، آگره جا قافلا ١٦ ڏينهن ۾ براه دهلي، اجمير ۽ جيسلمير کان روهڙي پهچندا هئا، نواب مير محمد معصوم سکر پراڻي ۾ هشت پهلو قافلي سراءِ تعمير ڪرائي جنهن جي چوگرد ست کوه هئا، خراسان جا واپاري خشڪ ۽ تر ميوا، ڪيمخواب، ڪلاباتون، غاليچا نيڪال ڪندا هئا ۽ سکر مان نير، جوڙيون، روهڙيءَ جو دريائي ڪپڙو (تسر) ۽ هندوستان جو مال ۽ ملتان جا رنگين ڪپڙا خريد ڪندا هئا، جيڪي مهراڻ ذريعي پهچندا هئا. سکر مهراڻ تي وڏو پتڻ هو، جنهن تي مسافرن ۽

واپارين جي سهوليت لاءِ مسجد منزل گاه، آرامگاه ۽ باغ تعمير
ڪرايا، اهي عمارتون سکر جي تاريخ جا سونهري باب آهن.
اڄ اهي عمارتون خاموش آهن پر سندن هرهڪ سر اندر هڪ
هنگامو پوشيده آهي. هاري پنهنجي ڪٽيءَ ۽ ڪوڏر سان
مست هئا. ڍلون زمين جي قسمن مطابق مقرر هيون. ڏڪار
۽ خشڪ سالي ڪان سواءِ باقي اوقات هر طبقو بي فڪري سان
بسر ڪندو هو. امير ۽ منصبدار عيش ۽ عشرت جي زندگي
بسر ڪندا هئا. وچين طبقي وارا آمدني مطابق خرچ ڪندا
هئا. منشي مڙهي ڪي به ڪا تڪليف يا تلخي ڪونه هئي.
ڏڪار جي حالت ۾ به شاهي خزانن جا در پنجي ويندا هئا
۽ شهنشاه خيراتون ڪندا هئا. ٺٽي ڪان ايندڙ مال سان پريل
ٻي قافلي ۾ هڪ هزار اُٺ هئا، جن کي ڌاڙيل موقعي سر
ڦريندا هئا. هارين کي جنس يا نقد ڍل ڏيڻ ڪان علاوه ڍور
۽ چوپايو مال به ڍل ۾ ڏيڻو پوندو هو(١). هر وقت فساد
پرڳڻن ۾ جاري رهندا آيا. سميجا، ڄاڙيجا، نومردي، بلوچ،
مغليہ نوابن لاءِ هر وقت مٿي جو سور هئا.

انهيءَ طرح ٻيڙين تي پريل مال کي درياه تي لٽيندا
هئا(٢). سکر، روهڙي ۽ ملتان جو رنگيل ڪپڙو خراسان ۾
مشهور هو. ٻاهرين ملڪن جي واپارين کي پنهنجا سڪا هن
ملڪ ۾ مٽائڻا پوندا هئا. اهو ڌندو ملتاني صراف ڪندا هئا.
هنڊين جو به رواج هو. سوداگر پنهنجو مال ويمو به ڪرائيندا
هئا. مغربي سياحن مان سيلبٽنڪي جو ١٦٠٩ع ۾ آگره ڪان
سکر پهتو هو، جاٽائي ٿو ته "سکر درياه جي ڪپ تي
خوبصورت شهر آهي ۽ شين جي سستائي ڪري شهري سکيا
ستابا آهن. مزور کي روزانو ٣ پئسا ۽ وڏي ڪاريگر کي

(١) تذڪره امير خاني، ص ١٣٣.
(٢) ايضاً، تاريخ مظهر شاهجهاني.

روزانو ڏهه پئسا ملن ٿا ۽ ڌارين ملڪن جا واپاري هتان پنجين آني في سيٽ اَن خريد ڪن ٿا" (١). روسي واپاري ١٩٠٠ع تائين هتان اَن خريد ڪندا هئا. ١٦٣٩ع ۾ ٻيو مغربي سياح مانڊيلساو آگره کان قنڌار ويندي ١٤ ڏينهن ۾ پهتو هو ۽ سکر شهر جي تعريف ڪري ٿو. هتان هڪڙي قافلي سان قنڌار ڏانهن ويو هو. رستي تي ڌاڙيلن جو خوف هو. سيدي علي رئيس ترڪي ڪپتان جو ١٥٥٤ع ۾ لاهور ڏانهن ويندي سکر پهتو هو. تنهن کي سلطان محمود ڪوڪلتاش اڌائي سو محافظن جو دستو ڏيئي لاهور وڃڻ جي اجازت ڏني هئي. انهن ڏينهن ۾ قنڌار وارو رستو سلامت ڪونه هو (٢). نڪولس وٿنگٽن آگره کان قافلي سان ويهن ڏينهن ۾ سکر پهتو هو ۽ هتان پيڙي وسيلي ١٥ ڏينهن ٺٽي پهتو هو. جوزف سيلامبڪي ١٦٠٩ع ۾ سکر پهتو هو. هتي قنڌار جي قافلي لاءِ کيس ٢٤ ڏينهن ترسڻو پيو هو. بکر جي مغليہ نواب به هن جي آجيان ڪئي هئي. سکر جي ترارين، چمڙي جي رڱائي، ڪپڙي اُڻڻ جي هنرن جي تعريف ڪري ٿو. هن کي سکر کان قنڌار پهچڻ ۾ ويهه ڏينهن لڳا. مٿين بيانن مان صاف ظاهر آهي ته آگره ۽ قنڌار جي وچ ۾ سکر وڏي تجارتي مارڪيٽ هئي، جتي مال جي مٽا سٽا ٿيندي هئي (٣). روهڙي کان جيسلمير ١٥٠ ميلن جي مفاصلي تي هو. اهو رستو براه اجمير، فتحپور سيڪري ۽ آگره ڏانهن ويندو هو.

---

(١) ترڪي اميرالبحر سيدي علي رئيس جو ڪتاب مرات الممالڪ سندس سفرنامو آهي جو هن ١٥٥٦ع ۾ بغداد ۾ قلمبند ڪيو هو. مسٽر اي - ويمبريءَ ان کي انگريزي ۾ ترجمو ڪيو. ستين باب ۾ سنڌ جو بيان ڏنل آهي.

(٢) ايضاً.

(٣) ايچ - ريورٽي: مهراڻ ۽ سندس شاخون، ص ٤٩٤.

## مهراڻ ذريعي واپار

پنجاب جي تختگاهہ شهر لاهور کان ساليانو اٽڪل ١٦ هزار مال سان ڀريل اُٺ ڪابل ۽ وچ ايشيا ڏانهن ويندا هئا. ساڳيءَ طرح هندستان، ڪشمير ۽ پنجاب جو مال مهراڻ وسيلي سنڌ جي لاهري بندر ڏانهن ويندو هو. لاهور ۽ لاهري بندر ۽ ٺٽي جي وچ ۾ سکر مشهور بندر هو، جتي سامونڊي غوراب لنگر انداز ٿيندا هئا، چنانچہ جوزف سلانمبڪي ١٦٠٩ع ۾ سکر بندر تي ڪنڀات (گجرات) جا مال سان ڀريل غوراب ڏٺا هئا (١). عيسوي ١٦ صدي ۾ لاهري بندر وڏي اوج تي پهتل هو، ١٤ صدي جي وچ ڌاري ابن بطوطا لاهري بندر تي يمن، عمان ۽ سيلون جا جهاز ڏٺا هئا (٢). مغربي قومن مان پهريان پورچوگيزن هتي ڪوٺي وڌي هئي. سنڌ جا حاڪم فرنگين کان مدد گهرندا هئا. ١٥٩٢ع ۾ عبدالرحيم خان خانان، مرزا جاني ترخان کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ پورچوگيزن کي لاهري بندر مان تڙي ڪڍيو هو.

سکر بندر جي دريائي واپار لاءِ معلوم ٿئي ٿو ته ساليانو ٤ هزار ٻيڙيون ٺٽي ۽ لاهور جي وچ ۾ مال ۽ مسافرن آڻڻ ۽ نيڻ لاءِ سرڪاري طور مقرر هيون. اڪبر اعظم سنڌ جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ لاهور ۾ ٻيڙين جوڙڻ جو ڪارخانو کوليو هو. پنجاب جي واپارين جون سکر ۽ ٺٽي ۾ ڪوٺيون هيون. مهراڻ ۽ سندس شاخن تي غوراب هلي سگهندا هئا. ١٠٠٢هہ-١٥٩٣ع ۾ اڪبر اعظم لاهور ۾ هڪڙو غوراب جوڙايو هو، جنهن ۾ ٢٩٣٦ ساڳ جا تختا ۽ ٤٢٨ مڻ لوهہ جون ميخون لڳل هيون ۽ ٤٢٠ واڍا ۽ لوهار روزانو ڪم

---

(١) ايچ-ريورٽي: مهراڻ ۽ سندس شاخون ص ٤٩٤.
(٢) عجائب الاسفار ج ٢ لاهري بندر.

ڪندا هئا (١). هڪ هزار مزورن ڏهن ڏينهن تائين ڇڪي مس مس درياء تي لاٿو هو.

جهاز جو مستول ٣٥ گز الاهي اونچو هو. واٽ تي فقط روهڙي ۽ سکر ۾ مال ۽ مسافر لاهيندو ۽ چاڙهيندو هو. پر سياري ۾ ڪن هنڌن تي گپي پوڻ ڪري، جهاز کي ڌڪڻ ڪري وڏي دقت ٿيندي هئي، تنهنڪري بيڪار ثابت ٿيو هو- ١٠٠٤ هه-١٥٩٥ع ۾ ١٦٣٣٨ روپين جي لاڳت سان هڪ ننڍو جهاز شهنشاه اڪبر جوڙايو هو، جنهن جو مستول ٣٧ گز اونچو هو ۽ ١٥ هزار من مال کڻندو هو. مرزا جاني بيگ ترخان سان جنگ ڪرڻ وقت اڪبر ٢٥ جهاز لشڪر ۽ توبخاني ۽ سامان سميت پريل مرزا عبدالرحيم خان خانان کي ڏيئي ١٥٩٠ع ۾ تسخير ٺٽي لاءِ لاهور کان روانو ڪيو هو. جنگ ٻن سالن تائين اينگهه ڪئي ۽ سمورو عرصو مهراڻ ذريعي مرزا عبدالرحيم کي اَن ۽ جنگي سامان پيڙين تي پهچڻ لڳو. (٢). ١٦١٥ع ۾ انگلنڊ جي بادشاه جيمس اول، سرٿامس رو کي جهانگير جي دربار ۾ سفير ڪري موڪليو. هن سورت جي ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڊائريڪٽرن کي لاهور کان لاهري بندر واري دريائي شاهراه جي اهميت کان واقف ڪيو ۽ ١٦١٦ع ۾ انگريزن ٺٽي ۾ واپار جي ڪوٺي کولي، سنڌي ايجنٽ ديسي دلالن معرفت سنڌ جي شهرن مان ڪپڙو ۽ نير خريد ڪرڻ لڳا. لاڙ جا واپاري ڳاڙها چانور، چمڙي جي گيهه جا دٻا سکر موڪلي هتان اڇا چانور ۽ هٿيار خريد ڪندا هئا. نڪولس ويٿنگٽن جهانگير جي ڏينهن ۾ سکر کان

---

(١) جهاز سازي جو ڪارخانو راوي جي ڪناري تي هو. نقوش لاهور نمبر ١٩٦٢ع.

(٢) نقوش لاهور نمبر ص ١٩٣-١٩٤، اداره فروغ اردو لاهور ١٩٦٢ع.

پيڙي وسيلي ١٥ ڏينهن ۾ ٿئي پهتو هو. لاهور کان لٽي تائين پيڙين تي هڪ هزار من مال تي ادائي سؤ روپيا ڀاڙو هو ۽ في پيڙي مال سان ڀريل تي چار روپيا سرڪاري محصول ڀرڻو پوندو هو. ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ديسي هندو دلالن جون ٺٽي، سکر، ملتان ۽ لاهور تائين ڪوٺيون هيون.(١). ٺٽي، لاهري بندر ۽ سکر ۾ شين جا اگهه مقرر هئا. مغلن جي پوئين زماني اورنگزيب جي ڏينهن ۾ ٺٽي جي مغليه نوابن في پيڙيءَ تي محصول وڌائي ڇهه روپيا ڪيو، جنهن ڪري گهٽائي پنجاب جا واپاري ٺٽي ۽ سکر مان لڏي ويا. دکن ۾ مرهٽن سان سانده جنگين ڪري ملڪ مان سستائي سوڪلائي ويئي. سرڪاري خزانن ۾ کوٽ پوڻ لڳي.(٢). ١٦٥٢ع ۾ اورنگزيب کي سنڌ ۽ ملتان جاگير ۾ مليا. لاهري بندر جو منهن واريءَ سان پرجڻ لڳو. شهزاده نئون اورنگا بندر مهراڻ جي ڊيلٽا تي تعمير ڪرايو. ١٦١٧ع ۾ دائود پوٽن، مهرن کي شڪست ڏيئي لکيءَ تي قبضو ڪيو ۽ شڪارگاهه واري هنڌ تي نئون شهر شڪارپور تعمير ڪرايو، جنهنڪري خراسان جا قافلا جيڪي اڳ مال سکر ۾ نيڪال ڪندا هئا هاڻي شڪارپور ۾ نيڪال ڪرڻ لڳا. هي شهر جيئن پوءِ ويو ترقي ڪندو. پر سکر کي مهراڻ جي ڪپ تي هئڻ ڪري جيڪا اهميت هئي، سا شڪارپور کي نصيب ڪونه ٿي. اڪبري اشرفيءَ جي قيمت ٩ روپيا هئي، عالمگيري اشرفي جي قيمت ١٦ روپيا هئي. ايراني سڪا محمدي، عباسي به چالو هئا ۽ انهن جي قيمت فقط ٤ آنا هئي، سکر ۾ مکڻ ۽ گيهه

---

(١) Foster W.W: The Ehglish factaries in India (1637) P. VII Oxford, 1906.

(٢) Foster W.W: The Embaosy of sir Thomas Roe, PP. 75-76.

جي ايتري جهجهائي هئي جو درياه رستي مسقط ڏانهن ويندو هو.(۱). سيلاني پادري مانرتي، جنهن ۱۶۴۱ع ۾ لاهور کان نئي تائين مهراڻ تي مسافري ڪئي هئي، لکي ٿو ته:

"سکر ۾ وڏو واپار هلي ٿو، هر سال ايران ۽ خراسان ڏانهن مال سان پريل قافلا ويندا هئا."

سکر محصول جو ناڪو هو. مانرتي کي هتي محصول پرڻ ۾ تڪليف ٿي هئي. وليم فنچ ۱۶۰۸-۱۱ع سکر، روهڙي ۽ ٺٽي کي عظيم شهر چاٿائي ٿو: جن جو پنجاب سان واپاري ناتو هو.(۲). جوزف سٽئمبڪي جو ۱۷ صديءَ جي شروعات ۾ سکر پهتو هو، لکي ٿو ته سکر ۽ روهڙي ٻه مکيه شهر آهن:

"روهڙي شهر ۾ ڪڙمي ۽ محنتي ماڻهو رهن ٿا، زراعت کان سواءِ سوٽي ڪپڙي، نير ۽ ٻين شين جو واپار ڪن ٿا. هلت چلت ۽ وهنوار ۾ سڌا سنوان ۽ امن پسند آهن. بکر جو حاڪم انهن کي احترام سان گڏيو ۽ آجيان ڪيائين. سکر ۾ عمديون تراريون جڙن ٿيون ۽ سستيون آهن... هتي ڪورين ۽ رنگريزن جا ڪٽنب رهن ٿا.... ۽ بهترين قسم جو نير وڪامي ٿو.". (۳).

پادري مانرتي، شاهجهان جي ڏينهن ۾ ٺٽي ڏانهن ويندي روهڙي ۽ سکر مان لنگهيو هو.

---

(۱) Sarkar.J.N: History of Aurangzeb, Vol, V, P.445, Calcutta.

(۲) Faster.W.W: Early Travells, P. 161.

(۳) ايضاً.

”آتر سنڌ ۾ بکر (سکر) مهراڻ جي ڪپ تي سهڻو شهر آهي، جنهن جي چوگرد چمن ۽ باغن ڪري بهاري هئي، بازار جا دوڪان هر قسم جي مال سان ڀريل هئا، حقيقت ۾ روهڙي ۽ سکر وارين ٽڪرين ڪي سنڌ جو چمن ڪوٺين ٿا“ (١).

## مغليہ دور ۾ سکر جي ثقافتي حالت

باب الاسلام سنڌ ۾ ملتان، اُچ، سکر جا شهر بزرگانِ دين ۽ باڪمال علمائن جي وجود مسعود ڪري تبليغ جي لحاظ سان روحانيت جا مرڪز هئا ۽ سکر جو دارالعلوم قرآن، حديث، فقه، تصوف، منطق ۽ اقليدس جي تعليم ڪري وچ ايشيا تائين مشهور هو، جتي شاگردن جي خوراڪ ۽ رهائش جو انتظام هو، مغل هن ملڪ ۾ آيا ته پاڻ سان نوان هنر ۽ نيون ايجادون ڪٺي آيا، باغباني، ڪپڙي سازي، عمارت سازي، مصوري ۽ ٻين هنرن ۽ علمن ڪري هتي جي رهاڪن ترقي ڪئي، نووارد خانوادن جن هن شهر کي وطن جوڙيو، تن هتي جي خاڪ پاڪ کي باغن، بوستانن ۽ نادرالزمان عمارتن سان معمور ڪري ڇڏيو، ڇو ته قدرت شهر سکر کي حسين ٽڪرين جي ڪري دلاويز حسن بخشيو هو، حڪيم ٽيڪچند هڪ دفعي ميونسپالٽي جي ميٽنگ ۾ تقرير ڪندي چاٽايو هو ته ”سکر جون ٽڪريون طلائي آهن“ نووارد خانوادن مان نواب محمد معصوم پنهنجي مادر وطن سکر کي عمارتن جوڙائڻ ڪان پوءِ سنڌ جو فتح پور سيڪري بڻائي ڇڏيو، هن وقت صوبي سنڌ ۾ ٺٽو ۽ سکر آثار قديمہ جي لحاظ سان

---

(١) سکر جي بازار ۾ وچ ايشيا جو مال جام وڪامندو هو، عربن جي ڏينهن کان سکر جا واپاري ڪابل ۾ رهندا هئا.

Strange. L. E: Eastern Proninees of Caliphate, Kalble, Cambridge 1905.

۽ اهڙا شهر آهن، جي ڌارين ملڪن جي سياحن لاءِ تفريحي اسباب مهيا ڪن ٿا، ٻئي شهر گهڻو وقت تختگاه رهندا آيا، سکر کي ته مهراڻ تحفو ٻڌائي ڇڏيو آهي ۽ ٽئي جو اڳوڻو اوج مٽجي چڪو آهي، مغليه دور ۾ پارسي لٽريچر ۽ ثقافت بيحد ترقي ڪئي، سکر جي خاڪ پاڪ مان هن دور ۾ چوٽيءَ جا شاعر مورخ ۽ دانشور پيدا ٿيا، جن کي تاريخ دهرائي ٿي، مغل بي انتها پير پرست هئا، جنهن ڪري مرشد سڳورن پيري ۽ مريديءَ جون سندون ايجاد ڪيون، سکر ته پيرن جو منجو اڄ به آهي ۽ چپي چپي تي زيارتگاهون آهن، جن تي ماهوار ۽ ساليانو عرس ملاهيا وڃن ٿا، اهڙو بيان اوهين بزرگان دين جي حالات مان معلوم ڪري سگهندا، اسلام جي تصور توحيد، هر مذهب ۽ هر طبقه جي ماڻهن کي ميلن ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني.

## هندي لٽريچر ۽ سکر جا هندو

مسلمانن ۾ سني، شيعا ۽ مذهبي فرقا هئا، تيون مهدوي فرقو به سنڌ، بلوچستان، افغانستان ۽ خراسان تائين پهتو هو. انهيءَ طرح هندن ۾ وقت بوقت ڌرمي پنٿ پکڙجڻ لڳا، سکر جا هندو جن ۾ برهمڻ، لوهاڻا، ڀاٽيا، ڇاٻڙا ۽ ٻيون قومون شامل هئا، شهر ۾ مسلمانن کان ڪثيرالتعداد هئا، مغلن جي صلح پسند حڪمت عملي هندو مسلم اتحاد کي مضبوط ڪيو، مسلمان صوفين جي صحبتن ڪري عيسوي ١٥ صدي ۾ وشنو پنٿ، ڪبير پنٿ ۽ نانڪ شاهي پنٿ جيڪا بيداري پيدا ڪئي، تنهن هندو ۽ مسلمان قومن کي هڪڙي قوم جي قالب ۾ پلٽي ڇڏيو، پارسي زبان ۽ لٽريچر ١٦ صدي ۾ ترقي ڪئي. نون پنٿن جي جنم وٺڻ ڪري هندي برج ڀاشا زبان ترقي ڪئي، مغليه دربار کان علاوه هندي سماج جي ڌرمي ٻولي به برج ڀاشا هئي، مسلمان به هن ٻولي

۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳا، انهيءَ دور جا ڏوهيڙا ۽ ساکيون سلوڪ شهه پارا آهن. شاعر ملڪ محمد ڄائسي جي ”پدماوت“ جا ظاهري ميواڙ جي راڻي جي آکاڻي آهي، ڳوڙهي فلاسافي رکي ٿي ڪري هنديءَ جو نئون دور شروع ڪيو ۽ برج ڀاشا جي ميٺاج عوام ۽ خواص کي متاثر ڪيو. عبدالرحيم خان خانان پڻ هنديءَ جو شاعر هو. سندس ڏوهيڙا ”رحيم ستساءِ“ جي نالي سان مشهور هئا. ولڀ اچاريه پنٿ جي شاعرن مان ”سورداس“، نند داس جو ”رس پنچا ڌيائي“ وٺل ناٿ جو ”چوراسي ويسنا واجي ورتا“، پر مانداس ۽ ڪينداس، رس خان جو ”پريم وتيڪا“ سري ڪرشن ۽ رامچندر جي ڪهاڻين ۾ لکيتين سان ڀريل آهن. لکت تلسيداس ۱۶۲۳ع - ۱۵۳۲ع جو راماين، وٺل ناٿ جي اُن مهرن مان گوڪل ناٿ ۱۵۵۱ع جو ”چوراسي وسينا واجي ورتا“، راڌا بلا ڀي پنٿ جوهري ومسا ۱۵۸۵ع ۾ جاري ڪيو، هن فرقي جو وڏو ”راڌا“ مندر بندرا بن ۾ هو، هن پنٿ وارا راڌا جا پوڄاري هئا. تلسي داس وشنو جي اوتار رامچند جي پرچار لاءِ رومائڻ تيار ڪيو. هن ڪوينٿ جاري نه ڪيو پر ڌرمي مصلح شمار ٿئي ٿو. سندس ڪتا تي اسلام جو اثر پيل نظر اچي ٿو. دادو ديال ۱۶۰۳ - ۱۵۴۴ع جي دوهن سان بت پرستي لاءِ نفرت ۽ خدا جي وحدانيت جو پرچار سادگيءَ سان ڪيل آهي. ٻيا پنٿ جهڙوڪر ”لال داسي“، ”ڌرمداسي“ وغيره - لکتي

---

نوٽ: هندي شاعري ايتري مقبول ٿي جو مسلمانن به حصو ورتو جهڙوڪر عثمان جي چتراولي، شيخ نبي جو گيان ديپ قاسم شاه جو هنس جواهر، نور محمد جي اندراوتي ۽ فاضل شاه جو پريم رتنا شاعري جو موضوع ڪرشن لکتي آهي.

معارف اعظم ڳڙه مئي ۱۹۶۲ع ص ۳۴۷.

مالا مان روپا، سناتن، جيوگو سوامي، گوپال ڀٽ جا نالا مان ٿيا. مهاراشٽر ۾ تڪا رام ١٦٠٠ع جي اينگا سلوڪن ۾ روحاني پاڪائي جو پرچار ڪيو. رامداس مرهٽي جون ڀڳتيون دکن ۾ مشهور رهيون. سٺين ڀڳتين، ويدانتي پرچارن، دوهن، مالائن ۽ پنٿن جو اثر سکر جي هندن تي پيو هوندو. جيئن ڪبير ۽ دادوءَ جا دوها اڄ به زبان تي آهن.

## مغليه دور جا سکر جا علماء ۽ بزرگ

سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ گهڻئي باجبروت حڪمرانن جا مقبرا آهن، جن جي تعمير تي لکين روپيا خرچ ڪيل ۽ آهي ڪاريگرن جي ڪمال جو بهترين نمونو آهن. ليڪن شمع ۽ گل انهن مقبرن کي نصيب ڪونه ٿيا، بلڪ سندن فلڪ فرسا مقبرا جن کي هنن پنهنجي جيئري لکين غريبن جو رت چوسي، سندن رت ۽ پگهر مان جوڙايا، اڄ زماني جون سٽون نه سهندي بلڪل سنسان آهن ۽ اهلِ نظر جي عبرت لاءِ افسانا بڻجي چڪا آهن. ائين ڇو ٿيو؟ آن لاءِ هڪڙوئي جواب آهي ته آنهن خون آشام ترار جي زور تي حڪومت هلائي، جن جي نالن کي ٻڌڻ سان مغلوب انسانن جا قلب ڪنبندا هئا. وري انهن گوشه نشين دلپوش بزرگانِ دين جي مقبرن ۽ منارن کي ڏسو! جن گوشه نشيني جي حالت ۾ رهندي مخلوق خدا تي روحانيت جي طاقت سان حڪومت ڪئي. وٽن نه ترار هئي نه لشڪر نه خزانا! فقط علمِ عرفان جا وهندڙ چشما هئا، جن تان معرفت جي متوالن کي پيئڻ لاءِ آبِ بقا مانند و هو ۽ سوز ۽ گدازِ عشق جي طالبن جي رڳن ۾ سماع جي سرمستين ۽ دلنواز نغمن ڪري ڪيف ۽ سرور ۽ دائمي درد پيدا ٿيندو هو ۽ اهو درد ۽ سرور قيامت تائين قائم رهندو هو. آهي بي سرو ساماني جي حالت ۾ به صاحبِ سيف و قلم هئا. جهاد جي وقت مٿن سان ڪفن ٻڌي خاڪ

۽ خون ۾ تڙڦندي جام شهادت نوش ڪندا هئا ۽ پونين لاءِ لافاني سبق ڇڏي ويندا هئا. وقت جي ظالم شهنشاهن جي روبرو وڃي، مخلوق خدا جي ڀلي لاءِ ڪريون ڪريون ٻڌائيندا هئا. شهنشاه انهن بوريه نشينن کي خوش ڪرڻ لاءِ هزارين ۽ لکين روپيا ڏيندا هئا، جن گرانقدر رقمن کي ٻيڻي ٻيٽي لحظي اندر محتاجن ۽ نادارن کي ورهائي ڏيندا هئا. اڄ وقت جي شهنشاهن جي عاليشان مقبرن تي ڏوڙ وسي ٿي ۽ سواءِ خاموشي ۽ وحشت جي اتي ڪجهه به ڪونهي! سندن ڪشورڪشائي ۽ رنگين داستانن کي تاريخن جي ورقن اندر پڙهي سگهون ٿا! ورِي جڏهن انهن بي سرو سامان خاڪ نشينن جي نيلگوني گنبذن کي نيري آسمان جي چمڪندڙ چٽ هيٺان چمڪندو ڏسون ٿا، جن جي تربتن کي عقيدتمند ڏينهن جو رنگارنگي خوشبوءِ دار گلن سان سينگارين ٿا ۽ رات جو ڪافوري شمعن ۽ قنديلن سان روشن رکن ٿا ۽ هر سال هزارن ميلن کان ڪهي اچي عرس ملهائين ٿا! ڪهڙي سبب ڪري؟ اُن جي جواب لاءِ عارف حڪيم سنائي رح جون ٻه سٽون اهل ذوق اڳيان پيش ڪجن ٿيون:

سر برآ راز گلشن تحقيق تـادر کـوي دين
کشتگان زنـده بيـنـي انجمن در انجمن
در يکي صف کشتگان بيني بتيغي چون حسين
در دگر صف خستگان بيني بزهري چون حسن

## شيخ ابوالحسن بڪري

اڪبري دور جو وڏو محدث هو ۽ مڪي ۾ تعليم ورتي هئائين، حافظ ابن حجر مڪي جو همعصر هو. علامه مجدالدين محمد بن طاهر گجراتي، شيخ صاحب جو شاگرد هو، جنهن جي تصنيف ڪيل لغت حديث "مجمع بصارالانوار"

صحاح تسه جي شرح آهي، شيخ ابوالحسن بکري جا ٻه شاهڪار ”ڪتاب المعني في اسماء الرجال“ ۽ ”تذڪرة الموضاعت“ بي مثل آهن. علامه مجدالدين آگره ڏانهن ويندي ٩٨٦ هه ۾ اجين وٽ شهيد ٿيو.

## ميان آدم شاهه بکري

سنڌ جي عباسي ڪلهوڙن جي صاحبي جو سربراه ميان آدم شاهه بن ميان نور شاهه بن صاحبڏنو بن ميان خان محمد بن طاهر بن رافع بن شاهه محمد بن ابراهيم بن محمد طاهر بن چنيه بن قائم بن احمد بن طاهر بن قائم بن عبدالرحمان بن عباس بن مامون بن هارون بن ابو عبدالله مهدي بن حضرت عباس، عم النبي صلي الله عليه وسلم (١). آدم شاهه جا وڏا مڪران کان نڪري اچي سنڌ ۽ ملتان ۾ رهڻ لڳا ۽ ميان صاحب سکر ۾ قيام فرمايو ۽ هتي شيخ لنڪراچ ۽ شيخ ابوبڪر جتوئي بکريءَ جي ٻن واسطن سان سيد محمد ميران مهدي جونپوريءَ جو مريد ٿيو، مهدوي تبليغ ڪرڻ لاءِ ڏوڪري تعلقه جي هڙڙي ڳوٺ ۾ پيري مريدي جي مسند وڇائي مهدوي فرقي جي تبليغ ڪرڻ لڳا، هتي ڪيترا ابڙو پنهنجي قبيلي سميت بيعت ڪري مرشد جي خدمت ڪرڻ لڳو، ١٥٩٠ع ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان کي اڪبر لاهور مان لشڪر، توبخاني ۽ هاٿين سميت سنڌ جي ڏاکڻي حصي کي فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. خان خانان درويشن جو دوست علمائن جو قدردان، فياضي ڪري حاتم ثاني هو، جڏهن به ڪنهن مهم تي نڪرندو هو تہ جيڪي به بزرگ واٽ تي هوندا هئا، تن سان ملاقاتون ڪري دعائون گهرندو ۽ نذر ۽ نياز پيش ڪندو ويندو هو. لاهور کان رواني ٿيڻ

---

(١) ميان آدم شاهه جي شجري جي ضرورت محسوس نہ ٿي ڪجي.

کان پنهنجي اتاليق علامہ ابوالفضل جي صلاح سان، آتي جي بزرگ شيخ ساڌو لال حسين جي بارگاه ۾ پهچي دعا پنڻ ويو (١). ملتان پهچڻ وقت پنج سؤ اشرفين سان ڀريل ڳوٿري سهروردي سجاده نشين جي خدمت ۾ مڪائين، پر هن اشرفين کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. بکر سرڪار جي پرڳڻي دربيلي پهچي مخدوم عثمان جي قدمن تي مٿو رکيائين، مخدوم صاحب اُن وقت جو مجدد هو (٢). لاڙڪاڻي پهچڻ وقت ميان آدم شاهہ جي تعريف ٻڌي، درويش جي دهليز تي پهتو ۽ دعا گهري. رواني ٿيڻ وقت کهڙ ابڙي مريد فقيرن جي لنگر جي خرچ لاءِ گهر ڪئي، جنهن تي مرزا عبدالرحيم چانڊڪو پرڳڻو ميان صاحب کي لکي ڏنو جو چانڊيہ پروچ قوم جي ملڪيت هو: قنبر، لاڙڪاڻو ۽ نصيرآباد چانڊڪي پرڳڻي ۾ شامل هئا:

”چون در آن وقت خان خانان نزد ميان آدم شاهہ بہ استمداد دعا آمده التماس نذري کرد، حسب

---

(١) مفتي غلام سرور لاهوري پنهنجي ڪتاب خزينتہ الاصفيا ۾ لکيو آهي تہ مرزا عبدالرحيم هڪ ڪڪڙ ڪباب ڪرائي ٻن تانن ۾ ويڙهي شيخ ساڌو لال حسين جي خانقاه ۾ اڌ رات جو پهتو هو.

(٢) مخدوم عثمان جي ملاقات جو بيان شيخ فريد ذخيرة الاخوانين ج ١، ڪراچي ۾ تفصيل سان ڏنو آهي ۽ دلچسپ آهي.

نوٽ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي منشورالوصيت مان معلوم ٿئي ٿو تہ ميان آدم شاهہ، شيخ محمد الياس، شيخ ابوبڪر جتوئي، عيسيٰ جي ٽن واسطن سان محمد مهدي جونپوري رح جو مريد ٿيو هو. منشورالوصيت قلمي ص ١٤.

درخواست کبرا ابره مذکوره زمينداريي زمين چانڈوکه
از انتقال قوم چانڈيه به وي گرفته داد (١).

چانڊڪي پرڳڻي جون حدون مديجي کان سيوهڻ تائين هيون ۽ سنڌ جو باغ ڪوٺبو هو، جنهن جي ساليانې آمدني ٻارهن لک روپيا هئي. ابڙن نوان واهه کوٽرائي نوان شهر تعمير ڪيا. آهي مهدوي هئڻ ڪري "مهديجا" ڪوٺبا هئا. ابڙن ۾ چار فصل کنيا ته سندن دماغ ڦري ويو. آس پاس جي سميجن زميندارن سان کوئنس ڪرڻ لڳا ۽ ماڻهن کي ستائڻ لڳا، جنهنڪري مسلسل فساد ٿيندا رهيا. زميندار ٻکر جي نواب وٽ دانهن کڻي ويا. ٻي طرف ميان جي مريدن جو روزمره تعداد وڌڻ لڳو ۽ بکر جي نوابن کي منجهانس خوف جاڳيو. حالانڪ ميان صاحب خداپرست درويش پنهنجي دائره اندر استغراق ۾ رهندو هو. ڪيس دنوي دولت سان ڪو لاڳاپو نه هو. بکر جي نواب معاملي کي ملتان سرڪار وٽ پهچايو، جتان دربار اڪبري ۾ پيش ٿيو، جتان ميان صاحب جي گرفتاريءَ لاءِ حڪم صادر ٿيو ۽ ميان صاحب کي ملتان جي جيلخاني ۾ قيد ڪيو ويو. ايچ- ڪزنس صاحب جو بيان آهي ته جڏهن ميان صاحب کي ملتان آندو ويو ته وٽس مريدن جو وڏو هجوم هو. پهريان سهروردي سجاده نشين مخدوم لعل عيسن سان ملاقات ڪيائين، پوءِ جيل ۾ رکيو ويو(٢). قيد جي حالت ۾ ملتان جي ڪوتوال محمد آقا، ميان آدم شاهه جي هٿن تي بيعت ڪئي، جنهن کي ميان صاحب وصيعت ڪئي ته مرڻ کان پوءِ سندس جنازي کي وطن مالوف سکر جي اولاهين ٽڪري تي دفنايو وڃي. ملتان جي نواب ١٥٩٨ع ۾ ميان صاحب

(١) تحفة الڪرام ج ٣، يوسف ميرڪ: تاريخ مظهر شاهجهاني ص ٥١.

(٢) Cousins, H: Antiquities of Sindh, P. 153, Calcutta, 1929.

کي شهيد ڪرايو ۽ مريدن سندس جنازي کي سکر جي اولاهين ٽڪريءَ تي آڻي دفنايو، جا اڄ تائين سندس نالي تي ”آدم شاهه“ جي ٽڪري سڏجي ٿي. ٽڪريءَ تي ٻه پيون قبرون آهن: هڪ فقير چام فيروز ٽالپور متوفي ۱۸۰۰ع ۽ ٻي فقير مستي بن رند جويه جي آهي. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، ميان آدم شاهه جي قبر مٿان مقبرو ۽ مسجد تعمير ڪرائي، جن جو ڪم ۱۷۷۴ع ۾ پايه تڪميل کي پهتو. انگريزي دور ۾ ۱۸۹۰ع کان ۱۹۱۴ع تائين هن زيارتگاه تي بندش پيل هئي، جنهن جو سبب هو روس جي ڪاهه. چنانچه ۱۸۸۴ع ۾ روسي فوجن اسڪ آباد، مرو ۽ پنج ديهه تي قبضو ڪري، ريلوي لائين سان مٿين شهرن کي وچ ايشيا جي رشين ريلوي لائين سان ڳنڍي ڇڏيو. برٽش حڪومت روس جي مٿين سياسي چرپر کان خوفزده ٿي، سرحد جي بچاءَ لاءِ وائيسراءِ لارڊ لينسڊائون جي ڏينهن ۾ اٽڪ ۽ راولپنڊي کي مورچا ڏياريا، ڇو ته ٻئي شهر خيبرلڪ جي سامهون هئا. ملتان، شير شاهه، بهاولپور ۽ فيروزپور به سرحدي شهر هئا، جن کي مورچن سان مضبوط ڪيو ويو. سکر جو بولان لڪ جو ڦاٽڪ هو، آن جي اولهه وارين ٽڪرين تي مورچا (خندقون) تعمير ڪرايون ويون، سڀني کان مضبوط مورچو ميان آدم شاهه جي مقبري جي چوڌاري تعمير ڪرائي هڪ پاڻيءَ جو تلاءُ پڻ تعمير ڪرايو ويو ۽ هڪ فوجي سارجنٽ ۽ مورچن جي حفاظت لاءِ چوڪيدار مقرر ڪيا ويا ۽ هن زيارتگاه تي بندش وڌي وئي (۱). ليڪن ۱۹۱۴ع واري

---

(۱) MARSHMAN, J.C: Abridgement of the History of India PP. 545-51.

نوٽ: ڪلهوڙن مان ميان محمد آدم شاهه، ميان يار محمد، ميان نصير محمد، ميان الياس سهروردي طريقي جا پابند هئا. ڏسو تاريخ ڪلهوڙا غلام رسول مهر ج ۱ ص ۱۳۶ سنڌي ادبي بورڊ.

پهرين عالمگير جنگ وقت جڏهن هوائي جهازن جي وجود ۾ اچڻ ڪري قلعن ۽ مورچن جي اهميت گهٽجي ويئي، تڏهن سکر جي مورچن کي برٽش فوجي کاتي ڊهرائي ڪاٺ، لوهه ۽ خاردار تارن کي نيلام جي ذريعي نيڪال ڪيو. ميان آدم شاهه واري مورچي جي لوهي ڦاٽڪ کي هندن خريد ڪيو، جو هن وقت هندو مسافرخاني کي لڳل آهي ۽ زيارتين کي مقبري تي اچڻ وڃڻ جي اجازت ڏني. ميان صاحب جي مقبره جي وقت بوقت ريلوي ورڪشاپ جا مزور چندا گڏ ڪري مرمت ڪرائيندا رهيا. هينئر يعقوب آئل ملز جو سيٺ مقبره جي سنڀال ڪري ٿو ۽ مقبره تي رهندڙ فقير کي گذرسفر لاءِ ڪجهه ڏئي ٿو. قيام پاڪستان کان پوءِ پهريون دفعو ميان صاحب جي مقبره مٿان رات جو برقي بلب ٻرن ٿا. جيڪڏهن سکر ميونسپالٽي مقبره جي اڳيان ميدان تي ڪو پارڪ تعمير ڪرائي ته بهترين تفريح گاه بڻجي پوندو.

## شيخ فريد بکري

شيخ فريد بکري بن شيخ معروف بکري کي مغليه دربار ۾ وڏو رسوخ حاصل هو. سندس ڪتاب ”ذخيرة الخوانين“ پارسي جلد اول، پاڪستان هسٽاريڪل ريسرچ سوسائٽي پاران اهتمام سان ١٩٦١ع ۾ ڪراچي مان شايع ٿيو. شيخ فريد نظم ۽ خط جي تعليم مير ابوالقاسم نمڪين کان ورتي هئي.

## نواب فتح خان

اڪبر دور جي بکر جي نواب فتح خان روهڙي واري وار مبارڪ واري درگاه جي لڳ مهراڻ جي ڪپ تي پُرفضا هنڌ گنبذن واري جامع مسجد ٩٩٢هه ۾ تعمير ڪرائي. مسجد جا ٽي گنبذ آهن، جن تي ڪاشيءَ جو عمدو ڪم ڪيل آهي. اڳڻ واري پاسي ڏانهن مهاڙيءَ تي وچين دروازي مٿان ڪاشيءَ جي سرن تي هيٺيون ڪتبو لکيل آهي:-

خسرو دين پناهہ شاه اڪبر
مسجد جامع از برائي ثواب
کہ بود تاج بخش شهان ملڪ
پسر اميد ساختہ قصر جنان
شاه انجم سپاه چرخ سرير
دلڪشا همچو مسجد ڪعبہ
حامي شرع مقتدائي زمان
جان فزا همچو روضہ رضوان
بندگانش چو قيصر و فغفور
تابرد گنبذ فلڪ بر پاءِ
چاڪرانش چو طغرل و خاقان
باد سالم ز آفت دوران
سروري نيڪ رائي دريا دل
سال تاريخش از خود جستم
منبع جود مجمع احسان
مسجد خان بگفت ڪرد روان
فتح خان آنکہ تيغ خونريزش
۹۹۲ھ.(۱)
ڪرد بنيادِ ظلم را ويران

نواب فتح خان ۹۸٦ھ ۾ بکر جو نواب مقرر ٿي آيو هو. ۱۳۲۰ھ مرزا ڪلب علي مختيارڪار روهڙي ان مسجد جي مرمت ڪرائي ۽ پنهنجي نالي جو ڪتبو بہ هڪ پاسي ڏانهن هڻائي ڇڏيو. جيڪڏهن مرزا صاحب مرحوم اها ڪوشش نہ ڪري ها تہ ان تاريخي مسجد جي بہ اهائي حالت هجي ها، جيڪا روهڙيءَ جي ٻين بي شمار مسجدن جي ٿي وئي آهي.

## نواب سعد خان

نواب سعد خان ۱۰۰۷ھ ۾ بکر جو نواب ٿي آيو. سندس نوابيءَ جي زماني ۾ سال ۱۰۱۱ھ اندر روهڙي ۽ سکر جي مابين خواجہ خضر واري ٻيٽ تي هڪ مسجد تعمير ٿي جا ٻيٽاڙي جي ڏاکڻي ڪنڊ تي شڪستہ حالت ۾ آهي. ديوارن تان چونو ڪجھ لهي ويو اٿس. مسقف حصي واري محراب جي مٿان ڇهن سٽن ۾ هي ڪتبو پٿر جي سر تي اُڪريل آهي:

---

(۱) الوحيد اسپيشل نمبر "سکر ۽ روهڙيءَ جا آثار قديم" از پير علي محمد شاهہ راشدي، جون ۱۹۳٦ع ڪراچي.

خان عالي سعيد خان کہ بد هم
اوست بحر سخا و صحاب کرم
ساخت اين مسجد عبير سرشت
کہ فرح راست همچو بيت حرم
بي تکلف ز لطف آب و هوا
روضہ گشت از رياض ارم
از مقيما آستانش يکي
چون وفا بنده حميد شيم
کلکم قدرت بہ آب چشم خضر
سال تاريخ "روضہ" کرد رقم
۱۰۱۱هہ

## مير ابو قاسم نمکين

مير قاسم خان نمکين هروي جو پيءُ ملا هو. سبزواري امام موسیٰ رضا رضہ جي درگاه جو متولي هو، آزبڪن جي ڪاهن وقت هرات ڪان نڪري قنڌار ۾ آيو ۽ آتي شهيد ٿيو. سندس پٽ مير قاسم لاهور ۾ اچي، اڪبر بادشاه جو ملازم ٿيو ۽ چار هزاري منصبي مليس. سبزواري ساداتن مان جن بکر کي وطن جوڙيو، اهي قاسم خاني ڪونجڻ لڳا. جيڪي ٺٽي ۾ رهڻ لڳا، سي امير خاني سڏبا هئا، ڪي سيوستان ۾ رهندا هئا. مير ابو قاسم جي ذاتي جوهر کي ڏسي اڪبر کيس پنجاب ۾ پيره ۽ خوشاب جاگير ۾ ڏنا، جن ۾ لوڻ جون کاڻيون هيون، جن جي ڪري مٿيان پرڳڻا "نمڪ سر" سڏبا هئا. مير ابوقاسم لوڻ مان هڪ رڪابي ۽ هڪ پيالو ٺهرائي بادشاه جي خدمت ۾ موڪلي پنهنجي نمڪ حلالي ڏانهن اشارو ڪيو. بادشاه سندس رمز کي پسند ڪري کيس "نمکين" جو لقب ڏنو (۱). مير ابوقاسم گهڻين ئي جنگين ۽ صوبن جي انتظام ۾ حصو ورتو هو. اڪبر اعظم ۱۰۰۳هہ بکر کيس جاگير ۾ ڏنو. هو تجربيڪار جنرل ۽ امور صوبيداريءَ مان واقف هو. مير صاحب ۱۰۱۸هہ قنڌار ڪان موٽندي واٽ تي انتقال ڪيو ۽ ستين جي ٿان "صفہ صفا" واري قبرستان ۾ دفنايو ويو.

(۱) ماثرالامرا ج ۳ ص ۴۷.

## ستين جو ٿان

مير ابوالقاسم جو قبرستان روهڙيءَ جي سول ڪورٽ جي ويجهو، اتر ۽ اولهه جي ڪنڊ تي، درياءَ جي ڪپ تي هڪ ٽڪريءَ مٿان ٺهيل آهي. اولهه ڪان ٻن فرلانگن جي پنڌ تي لئنسڊائون پل آهي، سامهون اتر ڪان درياءَ جي ٻي پر تي سکر جو شهر آهي ۽ ڏکڻ ۽ اوڀر جي ڪنڊ تي ٻن ٽن فرلانگن جي فاصلي تي روهڙيءَ جو شهر آهي. بکر جي قلعي جون ڊٺل ديوارون به اوڀر ڪان ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ساڌ ٻيلو اتر ڪان وچ درياءَ ۾ سامهون موجود آهي. جاءِ وقوع جي لحاظ سان هيءَ ٽڪري پنهنجي دلڪشيءَ ۾ بي مثل آهي. چارئي طرف کليل، ڪوهن تائين نظر پوي ٿي، قدرتي مناظر صبح شام، پري پري تائين ڏسي سگهجن ٿا. سڄو ڏکڻ طرف انبن ۽ کجين جي باغن سان ڀرپور آهي. سکر ڪان ايندڙ رستو درياءَ جو ڪپ ڏيو، انهيءَ ٽڪريءَ جي پهلوءَ کي ڇهندو، روهڙي ڏانهن وڃي ٿو. انهيءَ ٽڪريءَ کي، انهيءَ قبرستان ٺهڻ کان اڳ "ستين جو ٿان" سڏيو ويندو هو. يعني ستين جو آستان، جنهن کي فارسيءَ ۾ "ستياسر" جي نالي سان لکيو ويو آهي، جيڪو غالباً "ستن سرتين" يا "ستن جو آستان" جو بگاڙ ٿو ڀائنجي. اڪبرنامي ۾ ان کي "ڪوهه هفت دختر" لکيو ويو آهي (١). ماثرالامرا جو مصنف انهيءَ ٽڪريءَ کي "ڪار ماتري" سڏي ٿو (٢). هندن جي ڏند ڪٿائن ۽ مسلمانن جي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته اتي ستين جو آستان هو ۽ اها جاءِ انهن خدا رسيده معصوم بيبين جي رهائش سبب متبرڪ سمجهي ويندي هئي. مير ابوالقاسم "نمڪين" جڏهن بکر ۾ حاڪم ٿي آيو ۽ بکر

---

(١) اڪبرنامو ج ٣ ص ٦٣٧.

(٢) ماثرالامرا ج ٣ ص ٧٧.

ڪي ٿـي پنهنجي مستقل رهـائش لاءِ پسند ڪيائين ۽ ان ۾ پنهنجا يادگار ٺهرايائين. جڏهن انهيءَ ٽڪري جـو ماحول، جاءِ وقوع ۽ چوڌاريءَ جا منظر کيس پسند آيا، تڏهن ان ٽڪريءَ جي چوٽيءَ کي صاف ڪرائي، مسطح ڪري، چوڌاري ديوار ڏيئي، سرن جو فرش ٻڌائي، چئن ڪنڊن کان چار منارا ۽ گوشا ٺهرائي، ان کي پنهنجي خاندان لاءِ قبرستان طـور ڪتب آڻڻ جو ارادو ڪيو. ليڪن ان کان اڳ جو ان ۾ ڪنهن فوتيءَ کي دفـن ڪيو وڃـي، مير صاحب ان کي چانڊوڪين راتين ۾ مجلس آرائي لاءِ ڪتب آندو ۽ ان جو نالو "صفهٔ صفا" رکيائين. سندس فرزنـد ميرڪ يوسف لـکـي ٿو تہ:

> "پير غـلام صفهٔ چهار گوشہ ساختہ، و هر گوشهٔ اين صفہ مناري بـرپـا داشتہ، و "صفهٔ صـفـا" نـام نهاده در شبهاي ايـام بيض اڪثر در آن جـا ميگذراند، و بـا اهـل فضل مجلس داشتہ، خربزهاي مـوضع نيم بدره راکہ در چار کروهي اين صفہ واقع است، بغايت خربزهاي ولايتي آن خوب مي شوند، صرف مـي کرد." (۱).

ڏکڻ سمت ۾ اتان چئن ڪوهن تي سنڌ جـو قديم تختگاهہ، اروڙ، آهي. ان زماني ۾ مير صاحب جي جاگير ۾ هو. انهيءَ جي سامهون واري ڳوٺ، "نيم بدره" ۾ مير صاحب گدرن جا باغ ڪرائيندو هو. گدرن جو پاڻ بہ شوقين هو ۽ ويلي تي هڪ مڻ گدرا کائي ويندو هو. دوستن، احبابن، عالمن ۽ اديبن کي چانڊوڪين راتين ۾ انهيءَ ٽڪريءَ تـي گڏ ڪري مجلسون ڪري، قدرتي نظارن مان لطف اندوز ٿيندو

(۱) مظهر شاهجهاني، ص ۲۲۹.

هو. ماثر الامرا لکي ٿو تہ ”چانڊوڪين راتين ۾ انهيءَ ٽڪريءَ جو نظارو 'بي نظير عالم' هو.“

”برڪو هچہ (کہ مشرق قلعہ بکر است) جنوب روبہ جانب قصبہ لوهري، متصل دریاي پنجاب مشهور بہ ”ڪار ماتري“ ”گورخانہ خود ساختہ ”صفہء صفا“ نام گذاشتہ، در شبهاي ماهتاب بي نظير عالم است و همانجا مدفون گشت“.(١).

انهيءَ صاف صحن تي چانڊوڪين راتين جون مجلسون مير نمڪين جي زندگيءَ تائين قائم رهيون. ١٠١٨هہ ۾ شهيد ٿيو، ۽ پهريون پاڻ اتي آرامي ٿيو ۽ بعد ۾ اصلي مقصد مطابق اهو سندن خاندان جو قبرستان ٿي ويو. ڏکڻ ڪان مٿي پهچڻ لاءِ جيڪا ديوار آهي، ان جي پنهي پاسن ڪان خوبصورت حجرا ڏهيل آهن، جيڪي ڏينهن جي آرام لاءِ ڪتب ايندا هئا. اهڙيءَ طرح، اتر جي طرف ڪان اوپر خواه اولهہ جي ڪنڌن تي بہ حجرا آهن، جن جو رخ درياءَ طرف آهي. صبح شام درياءَ جي نظاري ڪرڻ لاءِ نشيمن جو ڪم ڏيندا هئا.

## موجوده حالت

مسٽر ڪزنس جي ڏنل هڪ تصوير ماف معلوم ٿو ٿئي تہ اهو قبرستان زبون ٿي چڪو هو، منارا ڀت اچي پيا هئا، قبرون ڊهي ويون هيون، سنگين لوڙهہ ۽ ڪتبا منتشر ٿي چڪا هئا، عمارت جي خاص وضع، ٽڪريءَ جي ماحول ۽ چوڌاري جي نظارن محڪمي آثار قديمہ (حڪومت هند) جي ڪارپردازن کي متاثر ڪيو، جن ان کي محڪمي جي حفاظت ۾ ورتو، ان جي نئين سر تعمير ۽ مرمت ڪري، سموري قبرستان کي اصلي حالت ۾ آندو. منارا ٺاهيا ويا، قبرن جي

---

(١) ماثرالامرا، ج ٣ ص ٧٧.

مرمت ڪري مٿن اصلي ڪتبا لڳايا ويا(١). فرش پڌو ويو ۽ حدبنديءَ واري ديوار دوباره مضبوط ڪئي وئي، ۽ حجرن کي به گھٽي حد تائين مرمت ڪري، ڪم آڻڻ جھڙو ڪيو ويو. هن وقت تمام مضبوط حالت ۾ آهي ۽ پاڪستان جي محڪمي آثار قديم جي قبضي ۾ آهي، ممڪن آهي ته جيئن پوڻا چار سؤ ورهيه گذري چڪا آهن، تيئن ايندڙ ڪن صدين تائين اجا به قائم رهي سگھي.

## مرڪزي ٿلهو

فرش جي سطح کان ٥ فوٽ ٤ انچ بلنديءَ تي هڪ ٿلهو آهي، جنهن جو طول ٤٨ فوٽ ٦ انچ ۽ عرض ٣٨ فوٽ آهي. ان تي ڏهه قبرون آهن، جن مان هڪ مير ابوالقاسم نمڪين جي آهي. انهيءَ ٿلهي جي چئني ڪنڊن تي چار منارا ترڪي منارن جي نموني تي آهن، جيڪي ٥ فوٽ کن بلند ٿيندا، ڏکڻ کان انهيءَ ٿلهي تي مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. نمبر ٩ ۽ ١٠ قبرون چوني جي پلاسٽر جون آهن، باقي سڀ پٿر جون آهن، جن جو سمورو لوڙهه اُڪر جي بهترين ڪم جو شاهڪار آهي، اوپر کان اولهه طرف قبرن جو تفصيل ۽ ڪتبا هيٺ ڏجن ٿا، ڪن قبرن جي ڪتبن جا ڪي اکر ڊهي ويا آهن، انهن جاين تي اسان نقطا ڏنا آهن:

(١) پٿر جي قبر، چوڏاري چنساليءَ جي اُڪر اٿس، ميرانديءَ کان قرآني آيات جو ڪتبو، ۽ پيرانديءَ کان هي ڪتبو آهي:

---

(١) چبوترا ۽ ڪتبا خاص اهميت نٿا رکن حدف ڪجن ته بهتر ٿيندو.

وفات يافت مرحوم مغفور الواصل الي جوار
رحمت حضرت خالق ........ مرزا عبد......
شهر جمادي الاول .........................

نالي جو پهريون جزو پڙهڻ ۾ اچي ٿو، آخري جزو "العلي" جهڙو نظر اچي ٿو، ممکن آهي ته عبدالعلي نالو هجي.

(۲) هيءَ قبر به پٿر جي آهي، پيراندي کان کوبه کتبو کونه اٿس، سيرانديءَ کان هيءُ کتبو آهي:

لاالله محمد الرسول الله
فغان از گردش گردون بد عهد
دريغازين جهان عمر فرسا
که از باد اجل ناگاه شکست
بنا غستان جان سرو دل آرا
گل و گلذار اقبال و جواني
ابوالقاسم فروغ بخت والا
سزد گر در فراق او بگريد
بجاي آب، خون چشم احبا
چو دلها داغ شد از فرقت او
نوشتم سال فوتش "داغ دلها" ـ ۱۰۴۵ هه

هيءَ نمکين جو پوٽو ۽ امير ابوالبقا امير خان جو پٽ هو.

(۳) پٿر جي قبر ـ سمورو لوڙهه چٽسالي ۽ قرآني آيات سان مزين، کتبو سيرانديءَ کان لڳل:

حيف و صد افسوس از عبدالرحيم
همچو او کم آمده زين آب و گل
سال فوتش راچه جستم از خرد
گفت از حسرت که "دارم داغ دل" ـ ۱۰۵۳ هه

(٤) هيءَ قبر بہ پٿر جي آهي - ساڳيءَ طرح جي چئسالي، آيات قرآني، ۽ سيراند يءَ کان هيٺيون ڪتبو آهي:

يکتائي روزگـار عتيق الله آن جـواد
کاندر جهانِ جود نبودش کمي عديل
نـگذاشت آسمان ........ازان کـہ بود
مشتـاق ........ او فـردوس سلسبيل
سـال شـهـادتـش چونوشتم بصفحہ بـر
از غم بر يخت آب ز چشم چو رود نيل
لاالله الله محمد رسول الله

اهو ڪتبو پٿر جي ٻاهرئين طرف کان آهي، انـدرئين پاسي هيءُ ڪتبو آهي:

عتيق الـله مـرزا ڪز فـراقـش
محبان را جـگـر ها چاڪ آمـد
چو در خيلِ شهيدان شد خرامان
فـلـڪ را ديـدهٔ نمناڪ آمـد
ز روي درد گفتا سـال تـاريـخ
”عتيق الله شهيد پـاڪ آمـد“
- ١٠٣٧ھ

هي ڪتبو پيرانديءَ کان آهي:

بـتـاريـخ روز پنجشنبہ چـهـارم
شهر رجب المرجب سـن ١٠٣٧ھ
بـدرجـهٔ شـهـادت رسـيـد

(٥) هن قبر تي ڪوبہ ڪتبو ڪونہ آهي، چوني جـو پلاسٽر ٿيل آهي ۽ ڪتبا سڀ ضايع ٿي ويل ڏسجن ٿا.

(٦) هـيءَ قبر مير ابـوالقاسم ”نمڪين“ جـي آهـي، بهترين آڪر جو ڪم ٿيل اٿس، قبر جون سموريون ديـوارون آيات قرآنيءَ سـان مزين آهن ۽ هيٺ ڪتبو پيراند يءَ کان پٿر جي ٻاهرئين رخ تي آڪريل آهي:

مير ابـوالقاسم آن يگانهٔ عصر
کہ بجز تخم ديـن و داد نکشت
ملک و اقبال در تصرف داشت
چو اجل در رسيد جملہ بهشت
ديـده‌ٔ دل کشاد بـرگيريد
عبرتِ اِي غافلان پاک سرشت

هي ڪتبو انهيءَ ئي پٿر تي اندرئين پاسي کان آهي:

گـر بـود بستر از حريرچہ سـود
چـون نهد مـرگ زيربالش خشت
خـلـفِ خـيـر اوز ”داغ ابي“-١٠١٨ھ
چونکہ تاريخ سال فـوت نـوشـت
گـفـت ملهم مـرا بـگـوش ضمير
سال فوتش کہ ”بادجاش بهشت“-١٠١٨ھ

هي ڪتبو پيراندي‌ءَ کان آهي:

خـان زمـان مير ابوالقاسم آنکہ او
لوح و جـود از رقم غير ساده کرد
........ دود مان ........ گلبنِ حـيـا
سالِ وفات اوطلب از ”داغ داده“ کرد-١٠١٩ھ

(٧) پٿر جي ساڳئي قسم جي قبر تي سيراندي‌ءَ کان پٿر جي اندرئين طرف هي ڪتبو آهي:

عـبـدالرزاق کـہ روحش قـريـن
بـاد ز ايـزد بـهـزار آفـريـن
سني و شيعہ چو در افـتـاده دير
تـيـغ شجاعت ز مـيـان درکشيد
همت عاليش عـنـان گـرم تاخت
جام شـهـادت ز فضا نوش يافت
ترک ازين عـالـم فـانـي گرفت
”ملـک بـقـا آل حسيني گرفت“-١٠٦٢ھ

مير نمڪين جو پوٽو ۽ مير ابوالبقا امير خان جو پٽ هو. سيد محب الله روهڙيائي "تحقيق جناءِ امصار سند" ۾ لکيو آهي ته اها قبر عبدالرزاق ڪاشانيءَ (حاڪم بکر) جي آهي، ليڪن اهو غلط آهي، انهيءَ اطلاع جو ماخذ ميان علي اصغر ٺٽويءَ جو رسالو آهي (١).

(٨) هيءَ مزار اميرالبقا امير خان بن ابوالقاسم خان "نمڪين" جي آهي، نهايت خوبصورت آڪر جو ڪم، خط طغرائيءَ سان سڄيءَ مزار تي قرآني آيات، قبر جو ماڪيو اهوئي نمونو آهي، جيڪو سندس والد جي قبر جو آهي. سيرانديءَ ڪان پٿر جي اندرئين رخ تي هي ڪتبو آهي:

مصدر خلق امير خان ڪه بسي
خلق عالم بخلق او آسود
تا درين دهر بود صاحب جاه
در رضاي خداي خود مي بود
کوس رحلت چو زد ز دار فنا
رخت آسودگي بخلد کشود
سال نقلش بگفت هاتف غيب
"هادي دين امير خان آسود" - ١٠٥٧ھ

(٩ - ١٠) نمبر واريون قبرون گهري فيروزي ٽائيلس لڳل آهن، مٿن ڪوبه ڪتبو ڪونه آهي.

## صحن جون قبرون

مرڪزي ٿلهي جي او ڀارئين طرف هيٺ فرش تي ٦٧ قبرون آهن، انهن مان ڄڻ قبرن تي ڪتبا آهن، انهن جو محل وقوع ڪتاب "تذڪرهء اميرخاني" جي شامل ڪيل نقشي مان معلوم ڪري سگهبو. ڪتبا هي آهن:

---

(١) ڏسو تذڪره امير خاني، سيد حسام الدين راشدي فوٽ نوٽ ص ٢٦٦.

(١) وفات يافت مرحومہ مغفوره بي بي....
خانم هفتم تاريخ شهر رمضان سن....
(٢) في تاريخ هفتم شهر صفر ”خاتم بالخير و الظفر“–١١٣١هہ (؟)
(٣) تاريخ فوت مرحومہ يازدهم شهر محرم الحرام– ١٠٧٠هہ
(٤) عبدالواحد چو از جهان فنا
كرد رحلته بسوئ ملک يقين
بهر تاريخ او خرد گفتا
”آمده جاي او بهشت برين“– ١٠٤٠هہ
(٥) خداوند فتاح را بندهٔ
کہ او بود در راه حق مستقيم
چو كرده ز دارالفنا انتقال
بدارالبقا گشتہ جنت مقيم
پيء سال فوتش بسوز و گداز
سحر کہ بجستم ز طبع سليم
ز روي بديهہ بگفتا نويس
”چو حاتم جوان مرد بود و کريم“– ١٠٥٢هہ
(٦) چون بحراميد عبدالحي والاشان مردي
ازين دارالفنا ناگاه جانب روضۂ رضوان
چو جستم سال تاريخ وفات....
جوان... دانش ”بجنت يافت جاويدان“ – ١٠٦٨هہ (؟)

## چبوترا

اترئين طرف ڪان چار چبوترا فرش ڪان بلنديءَ تي آهن، جن مان هڪ اوپر ۽ اتر جي ڪنڊ تي آهي، ٻيو اترئين ڪناري تي هڪٻئي ڪان ٿوري فاصلي تي آهن، ۽ چوٿون اتر-اولهہ جي ڪنڊ تي آهي. انهن چبوترن ۾ قبرون آهن، ۽ ڪنارن جي ڪنڊن تي ننڍا منارا آهن، قبرن جو تفصيل ۽ ڪتبا هيٺ ڏجن ٿا:

(١) اولهہ ۾ اتر جي ڪنڊ واري چبوتري ۾ هڪ قبر آهي، ڏکڻ ڪان متي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. هيٺيون ڪتبو قبر تي موجود آهي:

مير اسفنديار مرحومي
ڪہ بهشت از رخش منور شد
ناگهان روز جنگ رعنا ماه
از شهادت شـه مظفر شد
جستم از عقل سال اوگفتا
"الحق آن شهيد اڪبر شد" - ١٠٣٦هہ

قبر جي چوڌاريءَ قرآني آيات آهن.

(٢) اترئين طرف ڪناري سان جدا چبوترو آهي، جنهن ۾ پڻ هڪ قبر آهي، جنهن تي قرآني آيات خط طغرا ۾ اڪريل آهن. هي ڪتبو قبر تي موجود آهي:

وفات يافت چو مغفور .... ميرزا
ابونصر بتاريخ .... شهر ذوالحج - ١٠٤٥هہ

هي مرحوم مير نمڪين جو ڏهٽو هو. تحفتہ الڪرام ۾ سندس ذڪر آيو آهي.

(٣) ٺٽيءَ چبوتري سان لڳولڳ، هن چبوتري ۾ بہ قبرون آهن. اولهائين قبر تي ڪتبو آهي:

وفات يافت مرحومي و مغفوري ميرزا محمد...
.... بتاريخ شهر ذوالحج سنہ ١٠٤٢هہ

اوڀارينءَ قبر جو هي ڪتبو آهي:

چونڪہ مرحوم محمد افضل
رفتہ زين .... ...... اجل
عقل تاريخ وفاتش گفتا
ڪہ "بيا سود محمد افضل" - ١٠٨٦هہ

اهي ٻئي قبرون خوبصورت سنگتراشيءَ جو نمونو آهن ۽ انهن جي چوڌاريءَ قرآني آيات اُڪريل آهن.

(٤) اوپر ۽ اتر واريءَ ڪنڌ تي جيڪو چبوترو آهي، اهو ٻه اولهه اتر واريءَ ڪنڌ تي ڏهيل چبوتري وانگر آهي. ساڳيو سائيز، ساڳيو نمونو ۽ ساڳيا چار مناراه منجهس هڪ قبر آهي، جنهن تي هيٺيون ڪتبو آهي:

مير والا نژاد سعدالدين
آن بهر فن يگانه و کامل
دل ازين خاکدان گرفت اورا
جنتِ عدن ساخت سر منزل
سال فوتش چو جستم از دل گفت
”شد بفردوس ميرصاحب دل“ — ١٠٧٥هه

**مسجد**

مٿين ڪتبن کان سواءِ ٻيا ڪتبا پڙهڻ ۾ نه آيا، گهڻو ڪري ٻين قبرن تي ڪتبا آهن به ڪونه. سرڪاري مرمت وقت يا ان کان اڳ، انهن قبرن جا ڪتبا ضايع ٿي ويا آهن. مغربي ديوار سان لڳ مسجد جون چو ديواريون موجود آهن، ڇت ڊهي ويئي آهي. محڪمي آثارقديمه طرفان فقط ديوارن کي قائم رکي، انهن جي مرمت ڪئي ويئي آهي. مسجد جو طول ١٥ فوٽ ٦ انچ آهي ۽ عرض ٨ فوٽ، مشرق کان ٽي دروازا ونگن سان ۽ ٽي دروازا مغرب کان آهن. اهڙيءَ طرح اتر ۽ ڏکڻ کان به هڪ هڪ دروازو آهي.

**حجرا**

ڏاکڻيءَ ڏاڪڻ تان چڙهڻ وقت ڏاڪڻ جي ٻنهي پاسن کان قديم حجرا آهن، جن سان سڄي هٽ وارا حجرا مجاورن سان آباد آهن ۽ ڪي هٽ وارا حجرا بند پيا آهن. اهڙيءَ طرح

اترئين طرف کان اولهہ۔ اوپر وارا حجرا بہ بند پيا آهن ۽ انهن تائين پهچڻ لاءِ پاسن کان ڏاڪڻيون آهن.

## هيٺين مسجد

انهيءَ ٽڪريءَ جي چڙهڻ واريءَ ڏاڪڻ کان ٿورو اولهہ تي، هيٺ زمين تي، هڪ مسجد ڊهيل آهي، جا پڻ قديم ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ان تي ڪوبہ ڪتبو وغيره ڪونہ آهي، ان کي محڪمي آثار قديمہ وارن بہ پنهنجي قبضي ۾ ڪونہ ڪيو آهي، جنهنڪري بلڪل زبون حالت ۾ آهي. صفحئہ صفا سکر جي جاذب نظر يادگار آهي.

## ڪتبن جا سال

مٿي جيڪي ڪتبا ڏنا ويا آهن، ترتيبوار انهن جا سال هن طرح آهن:- ١٠١٨ھ (ابوالقاسم نمڪين)، ١٠٢١ھ (خاتمہ بالخير و الظفر)، ١٠٣٦ھ (مير اسفنديار)، ١٠٣٧ھ (عتيق الله)، ١٠٤٠ھ (عبدالواحد)، ١٠٤١ھ (مير سعد الدين)، ١٠٤٢ھ (ميرزا محمد)، ١٠٤٥ھ (ميرزا ابوالنصر)، ١٠٤٥ھ (ابوالقاسم)، ١٠٥٣ھ (عبدالرحيم)، ١٠٥٦ھ (فتاح)، ١٠٥٧ھ (مير ابوالبقا اميرخان)، ١٠٦٢ھ (عبدالرزاق)، ١٠٧٠ھ (مرحوم.....)، ١٠٨٦ھ (ميرزا محمد افضل).

## سيد مير ابوالقاسم جا تعميراتي ڪارناما

مير نمڪين ٣٤ ورهيہ اڪبر جي ملازمت ڪئي ۽ ٥ ورهيہ جهانگير وٽ رهيو. اهڙي ريت جملي ٣٩ ورهيہ مصروف زندگيءَ جا خير خوبيءَ سان ختم ڪري طبعي عمر کي پهچي، انتقال ڪيائين ۽ پنهنجي وطن بکر ۾ اچي دفن ٿيو. بکر ۽ روهڙيءَ ۾ مير صاحب ڪيئي يادگار آثار ڇڏيا، جن مان هڪ بہ اڄ سلامت ڪونہ آهي، سواءِ ”صفحہء صفا“ جي جيڪو محڪمي آثار قديمہ جي طفيل هن وقت تائين قائم

رهجي ويو آهي. "ماثرالامرا" ۾ آهي تہ "مسجد عالي قصبهٔ بکر اساس گذاشتہ اوست" اها مسجد هن پهرئين دفعي واري قيام ۾ بکر سنجهہ ٺهرائي. شيخ معروف بکري مير صاحب جو گهاٽو دوست هو، زياده تفصيل سان لکي ٿو:

"مسجد عالي جامع در قصبهٔ بکر (سکر) در عين رسيده، بسازار بنا نمود کہ اساس او در سالهاي دراز خواهد بود، و در قصبهٔ لوهري و قصبهٔ سکر مسجد و عيدگاه هم بنا کرده است"(١).

مٿين عبارت مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيٺيون عمارتون مير صاحب ٺهرايون:

(١) جامع مسجد، نهايت عاليشان بکر ۾ تعمير ڪرايائين،
(٢) عاليشان، مضبوط ۽ پائدار بازار بکر ۾ جوڙايائين،
(٣) هڪ عيدگاهہ سکر ۾،
(٤) هڪ عيدگاهہ روهڙيءَ ۾ تعمير ڪرايائين.

اهي سڀ جايون زماني جي الٽ ڦير ۾ ناس ٿي ويون. بکر جو قلعو اڄ صفا پٽ نظر اچي ٿو. قلعي جون ڪجهہ ديوارون مخدوم نوح بکري ۽ شاهہ صدرالدين خطيب جي روضي کان سواءِ بي ڪابہ جهوني عمارت انهيءَ سر زمين تي موجود نہ آهي. مير صاحب کائڻ جو وڏو ملهہ هو. هن پنهنجا خاص باغ سنڌ جي قديم تختگاهہ اروڙ جي ويجهو ڪرايا هئا جتان روزانو ونس ميوو پهچندو هو. "ماثرالامرا" ۾ آهي تہ:

گويند اشتها بسيار داشت، هزارا انبہ و هزار سيب شکري، و دو خربوزه يک يک مني سي خورد" (٢).

---

(١) ماثرالامرا، ج ٣ ص ٥٧٥.

(٢) ايضاً، ج ٣ ص ٥٧٧.

يعني هڪ وقت تي هزار انب، هزار صوف ۽ ٻه خربوزه هرهڪ هڪ مڻ جو، کائي ويندو هو. "ذخيرة الخوانين" جي مصنف به ان جي تصديق ڪئي آهي (١). مير صاحب جو فرزند ميرڪ يوسف لکي ٿو ته:

"خرپزهاء موضع تپه پدره را که در چهار کروهي اين صفه (قبرستان) واقع است بغايت خرپزهاي ولايتي آنجا خوب مي شوند، صرف مي کرد، و خرپزهاي سر آمدرا بخدمت حضرت عرش آشياني، ميفرستاد، و حضرت بادشاه خوش کرده تناول ميفرموده" (٢).

## علمي يادگارون

مير صاحب عالم، فاضل، اديب، علم دوست ۽ علم پروري ڪري مشهور هو، هميشه سندس مجلس ۾ اهل علم ۽ اهل ڪمال رهندا هئا، جن کي پاڻ وظيفا، روزينا ۽ ٻيا انعام اڪرام ڏيندو هو. ميرڪ يوسف هڪ هنڌ لکي ٿو ته:

"بمردم علماء و فضلاء دوست مي داشت، چنانچه روش مدد معاش درين ملک او پيدا کرد، که اکثر اهل علم و اهل فضل اين ديار را در دور عرش آشياني از طرف خود روزيانه کرده، و بار بسرداده، همراه خود برداشته، بخدمت مغفرت پناه ميران صدر جهان رسيده، تجويز هر کدامي رافرا خوردانش او، فرامين درست کنانيده، خرچي راه داده، بسهوان مرخص نمود" (٣).

سندس خاص ملازمت ۾ به ڪئين ماڻهو اهڙا هئا، جيڪي علم ۽ ادب ۾ برک هئا. جهڙوڪ: مير عطاء الله مشهدي

---

(١) شيخ فريد بکري: ذخيرة الخوانين.

(٢) مظهر شاهجهاني، ص ٢٢٩.

(٣) مظهر شاهجهاني، ج ٢ ص، ٣١.

جيڪو سنڌس خاص ماڻهو هو، ۽ اديب، شاعر ۽ خطاط هو. علم دوستيءَ ۽ ادب پروريءَ جي ڳڻ ڪان سواءِ اسان کي اهو به معلوم ٿئي ٿو ته، مير صاحب پاڻ به نظم خواه نثر ۾ استاد ڪامل هو. انشا ۽ خط ۾ به کيس انتهائي ڪمال حاصل هو، چنانچه "ذخيرة الخوانين" جو مصنف شيخ فريد بکري نظم ۽ خط ۾ سندس شاگرد هو. هو پاڻ لکي ٿو ته، جنهن وقت مرحوم مير صاحب بکر ۾ منصبدار هو، ان وقت ۾ نظم ۽ خط ۾ وٽانئس تعليم ورتي. شيخ فريد جي شاهد "ذخيرة الخوانين" سان اڪبري دور جي عملي اميرن جو احوال ملي ٿو ۽ يادگار آهي. "منشئات النمڪين" ان انشاء ۾ مير صاحب جي هڪ ضخيم تصنيف آهي، جا مير صاحب ٢٣ شعبان ١٠٠٦ هه (٤٤ سال اڪبري) ٣١-مارچ ١٥٩٨ع ۾ ختم ڪري پنهنجي ولي نعمت اڪبر بادشاهه جي نالي تي معنون ڪيو. ڪتاب اٺن بابن ۾ آهي ۽ انڊيا آفيس لنڊن ۾ موجود آهي. مير صاحب جي ڪن تحريرن ڏانهن منهنجي عزيز فاضل دوست سيد حسام الدين راشدي صاحب اشارو ڏنو آهي، جنهن کي سندن ڪتاب "تذڪرهٔ اميرخاني" ص ٦٧ تي ڏسي سگهو ٿا.

## شيخ معروف بکري

شيخ معروف بکر جي معزز مان هو، اڪبري دربار تائين مشهور هو. پهرئين دفعي جڏهن مير نمڪين بکر ۾ جاگيردار ٿي آيو، ان وقت مقامي اربابن سان ڪن معاملن تي سندس اختلاف ٿي پيو(١). جنهنڪري بکر جا ارباب فرياد کڻي شاهي لشڪر جي قاضيءَ، مولانا عبدالحي وٽ پهتا. دستور مطابق قاضي صاحب مير صاحب تي حاضر ٿي سبب پيش ڪرڻ لاءِ سمن ڪڍيو، جنهن تي نه فقط عدالتي ڪارروائيءَ جي مير صاحب پرواه نه ڪئي، بلڪ مقرر ڪيل تاريخ تي

(١) ذخيرة الخوانين ص ١١٩.

جوابدهيءَ لاءِ بہ عدالت ۾ حاضر نہ ٿيو، تنهن تي قاضي عبدالحي بادشاهہ جي حضور ۾ شڪايت لکي تہ "فلاڻي، شاهي حڪم ۽ عدالت خانہ' الاهيءَ جي تعميل ڪرڻ ۾ جاٺي واڻي قاصر رهي، سخت جرم ڪيو آهي." بادشاهہ حڪم ڪيو تہ مير نمڪين کي هاٿيءَ جي پيرن ۾ ٻڌي، سڄي شهر ۾ ڦيرائي، کانئس حقدارن جو حق وصول ڪيو وڃي. "حکم شد کہ اورا (نمکين) بہ پاي فيل بستہ تمام شهر گردانندہ حق بحقدار رسانند" انهيءَ وچ ۾ مير صاحب کي خبر پئجي ويئي، جنهن تي هُن شيخ معروف بکري (شيخ فريد بکري جي والد) جي ذريعي سڀني فريادين کي ٺاهي، ڏين حق رسي ڪري موٽائي ڇڏيو ۽ ان کان پوءِ بادشاهہ کي رپورٽ ڪئي آهي، ونس ڪوبہ فريادي پيش ڪونہ ٿيو آهي. بادشاهہ حڪم ڪيو تہ قاضي صاحب فريادين کي حاضر ڪري. قاضي غريب کي وچ جي خبر ئي ڪانہ هئي. گهڻي ڪوشش ڪيائين تہ فريادين مان ڪيس ڪو همٿ اچي، پر ڪوبہ پيش ڪونہ ٿيو. "قاضي دست و پارا بسيار زد، کسي از فريادياں حاضر نگشت" (١). قاضي شرمندو ٿيو ۽ اهڙي طرح مير صاحبن پنهنجو پاڻ شاهي عتاب کان بچائي ورتو. بادشاهہ آئيندي لاءِ حڪم ڪيو تہ هن کان پوءِ فريادين جي شناخت لاءِ سندن شڪل شباهت بہ نوٽ رکي وڃي (٢).

## نواب مير محمد معصوم

سيد مير محمد معصوم عرف نظام الدين ابن شيخ الاسلام ابن سيد صفاالترمذي، سکر جي معصومي سادات جو سوخيل سکر جي مٽيءَ جو بي بها مٽيو، اڪبري دربار جو امير ۽ اهلڪار، دنيا جي زنده جاويد بزرگن مان هڪ آهي، هن جي

---

(١) ماثرالامرا ج ٣، ص ٢٧٥.
(٢) ذخيره ص ١١٩.

جامع صفات شخصيت جي مختلف پهلوئن تي بحث ڪرڻ لاءِ هت گنجائش ڪانهي، هن ڪي عمارت سازيءَ سان بيحد دلچسپي هئي. مسٽر ريورٽي صاحب پنهنجي ڪتاب "مهراڻ" ۾ ميرمحمد معصوم جي باري ۾ هن طرح لکي ٿو:

"سکر ۽ روهڙيءَ ۾ مير محمد معصوم گهڻيون عمارتون تعمير ڪرايون آهن. مسجدون ۽ مذهبي عمارتون تعمير ڪرائڻ هن جو مشغلو هو. عمارتن ۾ جيڪو پٿر استعمال ٿيندو هو، انهن کي پنهنجي نقاشي نمونن تي ڍهرائيندو هو. تاريخ ڪڍڻ جي فن ۽ ڪتبا ٺهرائڻ ۾ يگانهء عصر هو. ان کان سواءِ خوشخطي جو وڏو ماهر هو. هڪ دفعي اڪبر پاران شاهي سفارت سان ايران ويو هو، ۽ هندوستان کان وٺي تبريز تائين ۽ اصفهان تائين پنهنجي سفر جا حالات مسجدن ۽ خاص عمارتن تي نقش ڪندو ويو. آگره جي قلعي جي دروازه، فتح پور سيڪري جي جامع مسجد ۽ ٻين مسجدن تي هن جا ڪتبا لڳل آهن"(١).

آگره جي عمارتن تي مير محمد معصوم جا جيڪي ڪتبا لڳل آهن، تن کي سيد محمد لطيف پنهنجي ڪتاب "آگره" ۾ نقل ڪيو آهي. ٻين ڪتابن لکيو آهي ته، ڌاروار، اوجين، سعد پور، مانڊو، برهانپور، بيانه، مذڪر ۽ ناگور ۾ به ڪن جاين تي سيد محمد معصوم جا ڪتبا آهن(٢). بيل صاحب جي "مفتاح

---

(١) پير علي محمد شاهه جو مضمون "سکر ۽ روهڙيءَ جا آثار قديم" الوحيد اسپيشل ايڊيشن جون ١٩٣٦ع ڪراچي.

(٢) رسالو معارف اعظم ڳڙهه آگسٽ ١٩٣١ع، رتيديري تعلقه ۾ پير ارشد شاهه جي ڳوٺ واري مسجد جي صحن ۾ هڪ پٿر پيو آهي، جنهن تي پڻ سيد معصوم جو ڪتبو اڪريل آهي. ڏسو پير علي محمد شاهه راشدي جو مضمون.

التواريخ" ۾ سيد محمد معصوم جو هڪ ڪتبو جنسي نقل ڪيل آهي، جو قنڌار جي عمارت "چهل زينہ" تي اڪريل آهي. مدينتہالاوليا سکر (بکر) سيد محمد معصوم جو وطن هو، جنهن جي ڪري قدرتي طور کيس پنهنجي وطن کي سينگارڻ جو شوق دامنگير هو. توڙي ڪٽي گهڻو ڪري سندس ساري زندگي وطن کان ڏور، سرڪاري ڪاروبار سان گذري، تڏهن بہ هن مدينتہ البسايتن کي ڪين وساريو. جيڪڏهن کيس مهلت ملي ها تہ، جيڪر اڄا وطن سکر کي وڌيڪ سينگاري ها. پر ڇا ڪري، ويهہ سال وطن کان ڏور گجرات ۾ پين پاسن ڏي لڙايون ڪندو رهيو.

عبدالرحيم خان خانان سان گڏجي اچي سنڌ جو مغربي حصو فتح ڪيائين. جيڪڏهن کيس ڪابہ فرصت ملي تہ اهي زندگيءَ جا پويان ١٤ سال سنہ ١٠٠٠هہ ۾ هو تسخير سنڌ مان فارغ ٿيو ۽ ١٠١٤هہ يا ١٠١٥هہ ۾ سندس انتقال ٿيو. (پر يقيني طرح سندس سال وفات ١٠١٤هہ آهي، جو مصرع "بود نامي صاحب ملڪ سخن"). ان وچ ۾ ١٠١٢هہ ڌاري هو ايران طرف سفير ٿي ويو. ان کان سواءِ بہ هيڏانهن هوڏانهن ويندو رهيو. ١٠٠٥هہ جي پڇاڙيءَ کان ڪم از ڪم ١٠٠٧هہ تائين هو صاحب قنڌار طرف رهيو آهي. جيڪڏهن محمد معصوم صاحب جا سمورا ڪتبا مختلف جاين تان نقل ڪري اڪين اڳيان رکيا ويندا تہ، سندس سفر جو مفصل پروگرام مرتب ٿي ويندو. سيد موصوف گهڻو وقت پنهنجي وطن کان ٻاهر پئي رهيو آهي، جنهنڪري کيس عتاب ڏئي نہ سگهبو؛ پر باوجود ان جي بہ، هن صاحب سکر سان چڱا ڀال ٻي ڀلايا آهن. سکر ۽ روهڙيءَ ۾ جيڪي عمارتون سيد محمد معصوم جون ٺهرايل آهن، سي هن پنهنجن پئسن مان ٺهرايون يا سرڪاري امداد سان، تنهن تي ڪوبہ فيصلو ڏئي نہ سگهبو. محمد معصوم وڏو مالدار هو. بادشاهہ طرفان کيس وڏيون جاگيرون مليل هيون. جڏهن

انتقال ڪيائين، تڏهن بہ ٣٠ يا ٤٠ لک روپيا پنهنجي پٽ کي ڏيئي ويو هو. خود عمارتن جي تعمير ڪا هرو ڀرو اهڙي قيمتي ڪانہ آهي، خاص طرح جڏهن اُن زمانہ ۾ گهڻي سهانگائي هوندي هئي. ان باري ۾ تحفتہ الڪرام ڪجهہ لکيو آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ، "اڪبر ڪجهہ روپيا نذرانہ طور حرمين موڪليا هئا، جيڪي موٽي آيا هئا. مير معصوم بادشاه جي حڪم موجب انهن پئسن مان مناره ۽ نشيمنهائي پاڪيزه سکر ۾ تعمير ڪرايا."

## روهڙيءَ جو عيدگاه

سکر (بکر) ۾ جيڪي آثار سيد موصوف جا ٺهرايل آهن، تن ۾ قدامت جي لحاظ سان روهڙيءَ وارو عيدگاه سڀ کان اول نمبر آهي. روهڙي شهر جي اُولهہ ڏکڻ جي ڪنڊ طرف ٽڪريءَ تي اهو عيدگاه آهي. ٻن ايڪڙن کن زمين جي چوڌاري ديوار نڪتل آهي، ٽن طرفن کان ديوار اُره جيتري ۽ اولاهين طرف کان وڏي آهي، جنهن جي ٻنهي ڪندن خواه وچ تي ننڍا ننڍا گنبذ ٺهيل آهن. اهي گنبذ فقط اولاهين ديوار ۾ آهن. وچين گنبذ هيٺان محراب آهي، جنهن جي مٿان ٻاهرين طرف ڏانهن هڪ سفيد پٿر لڳل آهي، جنهن تي ٽن سٽن ۾ ڪتبو اُڪريل آهي:

### ڪتبہ

سيادت پناهہ امير محمد معصوم نامي بن سيد صفا بنانهاد
مير معصوم ساخت برسر ڪوه
عيدگاهہ بفيض همچون ارم
پير فڪرت برائي تاريخش
عيدگاهہ بفيض ڪرد رقم – ١٠٠٢ هہ

بعد عيدگاه وسيع ڪيو ويو آهي، جنهن جو اشارو ايچ. ڪزنس جي ڪتاب "سنڌ جا آثار قديمہ" صفحہ ١٥٧ ۾ آهي.

## منارهٔ معصوم

عيدگاهه جي تعمير جي پٺيءَ سال يعني ١٠٠٣هه ۾ مير صاحب سکر واري معصومي مناره جي تعمير جو ڪم مير صاحب شروع ڪرايو، جو ڪم مير موصوف جي انتقال کان پوءِ سندن فرزند مير بزرگ ١٠٢٧هه ۾ پورو ڪرايو. اها حقيقت ان ڪتبي مان ظاهر آهي، جو مناره جي ڏاکڻ واري دروازه جي ٻاهران اُڪريل آهي. ڪتبي جو مضمون هن طرح آهي:

”بنيٰ هذا المناره في زمان سلطان جلال‌الدين محمد اڪبر باد شاهه غازي“.

بدر فلڪ علا محمد معصوم ڪزوي زمانه صيت نيڪونامي است
افزاشت چنين بناءٔ عالي ڪه زقدر افزاختہ به چرخ مينانامي است
تاريخ بنائي او ملائڪ ازعرش گفتند جهان نما منارنامي است
مير معصوم آن رفيع القدر ڪه ازو ڪار دين به آئينه است
ڪرد طرح منار تا گويند ڪين پئي يادگار ديرين است
پير چرخ از برائي تاريخش ساق عرش برين بگفت اين است

مناره جي تعمير جي تشڪيل واري سال جو ١٠٢٦هه (يعني مير صاحب جي انتقال کان پوءِ تيرهون سال) هجڻ ان عام روايت جي تڪذيب ڪري رهيو آهي، جنهن جو مطلب آهي ته مير صاحب هڪ هندو عورت اڳيان پنهنجي جذبه عشق جي امتحان ڏيڻ لاءِ مناره ٺهرائي مٿانئس ٽپو ڏنو هو.

مناره هڪ اوچي ٽڪريءَ تي جڙيل آهي ۽ منجهس ڪيون سرون ۽ چن ڪم آندل آهي. سرون تمام پڪيون آهن ۽ هينئر گاٺ ڪري چمڪڻ لڳيون آهن. آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا نمبر ٢ جي دوران ۾ مناره جي ماپ وغيره ڪرائي وئي آهي ۽ ان رپورٽ مان معلوم ٿئي ٿو ته پيڙهه وٽ منارو ٨٤ فوٽ ويڪرو آهي. ڏيکاري ۾ به ٨٤ فوٽ ۽ سندس ڦيريدار ڏاڪڻ کي به ٨٤ ڏاڪا آهن. اهو هڪ عجيب حساب

آهي. ڏاڪڻ ڦيرڊار ٿي اندران وئي آهي. مناره جي چوٽي گنبذ نما آهي، جنهن تي ماڻهو چڙهي وڃي پري پري جو نظارو ڏسي سگهن ٿا. چوٽيءَ کي ميونسپالٽي چوڪاري پڃرو هٽائي ڇڏيو آهي، ورنه اڳ ڪيترا ماڻهو مٿان ٽپ ڏئي خودڪشي ڪندا هئا. عام روايت آهي ته مناره لاءِ سرون اروڙ جي قديمي عمارتن مان پٽرائي آنديون هيون ۽ ڪن جو خيال آهي ته شڪارپور کان گهرايل هيون. پر اُن زماني ۾ شڪارپور هئي ئي ڪانه- جو ته شڪارپور جو شهر دائودپوٽن پوئين زماني ۾ ٻڌايو هو. مناره ۾ هيٺئر ڪجهه ڦڏائي نظر اچي ٿي. اي- ڊبليو هيوز صاحب مولف سنڌ گزيٽئر، ان باري ۾ لکي ٿو ته "تعجب انگيز ڳالهه هيءَ آهي ته مناره سڌائي کان ڪجهه مڙيل آهي، پر خبر پئجي نٿي سگهي ته اهو حساب عمداً اُن جي تعمير ۾ ئي ڪيو ويو آهي، يا پوءِ سندس پيڙهه جي هڪ پاسي جهنوي وڃڻ ڪري مڙي پيو آهي." يا ڪنهن ڪاريگر جي غلطي سببان ان جي تعمير ۾ ابتدائي ڪجهه ڪجي واقع ٿي ويئي، يا وري پوءِ ڪنهن وقت زمين جي ڏڏڻ ڪري اهو فرق ٿي پيو آهي. هن کان اڳ به سنڌ ۾ گهٽائي دفعا نهايت شديد نموني ۾ ڌرتي ڌٻڻ جا واقعا ٿيندا رهيا آهن، ١٨٢٨ع ۾ به ڌرتي اهڙي ڌٻي، جو ڏکڻ سنڌ جي طبعي جاگرافي تبديل ٿي وئي هئي. مناره ڪنهن جنگي مقصد لاءِ ٺهرايو ويو هو، يا نظاري بازي ۽ يادگار قائم ڪرڻ جي خيال سان، تنهن تي ڪوبه يقيني رايو قائم ڪري نٿو سگهجي. ڪتبه مان البت معلوم ٿئي ٿو ته، يادگار قائم ڪرڻ جي خيال، ٺهرائيندڙ جي ذهن ۾ ٻين ڳالهين کان وڌيڪ ويٺل هو، توڙي جو برٽن صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌ ريوزيٽيڊ" ۾ مناره تان چڙهي سندس نظارن وڻڻ جو دل کولي بيان ڪيو

آهي (۱)• هن وقت تائين مناره جي حالت چڱي آهي ۽ انگريز سرڪار جي کاتي تحفظ آثار قديم نالي ماتر ڪڏهن ڪڏهن مرمت ڪندو رهندو هو• مگر جنهن هنڌ هاٺوڪن ڪاريگرن مرمت ڪئي آهي، اُت سندن ڪم آنڌل مصالحو نمايان بيٺو آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هاڻوڪن ڪاريگرن کي اهڙو مصالحو ڳاهڻ ئي ڪونه ٿو اچي•

## آرامگاه يا فيض محل

جيئن مٿي ذڪاري چڪا آهيون ته، ۱۰۰۲هه ۾ روهڙيءَ جو عيدگاهه ٺهيو، ۽ ۱۰۰۳هه ۾ مناره جو بنياد پيو، وري ۱۰۰۴هه ۾ مناره جي قريب اُٺن نون فوٽن جي فاصلي تي هڪ هشت پهلو گنبذ سان جاءِ جوڙائي وئي، جنهن جو اصلي نالو "فيض محل" آهي، مگر عام ماڻهو ان کي آرامگاه سڏين ٿا• اها جاءِ برج جي نموني پنجاه فوٽ کن اوچي آهي• ونگن سان چار دروازا اٿس ۽ زمين کان ۱۴ فوٽ کن مٿي اندرين پاسي ڌانهن هڪ گيلري اٿس، جنهنڪري چار دريون آرپار آهن• چارئي دريون چئني دروازن جي مٿان آهن، ۽ پن درين جي مٿان پٿر جي ڇڄري آهي• ڇڄرين جي ڇتين تي ڪي نصيحت آميز رباعيون پٿر تي اُڪريل آهن، جي چوڏاري ڦري آيون آهن• عمارت سهڻين پڪين سرن جي آهي ۽ زينت جي خيال سان ڪاشيءَ جون سرون ڪثرت سان منجهس استعمال ڪيل نظر اچن ٿيون، جڻ جاءِ رنگارنگي ٿي پئي آهي• اُن جاءِ جي ويڪرائي اندرين پاسي کان سترهن فوٽ کن آهي• ذڪر ڪيل رباعيون گهٽيون آهن، پر هڪ رباعي هن طرح آهي، جنهن مان جاءِ جو نالو ۽ تعمير جو سال ملي ٿو:

---

(۱) الوحيد اسپيشل ايڊيشن، سيد علي محمد شاهه راشدي جو مضمون "سکر ۽ روهڙيءَ جا آثار قديم" ص ۵۴، جون ۱۹۳۶ع ڪراچي•

ايــن گنبذ باشکوه نــامــي
کــز قـدر شــد آسمان با فيض
چون بود محل فيض ازان رو
تــاريخ شــدش مکان با فيض
-- ١٠٠٤ هه

١٠٠٥ هه ۾ مير صاحب ڪهڙيون عمارتون ٺهرايون، تن جو پتو ڪنهن به جاءِ جي ڪتبہ مان ڪونہ پوي ٿو، البت ڪي آثار اهڙا آهن، جن تي ڪتبا تہ لـڳل آهن، مگر سال تعمير لـکيل ڪونہ آهن، ممڪن آهي تہ انهن مان ڪا جاءِ ان سال انـدر تعمير ٿي هجي، ان سلسلي ۾ هاٿوڪي جيل جي قريبيءَ واري مسجد، هشت پهلو گنبذ جو ذڪر ڪرڻ هن موقعي تي مناسب آهي. تحفتہ الڪرام مان هي بہ معلوم ٿئي ٿـو تہ، مير صاحب بکر جي قلعي ڪـي نئين سر تعمير ڪرايو هو (١). دربيلو، ڪاڪڙي ۽ چانڊڪو پرڳڻا سندس جاگير هئا.

## هشت پهلو عمارت، مسجد، کوه ۽ باغ

پراڻي ۽ نئين سکر جي وچ ۾ موجود جيل خانہ جي پر ۾ هڪ هشت پهلو گنبذ نما جاءِ آهي، ان جـي اوساري پڪسري ۽ ٻاهران سفيد پڪو چونا گچ چڙهيل اٿس. چون ٿا تہ ان جاءِ جي چوڌاري ست کوهہ هوندا هئا، جن مان ڇهہ کوهہ لٽجي ويا آهن، بـاقي هڪ کوهہ ان جي اولاهين پاسي ڏانهن اڃا تائين سلامت آهي. جنهن مـان ماڻهو عـام جـام پاڻي وٺي رهيا آهن. کوهہ جي سڄي اوساري پٿر جي آهي. ذڪر ڪيل هشت پهلو جاءِ لاءِ روايت آهي تہ مير محمد معصوم مسافرخانہ طـور عـام ماڻهن جي آسائش لاءِ جوڙائي هئي. اسين مـٿي

---

(١) مرزا قليچ بيگ: قـديـم سنڌ، ص ١٦، بلئوڊسڪي پريس حيدرآباد ١٩٢٥ع.

لڳي چڪا آهيون ته، سکر ۾ قنڌار ۽ خراسان جي سوداگرن جا قافلا ايندا هئا ۽ مال جي مٽا سٽا ڪندا هئا. انهن قافلن سان مسافر به سفر ڪندا هئا، جو انهن ڏينهن ۾ رستا سلامت ڪونه هئا. جهانگير جي ڏينهن ۾ ١٦٠٩ع ڌاري جوزف سلامبئنڪي آگره کان قنڌار ويندي ٢٤ ڏينهن تائين قافلي لاءِ سکر ۾ انهيءَ قافلي سراءِ ۾ ترسيو هو، ويهن ڏينهن کان پوءِ قافلو قنڌار پهتو هو (١). نڪولس وٿنگٽن به سوداگرن جي قافلي سان ويهن ڏينهن ۾ آگره کان سکر پهتو، جيل سامهون واري هشت پهلو عمارت قافلي سراءِ هئي. هن عمارت اندر ڪمرا اهڙي نموني سان جڙيل آهن، جو منجهس ماڻهو ٻارن ٻچن سميت ڌار ڌار ڪمرن ۾ رهي سگهن ٿا. مدينتہ‌البساتين سکر جي هن قافلي سراءِ سان شاندار ماضيءَ جي دور جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا. عمارت نهايت خوبصورت آهي ۽ ائين پيو معلوم ٿئي، ڄڻ تازي ٺهيل آهي. چاليهه فوٽ ديوار کان مٿي گنبذ اٿس ۽ ان زماني جي سکر جي ٻاهرون آهي، ڪوهه ۽ هشت پهلو جاءِ جي اولهه ۾ هڪ مسجد آهي، جنهن جي اندران اولاهين ديوار تي پٿر تي هيٺيون ڪتبو اُڪريل هو، جو ڪجهه سال اڳ هڪ ملان پٽي گم ڪيو هو:

> بناءِ اين بقعہ خير نهاد امير محمد معصوم نامي بکري
> جهت سير و استراحت وارد و صادر و مقيم و
> مسافر هر کہ درين بنا مقبره کند لعنت خدا و
> پيغمبران و ملائکہ و مومنان بروباد."

راقم پنهنجي ايام طفلگيءَ ۾ هن هشت پهلو عمارت جي چوگرد ڪي وڻ ڏٺا هئا، جن کي زماني جي ناسازگار فضا

---

(١) ايڇ - ريورٽي: مهراڻ، ص ٤٩٤.

پوءِ سڌائي ڇڏيو. ايئن معلوم ٿئي ٿو تہ مسافرن جي آسائش لاءِ اڳ هتي باغ هو، جنهن ۾ انبن ۽ ڪجين جا وڻ هئا.

## مسجد منزلگاه واريون عمارتون

مسجد منزلگاه سکر بندر تي منزلگاه واري ميدان جي ڏاکڻي پاسي ساڌ ٻيلي جي سامهون درياه جي ڪناري جي نزديڪ سيد مير معصوم جون جوڙايل ٻہ ٻيون عمارتون آهن، جن مان هڪ ١٠٠٦هہ ۾ ٻي ١٠٠٧هہ ۾ تعمير ٿيل نظر اچي ٿي. ١٠٠٦هہ ۾ جيڪا جاءِ جڙي آهي، سا ١٠٠٧هہ واري هشت پهلو جي اولهہ ۾ آهي، اندرين پاسي ڏانهن اولاهين پٽ تي هي ڪتبو پٿر تي اُڪريل اٿس:

خوشا منزل بـاغ رضـوان رقم
کہ جان را دهد فيض باغ ارم
بتاريخ اين جاءِ عشرت سرشت
زهـي جاءِ عشرت رقـم زد قلم- ١٠٠٦هہ

سنڌ گزيٽيئر ڀاڱي ب جي مؤلف سمائيٿ صاحب جو خيال آهي تہ اها جاءِ مسجد هئي، ان خيال جي ڪزنس صاحب بہ پنهنجي ڪتاب ۾ تصديق ڪئي آهي. ان جاءِ جي اوڀر ۾ ٻي جاءِ بہ يڪ سري هشت پهلو آهي، هشت پهلو گنبذ جنهن جي چوٽي گنبذ وانگر آهي، گنبذ جي مٿان آسماني رنگ جون ڪاشيءَ جون سرون چسپان ڪيل آهن. اولاهين ڀاڱي واري ديوار تي ٻاهرين پاسي کان هي ڪتبو لڳل آهي:

در زمان خلافت باد شاه اعظم شهنشاه معظم جلال‌الدين
محمد اکبر باد شاه غـازي خلد ملک بنا نمود ايـن
عمارت خير امير محمد معصوم نامي بکري بـن سيد
صفائي ترمذي از برائي نفع عام‌مسلمانان هرکہ درين
بنا مقبره سـازد لعنت خـدا و پيغمبران و ملائـکہ و
مومنان برو باد- ١٠٠٧هہ

## باغ

ڪزنس صاحب ان سلسلي ۾ هڪ نهايت ئي باريڪ نڪتہ پيدا ڪيو آهي. هو لکي ٿو تہ اهي جايون هڪ باغ سان ملحق هيون، جن مان هڪ ۾ سير ڪندڙ آدم آرام وٺي سگهيو ٿي ۽ ٻيءَ ۾ عبادت گذاري. آن ڳالھ جي تصديق هڪ نهايت ئي قيمتي تاريخي دستاويز مان ٿئي ٿي جو اصلي حالت ۾ سردار ثابت علي شاھ صاحب معصومي وٽ موجود هو. ان دستاويز مان هيٺين حقيقت معلوم ٿئي ٿي:

"تاريخ ۹ جمادي الثاني ١٠٠٥هہ ۾ سيد محمد معصوم ۽ سندس فرزند مير بزرگ هڪ باغ "ڪوہ شاد پيلي" جي سامهون هيٺين حدن وارو "سکر" جي شهر ۾ قاضي فخرالدين جي پوين کان هڪ سو ٽنڪا جي قيمت ڏئي ورتو. حدون هن طرح نروار ڪيل آهن: اوپر ۾ باغيچو ۽ سراءِ مشترين (يعني خريد ڪندڙن جي). اولهہ ۾ زمين سعادت سلطان بيگم بنت مير يار حسين جلاير. آتر ۾ عام رستو ڏکڻ ۾ درياءَ (پنجاب). اصل دستاويز ١٠٠٥هہ جو لکيل آهي ۽ مٿس قاضي علي بن محمد اسماعيل وغيرہ جي مهر لڳل آهي. مطلب تہ جيڪو خيال ڪزنس ان جاءِ تي باغ هجڻ بابت ظاهر ڪيو آهي، تنهن جي تصديق خود هڪ دستاويز مان بہ ٿئي ٿي. ان دستاويز ذريعي معلوم ٿي رهيو آهي تہ، مغليہ دور ۾ سرڪاري دفتري زبان ۾ سکر جو نالو بکر هو پر گهرو زبان ۾ سکر هو ۽ جنهن ٻيٽ کي هينئر "ساڌ ٻيلو" سڏيو وڃي ٿو، سو مغلن جي صاحبي ۾ "شاد ٻيلو" سڏبو هو، جيئن دستاويز ۾ "ڪوہ شاد بيلہ" لکيل آهي. انگريزن جي سکر ۾ وارد ٿيڻ وقت، آن باغ ۽ جاين تي سندن قبضو ٿي ويل ڏسجي ٿو. مسٽر

ايسٽوڪ پنهنجي ڪتاب ”ڊراءِ ليوز فرام ينگ ايجپٽ“ صفحيٓ ٥٣ مان معلوم ٿئي ٿو تہ، انگريزن ابتدائي زماني ۾ ان جاءِ تي سفارتخانو کوليو هو ۽ هشت پهلو جـاءِ ۾ سفارت خاني جـي آفيس هوندي هئي. هيئنر اهو عظيم الشان باغ بربـاد ٿي چڪو آهي. عيسوي ويهين صدي جـي شروعـات ۾ هن ميدان ۾ انبن ۽ کجين جا وڻ هئا. اوپرندي پاسي ۾ کوهہ بـہ هو. راقم هتان انب خريد ڪيا هئا.“

يعني تہ سکر جو هت پتڻ هو، دريائي مسافرن جي آسائش، سير ۽ آرام لاءِ مير معصوم هن منزلگاه جون جايـون تعمير ڪرايون هيون. چو تـہ سکر بندر هو ۽ هتي لاهور ۽ لاڙ جا جهاز لنگرانداز ٿيندا هئا. جوزف سلامبنڪي جو ١٦٠٩ع ۾ جهانگير جي ڏينهن ۾ هتان لنگهيو هو، ڄاڻائي ٿـو تـہ، سکر مان غوراب مال سان ڀـرجي، سوراشٽر (گجرات) ڏانهن ويندا هئا. لاهور ۽ لاهري بندر جي وچ تي سکر وڏو بندر هـو. گجرات ۽ ٺٽي کان قيمتي ڪپڙن سان ڀـريل غوراب سکر پهچندا هئا. انهيءَ طرح ٺٽي کان خشڪي رستي جيڪي قـافلا سکر پهچندا هئا، في وکـب ۾ هڪ هزار اٺ مال سان ڀريل هوندا هئا (١). ملاح جيڪي سميجن ڏاڙيلن سان گڏجي ٻيڙين کي درياءَ تي لٽيندا هئا، سي ذات جا ”هوسڙا“ ڄاڻايل آهن (٢). مال سان ڀريل غوراب سکر کـان ويهن ڏينهن ۾ ٺٽي پهچندا هئا.

## اروڙ واري درياءَ جي سبز وارو پٿر

هڪ ٻي معصومي يادگار، ايسٽوڪ صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ جاءِ تي ڪيو آهي. لکي ٿو تہ:

---

(١) تذڪرهٔ اميرخاني، ص ١٣٣ - ١٣٤.

(٢) سنڌ جي ڏاڙيلن جو بيان مظهر شاهجهاني ۾ وضاحت سان ڏنل آهي.

"اروڙ ۾ مون قابل توجهه فقط ٻه پهڻ ڏٺا جي پراڻي درياءَ جي پيٽ ۾ نصب ٿيل هئا، جن تي ڪتبا اُڪريل هئا. انهن ڪتبن تي لکيل عبارت جو مطلب هي هو تہ، اهي پٿر مير محمد معصوم جا هٽايل آهن تہ، انهن جي وسيلي درياءَ اڳين جي سير جي نشانن جو پتو پوي ٿو."

انهن پٿرن ذريعي مير معصوم اروڙ واري درياءَ جي وڌڪري کي نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر افسوس آهي، جو اڄ انهن پاهڻن مان فقط هڪ موجود آهي (۱). ساڳيءَ طرح اروڙ وٽ هڪ پل جي هجڻ جو احوال بہ ڪن ڪتابن لکيو آهي ۽ ان جي تعمير بہ سيد محمد معصوم سان منسوب ڪيل آهي. پل اڃا موجود آهي، جنهن متعلق چاٽايل آهي تہ، اورنگزيب عالمگير جي دور جي جڙيل آهي.

**ستيا سر**

سکر اندر مير معصوم صاحب جي ٺهرايل ڪن ٻين يادگارن جا بہ حوالا ڪن ڪتابن ۾ ڏنل آهن، پر انهن يادگارن جا نشان هينئر ڪونہ ٿا ملن. بلاڪمئن صاحب "آئين اڪبري" جو ترجمو ڪندي، پهرين جلد جي پڇاڙيءَ ۾ ڪن اڪبري اميرن جي سوانح حيات تي قيمتي نوٽ لکيا آهن، انهن ۾ هڪ نوٽ مير محمد معصوم بابت بہ آهي. اُن نوٽ ۾ هڪ جاءِ تي بلاڪمئن لکي ٿو تہ:

"مير معصوم ڪيتريون عمارتون ٺهرايون - خاص طرح سکر (بکر) جي سامهون سکر ۾ درياءَ جي جيڪا

---

(۱) راقم هڪ پٿر جي وڏي چپ اروڙ کان شاهہ شڪر گنج ڏانهن ويندڙ رستي تي پيل ڏٺي، جنهن تي مير معصوم جو نالو اُڪريل آهي، باقي ٻي چپ جو پتو ڪونہ پيو.

شاخ بکر جي چوڌاري آهي، تنهن جي وچ ۾ مير
معصوم هڪ گنبذ ٺهرايو، جنهن تي "ستياسر" نالو
رکيائين. اهو گنبذ دنيا جي عجائبات مان هيو ۽
ان جي تعمير جو سال "گنبذ دريائي" مان نڪري ٿو."
—١٠٠٧هه

ميرڪ يوسف "مظهر شاهجهاني" ۾ لکيو آهي ته ستياسر گنبذ، دين پيلي واريءَ ٽڪريءَ تي تعمير ڪرايو ويو، جو هيٺئر ساڌ بيلي سان ملحق آهي. اڳ ڊار هوء اصل عبارت هيٺ ڏيون ٿا، اها هڪ پبلڪ لاءِ تفريح گاهه هئي:

"مير معصوم بکري يک کشتي کلان پراز سنگ
کرده بران کوهچه غرق کرده، گنبذ سبزي بالايش
عمارت ساخته "ستياسر" نام نهاده ـ اکثر مردم بطريق
سير آنجا ميروند و محظوظ ميگردند" (١).

## قبرستان

معصومي مناره ۽ فيض محل جي اوڀر ۾ هڪ چوڪنڊي، پٿريلي زمين جي هڪ اوچي ٽلهي تي آهي، جنهن هيٺان سيد محمد معصوم جي والد سيد صفائي، خود سيد محمد معصوم ۽ ڪن ٻين جون تربتون آهن. اها چوڪنڊي، ڪشادي هشت پهلو ٿنڀن تي بهاريل آهي، تعمير ساري پٿر جي آهي. قبرن تي خواه عمارت جي ڇت ۽ ٿنڀن تي ڪتبن جي ڄڻ هڪ چادر وڇايل آهي، ڪو به حصو عمارت جو اڪرن کان خالي ڪونه آهي. چوڪنڊي جي وچ تي ٻه ننڍا گنبذ آهن، جن جي هيٺئين پاسي کان پڻ ڪتبا آهن ۽ اهي ڪتبا ناصحانه اشعارن، قرآني آيتن ۽ احاديث تي مشتمل آهن. طور تحرير معصومي نموني جي آهي. ڪن وڏين تربتن جي پيراندي واري

(١) مظهر، باب اول ص ٤٠ ـ

پاسي ڏانهن صاحب تربت جو نالو ۽ تاريخ انتقال لکيل آهي. اصلي پٿريلي مسقف چوڪنڊي هيٺان ٩ تربتون آهن، جن ۾ هڪ سيد معصوم جي والد جي آهي ۽ ٻي خود مير معصوم جي آهي. انهن قبرن مان ڪن تي صاحب قبر جا نالا ۽ سال وفات اُڪريل آهن ۽ ڪي ان کان خالي آهن. سيد مير صفائي جي تربت تي پيرن واري پاسي کان هيءُ ڪتبو آهي:

اي آسده برسر مـزارم
از آمـدت امـيـدوارم
حسرت زده ام بخاک مانده
افتاده درين بفلک مانده
يک فاتح بخوان بااخلاص
تاحق کند مغفرت خاص

---

مـاه قـرشي سـيـد صفائي
کافراشت‌فلک لوائي نورش
نـاگـاه ازيـن جهانگم سير
افتاد بـه آن جهان عبورش
نامي ز برائي سـال تاريخ
گفتا پـرنـور باد گورش

قبر جي لوڙهه تکي مينائين رنگ جي پٿر جو آهي، جنهن تي سهڻي پاسن کان خوش خط ڪتبا آهن. سيد صفائي جي تربت جي اوير ۾ هڪ ننڍي قبر ڪتبن کان خالي آهي ۽ ان کان پوءِ سيد محمد معصوم جي تربت آهي. اها ڪتبن سان ڀريل آهي ۽ لوڙهه تي پيرن واري پاسي کان هي ڪتبا اُڪريل اٿس:

مير معصوم آي مه برج شرين
آفتاب شرح دين فخر زمن

روز جمعہ سادس ذالحجہ گشت
عـازم جنت بامر ذوالمنن
سال فوتش از خرد جستم بگفت
بود نامي صاحب ملکـ سخن

مير معصوم جي مزار کان اوپر ۾ ٻيون ٻه قبرون اچن ٿيون، جن تـي نالا يـا سن وفات کونہ آهن. انهن کان پوءِ هڪ تربت آهي ۽ پيرن واري پاسي کان هي ڪتبو اٿس:

چو شد مير بوالقاسم نيکرائي
سـوئـي دارالبـقـا ز دارالفنا
چو نامي طلب کرد تاريخ او
خـرد گفت رفتا بـدارالبـقا

انهن قبرن ۽ ساڻن ملحق چوڪنڊيءَ جون هي خصوصيتون آهن:

ساري تعمير زرد رنگ جي مضبوط پٿر جي ٽڪرن سان ٺهيل آهي. هرهڪ ڪنڊ ڪڙڇ تي ڪتبا آهن، جيڪي نستعليق ۾ آهن. قرآني آيتون ۽ ڪـي ٻيون عربي عبارتون طغرائي اکرن ۾ آهن. طور تحرير جو اهو ساڳيو نمونو آهي، جيڪو اڪثر معصومي ڪتبن تي نظر اچي ٿو. قبرون اوچيون ۽ تجر نمونو آهن، چوڪنڊي ڪا تمام اُچي ڪانہ آهي. قبر کان ١٠ فوٽ ڪن مٿي پٽ اٿس. ڇت ٿنڀن تي بهاريل آهي. سيد محمد معصوم ۽ سيد صفائي جي تربتن مٿان ٻہ گنبذ آهن. ائين چئي سگهجي ٿو تہ، اها چوڪنڊي سيد محمد معصوم پنهنجي حياتيءَ ۾ ٺهرائي هـئـي. سندس هيٺان پنهنجي والـد کـي دفـن ڪرايائين ۽ پوءِ پاڻ بہ ساڳي جاءِ تي ابدي ننڊ ۾ ستو.

## مير معصوم جون خصوصيتون

مير محمد معصوم صاحب ـ سيف و قلم هو ـ فن شاعري ۾ سندس تخلص "نامي" هـو ۽ صاحب ديوان هو. ديوان نامي

ڪان سواءِ هن عالم فاضل سنڌ جي مشهور افساني "سسئي پنهون" کي پارسي ۾ منظوم ڪري متس "ناز و نياز" نالو رکيو. مختلف لڙاين ۾ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاري، نوابي جو لقب ۽ عهدو حاصل ڪيائين ۽ دربار اڪبري کان جاگير حاصل ڪيائين. پنهنجي وقت جو باڪمال معمار هو ۽ سندس خوش نويسي جي ثبوت لاءِ سندس ڪتبا ڏکن، آگره کان اصفهان ۽ تبريز تائين پکڙيل آهن. فن معماريءَ لاءِ منارو سندس ذوق لاءِ ڪافي ثبوت آهي. هن کي پنهنجي وطن سکر سان بيحد محبت هئي، سر زمين وطن کي پنهنجن هٿن سان سينگاري، صنعت گري ۽ هنرمندي، صدق ۽ اخلاص جو مثال پورن لاءِ ڇڏي ويو. سندس صناعي هٿن جيڪي عمارتون تعمير ڪيون، تن جي وجود ڪري سکر سياحن لاءِ آماجگاه آهي. سکر جي قدرتي نظارن ۽ لافاني حسن ۽ رعنائيءَ کي مناره تي چڙهي ڏسي سگهجي ٿو. مير صاحب پنهنجي وقت جو مؤرخ ۽ محقق به هو، سندس "تاريخ معصومي" جا هن پنهنجي فرزند مير بزرگ جي تعليم لاءِ لکي آهي، سنڌ جي وچين زماني جي تاريخ اڪبري دور تائين آهي. مؤرخن ۽ محققن لاءِ ماخذ آهي. انگريزي راڄ جي شروعات ١٩-صديءَ ۾ منشي نيوندرام سيوهاڻيءَ اُن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، بعد شمس العلماء مرحوم عمر بن محمد دائود پوٽه صاحب، جڏهن انڊيري ڪاليج بمبئي ۾ پروفيسر هو، تاريخ معصومي کي اهتمام سان قامبند ڪري پارسي نسخو تيار ڪيو، جنهن کي "ڀنڊارڪر اورينٽل انسٽيٽيوٽ پونا" ١٩٣٨ع ۾ مطبع قيمهٔ سان شايع ڪرايو، تنهن کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ، تاريخ کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايو. مير محمد معصوم صاحب پنهنجي وقت جو حڪيم به ٿي گذريو آهي. طب ۾ سندس ڪتاب "طب نامي" آهي، جنهن جو نسخو سندس پوين سان سيد منور علي شاهه صاحب سکر پراڻي وٽ موجود آهي ۽

”مفردات۔ نامي“ جا چند اجزا شيخ عبدالرحيم روهڙائي وٽ آهن. سکر جي خاڪ شريف مان جيڪي وقت بوقت گوهر پيدا ٿيا، تن ۾ مير صاحب هڪ چمڪندڙ موتي آهي.

## مير امين الدين خان

سبزاوري ساداتن مان جيڪي سکر ۾ رهندا هئا، قاسم خاني ڪوٺيا هئا ۽ جيڪي ٺٽي ۾ رهندا هئا، اميرخاني ڪوٺيا هئا. مير امين الدين خان اميرخاني هو، جو اورنگزيب جي وفات ۱۱۱۸ھ کان پس سال پوءِ ۱۱۲۰ھ ۾ بکر جو فوجدار مقرر ٿي آيو. هن اچڻ شرط سکر شهر ۾ هڪ عظيم الشان مسجد جوڙائي، جنهن لاءِ مير محمد بلگرامي لکي ٿو ته:

”و همدرين سال ۱۱۲۰ھ خان ذيشان امين الدين خان فوجدار سرڪار بکر۔ کہ از ابناء امير خان تتوي بود۔ در عهد فوجداري خود، درقصبہ سکر کہ آنروئي آب از قلعہ بهکر است، مسجد عالي عمارت نمود، چنانچہ مير صاحب و قبل جاودان تاريخ چنين فرموده اند۔“

مير عبدالجليل بلگرامي جيڪو انهيءَ وقت بکر ۽ سيوهڻ ۾ وقايع نويسي ۽ بخشگيريءَ تي فائز هو، مٿي ذکر ڪيل تاريخ هيٺينءَ ريت چئي آهي:

خان ذيشان امين الدين خان، ذکر فيضش بز بانها مذکور
در رخش نور نبي گشتہ عيان، در کفش جود علي کرده ظهور
سينہ اش مخزن اسرار ازل، شمع فانوس دلش لمعۂ طور
مسجدي کرده بنا در سکر، پاک تراز دل ارباب حضور
خانۂ دين خود، آباد نمود، سعي او پيش خدا شد مشکور
سکهر از نسبت اين مسجد شد، بلدۂ طيبۂ رب غفور
جد اسجد فرخنده بنا، در و ديوار وي آئينۂ نور
از دم صبح برآمد پس پس، پر گچ او چو نظر کرد از دور

مي‌سزد، گرپئي‌جارو بش، چرخ، دستم ببندد ز سر کاکل حور
باهم‌آغوش مصلاش شده است، سجده در جبهم کند رقص سرور

سال تاريخ چنين گفت خرد
مهبطِ نور چو بيت‌المعمور – ١١٢٠ھ

## مير عبدالجليل بلگرامي

جنهن دور ۾ امين‌الدين خان بکر جو فوجدار هو، اهو ئي وقت هو جڏهن بکر ۽ سيوهڻ جي بخشيگري ۽ وقايع نويسيءَ تي علامہ مير سيد عبدالجليل بلگرامي دهلي سرڪار مان ١١١٧ھ ۾ مقرر ٿي آيو. مير عبدالجليل ۽ مير امين‌الدين خان اميرخاني جا باهمي تعلقات تمام گهرا ٿي ويا ۽ يگانگت پيدا ٿي پئي. مير عبدالجليل جي فرزند، سيد مير محمد پنهنجي والد ڏي لکيو ته بکر مان ڏانهس ڪو سفيد سرمون وٺي موڪلي. مير صاحب ذاتي تعلقات جي بناء تي پٽ جو اهو جنسي خط امير امين‌الدين خان جي حوالي ڪيو، جنهن نہ فقط پنهنجو تيار ڪيل نفيس سرمون مير سيد محمد ڏانهن موڪلي ڏنو، بلڪ پنهنجي طرفان "شرح ملا" جو هڪ نفيس نسخو پڻ موڪليو. اهي سڀ سوکڙيون فريد نالي مير عبدالجليل جو ملازم کڻي بلگرام روانو ٿيو. مير امين‌الدين جي سرمي جون خوبيون ۽ خصوصيتون جيڪي بيان ڪيون ويون آهن، سي هي آهن. ماتا جي بيماريءَ سبب اک ۾ پيل ڦان کي دور ڪري ڇڏيندو هو، اکين جي نور کي اوجر ڏيندو هو ۽ تقريباً اکين جي سڀني بيمارين لاءِ مفيد هو (١).

---

(١) تذڪرهٔ اميرخاني، مير امين‌الدين خان ۽ مير عبدالجليل بلگرامي ص ٣٥٥–٣٦١.

# باب ناڱون

## ڪلهوڙن جي صاحبي

### مغليہ سلطنت جو زوال

سنڌ ۾ جنهن جدوجهد جو آغاز ارغونن جي دور کان شروع ٿيو هو سو ترخانن کان ٿيندو، اڪبر ۽ جهانگير جي عهد ۾ بہ قائم رهندو، شاهجهان جي آخري ايامن تائين پهتو هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جي تقريباً سمورن طاقتور قبيلن متحده طور برسر پيڪار رهيا. چند نالا ترتيب وار ڏجن ٿا: سميجا، مهديجا، آنڙ، چانڊيا، سهر، ڏاريجا، سهتا، ابڙا، لاشاري، جتوئي، ڊوسبڪي، بارو زئي، خيڪ، قلات جا بروهي، مڪراني ۽ بلوچي قبيلا، جوکيا، نومردي (نومڙيا)، رونجها، ڪڪرالي جا جام، سوڍا، شورا، لاکا، سما، چنہ، راهوجا، ساند، کيبر، ڪيريا، لاکيار، سهودا، ڳاهيجا، ڪورائي، ٿيبا، ڪيهر، مگسي، منگواڻا، منڊرا، منگيجا، لنجار، اوٺا، ماڇي، ملاح، نڪامرا، هاليپوٽا، ناريجا، ڪٽوهر، ڏل، شيخ، هوسڙا، هالا، ڪوريجا، ڪماڻ، پهنور، پلي، ديناري، ڏيتا، ٿهيم، ڪلهوڙا، جوڻيجا، جت، ڏاهري، سانگي، ڪلمتي، نوت، ٻبر، باريجا، ورياه، بليدي، پچا، هندو ۽ گجر. انهن قومن سرڪاري قافلن ۽ ٻيڙين کي ڦري ملڪ ۽ مغليہ نوابن جو نڪ ۾ دم آندو هو. شاهجهان جي ڏينهن ۾ شهزادو اورنگزيب، ذي الحج ١٠٥٩هه کان رمضان ١٠٦١هه تائين ٻہ سال اٺ مهينا ٺٽي جو صوبيدار ۽ بکر ۽ سيوهڻ جو تيولدار ٿي رهيو. سندس ڏينهن ۾ ڪڇي، قلات، ڪيچ مڪران،

ڪاڇي، ڪوهستان، لاڙ ۽ ڪڇ ڀڄ تائين مٿين قبيلن فساد ڪيا. قلات جي احمد زئي خوانين آزادي حاصل ڪئي.

سنڌ جي آمدني امن امان قائم ڪرڻ ۾ خرچ ٿي ويندي هئي. ميرڪ يوسف جي ڪتاب ”مظهر شاهجهاني“ ۽ اورنگزيب جي خطن مان جيڪي هن شاهجهان کي لکيا آهن، تن مان اسان کي سنڌ ۾ انتشار، اضطراب واريون حالتون نظر اچن ٿيون. سنڌ ۾ پيدا ٿيل انتشار جي اهميت سختيءَ، شدت ۽ سنگينيءَ جو پتو رقعات عالمگير مان پئجي سگهي ٿو، جو مغل لشڪر ڪٽڪ، توبن، تفنگن، غرابن ۽ غورابن جي هوندي به ناڪام هلندو رهيو (۱). شاهجهان جي پٽن ۾ تخت نشينيءَ لاءِ جيڪا ڪشمڪش ۽ عداوت هلندي ٿي آئي، تنهن نه رڳو آخري عمر ۾ کيس نهوڙي ڇڏيو، بلڪ ساڳي وقت مغل سلطنت جي سمورن ڪل پرزن کي به هڪٻئي کان جدا ڪري سچي تشڪيل ۽ استحڪام کي ٽتر بتر ڪري ڇڏيو. جيڪي صوبا محض قوت جي دٻاءَ تي سلطنت اندر شامل ڪيا ويا هئا، انهن ۾ رهائي ۽ آزاديءَ لاءِ ازسرنو جدوجهد جي امنگ پيدا ٿي پئي. بلخ ۽ بخارا جي ڪشمڪش، قنڌار تي صفوين جو قبضو، قلات جي آزاديءَ هندي رياستن ۾ بي چيني، اهي سڀيئي صورتحال جو نتيجو هيون. مغلن جي پنهنجي گهرو جنگ وجدل ۽ انتشار جي ڪري پيدا ٿيل ڪمزوريءَ جو، تخت تي ويهڻ بعد، جنهن جو سدباب ڪندي، خود عالمگير جي حياتي به رائگان ٿي وئي.

(۱) تذڪرهٔ اميرخاني ص ۳۴۴ - ۳۵۲. مغلن جي پوئين زماني ۾ سني شيعه اميرن جي جهڳڙن جهڙوڪ: سيد عبدالله، سيد حسين علي خان سادات باره ۽ برهان الملڪ، صفدر جنگ جي سرگرمين ڪري مغليه حڪومت کي نقصان پهتو. معارف اعظم ڳڙه ص ۱۱ جولاء ۱۹۶۲ع. غلام قادر روهيلي شاهه عالم جون اکيون ڪڍيون ۽ حرم جي شهزادين جي ڳلن جهڙن رخسارن کي چماٽن سان سرخ ڪيو هو.

١٧٠٧ع ۾ اورنگزيب جي مرڻ کان پوءِ، مغل شنهشاهت ۾ انحطاط شروع ٿيو. ڏکڻ کان مرهٽن ۽ جاٽن غارتگري شروع ڪئي. اتر ۾ روهيلن ۽ سکن ڦرمار شروع ڪئي. مرهٽن جي طاقت روز بروز زور وٺندي ويئي ۽ جاٽن دهلي ۽ آگره جي ويجهو، خودمختيار رياست ڪڙي ڪئي. روهيلن دوآبہ گنگا ۽ جمنا کي ڦرمار لاءِ آماجگاه بنائي ڇڏيو. دکن ۽ ائوڌ مرڪز کان ڇڄي ڌار ٿي ويا. نادر شاهہ ۽ احمد شاهہ جي حملن ڪري، مغل شنهشاهت جا صدين جا گڏ ڪيل خزانا لٽجي ويا ۽ سلطنت مفلوج ٿي ويئي. اورنگزيب کان پوءِ جيڪي تخت تي ويٺا، تن ۾ بابر، همايون يا جهانگير ۽ شاهجهان يا عالمگير جهڙي صلاحيت ڪونہ هئي، اهي نالي طور ڪٺ پتلي وانگي دوڪان هلائيندا رهيا. سندن بي حيائي ڪري شاهي محلات بيعزتيءَ جو رنگ محل بنجي ويو. حڪومت جون واڳون توراني ۽ ايراني اميرن جي هٿن ۾ هيون، جيڪي اقتدار حاصل ڪرڻ جي جنگ ۾ رڌل هئا ۽ تيمور جي پوين کي ڪاٺ پتلين وانگي نچائيندا رهيا. عالمگير کان پوءِ پٽس بهادر شاهہ ٦٤ ورهين جي ڄمار ۾ تخت تي ويٺو. سندس ڀاءُ اعظم سان "جاجوئا" جي جنگ لڳي، جنهن جنگ ۾ توڙي جو بهادر شاهہ ڪامياب ٿيو، پر مرڪز جا مضبوط ايوان لڏي ويا. هو شخصيت رکندڙ هو پر عام طرح "شاهہ بيخبر" ڪوٺبو هو. ١٧١٢ع ۾ مئو ۽ پٽس جهانداد شاهہ تخت تي ويٺو، جو آرام طلب هو ۽ حڪومت سان کيس ڪا دلچسپي ڪونہ هئي. ٻارنهن مهينن گذرڻ بعد فرخ سير تخت تي ٿاڦيو ويو، جو ڪمزور طبيعت جو هو. ١٧١٩ع ۾ کيس انڌو ڪيو ويو بادشاه سازباره سيد ڀائرن رفيع الدرجات کي تخت تي ٿاڦيو. پر ڏهن مهينن کان پوءِ عالم بقا ڏانهن اماڻيو ويو ۽ سندس وڏي ڀاءُ رفيع الدولہ کي تخت طائوس تي ويهاريو ويو، ليڪن ٣ مهينا مس جيئرو رهيو. بعد ۾ محمد شاهہ "رنگيلي"

کي تخت تي ويهاريو ويو. هن شاهي مهر، پنهنجي پياري ملڪه ”ڪوڪي“ جي حوالي ڪئي، جا هڪ نچڻي فقيرياڻي هئي. حڪومت جو سمورو ڪاروبار سندس مرضيءَ مطابق هلندو هو. درباري امير به هن جي معرفت ڪم ڪڍائيندا هئا. آصف جاهه نظام الملڪ، جو ان وقت وڏو وزير هو، تنهن ڪوڪيءَ جي ڪرشمہ سازين متعلق هڪ رباعي چئي هئي:

”مردان نکنند خاک برسر چکنند
امروز زني بجائي عالمگير است“

مٿينءَ رباعيءَ جي جواب ۾ ڪوڪيءَ وٽس جيڪي بيت لکائي مڪا، سي آن دور لاءِ آئينہ دار آهن:

”نوبت زکيان بما کيان افتاد است
بازني شگرفي بميان افتاد است
شايد کہ سپهر سنلہ رقصد ز نشاط
شميرزدن بدف زنان افتاد است“

شاهي محلات ۾ ”ڪوڪي“، ”حضرت قدسيہ“ جي لقب سان سڏبي هئي، جا بدڪار عورت هئي، جنهن پنهنجي نوڪرن مان جاويد بهادر کي پسند ڪيو هو ۽ هن کي ”نواب بهادر“ جو خطاب ڏنو هو. شاهي امير جڏهن دربار ۾ حاضري ڏيڻ ايندا هئا، تڏهن اهڙن موقعن تي محلات جا محافظ دروازه تي هڪ ڪوڏڙو ۽ هڪ ڪتي ٻڌي ڇڏيندا هئا ۽ ايندڙن کي چوندا هئا ته، دربار ۾ گهڙڻ کان اڳ نواب بهادر جاويد خان ۽ حضرت قدسيہ کي ڪورنش ڪيو. هن واقع کي مؤرخن جن لفظن ۾ لکيو آهي، سي هيٺ ڏجن ٿا:

”و بمرتبہ کہ کزه خري و ماده سگي بر دروازه قلعہ بستہ براني مجرائي هردو ناپاک تکليف سلام بهر مجرائي بيباک مي نموده و ميگفتند کہ خر کره نواب بهادر ست و سگ ماده نواب قدسيہ است“ (١).

---

(١) تاريخ احمد شاهي قلمي صفحو ٣٤ – ٣٥ برٽش ميوزم – سيد غلام حسين: سيرالمتاخرين ج ٣ ص ٢٧ ڪلڪتو ١٨٧٢ع.

## ڪلهوڙن جو سنڌ تي قبضو

ڪلهوڙن جي صاحبي جو دور ١١٣١هه ١٩-١٧١٨ع
کان شروع ٿي ١١٩٧هه (٨٣-١٧٨٢ع) ۾ پورو ٿيو. ميان
آدم شاه بکري، اڪبري دور ۾ چانڊڪي پرڳڻي جي جاگير
مرزا عبدالرحيم خان خانان کان هٿ ڪئي هئي، تنهن جي
ساليانو آپت ١٢ لک روپيا هئي. سندس پوين هن جاگير کي
زور وٺرايو ۽ مريدن ۾ به اضافو ڪيائون. غرض درويشي
چولي ۾ وڏا زميندار بڻجي ويا ۽ ”سرائي“ جي لقب سان
سڏجڻ لڳا. ميان شاهل محمد بن دائود بن آدم شاهه طاقتور زميندار بڻجي
ويو، جنهن پنهنجن ابڙن مريدن جون زمينون ضبط ڪيون،
جنهن تي وڏيري جلال خان ابڙي بکر جي نواب کي مرشد
خلاف شڪايت پيش ڪئي ۽ ميان شاهل محمد بکر جي نواب
سان وڙهندي شهيد ٿيو. ميان شاهل محمد کان پوءِ ميان
نصير محمد بن ميان الياس بن دائود بن آدم شاهه ١٠٦٨هه
١٦٥٧ع ۾ گادي نشين ٿيو ۽ سندس فقير تر جي زميندارن
کي تنگ ڪرڻ لڳا. ميان صاحب دادو پرڳڻي جي پنهور
زميندارن جون زمينون ڦٻائڻ لڳو، شڪايتون بکر جي نواب
کي پهتيون، جيڪو صلح ۽ صفائي لاءِ ميان صاحب کي عالمگير
جي دربار ڏانهن وٺي ويو ۽ حڪومت ميان صاحب کي قيد
۾ رکيو، جتان ڪنهن ترڪيب سان ڀڄي چانڊڪي پرڳڻي ۾ پهتو
۽ بکر جي نواب کي شڪست ڏيئي درياه جي ڪاهي پاسي
تي ساهتي پرڳڻي تي قبضي ڪرڻ کان سواءِ مغل سرڪار
کان سيوهڻ جو پرڳڻو ٺيڪي تي کنيائين. ميان صاحب ١٦٩٦ع
١١٠٣هه ۾ وفات ڪئي، پٽس سرائي ميان دين محمد گاديءَ
تي ويٺو، جنهن پنهورن جي شهر فتح پور تي زوري قبضو
ڪيو ۽ پنهور دهلي دربار ڏانهن دانهن کڻي ويا. اهو عالمگير
جي حڪومت جي پڇاڙيءَ وارو زمانو هو. بهرحال دهلي دربار
امير جهان خان کي لشڪر ڏيئي، سنڌ ڏانهن روانو ڪيو.

چانڊڪي پرڳڻي ۾ ڳڙيلي وٽ جنگ لڳي، جهان خان مارجي ويو. هن واقعي کان پوءِ بکر جو نواب الله يار خان خوفزده ٿي ويو. اورنگزيب پنهنجي پٽ معزالدين کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. سرائي ميان دين محمد پنهنجي ڀاءُ ميان يارمحمد کي شهزاده جي استقبال لاءِ سکر ڏانهن روانو ڪيو. سرائي جي اطاعت گذاري کي ڏسي، شهزادو خوش ٿي لاهور ڏانهن روانو ٿيو. اڃا واٽ تي هو ته سرائي جي هڪ فقير مقصودي ماڇيلي تائين ڳوٺن کي ڦري ناس ڪري ڇڏيو، جنهن تي معزالدين موٽي سنڌ ڏانهن آيو ۽ ڇهن مهينن تائين سرائي جي زمينن کي برباد ڪندو رهيو، جڏهن سيوهڻ پهتو ته ميان دين محمد روپوش ٿي ويو. آخر اچي پيش پيو. شهزاده هن کي ملتان جيل ۾ نظربند رکيو، جتي ١١١١هه ١٧٠٠ع ۾ وفات ڪيائين.

ميان دين محمد کان پوءِ پاڻس ميان يارمحمد هڪ هٽ ۾ ڏاڍو ۽ ٻي هٽ ۾ ترار کڻي نڪتو. افراتفري مان فائدو وٺي سبي جي حاڪم بختاور خان پني ميان جي زمينن تي قبضو ڪيو. ٻن سالن کان پوءِ قلات جي بروهي نواب بروهي لشڪر وٺي چانڊڪي پرڳڻي تي قبضو ڪيو. ميان يارمحمد پنهنجن حملي آورن کان پنهنجون زمينون آزاد ڪرائي، معزالدين جي اطاعت منظور ڪيائين، جنهن تي دهلي دربار پاران کيس "خدايار خان" جو خطاب مليو. هن دادو جي ويجهو "خداآباد" جو نئون تختگاهه شهر جوڙايو. انهن ڏينهن ۾ ديره جات ۾ فساد پيو. ميان جي بلوچ سپه سالار مير شهداد خان فسادين کي مات ڪيو، جنهنڪري ميان يارمحمد پاڻ کي دهلي دربار ۾ سرخرو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ميان صاحب ١١٣١هه ١٧١٩ع ۾ وفات ڪئي. ميان يارمحمد کان پوءِ پٽس ميان نورمحمد گاديءَ تي ويٺو، جنهن ١٨ سالن جي عرصي اندر سڄي سنڌ تي قبضو ڪيو. داءُود پوٽن کان سري ۾ شڪارپور هٿ ڪيائين،

دائود پوٽن جي سردار بهاول خان، مهراڻ جي ڪاهي ڪپ تي ۱۷۴۹ع ۾ بهاولپور رياست جو بنياد وڌو. ميان نور محمد مهرن کان لکي جو شهر فتح ڪيو ۽ ۱۱۴۴هه ۾ قلات جي بروهي نواب مير عبدالله خان کي جو "هبارڪوهستان" جي لقب سان سڏبو هو، تنهن کي سني جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي، ڪڇي جي شهرن شوران، جهل ۽ ڀاڳناري تي قبضو ڪيو، لاڙ ۾ ڪڪرالي جي ڄامن کي شڪست ڏنائين. ۱۱۵۱هه-۱۷۳۶ع محمد شاهه رنگيلي، ٺٽو سرڪار ميان نور محمد خان کي ٺيڪي تي ڏيئي ڪيس "خدايار خان" جو خطاب ڏنو. سنڌ تي ڪلهوڙن جو قبضو ٿي ويو.

## نادر شاهه جو بکر تي قبضو

۱۷۲۴ع ڌاري محمد شاهه جي ڏينهن ۾ مغل شهنشاهت جا حصا مرڪز کان ڇڄڻ لڳا، چنانچه نظام الملڪ آصف جاهه دکن ۾، سعادت علي خان ائوڌ ۾ خود مختيار حڪومتون قائم ڪيون. مرهٽن جي پيشوا باجي راءِ گجرات، مالوه ۽ بنديلکنڊ تي ۱۷۴۲ع ۾ اوڙيسا، بنگال ۽ بهار تي قبضو ڪيو. ۱۷۳۸ع ۾ نادرشاهه طوفان وانگي اٿيو. ڪابل ۽ ۱۷۳۹ع ۾ پنجاب کي لتاڙي ڪرنال جي جنگ ۾ مغليه لشڪر کي شڪست ڏيئي دهلي پهتو ۽ شهر کي لٽڻ ۽ قتل ڪرڻ کان پوءِ ويهه ڪروڙ نقد، طائوسي تخت ۽ بابر جي ڏينهن کان گڏ ٿيل زر ۽ جواهر، ڪوهنور هيري سميت هٿ ڪري، محمد شاهه سان ڪيل عهدنامي موجب، اٽڪ کان سمنڊ تائين مهراڻ جي اولهندي ڪپ وارن پرڳڻن تي قبضو ڪري، ڪابل ڏانهن موٽيو. اٽڪل آسي ڪروڙن جي ملڪيت لٽي مغل شهنشاهت

کي ڪوڪلو ڪري ويو(١)۔ نادر شاهہ کي رڏل ڏسي ميان نور محمد ڏل ڏيڻ ڪان نٽائڻ لڳو، جنهن تي ١١٥٢هه-١٧٣٩ع ۾ نادر شاهہ ڪابل ڪان لاڙڪاڻي پهتو۔ ميان صاحب خوف ڪان عمرڪوٽ جي قلعي ۾ وڃي لڪو، جتي نادر شاهہ کيس سوڙهو ڪري، هڪ ڪروڙ رپيا ڏري مٿس ويهہ لک روپيا ساليانو ڏل مقرر ڪري، بکر، سکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي کي ايران سان لاڳو ڪري، بکر جي قلعي کي ڪيرائي، نئين سر تعمير ڪرائي، ميان نور محمد کي "شاهہ قلي" خان جو خطاب ڏيئي واپس موٽي ويو۔

## احمد شاهہ دراني جو سکر پهچڻ

١١٦٠هه-١٧٤٧ع ۾ نادر شاهہ، قزلباش هٿان قتل ٿيو۔ افغانستان، خراسان ۽ مهراڻ جي اولهندي وارا پرڳڻا احمد شاهہ دراني ۽ جي هٿ چڙهي ويا، جنهن ميان نور محمد کي "شاهنواز خان" جو خطاب ڏنو۔ ميان صاحب قندار کي ڏل پهچائڻ ۾ دير ڪئي، جنهن تي ١١٦٧هه ۾ احمد شاهہ دراني سکر پهتو ۽ پيڙين وسيلي پل تيار ڪرائي روهڙي پهتو۔ ميان نور محمد خان خوف ڪان جيسلمير ڏانهن ڀڄي ويو، جتي وفات ڪيائين۔ سندس جنازه موري تعلقہ جي احمد آباد ڳوٺ ۾ دفنايو ويو۔ احمد شاهہ، ميان صاحب جي وڏي پٽ محمد مراداياب خان کي "سربلند" جو خطاب ڏيئي موٽيو، پر ميان صاحب ۾ حڪومت هلائڻ جي صلاحيت ڪانہ هئي، ان ڪري اميرن گڏجي ميان غلام شاهہ خان کي تخت تي ويهاريو۔

---

(١) Hutton.J: History of Central Asia. P. 181, London 1875.

جادوناٿ سرڪار: مغل شهنشاهت جو زوال، ج ١، ص ١٢٧، ڪلڪتو ١٩٣٨ع۔

## اهڙڪس جي جنگ

مِيان نُور محمد خان جي سُٺي ڪان پوءِ سندس پٽن ۾ نااتفاقي پئجي ويئي. مِيان عطر خان، احمد يار خان ۽ مقصودي گڏجي روهڙيءَ جي پرواري واهه امرڪس وٽ مِيان غلام شاهه سان جنگ جوٽي، پر شڪست کاڌائون. عطر خان قندار ڏانهن دانهن ڪئي ويو، اتان ناآميد ٿي بهاولپور جي دائودپوٽن ۽ اتي جي خيرياٽي سردارن کان مدد وٺي جنگ ڪرڻ آيو؛ پر اوباوڙه وٽ شڪست کاڌائون. مِيان غلام شاهه سنڌ جو حاڪم ٿيو. مِيان غلام شاهه ديدبي سان حڪومت ڪئي. هن واپار جي ترقي لاءِ ١٧٥٨ع ۾ اورنگا بندر جي ويجهو شاهڪار (شاهبندر) تعمير ڪرايو. اورنگا بندر شهزاده اورنگزيب ١٠٦١هه جي مابين تعمير ڪرايو هو، جڏهن هو، شاهجهان جي ڏينهن ۾ ٺٽي جو صوبيدار ۽ بکر ۽ سيوهڻ جو تيولدار ٿي رهيو هو(١). مِيان غلام شاهه ١٧٦٣ع ۾ ڪڇ جي راءِ کان بستا ۽ لکپت جا بندر ۽ قلعا فتح ڪيا. ڪلهوڙن گهٽائي تختگاهه شهر تعمير ڪرايا هئا. جهڙوڪ: خدا آباد، مرادآباد، شاهه ڳڙه ۽ محمدآباد، مگر انهن کي آبڪلاٽي کان خطرو هو، تنهنڪري مِيان غلام شاهه ١٧٦٨ع ۾ گنجي ٽڪري جي شاخ تي نئون قلعو حيدرآباد تعمير ڪرايو، جنهن ٺٽي کان پوءِ صنعت ۽ واپار ۾ ترقي ڪئي. مِيان جي جنرل بهرام خان ديره جات جي ناهرن کي شڪست ڏني، انهن ڪارنامن جي ڪري احمد شاهه ابداليءَ مِيان صاحب کي "شمس الدولت" ۽ "صمصام الدوله" جا خطاب ڏنا هئا. ١٧٧٢ع ۾ مِيان غلام شاهه وفات ڪئي. پٺس مِيان محمد سرفراز خان گادي تي ويٺو، جنهن هالا تعلقي ۾ نئون تختگاهه خداآباد وڏن جي يادگيري لاءِ تعمير ڪرايو.

---

(١) تذڪره، اميرخاني، ص ٣٤٦ - ٣٤٧.

## ڪلهوڙن جي حڪومت جو خاتمو

١٧٧٣ع ۾ احمد شاه دراني وفات ڪئي ۽ پٽس تيمور شاه ڪابل جي گادي تي ويٺو. ميان سرفراز خان پنهنجي فوجي عملدارن ٽالپرن سان ڦٽائڻ لڳو، جيڪي ڪلهوڙن جا مريد هئا. هن مير بهرام خان کي مارائي ڇڏيو. ميان غلام نبي خان به ١٧٧٧ع ۾ ٽالپرن سان ڦٽائڻ ڪري مارجي ويو. ٽالپرن سندن ڀاءُ عبدالنبي خان کي گاديءَ تي ويهاريو، جنهن مير بجر خان کي مارائي ڇڏيو ۽ خوف کان ڪابل ڏانهن ڀڄي ويو ۽ آتان مدد خان پٺاڻ کي ساڻ وٺي آيو، جنهن لاڙ تائين سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن کي ڦري ويران ڪري ڇڏيو (١). ميان عبدالنبي نه ڪابل کي دل پياري سگهيو، نه ٽالپر مريدن سان صلح رکي سگهيو، اٽلندو پٺاڻن کان سنڌ کي تاراج ڪرايائين، ٽالپرن جي سردارن مير فتح خان ۽ مير عبدالله خان کي قتل ڪرايائين. جنهن تي ٽالپرن پهريان لنياري جي جنگ ۽ ١٧٨٣ع ۾ هالاڻي جي فيصلي ڪن جنگ ۾ ڪلهوڙن کي شڪستون ڏيئي، سنڌ تي قبضو ڪيو.

## بکر جي قلعي جي نئين سر تعمير

اهو ياد رکڻ گهرجي ته قنڌار جي سدوزئي درانين جي ڏينهن ۾ سنڌ جي سري وارو "مغولي" پرڳڻو، جنهن ۾ بکر جو قلعو، سکر، شڪارپور وينديءَ مديجيءَ تائين شهر ۽ ڳوٺ ڪابل ۽ قنڌار جي ماتحت هئا. افغان نائب شڪارپور ۾ رهندو هو سن ١١٩٢هه-١٧٧٨ع ۾ تيمور شاه جي حڪم سان نواب صديق خان بکر جي قلعي جي نئين سر تعمير ڪرائي. ڪنهن شاعر هن واقع جي تاريخ هن طرح لکي آهي:

---

(١) ڪنهن شاعر مدد خان پٺاڻ جي ظلمن جي تاريخ جو مادو "اي داد از ظالم بيدادي منحوس" سان ڪڍي آهي ١١٩٤هه.

در زمان شاهِ عالم دين پناهِ
خسرو عالم ز ماهي تابماهِ
خاک جائش فخر اورنگ برين
اوج فرقش رتبۂ تاج و کلاهِ
مے کند گلشن گياهِ خشک را
لالہ درشوره رويد از نگاه
شاهِ تيمور آنکہ بالطف خدائي
باد دائم برسرش ظل اللّٰه
ساخت از سربنده صديق خان
قلعہ بهکر بحکم شاهِ
چون بخواهي سال تاريخش صفا
گوبزيبد قلعہ تيمور شاهِ - ١١٩٢هه

## تجارتي صنعتي حالت

١٨ صديءَ جي وچ ڌاري آدمشماري ۽ واپار پراڻن شهرن مان نڪري نون شهرن ۾ گڏ ٿيڻ لڳا. شڪارپور، حيدرآباد، ڪراچي، خيرپور، لاڙڪاڻو، ميرپورخاص ۽ ٻيا شهر جڏهن اسريا، تڏهن پراڻا شهر ڦٽندا ويا. انهن شهرن جي بنياد، اوسر ۽ واڌاري جي مغلن ۽ اوائلي ڪلهوڙن جي وقت سان ڀيٽ ڪرڻ دلچسپي ٿيندي.

## شڪارپور

شڪارپور جي بنياد ڪي اتر سنڌ جي ڪوري حڪمران دائودپوٽن ١٠٢٦هه-١٦١٧ع ۾ وڌو. شهر جي لکي دروازه ٻاهران، حاجي فقير دولا جي لڳل ڪتبي ۾ ”غوڪ“ لفظ ڏنل آهي. ابجد موجب غوڪ لفظ جي تشريح آهي ١٠٢٦هه سندس جاگرافيائي بيهڪ بولان لڪ جي ڏکڻ ۾ آهي، ان ڪري افغانستان ۽ قلات کان آمدورفت سولي هئي ۽ ٿوري ئي وقت ۾ خراسان ۽ وچ ايشيا سان خشڪيءَ رستي واپار جو وڏو مرڪز

بنجي ويو ۽ شڪارپور جي سيٺين جون هنڊيون آسترا خان کان ڪلڪتي تائين هلڻ لڳيون (1). هڪ زرخيز علائقي جي وچ ۾ هئڻ اتر سنڌ ۾ هن عرصي جي پوئين دور ۾ وڏو واپاري مرڪز بنجي پيو هو. سنڌ جي ٻين شهرن وانگر، هن شهر جي اهميت ڪو سندس صنعت ۽ مال تيار ڪرڻ جي ڪري ڪانه وڌي، پر هي شهر مشهور انهيءَ ڪري ٿيو، جو شڪارپور جي صرافن جي بئنڪن جي ڏيتي ليتي سموري برصغير کان وٺي وچ ايشيا جي ڪئسپيئن سمنڊ تائين هلندي هئي. شهر جو واپار ڪو ايترو گهٽو نه هو، پر هتي جي صرافن جا گماشتا هيٺين شهرن ۾ رهندا هئا: مسقط، بندر عباس، ڪرمان، يزد، مشهد، آسترا خان، بخارا، سمرقند، يارقند، ڪندوز، خولم، سبزاور، قنڌار، غزني، ڪابل، پشاور، ديرو اسماعيل خان، لهيا، ملتان، امرتسر، لاهور، بهاولپور، جيسلمير، بيڪانير، پالي، ڪوڪن، بمبئي، حيدرآباد دکن، ڪلڪتو مرزاپور، سکر، حيدرآباد سنڌ، ڪراچي، مانڊوي، قلات (2). تو هان ڏٺو ته صرافن جا گماشتا وچ ايشيا کان وٺي اپرندي ۾ هگلي ۽ ڏکڻ ۾ دکن تائين، وڏي واپار لاءِ اهي موڙيون مهيا ڪندا هئا. تقسيم هند تائين شڪارپور جا صراف هندوستان جي مشهور بئنڪرن ۾ شمار ٿيندا هئا. 19 صديءَ جي اوائل ۾ انگريزن جي اچڻ وقت، جيتوڻيڪ شڪارپور جي پسگردائيءَ ۾ ڪيترا اهڙا شهر هئا. جهڙوڪ: اروڙ، روهڙي، سکر، لکي وغيره تن کان هي شهر وڌيڪ سکيو هو (3). شڪارپور جي آسودگي 1715ع کان شروع ٿي، جڏهن قنڌار جي افغان حاڪمن هندن کي حفاظت جو يقين ڏياريو ۽ انجام ڪيائون ته، جيڪڏهن هو پنهنجي واپار کي ترقي ڏيندا ۽ رتل رهندا ته

---

(1) آر- برٽن: سنڌ ريوزٽيڊ، ج 2، ص 241 - 242، لنڊن 1877ع.

(2) پوسٽنس پرسنل آبزرويشن آن سنڌ، ص 32، لنڊن 1843ع.

(3) سنڌ ريوزٽيڊ، ج 2، ص 242.

هنن تي آئيندي ڪنهن به قسم جي ظلم نه ٿيندو. ايتري تسڪين هوندي به شڪارپور جو شهر ٿٽي، نصرپور يا سيوهڻ جي بلندين کي ڪين پهتو، توڙي جو هن شهر جي آبادي انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت ...٢٢٠٠ هئي (١).

## لاڙڪاڻو

باغات ڪري سنڌ جو "باغ عدن" ڪوٺبو هو. چوٽي آهي "هجيئي ناڻو ته گهم لاڙڪاڻو." ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ هي شهر فوجي ڇانوڻي هئڻ ڪري، سنڌ جو وڏو شهر هو. ميان نور محمد قلعو اڏائي مٿس توبون رکايون هيون ۽ شاهه بهارا هتي جو نائب هو. ميل پرڳڻي جي زرخيز هنڌ ۽ وچ تي پڌل هو، اناج جي سري ۾ وڏي منڊي هئي. ١٨٣١ع ۾ اليگزينڊر برنس جي بيان موجب شهر جي آبادي ...١٢٠٠٠ هئي(٢).

## سيوهڻ

بکر وانگر آڳاٽي زماني کان سيوهڻ سنڌ جي بچاءَ لاءِ هڪ دروازي جو ڪم ڏيندو رهيو آهي. اهڙي فوجي اهميت ڪري اسلام کان اڳ اسڪندر يوناني قلعو اڏايو هو. محمد بن قاسم جڏهن ديبل فتح ڪيو ته ان جو توجهه يڪدم سيوهڻ ڏانهن ڇڪيو. سومرن لاڙ کي وسايو مگر سمن سيوهڻ کي پنهنجي قبضي ۾ رکيو. ٺٽي فتح ڪرڻ کان اڳ شاهه بيگ ارغون سيوهڻ ۽ بکر جا قلعا فتح ڪيا. معزول شهنشاهه همايون به هن قلعي کي هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجي فوج مارائي هئي. عبدالرحيم خان خانان سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ سيوهڻ جو رخ رکيو هو. مغلن جي پوين ڏينهن ۾ ميان يار محمد ڪلهوڙي خداآباد جو نئون شهر دادو جي پرسان آباد ڪيو، جنهن سيوهڻ جي

---

(١) پوسٽنس ص ٣٢.

(٢) منشي سوهن لعل: ٽريڊ آف خيرپور ص ٣٦، سال ١٨٣٧ع انڊيا آفيس لنڊن.

شهرت کي ڏڪ هنيو. ويتر ڪلهوڙن مهراڻ جي ڪپ تي محمدآباد، الله آباد ۽ خدا آباد هالن واري تعمير ڪيا تہ سيوهڻ جي اهميت گهٽجڻ لڳي. انگريزن جي راڄ بعد سيوهڻ هڪ ننڍي ڳوٺ جي شڪل ورتي. ڊبليو-ڊبليو هنٽر جي گزيٽئر موجب ١٨٧٢ع ۾ سيوهڻ جي آدمشماري ٤٢٩٦ هئي. جي-ڊبليو سمٿ جي گزيٽئر مطابق ١٩١١ع ۾ شهر جي آدمشماري ٤٧٤٩ هئي. مغليہ دور ۾ سيوهڻ باغات ۽ ميوات ڪري مشهور هو. ١٦٣٥ع ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ سان واپار شروع ڪيو، سيوهڻ ڪٽڪ، نير ۽ ڪپڙي ڪري مشهور ۽ سيد عثمان مروندي لعل شهباز قلندر رح جي زيارتگاه ڪري هن شهر جو نالو قائم آهي.

## حيدرآباد

ڪلهوڙن تاجدارن مان ميان غلام شاه خان ١٧٦٨ع ۾ حيدرآباد جو شهر ٻڌايو هو. اُن وقت تائين، ٺٽي جو سمورو شان ۽ اهميت ختم ٿي وئي هئي. ۽ ان جي جاءِ وري حيدرآباد ورتي. حيدرآباد کي سنڌ جو تختگاه بنايو ويو، ۽ ڪلهوڙن کانپوءِ ٽالپرن جي حڪومت جو صدر مقام بہ حيدرآباد ئي رهيو، پر تڏهن بہ حيدرآباد کي ٺٽي جهڙو اوج ڪنهن بہ وقت حاصل ٿي نہ سگهيو. هي شهر گنجي ٽڪر تي ٻيٺل آهي، آس پاس زرخيز زمينون هئس. هڪ پاسي ٽن ميلن تي دريا هوس تہ ٻي پاسي ۾ مدامي وهندڙ ڦليلي هئس. ان ڪري جلدئي صوبي جو مکيہ شهر بنجي ويو. پر سنڌ س اهميت ٺٽي، لاهري بندر ۽ شڪارپور جي برعڪس فقط مقامي ئي هئي. هتان مکيہ صوبائي رستا ڦٽي ٿي نڪتا ۽ ان ڪري صوبي جي مکيہ واپاري مرڪزن مان هو. هتي هٿيارن جا ڪارخانا هئا.

## ڪراچي

سنڌ جو لاهري بندر ان وقت سجو واريءَ ڪري لٽجي سگهي ويو هو. ميان غلام شاه خان شاهبندر مهراڻ جي چوڙ

تعمير ڪرايو هو. ڪراچي ٻه جهونو بندر آهي، جو سڪندر يونـاني جي هتي پهچڻ وقت ڪڪرالا علائـقي ۾ هئڻ سبب "ڪروڪلا" سڏبو هو. هندن جي ڏندڪٿائن مطابق سري رامچندر بنواس ٽيڻ واري زماني ۾ هت رهيو هـو ۽ سندس اچڻ ڪري مٿس "رام باغ" نالو پيو هو. ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪراچي "ڪلاچي" لفظ مان نڪتل آهي، جو چيو وڃي ٿو تہ اتي پسگردائي ۾ مهاڻن جو هڪ ڳوٺـڙو هـو. پهريان قلات جي قبضي ۾ هو ۽ "قلاتي بندر" ڪوٺبو هو. حب ندي جي الهندي ڪپ چـوڙ واري هنڌ جي "ڪرڪ" بندر جي سڪي وڃڻ ڪري، هندو سيٺ ڀوڄومل هتي اچـي رهيو ۽ جهوپڙين جي ميڙ کي ڪچي ديوار ڏياريائين، جنهن کي ٻہ دروازا: (١) منو در (٢) کارو در. اهي نالا اڄ بہ سڏجڻ ۾ اچن ٿا. پوسٽن جي بيان موجب ڪراچي جي آدمشماري فقط ٨٠٠٠ اٺ هزار هئي (١). سيٺ ڀوڄومل جي پٽ سيٺ درياني مل جي نياڻي ديوان واڌومل حيدرآبادي جي پٽ بهارمل جي گهر ۾ هئي. ديوان واڌومل مياں غلام شاہ جي ڏينهن ۾ وڏي عهدي تي هو، تنهن کي ٽالپرن قيد ڪيو، جنهن تي ڪراچيءَ جي ميڻين ڪي رعايتون ٽالپرن کان وٺي قلعي جون چابيون ١٧٩٥ع ۾ ميرن کي حوالي ڪيون ۽ قلات جو نائب ڪراچي ڇڏي ويو. ميرن منهوڙي جي ٽڪريءَ تي ڪچو قلعو اڏائي مٿس توبون رکايون (٢). شهر جا اڌ رهاڪو هندو باقي بلوچ، جو کيا، جت ۽ مهاڻا هئا. ڪراچيءَ کي پنهنجي صنعت ڪانہ هئي، پر ان هوندي بہ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي، ملبار جي بندرن، بندر عباس ۽ زنگبار سان سندس ڪافي واپار هلندو

(١) ڪارلـيس: بمبئي رڪارڊس، سليڪشن ج ١، ص ١٩٥.
ميمائرس آف سيٺ نائون مل هوتچند ص ٣٦.
(٢) The Sindhian World, dec: 1940, pp. 270-268, Karachi.

هو. هتي جي کيترن هندو واپارين جا گماشتا ۽ ڪوٺيون شڪارپور، بهاولپور، ملتان، مانڊوي، بمبئي، مسقط، بحرين، هرات، قنڌار ۽ ڪابل ۾ هيون (١). اهي سنڌ جا نوان شهر جي مغلن ۽ ڪلهوڙن جي اوائلي دور ۾ هئا، سي پراڻن شهرن جي مقابلي ۾ نه وڏيڪ سکيا، نه وڏيڪ آباد ۽ وسيل نه وري واپار جا مرڪز هئا.

## سکر سونهارو تجارت ۽ صنعت

سکر سونهارو، سنڌ جي پراڻن شهرن مان هو. پکيڙ ۽ آدمشماريءَ ۾ ٺٽي جي مٽ ڪونه هو، پر هن کي ڏکهي حياتي حاصل نه ٿي هئي ۽ سندس پاڙون صنعت ۽ واپار جي لحاظ کري نهايت پختيون هيون. سندس، اتر ۽ ڏکڻ کان سنڌو مهراڻ وهي ٿو ۽ شهر جي اتر-الهندي ۽ ڏکڻ ۾ سونهري ٽڪرين جون قطارون، سرسبز کيتيون، باغ ۽ نخلستانن جي ڪري قدرت جي صناعي هتي ڪري صاف، سنو ۽ وڻندڙ شهر آهي، جو شيراز جي مصلّي و آب رڪناباد جون سڪون لاهي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو جن بزرگن هن شهر کي وسايو، سي هن شهر جي خاڪ پاڪ ۾ ابدي ننڊ ۾ آهن. بقول حافظ رحه:

نمي دهند اجازت مرا به سير و سفر
نسيم باد مصلّي و آب رڪناباد

سنڌي مهراڻ جي نازخرامي، آثارقديم ۽ باغن ۽ ميون جي ڪري، هتي جي فرح بخش ۽ گلريز زمين، عراق، فارس، بغداد، تبريز ۽ فرات ۽ دجله کان وڏيڪ دلاويزيءَ جو سامان مهيا ڪري ٿي ۽ سندس گُل افشاني جو انداز دلين کي موهيو ڇڏي. اها حقيقت آهي ته شڪارپور، لاڙڪاڻو توڙي حيدرآباد آدمشماريءَ جي لحاظ کان سکر کان وڏا شهر هئا، مگر قطعي

---

(١) پوسٽنس پرسنل آبزرويشن آن سنڌ، ص ٢٤.

گندا هئا. سکر پنهنجن قدرتي جلوه گرين جي ڪري پاڪ ۽ صاف هو. مثلاً: حيدرآباد نئون تختگاه شهر هو، پر ڏاڍو سوڙهو ۽ گندو شهر هو. هتي جي بازار هڪ ميل ڊگهي ۽ بچڙي طرح اڏيل هئي، منجهس وڪري لاءِ مال ۽ اسباب ڪافي رکيل هو. ڪرنل ڪيٽ ينگ ان لاءِ هيئن لکيو آهي:

"ڪهڙي نه بچڙي جڳهه آهي هيءَ حيدرآباد؟ سون اهڙو بچڙو ۽ گندو بدبودار شهر، ڪو ورلي ڏٺو آهي، سون ڪي ماڻهن جي بيمار ٿيڻ ۽ شهر ڪي ڏڪارڻ تي ڪو تعجب نه ٿيندو آهي" (۱).

شڪارپور عيسوي ۱۷ صديءَ جي شروعات ۾ وجود ۾ آيو. پر پوسٽن جو ڪتاب، جو ۱۸۴۳ع ۾ شايع ٿيو، تڏهن شهر ڪي "گندي ۽ ڦٽل حالت ۾ ڏٺائين" (۲).

ڪراچيءَ متعلق ڪرنل ڪيٽ ينگ ڏسي چوي ٿو ته:
"ڪراچيءَ ۾ ايترو ڪجهه ڪين هو جو رکو مڪڙ ڪانيرن ڪرڻي لاءِ ترسي پون. ڪراچي ڏاڍي نامراد جڳهه آهي."
ڪراچي جي پسگردائي واري خشڪ ۽ سڃي ملڪ ڪي ڏسي، ڪرنل ڪيٽ ينگ ڪي ڪراچيءَ جو نظارو سر والٽر اسڪاٽ جي زماني جي اسڪاٽلنڊ جا مٿاهان پٽ اچي ياد پيا، سو مزاحيه انداز ۾ هڪڙي شاعر جي نظم مان هي ٽڪرو چونڊي چوي ٿو:

"جيسين نظر پهچي ٿي، اوستائين ڪو وڻ ٽڻ به ڪونه هو، زمين جهنگلي ۽ ڏڪاريل گاه (ٿوهر) سان ڍڪيل هئي ۽ واٽ ويندڙ پکين کان سواءِ پکي پکڻ به ڪونه ٿي اڏائو، ماڪيءَ جي مکين

---

(۱) ٿارنٽن: گزيٽئر، ج ۱، ص ۲۶۱، لنڊن ۱۸۴۴ع.
(۲) پوسٽن، ص ۳۲-

جي ڀون ڀون نہ هئي، ڪنهن ڪبوتر بہ ڪو ڪو ڪانءُ ٿي ڪئي، عنبر جهڙي لسي ۽ عنبر جهڙي صاف ڪا نهر ڪانءُ ٿي وهي، نڪو ڪو ان جو آواز ئي ٻڌڻ ۾ ٿي آيو“ (١).

سکر پنهنجي موقع ۽ محل ڪري هميشہ کان ترقي ڪندو رهيو. انهيءَ موقع ۽ محل ڪري ڏارين ملڪن جو مال سکر پهچي پوءِ هتان ويندو هو. خصوصاً اتر هندستان جي مال جو نيڪال سکر کان ٿيندو هو. سکر ۾ مڇيءَ جو مقدار ايترو گهڻو هو جو مقامي کاڌي کان پوءِ بہ سڪائي، لوڻي، دونهاڻي ٻين ملڪن ڏانهن برآمد ڪيو ويندو هو. ڊيوريٽ باربوسا ١٥١٦ع ۾ سنڌ جي عاليشان مڇي جي صنعت ۽ اتر هندستان ۽ ٻين ملڪن سان هلندڙ برآمدي واپار جو ذڪر ڪيو آهي. اڄ بہ مڇيءَ جو وڏو حصو پنجاب چڪي ٿو. سکر جي مهاڻن وٽ مڇيءَ جي شڪار ڪرڻ لاءِ سنڌون موجود آهن.

سنڌ جي سري ۾ سکر کان سواءِ ٻيو ڪو موزون شهر ڪونہ هو. چنانچہ لاهور، ڪشمير، صوبہ سرحد، ديرجات، قنڌار بيڪانير، جيسلمير ۽ ملتان جو مال مهراڻ وسيلي سنڌ جي ڊيلٽا وارن بندرن کان ٻاهر ويندو هو. مٿي نڪولس وٽنگٽن جو بيان پڙهي چڪا آهيو، جو جهانگير جي ڏينهن ۾ هن گجرات ڏانهن ويندڙ مال سان ڀريل جهاز گجرات ڏانهن سکر کان ويندي ڏٺا هئا. مهراڻ جي مال آڻڻ ۽ نيڻ لاءِ سکر ۾ جهازسازيءَ جو ڪارخانو هو ۽ هتي مهاڻن جي بستي هئي، جيڪي مڇي ۽ پلن جو شڪار ڪندا هئا. هڪ روايت موجب سمنڊ جا پلا سکر جي خواجہ خضر واري پيٽ تائين زيارت ڪرڻ ايندا هئا. پيڙين جو ڪاٺ ڪشمير کان براہ جهلم

(١) ڊاڪٽر ايس-پي چبلاڻي: سنڌ جي اقتصادي تاريخ ١٥٩٢-١٨٤٣ع، ڪراچي ١٩٥٨ع.

سکر پهچندو هو. اڄ به مياڻي ۾ ڪاٺ جون مڏيون ۽ پيڙيون جڙن ٿيون. اهو سکر جو موقع ۽ محل هو، جو انگريزن هن جي اهميت کي معلوم ڪري، ضلع جو صدرمقام جوڙيو هو. هندستان جي مختلف صوبن جا رستا سکر واري رستي سان گڏبا هئا. ساموندي واپار ۾ جيسين عام سهولتون پيدا ڪونه ٿيون هيون، تيسين وچ ايشيا ۽ خراسان جون مختلف جنسون قافلن ذريعي سکر پهچنديون هيون ۽ هتان پيڙين وسيلي ڊيلٽا جي بندرن تان ڏيساورن ڏانهن برآمد ٿينديون هيون. سنڌ جا بندر اورنگا بندر، شاهبندر، پستا ۽ علي بندر ۽ ڪراچي، ملبار، بمبئي، سورت، مانڊوي، مسقط، هرمز، بحرين ۽ زنگبار ڏانهن مال روانو ڪندا هئا. انهيءَ طرح سکر کان قافلا پرجي هندستان جو مال خشڪيءَ جي رستن کان استنبول، مصر ۽ يورپ ڏانهن ويندو هو. امير تيمور سمرقند کان تبريز تائين واپاري رستو تعمير ڪرايو هو. هن شاهراه جي هر هڪ منزل تي مسافرن جي سهولت لاءِ سرائون تعمير ڪرايون هيون، جتي پاڻي ۽ گاه جو جوڳو انتظام ڪيل هو. ڪلهوڙا حڪمران زراعت پيشه هئا، هنن زراعت کي ترقي ڏيارڻ لاءِ نوان واهم کوٽايا هئا. سکر جي آس پاس واريون زمينون نهايت زرخيز هيون، چوپايه مال جي جهجهائي هئي. سکر تيل ۽ گيهه جي سري ۾ مارڪيٽ هئي. گيهه ايتري انداز ۾ ٿيندو هو، جو ملڪي ضرورتن کان وڌيڪ هئڻ ڪري، سهراڻ وسيلي لٽي پهچندو هو، اتان مسقط ۽ هندستان جي شهرن ڏانهن ويندو هو. مڇيون، ميوو، گيهه، جانور، ڪاٺ، پاچيون ۽ ٻيون کائڻ پيئڻ جون شيون سستيون هيون، سستائي جو زمانو هو، هندستان جون شيون به هتي وڪامنديون هيون. في ڪڪڙ قيمت ٽڪو، في رڍ جي قيمت هڪ رپيو ۽ في من ڪاٺ جي قيمت ڏهه آنا هئي. سکر، بکر ۽ روهڙيءَ جي باغن جي وڻن هيٺان آن جا ڍير لڳل هئا، خواتين به واندڪائيءَ ۾

ڳڏجي چرخن تي سٽ ڪتي، ڪورين ڪان ڪتب جي پاتين لاءِ ڪپڙو تيار ڪرائيندا هيا. آتر سنڌ ۾ سکر، روهڙي ۽ لکي ڪپڙي اُڻڻ جا مرڪز هئا. سنڌ ۾ سکر جو چمڙو ۽ تراريون به مشهور هيون. ڪلهوڙن کي سنڌ مان آسي لک روپيا آپت هئي، ملڪ ۾ پئسو ٿورو هو ۽ روپيه جي قيمت چوٽ چڙهيل هئي. انگريز واپاري لکن ٿا ته سنڌ جي ڪنهن به وڏي شهر ۾ هڪ سؤ روپيا روڪ هٿ ڪرڻ لاءِ گماشتا شهر جي بازارين جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين ڊڪ ڊوڙ ڪندا هئا. وليم فنچ ١٦٠٨ع–١٦١١ع ۾ سنڌ ۾ آيو، چوي ٿو ته: ٺٽو، روهڙي ۽ سکر جو واپار پنجاب جي وڏن شهرن سان هلي ٿو، هتي آفيم جا به وڏا ذخيرا هئا. اورنگزيب جي مرڻ ١٧٠٧ع ۾ سٺيون واپار پنجاب سان جاري رهيو، پر ١٨ صدي جي اڌ کي ڏسجي ٿو ته واپار جا آثار چڱا نظر ڪين ٿا اچن (١). ميان غلام شاهه ۽ سندس پٽن جي پاڻ ۾ خانه جنگي، ميان عبدالنبي جي ٽالپرن سان خصومت ۽ مدد خان پٺاڻ جي ڦرلٽ ڪري سمورو صوبو وڳوڙن ۽ مونجهاري ۾ هو، سنڌ جي واپار ۾ مقامي صنعتن ۾ رفته رفته زوال اچڻ لڳو. ١٧٦٤ع ۾ سنڌ جي واپار تي هڪ عام جمود ڇانيل هو، غير يقيني حالتن جي ڪري وڏن شهرن مان تاجر ۽ ڪاريگر لڏي ويا. ٺٽي ۽ سکر درميان هلندڙ ڪچ جيترو واپار، محصول اڳاڙيندڙن جي ڪک ڪندڙن چٽين ۽ اجائي دير مدار ڪري ڪراچي ڏانهن منتقل ٿي ويو. ٽالپرن جي دور ۾ حالتون وڌيڪ خراب ٿي ويون (٢).

---

(١) ڊاڪٽر ايچ-ٽي ڇبلاڻي: سنڌ جي اقتصادي تاريخ.
Faster SIR William: Early Travels in India P. 161 Oxford 1921.

(٢) ايچ-ٽي سورلي: شاهه عبداللطيف آف ڀٽ ص ٥٤–٥٥ آڪسفورڊ ١٩٤٠ع.

گهرو لڙاين ۽ ٻاهرين ڪاهن جي ڪري معاشي آسودگيءَ ۾ زوال جا آثار نظر اچڻ لڳا. صنعتون ڦٽڻ لڳيون، واپار گهٽجي ويو، پراڻا شهر ويران ٿيندا ويا، انهن جي جاين تي شڪارپور، ڪراچي، حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي جهڙا شهر آسريا، پر انهن کي ٺٽي، نصرپور، سيوهڻ ۽ سکر جهڙو اوج نصيب نه ٿيو.

## عوامي زندگي

ضرورت آهي ته هن مضمون ۾ عوامي زندگي جي هڪ جهلڪ ڏيکارجي، تا ته خبر پئجي وڃي ته عوام جي زندگيءَ جو اسلوب ڪهڙو هو. زماني قديم کان سمورا ڪم بادشاهن جي ذمي هئا ۽ غريبن ۽ حاجتمندن کي پنهنجي جود ۽ سخا سان مالا مال ڪرڻ جو ڪم به سندن بلي هو. ظاهر آهي ته هڪڙو شخص سڄي ملڪ جي حاجتن جو ڪفيل ٿي نٿو سگهي، مگر سوال آهي ته اڄ اها ساڳي ڪيفيت آهي؟ ذاتي ۽ عوامي ضرورتن جو قبلو به حڪومت کي چاتو وڃي ٿو. ادب ۽ شعر جي سرپرستي ڪري ته حڪومت، ثقافتي سرگرمين لاءِ روپيا به حڪومت ڏي. ايتري شور ۽ غوغا هوندي به اڄڪلهه جون حڪومتون، گذريل زماني جي بادشاهن جي مقابلي ۾ ڏهين حصي جيترو به ڪري نٿيون سگهن. اڄ اهو دور پري آهي، جڏهن عوام پنهنجن سرگرمين جو ڪفيل پاڻ ٿيندو. جڏهن تعليم ۽ ثقافت ۽ ضرورتمندن جي امداد لاءِ حڪومت اڳيان هٿ ٽنگڻ کي پاڻ لاءِ ذلت سمجهڻ لڳندو. اسلامي راڄ متعلق اهو واضح سمجهڻ گهرجي ته بادشاهه، آن جا جاگيردار ۽ امرا، صوبيدار ۽ ملڪ جا رئيس ۽ ڪارڪن سمورا عوام جي شخصي ۽ اجتماعي ضرورتن جي ڪفالت ۾ مصروف رهندا هئا. جتي به غربت ۽ افلاس کي ڏسندا هئا، ته پنهنجن سمورن وسائلن کي انهن جي تلافي ڪرڻ تي لڳائيندا هئا ۽ حتي الوسع ڪوشش ڪندا هئا ته ملڪ جي خوشحالي ۽ فارغ البالي قائم رهي ۽ اهو پاڻ تي خدائي فرض سمجهندا هئا.

جنهن دور جو اسين ذڪر ڪريون ٿا، اُن زماني جي اقتصاديات مطابق عوام سادي زندگي بسر ڪندو هو ۽ پنهنجي ديني يا معاشرتي ۽ رسمن تي پابند هو. ٻار جي ڄمڻ تي مسلمان ۽ هندو خوش ٿيندا هئا. مسلمان نو مولود جي ڪن ۾ ٻانگ ڏيندا هئا. بعد عقيقي ۽ ختنې جون رسمون غوغا آرائي سان ادا ڪندا هئا. هندو پنڊت کي سڏائي جنم پتري تيار ڪرائيندا هئا، وري جڏهن ٻار پنجن سالن جو ٿيندو هو ته هن کي گروءَ جي حوالي ڪندا هئا ۽ مسلمان ٻارن کي آخوندن جي مڪتبن ۾ داخل ڪندا هئا. وري جڏهن ٻار جوان ٿيندا هئا ته سندن شاديون ڪرائيندا هئا. هندو توڙي مسلمان هر حالت ۾ نائين ۽ ننهن جي انتخاب جو ڪم بزرگن جي سپرد ڪندا هئا. اهي پوري جاچ ڪرڻ ڪان پوءِ احتياط سان رشتا تجويز ڪندا هئا. بعد "منگڻي" ڪندا هئا ۽ شادي ڪرڻ ڪان پوءِ ڪنوارکي ساهري گهر وٺو پوندو هو. فوتين جو ٽيجهو ۽ چهلم تي قرآن خواني ٿيندي هئي.

ائين معلوم ٿئي ٿو پويون رسمون هندن ڪان مسلمانن سکيون هونديون ڇو ته اسلام جي ابتدائي دور ۾ هن رسم جو سراغ نٿو ملي. مسلمان عيدالفطر، عيدالاضحیٰ، شب برات، عاشوره محرم ملهائيندا هئا. هندو شو راتڙي، ڏياري، دسهڙو، هولي ۽ بسنت پنچمي تي بعض رسمون تماشن سان ملهائيندا هئا. ڏياري تي مسلمانن کي به مٺايون ورهائيندا هئا ۽ هولي ڏينهن شراب پي بازارن ۾ مستيون ڪندا هئا. ڪپتان هئملٽن عيسوي ۱۷ صدي جي پڇاڙيءَ ڌاري ٺٽي ۾ آيو هو. لکي ٿو ته، شهر ۾ ڏهن هندن جي شمار ۾ هڪ مسلمان هو. اخلاق ۽ وضع جي حالت اها ساڳي هئي جا اڄ ڪان سٺ سال اڳ عوام لاءِ طرهٔ امتياز هو. اڄ ورلي ڪن ڳوٺن جي پوڙهن ۾ آڳاٽي تهذيب جا اهڃاڻ نظر اچن ٿا، جيڪي ڳوٺ تهذيب حاضره ڪان متاثر ڪونه ٿيا آهن. اڄ معاشري جي اعتبار ڪان

بي شمار نوان عيب نظر اچڻ لڳا ۽ ان جو سبب آهي جديد ماحول جون پيچيدگيون. گذريل زماني ۾ عيب ۽ ثواب جو تصور محدود رهيو. مثلاً: شراب ۽ عورت جا عيب علي العلوم نهايت ناپسنديده سمجهيا هئا. بلاشبہ بالائي طبقو ان ۾ مستغرق هو، پر عوام اهڙين بدڪارين کان بچيل هو ۽ بزرگن جي طور طريقي تي نهايت ايمانداري سان قائم رهڻ، شرافت سمجهندي هئي. هر شخص پنهنجي پيءُ ۽ ڏاڏي جي رستي تي هلندو هو. خاص طرح نمڪ حلالي سڀ کان وڏي خوبي سمجهندا هئا. مثلاً: بادشاه سان، امرا ۽ اميرن سان، سندن ملازم، مرشد سان سندس مريد، زميندارن سان هاري، سڀ کان وڏو محرڪ وفاداري جو جذبو هو. جيڪو شخص نمڪ حلالي جي رستي جي انحرافي ڪندو هو ان لاءِ ڌڪار هو ۽ سماج ۾ قطعي نامقبول ڳڻبو هو. دوستي جو رستو بيحد استوار هو. جنهن کي هڪ دفعو دوست چوندا هئا، ان جي رفاقت ۽ خيرخواهي جو دم مرڻ گهڙي تائين پريندا هئا. مسلمانن ۾ زڪوات، صدقات ۽ خيرات ۽ هندن ۾ پن دان جو درجو بلند هو. سيد پير، فقير عمدن لباسن ۾ گهوڙن تي چڙهي خيراتون وٺندا هئا. خير خيرات ڪرڻ ۾ هرڪو سبقت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.

پيرن، فقيرن، استادن، آخوندن ۽ قاضين توڙي وڏن مائٽن جي عزت ڪرڻ فرض اولين تصور ڪندا هئا. وڏن اڳيان اٿڻ ۽ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ وقت نهايت محتاط رهندا هئا ۽ ننڍا وڏن کي نهايت احترام ۽ شائستگي سان ڳڌبا هئا. هر محلي ۾ مهمان خانو هو، بلڪ ڳوٺن ۾ ڪچهرين لاءِ منهن هئا. زالن جو درجو مسلم معاشري ۾ نهايت معزز رهندو آيو. اهڙو ثبوت لفظ "حرم" مان ظاهر آهي. مسلمانن جي گهرن ۾ زالن کي مقام تقدس حاصل آهي. خواتين پرده ۾ رهنديون هيون ۽ نامحرمن سان ڪين ملڻ جي اجازت نہ هئي. حيا جي

حفاظت ڪرڻ پرده ۾ به اصل مقصد هو. شهري زالون برقعن ۾ ۽ ڳوٺاڻيون چادر اوڙهي پوءِ ٻاهر نڪرنديون هيون. معزز ۽ اميراڻي گهرن جون خواتين ڏولين ۽ محافن ۾ ٻاهر نڪرنديون هيون. نوڪر ۽ ملازم ساڻن گڏ هوندا هئا. تعليم ملڪ ۾ مذهبي فرض جيترو درجو رکندڙ هئي. علمي ادارن ۾ غريب شاگردن جي پوشاڪ ۽ طعام جو مفت انتظام هو. اهي مڪتب مسجدون هيون. سکر ۾ جامع مسجدون هيون، جن ۾ شاگردن کي فارسي ۽ عربي ۾ تعليم ملندي هئي. هندو به مسلمانن سان گڏ پڙهندا هئا، چو ته فارسي سرڪاري زبان هئي. ڪلهوڙن جي دور ۾ بعض مسلمان ڏاڙهين کي ڪترائڻ لڳا.

## سکر ۾ ڪلهوڙن جي هڪ يادگار

سکر پراڻي ۾ سکر واهه جي منهن وٽ درياه جي ڪپ تي چند جهوپڙين جي ميڙ ۾ هڪ چوني ۽ گچ سان ننڍي گنبذ سان عمارت آهي، جنهن کي "شاهه جو اوتارو" چون ٿا. روايت آهي ته انهيءَ گنبذدار عمارت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح ڪجهه وقت چلو ڪيو هو. شاهه ڀٽائي جو زمانو ١١٠٢هه - ١١٦٥هه آهي.

## ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سکر جا علما ڪرام

### مير نجم الدين

مير محمد رفيع بکريءَ جو فرزند ۽ مخدوم محمد معين جو ڀاڻيجو. مخدوم موصوف کان تعليم حاصل ڪيائين ۽ هن جي زندگيءَ ۾ صاحب- درس ۽ فتويٰ بنجي ويو. سندس شاگرد به بلند درجن تي پهتا. مثلاً: ميان احمد ۽ ميان محمد ٻئي ٺٽي ۽ ان جي پسگردائي ۾ مفتي مڃيا ويندا هئا. مير نجم الدين بکري عربيءَ ۾ گهڻائي ڪتاب تصنيف ڪيا هئا. منطق ۾ "يڪروزي" هڪ مشهور رسالو هو. "طوطي نامه" کي نئين سر لکيائين، جنهن جي عبارت نخشبيءَ جي عبارت کان زياده مٺي آهي.

شعر ۾ تخلص "عزلت" هوس ١١٦٠هه ۾ هي بکر جي آسمان جو روشن ستارو هميشه لاءِ غروب ٿي ويو.

## سيد علي رضا

حضرت شيخ عبدالقادر گيلاني رح جي اولاد مان هو ۽ درويشانه زندگي بسر ڪندو هو. جڏهن ٻاهر ويندو هو ته پاڻ گهوڙي تي چڙهندو هو ۽ پنيان اٺ تي ڪتاب ڪڻندو هو. خادم اڳيان جهنڊو لهرائيندا هلندا هئا ۽ اهڙي خدم ۽ هشم سان سير ۽ سياحت ڪرڻ ۾ مشغول رهندا هئا. مگر سکر جي خاڪ پاڪ جي صلاحيت ۽ شهر جي ٽڪرين جي طبعي دلاويزي کيس اهڙو ڇڪي سوگهو ڪيو، جو وطن جوڙي وينو. ميان نور محمد خان ڪلهوڙي هن درويش جي گذر سفر لاءِ وظيفو مقرر ڪيو هو. سيد موصوف جي وفات کان پوءِ سندس هڪڙو غلام مسند نشين ٿيو. سيد علي رضا شعر و شاعري جو مذاق رکندڙ هو.

## شيخ غلام علي بکري

شيخ غلام علي بن محمد باقر بن قاضي محمد حسين جو وطن آچ شريف هو پر رهندو سکر ۾ هو. ڪجهه وقت ٺٽي وڃي علمي ڪمال حاصل ڪيائين ۽ اڪثر علمائن جي مجلسن ۾ رهندو هو. قضا الاهي جنون جي عارضه ۾ مبتلا ٿي ويو ۽ انهيءَ حال ۾ ١١٥٤هه ۾ انتقال ڪيائين. ظاهري علم کان سواءِ روحاني ذوق به خوب رکندو هو. اڪثر مثنوي مولانا روم پڙهندو هو. مير قانع فرمائي ٿو ته، چوندو هو ته بزرگن سهٽيون يادگارون ڇڏيون آهن. اهڙو اشارو هڪڙيءَ مثنويءَ ڏانهن هو، جا پاڻ لکڻ شروع ڪئي هئائين، پر جنون جي اثر ڪري مڪمل ٿي نه سگهي. آن جو فقط هڪڙو شعر "مقالات الشعراء" ۾ منقول آهي:

"درخبري بـي شـدم خبردار
ازخود شده باخداشدم يار" (۱).

## مير محمد اڪرم

مير محمد اڪرم بکري، جنهن جو خاندان روهڙي منتقل ٿي ويو، فن ـ طب ۾ ڪامل دستگاه رکندڙ هو، ۽ طبيب جي حيثيت ۾ مياں نور محمد جو ملازم هو ۽ ڪجهه وقت بکر جو ناظم به رهيو هو. کيس چار پٽ هئا:

مير سراج الدين، مير تاج الدين، مير معين الدين ۽ مير نور الدين ـ جيستائين جيئرو رهيو عزت ۽ فارغ البالي سان زندگي بسر ڪيائين. عجيب اتفاق ٿيو جو ڪنهن کي به نرينو اولاد ڪونه ٿيو. مير موصوف جو ڀاءُ محمد افضل ملتان ۾ رهندو هو ۽ پنهنجي ڀاءُ جي پسماندن کي روهڙي کان ملتان ڏانهن وٺي ويو. (۲).

## شيخ محمد رضا

ٺٽي جو باشندو هو پر ملازمت جي ڪري اهل ۽ عيال سميت سکر ۾ رهڻ لڳو. اورنگزيب کان وٺي ويندي محمد شاه تائين بکر سرڪار جي مختلف عهدن تي مامور هو ۽ مير محمد جليل بلگرامي جو سنڌ ۾ وقائع نگاري ۽ اخبارنويسي جي عهدي تي مقرر هو ۽ مير موصوف جڏهن هندستان ڏانهن ويو، تڏهن پنهنجي گهري دوست محمد رضا کي پنهنجي عهدي تي نائب مقرر ڪرائي ويو. نواب محمد اعظم جي جهوڪ تي ڪاهه وقت ساڻس همراه هو. (۳).

---

(۱) مير علي شير قانع مقالات الشعرا ص ۲۲۰.

(۲) تحفته الڪرام ج ۳ ص ۱۳۰.

(۳) جهوڪ جو پهريون نالو ميرانپور هو. نواب محمد اعظم ٺٽي جو نواب هو جو شاه عنايت صوفي تي ڪاهي ويو هو.

جڏهن صوفي شاهه عنايت کي جهوڪ مان قيد ڪري ٺٽي وٺي آيا ۽ نواب اعظم اڳيان سوالن ۽ جوابن جو سلسلو شروع ٿيو، تڏهن شيخ محمد رضا، شاهه صاحب ڏانهن مخاطب ٿي هي شعر پڙهيو:

”دوست بيدار شو عالم خواب است اين جا
حرف بيهوده مگو، پاي ثبات است اين جا.“

شيخ صاحب ١١٤٣ هه ۾ وفات ڪئي، ڪنهن مصرع تاريخ هن طرح چئي آهي:

”محمد رضا داده جان در جنان شد.“

## مير محمد يعقوب

بکر جو رهاڪو ۽ پنهنجي وقت ۾ سکر جو نامي گرامي حڪيم ٿي گذريو آهي.

## نواب لطف علي خان بکري

ڪلهوڙا دور جي شاعرن مان محمد محسن بن نور محمد بن ابراهيم بن محمد يعقوب ٺٽوي جو پيشو خانداني ريشم فروشي هو، منجهان ڪنهن به شخص کي شاعري سان مناسبت ڪانه هئي، ليڪن محسن هن خاندان مان گران مايه گوهر پيدا ٿيو، هن اهڙي تربيت نواب لطف علي رضوي بکريءَ جي صحبت ۾ حاصل ڪئي هئي، جو نه فقط ڪلهوڙن جي صاحبي ۾ باڪ سموري سنڌ ۾ هن جهڙو ڪو ورلي شاعر پيدا ٿيو، افسوس! جو هندوستان جي تذڪره نويسن کي محسن ٺٽوي متعلق ڪجهه به معلوم ٿي نه سگهيو، ڇاڪاڻ ته تمام تذڪره هن جي بيان کان خالي آهن، افسوس! جو محسن جو قدر هن جي بلند حيثيت جيترو ڪونه ٿيو، ميان نور محمد هن لاءِ ١٥ روپيا مستقل ماهوار وظيفو مقرر ڪيو هو، محسن جي سمورن قصيدن ۾ ناقدر شناسي شڪوه موجود آهي، سنڌ جي

فارسي شاعرن ۾ محسن ٺٽوي، مير قانع ٺٽوي، محمد پناه "رجا" سنڌ ۾ مشهور ٿي گذريا آهن، شعر ۾ "رجا" جو مقام مير قانع کان بلند آهي، ليڪن هو محسن کي پهچي نٿو سگهي، قانع جي اهميت ۽ عظمت هئي ڇئبي، جو هن سنڌ جي اڪابر عالمن، فاضلن، دانشورن، درويشن، شاعرن اديبن ۽ هنرمندن جا تذڪره لکي، اسان سنڌين تي عظيم احسان ڪيو آهي، مير علي شير قانع ۽ محمد پناه "رجا" مير حيدرالدين ابوتراب ڪامل جا شاگرد هئا، ۽ محسن جو استاد نواب لطف علي رضوي بکري هو، جنهن جي تربيت ڪري، هو قادرالڪلام شاعر بنجي ويو، سکر جي علمي ۽ ادبي معيار لاءِ مٿيون بيان آئينه دار آهي، محسن ١١٦٣هه-١٧٥٠ع ۴٢ سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي (١).

## منشي عبدالرؤف بکري

## ميرڪ محمد حسن احسن

سکر کي جن برگزيده خاندان وطن جوڙيو، تن جي علمي ڪارنامن ۽ فيض عام ڪري هي شهر شيراز ۽ بغداد جون سڪون لاهڻ لڳو، وقت جا حاڪم به قدردان هئا، ميرڪ محمد حسن احسن جي علمي فضيلت جي افسانن کي خلوتين جي زباني پڌي ميان نور محمد هن بزرگ عالم کي ٺٽي جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو ۽ هروقت هن جي عزت افزائي

---

(١) مقالات ص ٣٠٠.

نوٽ: منشي عبدالرؤف بکري پهريان بختيار خان پني حاڪم سبي ۽ ڏاڏر جو منشي هو، پوءِ ميان يارمحمد ۽ ميان نور محمد ڪلهوڙن وٽ منشي هو. پنهنجي وقت جو مشهور انشاء پرداز ٿي گذريو آهي. سندس ڪتاب "گلدستهٔ نورس بهار" تاريخي واقعات جو مجموعه آهي.

ڪندو رهيو، پڻ وقت جي شاعرن احسن صاحب جي حسن اخلاق جي تعريف ڪندي قصيدا چيا آهن، هت نموني طور هڪڙي قصيده جو مطلع اهل ذوق جي خدمت ۾ پيش ڪريون ٿا جيئن فزا عنبرريز بنجي وڃي:

”گر بودباد صبا خلق تـو در صحن چمن
گل کند از لب هر غنچہ کہ احسن احسن“

## مير مرتضيٰ رضوي

مير مرتضيٰ رضوي بن مير ڪمال الدين احمد رضوي، علم معقول و منقول جي تحصيل کان سواءِ ٽيهن سالن جي عمر تائين سپاهگري، شهسواري، ڪشتي گري، شمشير بازي ۽ تيراندازي ۽ بهادريءَ جي مروجہ فن ۾ ڪامل مهارت حاصل ڪئي هئي ۽ علمي لحاظ سان هفت قلم لکڻ جو استاد هو، عالمگيري دربار ۾ پهچڻ لاءِ آرزومند هو، اورنگزيب جي وفات جي خبر پيس تہ شاهہ عالم بهادر شاهہ وٽ دهلي پهتو ۽ پنهنجا ڪرتب ڏيکاري مورد الطاف ٿيو، خوبصورتي ۾ يوسف ثاني هو، افسوس جو عين جواني ۾ سکر جو هي بهادر ١١٢٧ھ ۾ انتقال ڪري ويو، والد جي تربيت ڪري کيس شاعريءَ جو شوق پيدا ڪيو ۽ سندس ئي تجويز سان ”الهام“ تخلص اختيار ڪيو هئائين.

## محمد اشرف بکري

سکر جو رهاڪو هو، سندس وڏا سلطان محمود بکري جي حڪومت ۾ چڱن عهدن تي ماسور هئا، محمد اشرف فڪر معاش ڪري سرگردان هو، مير قانع هن کي محمد آباد ۾ ڏٺو هو، جڏهن هن پنهنجي پريشان حالت جو نقشو احوال ڏيندي هيٺين شعر ۾ پيش ڪيو هو:

”آن را کہ بچاشت است ني شـام
چہ صبح وطن چہ شـام غربت“

## مير اسدالله ساقي

مير اسد الله تخلص ”ساقي“ مير محمد معصوم بکري جو پوٽو هو ۽ وقت جي حاذق حڪيم مير محمد يعقوب جي معيت ۾ ڪلهوڙن جي دربار مرادآباد ۾ پهتو ۽ هتي قانع جي ساڻس ملاقات ٿي ۽ هن جو سجع چيائين ”اسدالله ساقي ڪوثر“ افسوس جو هن معصومي نوابزاده جو اسان کي فقط هڪڙو شعر مليو:

”مست گردم زبادهٔ کوثر
اسدالله ساقيم باشد“

## مير جان محمد رضوي مير

مير جان محمد تخلص ”مير“ شاهہ عنايت‌الله صوفي جهوڪ شريف جو خليفو هو. صوفي اعظم جي خدمت ۾ پهچڻ کان پوءِ هڪ ڊگهي مثنوي بطور ”ساقي نامه“ لکيائين، جنهن جا گهڻا اشعار ”مقالات الشعرا“ ۾ منقول آهن. شاه عنايت سان ملاقات جي ڪيفيت متعلق چند اشعار هن طرح چيا اٿئين:

”ز سر پا ساختم در پيش رفتم
جمالش ديدم و از خويش رفتم
دل و ديده همہ محولقايش
سر آشفتم افکندم به پايش...الخ

---

نوٽ: مير جان محمد شاه جو ”ديوان مير“ ۽ سندس پوٽي جو ديوان ”ديوان عاشق“ سندس خاندان ۾ محفوظ آهن.
عبدالحسين شاهہ موسوي ديوان بيدل ١٩٦١ع
سنڌي ادبي بورڊ.

## مير ابوالقاسم جا پوٽا ۽ ڏهٽا

مير ابوالقاسم نمڪين جا پوٽا ۽ ڏهٽا، جيڪي ١١٨١ هه تائين سکر ۾ رهندا هئا، تن جا نالا تحفتہ الڪرام ۾ ڏنل آهن:

مير محمد رحيم، ابوالقاسم جو ڏهٽو ۽ پٽس محمد ڪريم - مير ابو نصر نمڪين جو ڏهٽو، مير محمد اسلم نمڪين جو ڏهٽو، مير محمد نعيم نمڪين جو ڏهٽو ۽ پٽس محمد صالح عرف مير قلندر ١١٨١ هه خاندان جو آخري يادگار هو۔

(تذڪره اميرخاني ص ٦١ - ٦٢)

# باب ڏهون

## ميرن جي صاحبي

### پهرين چوياري

ٽالپر مير بلوچ ڪلهوڙن جا مريد ۽ فوج ۾ ملازم هئا. ١٧٨٣ع هنن ڪلهوڙن کي هالاڻي جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي سنڌ تي قبضو ڪيو. مير فتحعلي خان سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو: (١) شهداداڻي سرڪار جنهن جو تختگاه حيدرآباد هو. هيءَ مرڪزي حڪومت هئي، (٢) مانڪاڻي سرڪار جنهن جو سربراهه مير ٺارو خان هو. هن جو تختگاه ونگي ۾ هو: ڪانئس پوءِ پٽس مير علي مراد خان ميرپور خاص جو شهر اڏائي ان کي تختگاه ڪيو، (٣) سهراباڻي سرڪار جنهن جو سربراه مير سهراب خان هو، جنهن سهراب پور جو شهر اڏايو، جو پوءِ خيرپور سڏجڻ لڳو. هن ڪوٽ ڏيجي واري ٽڪري تي قلعو اڏائي آن تي احمدآباد نالو رکيو، پر پوءِ پنهنجي اصلوڪي نالي سان سڏجڻ لڳو. ٽالپر به ڪلهوڙن وانگي ڪابل کي ڍل ڀريندا هئا. ١٧٩٣ع ۾ تيمور شاه وفات ڪري ويو ۽ زمان شاه تخت تي ويٺو. مغولي علائقو سري ۾ جنهن ۾ بکر جو قلعو، سکر، شڪارپور، بلدڪو، روپاچڪ، مغرچه، محمد باغ، ڪلواڙي ۽ سوهيجا پرڳڻا اڪبر دراني حڪومت جي ماتحت هئا، تن تي مير سهراب خان جي پٽن مير رستم خان ۽ مير مبارڪ خان قبضو ڪيو. فقط شڪارپور مٿان ڪابل پاران افغان نائب حڪومت ڪندو هو. پهرين چوياري ۾ مير فتح علي خان، مير ڪرم علي خان، غلام علي خان ۽ مراد علي خان حڪومت ڪئي.

انگريز، مرهٽن ۽ پنڊارين سان وچ هندوستان ۾ رڌل هئا، ٽالپرن سان فقط واپاري عهدناما ڪندا آيا. هن چوياري ۾ ١٨٢٣ع ۾ ميرن عمرڪوٽ تي ۽ ١٨٢٤ع ۾ شڪارپور تي قبضو ڪيو، ١٨٠٢ع ۾ مير فتح علي خان وفات ڪئي، مير غلام علي خان گادي تي ويٺو، جنهن ڪابل کي ڏل ڏيڻ بند ڪئي، ١٨١١ع ۾ مير غلام علي خان وفات ڪئي ۽ مير ڪرم علي خان تخت تي ويٺو، ١٨١٨ع ۾ بارڪزئين ڪابل تي قبضو ڪيو، شاهه شجاع سدوزئين جو آخري تاجدار ڪشمير لاهور کان ٿيندو انگريزن وٽ لڌياني ۾ اچي پناه ورتي، ١٨٢٨ع ۾ مير ڪرم علي خان وفات ڪئي ۽ مير مراد علي خان گاديءَ تي ويٺو، ١٨٣١ع انگريزن مهراڻ جي ماپ ورتي.

## معزول شاهه شجاع جو سکر مان لنگهڻ ۽ ٻي چوياري

١٨٣٣ع ۾ مير مراد علي خان وفات ڪئي ۽ ٻي چوياري شروع ٿي، مير نور محمد خان گاديءَ تي ويٺو، شاهه شجاع جو لڌياني انگريزن جي ٽڪرن تي پلجي رهيو هو، تنهن ٻه چار سو سپاهي اِياڙي جا ٽڪو خريد ڪري اتان ڪابل فتح ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو، ١٨٣٤ع روهڙي پهتو، شهدادائين جي سپه سالار سيد ڪاظم شاهه ۽ سهراباڻي جنرل گولي شاهه معزول بادشاهه جو مقابلو ڪيو پر ٻئي جنرل قتل ٿي ويا، شجاع سکر ۽ شڪارپور واري رستي تان قنڌار پهتو پر بارڪزئي سردار عبدالرحيم کان شڪست کائي قلات جي نواب محراب خان

---

نوٽ: گوسڙجي، ڪرن، ڳڙهي ياسين ۽ روپاه جي آمدني ٢ لک ويهه هزار روپيه هئي ۽ آدمشماري ٥٧ هزار شڪارپور سميت هئي: عطا محمد: نوائي معارڪ ص ١١٢، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، سکر، شڪارپور، نوشهرو ابڙو اهو روپاه پرڳڻو سڏبو هو، خيرپور نامه ص ١٥.

۽ ٽالپرن جي مدد ۽ خرچ سان وري لڏياڻي پهتو (١). ١٨٣٤ع تائين محال گوسڙجي، قلعو ڪرن، گهڙهي ياسين ۽ محال روپاه جو شڪارپور ۽ جيڪب آباد جي وچ ۾ آهي جملھ ايراضي ٤٠٢ چورس ميل هئي تنهن تي شاهه شجاع جو قبضو رهيو.

## مير سهراب خان جو وصيت نامھ

سال ١٨١١ع ۾ مير سهراب خان حڪومت جون واڳون پنهنجي وڏي پٽ مير رستم خان جي حوالي ڪري پاڻ گوشھ نشين ٿيو. مير صاحب ١٨٣٠ع ۾ وفات ڪئي ۽ پنهنجي رياست چئن حصن ۾ پنهنجن پٽن کي دستاويز ذريعي لکي ڏيئي ويو، دستاويز جي تاريخ ١٨ مئي ١٨٢٩ع - ١٢٤٥هه ڄاڻايل هئي. رياست جي ساليانی آمدني ٢٠٣٩٠٠٠ ويهه لک اوڻيتاليهه هزار هئي. (١) حصو ذاتي مير رستم خان جو پيو حصو سندس صفاتي يعني دستاربندي جو، (٢) مير مبارڪ جو حصو، (٣) ننڍي پٽ مير علي مراد خان جو حصو، جنهن جي ملڪيت جو سنڀاليندڙ مير مبارڪ خان هو، عام ۾ چوڻول پيل هو تھ وصيت نامه ۾ ڦيرگهير ٿيل آهي:

### مير رستم خان جا ٢ حصا

| جريان نمبر | ضلعن يا پرڳڻن جا نالا | آمدني جي ساليانی رقم روپيا |
|---|---|---|
| (١) | نوشهرو فيروز | ٣٥٠٠٠٠ |
| (٢) | ڪنڊيارو | ١٧٥٠٠ |
| (٣) | لڏو گاڳن | ١٥٠٠٠٠ |
| (٤) | روهڙي | ٣٠٠٠٠ |
| (٥) | ڀنگ ڀاڙو | ٢٥٠٠٠ |

(١) رحيمداد خان مولائي شيدائي: جنت السنڌ، ص ٦٩١، ڪراچي ١٩٥٨ع.

| جريان نمبر | ضلعن يا پرڳڻن جا نالا | آمدني جي ساليانی رقم روپيا |
|---|---|---|
| (٦) | سبزل ڪوٽ ½ حصو | ۲۵۰۰۰ |
| (۷) | بردڪو | ٦۰۰۰۰ |
| (۸) | شڪارپور ۽ پيون زمينون ¾ حصو | ۲۱۰۰۰ |
| (۹) | چڪ ۽ مغرچه | ۵۰۰۰۰ |
| (۱۰) | متفرقه زمينون | ۵۰۳۰۰ |
| (۱۱) | خيرپور ڏهرڪي | ۱۲۰۰۰۰ |
| (۱۲) | نارو (ريگستان) پميرڪي | ۳۰۰۰ |
| (۱۳) | ريگستان جا قلعا | ٦۰۰۰ |
| (۱۴) | ڪوهيرا جو حصو | ۱۰۰۰۰ |
| (۱۵) | اباوڙو | ۱۲۵۰۰۰ (۱) |
| | جملہ پيدائش | ۱۲۰۰۳۰۰ روپيا |

## مير مبارڪ خان جو ١ حصو

| جريان نمبر | ضلعن يا پرڳڻن جا نالا | آمدني جي ساليانی رقم روپيا |
|---|---|---|
| (۱) | گهوٽڪي | ۱۲۵۰۰۰ |
| (۲) | ميرپور ماٿيلو | ۱۵۰۰۰۰ |
| (۳) | امام واهه | ۲۰۰۰ |
| (۴) | مهراڻ جي اولهندي واريون زمينون | ۲۰۰۰۰ |
| (۵) | شڪارپور جي آمدني جو ½ حصو | ۷۰۰۰ |
| (٦) | ڪوهيرا جو حصو | ۳۰۰۰ |
| | جملہ پيدائش | ۳۱۵۰۰۰ (۲) |

(۱) خان بهادر خداداد خان: خيرپور نامه ص ۲۲، ۲۳، ڪمشنر پريس ڪراچي ۱۸۹۴ع.

(۲) خيرپور نامه ص ۲۳.

## مير علي مراد خان جو حصو

| جريان نمبر | ضلعن يا پرڳڻن جا نالا | آمدني جي ساليانيرقم روپيا |
|---|---|---|
| (١) | ڳاگڙي مير واهه سميت | ٢٧٥٠٠٠ |
| (٢) | لڏو ڳاگڻ جا حصا | ٣٠٠٠٠ |
| (٣) | مهراڻ جي اولهندي واريون زمينون | ٣٤٠٠٠ |
| (٤) | ناري ۽ شير ڳڙه واريون زمينون | ٦٠٠٠ |
| (٥) | ڪوهيرا جو حصو | ٥٠٠٠ |
| | جملي پيدائش | ٣٥٠٠٠٠(١). |

## انگريزن جو بکر جي قلعي تي قبضو

وائسراءِ لارڊ آڪلنڊ ڪابل سان جنگ ڪرڻ ۽ شاه شجاع جهڙي نااهل کي ڪابل جي تخت تي ٽاڪڻ جو ارادو ڪيو. هن مهم لاءِ انگريزن، رنجيت سنگهه ۽ شاه شجاع جو پاڻ ۾ عهد نامو ٿيو. بمبئي جي لشڪر ۽ بنگال جي لشڪر کي سنڌ مان لنگهڻو هو. بولان جي رستي کي صاف ڪرڻ لاءِ فوجن رواني ڪرڻ کان اڳ وائسراءِ اليگزينڊر برنس کي ٢٥ ڊسمبر ١٨٣٨ع ۾ مير رستم خان ڏانهن مڪو. جنهن کان سنگين جي نوڪ سان برنس بکر جو قلعو هٿ ڪيو، هن شرط سان ته پهرين افغان ويڙهه جي خاتمي کان پوءِ انگريز قلعي کي خالي

(١) خيرپور نامه: ص ٢٤-٢٥.

نوٽ: ١٢٥١ع ۾ شاهه شجاع قنڌار کان شڪست کائي موٽڻ بعد ميرن کان بکر جي قلعي ۽ شڪارپور لاءِ گهر ڪئي هئي پر ٽالپرن ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو. نوائي معارڪ ص ٣٥٨.

ڪندا. ساڳيءَ طرح حيدرآباد جي مير نور محمد خان کي زبردستي انگريزن جا شرط منظور ڪرڻا پيا. مطلب ته سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ انگريزن لاڙ ۾ ڪراچي، ٺٽي ۽ سري ۾ سکر ۽ بکر جي قلعي ۽ درياه وارن پيٽن تي قبضو ڪيو. جون ۱۸۳۸ع ۱۲۵۴ھ ۾ مير مبارڪ خان وفات ڪئي، ميجر آئوٽ رام حيدرآباد ۾ انگريزي ريزيڊنٽ هو ۽ مسٽر راس بيل خيرپور ۾ ريزيڊنٽ هو.

## نونهار جو معاهدو

سال ۱۸۴۱ع ۱۲۵۷ھ ۾ جڏهن ڪپتان راس بيل دربار خيرپور ۾ ريزيڊنٽ هو، جائداد جي باري ۾ مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان ۽ مير نصير خان ولد مير مبارڪ خان جي پاڻ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مير علي مراد خان سوڀارو ٿيو. مير رستم خان قرآن شريف تي نونهار جو عهد نامو مير علي مراد خان سان ڪيو ۽ پوري ملڪيت ڪيس موٽائي ڏنائين. ۲ نومبر ۱۸۴۱ع ۾ انگريزن سردار اڪبر خان هٿان افغانستان ۾ ذليل شڪست کاڌي ۱۵ پندرهن هزار لشڪر انگريزن جو پٺاڻن هٿان ناس ٿيو ۽ منڊمن کي اڪبر خان قيد ڪيو. اهڙي بدناموسي جي تلافيءَ لاءِ انگريزن سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ سر چارلس نيپئر کي ريزيڊنٽ ڪري موڪليو، جنهن ۲۵ سيپٽمبر ۱۸۴۲ع ۾ حيدرآباد پهچي شرط ميرن اڳيان اهڙا ڳرا شرط وڌا جو ميرن جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ويو.

## سر چارلس نيپئر جو سکر پهچڻ

ڊسمبر ۱۸۴۲ع ۾ سر چارلس نيپئر، جنهن کي وائسراءِ لارڊ ايلنبرو ميرن سان ٺاهڻ لاءِ مڪو هو، تنهن اچڻ شرط سبزاڪوٽ ۽ ڀنگ ڀاڙو لاءِ مير رستم خان کان گهر ڪئي. مير علي مراد خان جو موقعي جي تاڙ ۾ هو، تنهن مير رستم خان خلاف وصيت نامه ۾ خيانت ڪرڻ جي شڪايت پيش ڪئي، جنهن تي چارلس نيپئر مير رستم خان کي ملاقات لاءِ سکر گهرايو.

مير صاحب جي عمر ٨٥ ورهيہ هئي. هن کي خوف جاڳيو متان فرنگي کيس گرفتار ڪري، سو حرم ۽ خزاني سميت ريگستان جي قلعي امامڳڙه ڏانهن ڀڄي ويو. فرعون د ماغ چارلس نيپئر مير علي مراد خان کي همراه ڪري قلعي تي ڪاهي ويو. مير رستم خان اتان ڀڄي حيدرآباد ڏانهن ويو. فرنگي امامڳڙه کي بارود سان اڏائي موٽيو. فبروري ١٨٤٣ع ۾ مياڻي ۽ دبي جي ٻن خونريز جنگين ۾ ميرن انگريزن کان شڪست کاڌي انگريزن حيدرآباد وارن ميرن کي جلاوطن ڪري پهريان پوني ۽ پوءِ ڪلڪتي ۾ نظربند ڪري رکيو.

## ميراڻي سنڌ ۾ سکر

ميراڻي سنڌ ۾ سکر ۾ آسودگي هئي. ميرن جيڪي واهہ کٽايا هئا، سي اڄ بہ مير واهہ سڏجن ٿا. سکر ڪڻڪ ۽ جوئر جي پيداوار ڪري مشهور هو. جوئر جو ڪانو ١٢ فوٽن کان ١٦ فوٽ ڊگهو هو. جوئر جو في سنگ وزن ۾ چوڏهن آئونسن جيترو هو. شهر جي آس پاس وارا حصا ميلن تائين ٻنين ڪري سرسبز هئا. اڄ بہ باگڙجي ڪڻڪ تيل پيڙهڻ جي گهاڻن ڪري مشهور آهي. ڀنگ، ڪمند، پڻسَت، تماڪ ڏوري انداز ۾ پوکبا هئا. شهرن ۽ ڳوٺن ۾ اوتارا (ساقي خانہ) هئا، جتي هر شام غم غلط ڪرڻ لاءِ ڀنگ جو دور جاري هو. چرس جا وزم بہ لڳندا هئا (١). شهرن ۾ ديسي قسمين قسمين نمونن جو شراب وڪامندو هو. سنڌ ۾ ٺٽو، نصرپور، حيدرآباد، سيوهڻ، شڪارپور، لاڙڪاڻو، سکر ۽ روهڙي باغات ڪري مشهور هئا. سکر ۽ روهڙي جا ڇوهارا، مسقط جي ڇوهارن کي مات ڪندا هئا، روهڙي جا باغ ڏاڙهن، انجيرن، صوفن، انبن، صوفي ٻيرن، ليما، سنگترا، ڪيوڙا، لوڙهہ، ٻيڻ، ڏاک، ڪتل ڪري مشهور

---

(١) ايچ - ٽي سورلي. مير صاحب شيعا هئا هرهڪ ڳوٺ ۽ شهر ۾ انگاس ۽ اوتارا هئا.

هئا. آتي ڪتل جو عمدو سير وڪامندو هو. اونهارو گلاب ۽ چنبيلي جي مهڪ سان ايندو هو ۽ گلن جي پوشاڪ پهرائيندو هو. تفريح جي ميدان ۾ شڪارپور گوءِ کٽي ويو هو. ڀاڃين جا عام نمونا ڪافي انداز ۾ هئا- چڻا، مٽر، توريون، ساڳ، بيهه ٻڪا ٽا، سوريون، پٽاٽي گجرون، ڪدو، گوگڙو، بصر، پالڪ ۽ ٿوم، پلا ۽ مڇيون غريب غربو ڪائي رڄ ڪندا هئا. انب لذيذ، ڇانهيون ۽ گدرا تور تي ڪونه وڪامندا هئا، چوپايو مال، ڇانور ۽ اناجن جي سستائي هئي. ماڻهو آن جا انبار گڏ ڪري تڏن سان ڍڪي مٽان مٽيءَ جو ليپو ڏيئي ڇڏيندا هئا. ان ۾ شڪ نه آهي ته ٽالپرن اميرن درياه جي ڪچن جون ٻليون زمينون شڪار لاءِ مخصوص ڪيون هيون، مگر ملڪ جي آپت ملڪ اندر رهندي هئي، تنهن ڪري شين جي سستائي ڪري خوشحالي جو دور هو. عوام جي زندگي سادگيءَ سان گذرندي هئي. لطف الله پنهنجي سفرنامه ۾ لکي ٿو ته آٽر سنڌ ۾ في ڪڪڙ جي قيمت ڇهه پايون ۽ في رڍ جي قيمت هڪ شلنگ هئي. شهرن جون جايون ڪچيون هيون ۽ ڳوٺاڻا ڪکائن جهوپڙين ۾ رهندا هئا.

اڄ شهرن ۾ فلڪ بوس عمارتون آهن پر ڳوٺائن جون جهوپڙيون ساڳيون آهن، ڇانور، گوشت، مڇي، کير، ڏڌ ۽ گيهه جي جهجهائي هئي. ڳوٺن ۾ کير ۽ ڏڌ ڪونه وڪامبو هو. ڀاڳيا مفت ورهائيندا هئا، انهن ڏينهن ۾ ٻاجهر جي ڍڪل ۽ مکڻ سان مکيل ماني ڏڌ يا کير سان کائڻ طاقتور کاڌو هو. اڄڪلهه جي وناسپتي گيهه ۾ پڪل گوشت کان هزار بار مفيد هئي. سياري جو ڪچن مان مکڻ سان ڀريل ٻيڙيون، ڳوٺن ۽ شهرن جي پٽڻ تي پهچنديون هيون ۽ مکڻ ڪوڏر جي لپن سان وڪامندو هو (١). پهرين افغان ويڙهه وقت سڄا سارا پنج ورهيه سنڌ انگريزي لشڪر کي کاڌ ۽ خوراڪ ۽ چوپايو مال پهچائڻ

(١) مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي : ميراڻي سنڌ.

لاءِ "سپلاءِ بيس" Supply Base هو. انگريزن جا گماشتا جن جو سر گروه سيٺ نائون مل ھوتچنداڻي هو، شهرن ۽ ڳوٺن مان اناج ۽ چوپايو مال خريد ڪندا هئا ۽ جابجا فوجي گدام جوڙيل هئا. انهيءَ ڪري ملڪ جي حالت پوٽي پوندي ويئي. ٽالپرن جي ڏينهن ۾ ڪڇ ۽ مارواڙ ۾ سخت ڏڪار پيو ۽ قحط زده سنڌ ڏانهن ڀڄي آيا ڏن چٺن روپين تي پنهنجا ٻار وڪڻڻ لڳا. مگر سنڌ جي شهرن ۾ في روپيه ڇهه سير اَن وڪامڻ لڳو. ماڻهو دانهون ڪرڻ لڳا ته اَن مهانگو ٿي ويو. مٿيون ڏڪار ١٨٠٢ع- ١٢٠٧ھ ۾ پيو هو. اڄڪلهه ترقي جو دور آهي، ٽريڪٽرن ۽ اوزارن سان زمين کيڙي وڃي ٿي ۽ ولايتي پاڻ زمين کي ڏنو وڃي ٿو، تاهم في روپيه ٻه ٢ سير جوئر ۽ ٻاجهري نٿي وڪامي! حالانڪ اڳ سنڌ جي ايراضي جو فقط چوٿون حصو آباد ٿيندو هو، اهو بيان ڊيل هوسٽ ١٨٣٦ع ۾ ڏنو آهي. (١). اڳ ملڪ ۾ نه ايترا واهه هئا نه وري براجون هيون. مگر سبب ته اڳ زندگيءَ جون ضرورتون اڄ وانگر وڌيل ڪونه هيون. گهر جو هڪ ڀاتي ڪمائيندو هو ته ڏهن کي ڪارائي سگهندو هو. هر شهر ۾ اوطاقون ۽ ڳوٺن ۾ مهمان خانا هئا، جن ۾ ڪچهريون لڳنديون هيون. فصل لهندو هو ته ڪڙميءَ کان سواءِ ڳوٺ جي ڪاسبين کي به حصو ملندو هو.

## اقتصادي حالت

ٽالپري روپيه جي قيمت چاليهه ڏوڪڙ هئي. ڪوڏيون به هلنديون هيون. في پئسي جا ٢٥ چونڪ منهنجي سانڀر ۾ ڪوڏيون هلنديون هيون. هڪ پيادي سپاهيءَ کي روزانو هڪ سير اَٽو ۽ چار ڏوڪڙ روڪ ملندا هئا. سوار کي روزانو ان کان ٻيڻو ملندو هو. انهيءَ کان سواءِ کين ڪپڙا ۽ ضروري

(١) سورلي ص ٥٣.

سامان ڏنو ويندو هو. هڪ عام مزور جو ماهوار پگهار ٿي روپيا هو ۽ ڪاريگر کي ماهوار ٤ يا ٥ روپيا ملندا هئا (١). انگريزن پنهنجا ڪلدار جاري ڪيا ته واپاري خوشيءَ سان وٺڻ لڳا. مسقط جي امام سان ميرن جا دوستانه تعلقات هئا، ايران سان به هئا. ان ڪري مٿين ملڪن جا سڪا به چالو هئا. انگريزي ڪلدار وچندا هئا، تنهنڪري واپارين کي وٽندا هئا. ڪلهوڙن جي ساليانی آپت آسي لک روپيا هئي. پوسٽن ٽالپرن جي آمدنيءَ جا هيٺيان انگ ڏيکاريا آهن:

١٨٠٠ع ٤٠ لک، ١٨٠٩ع ٤٣ لک، ١٨١٤ع ٦١ لک ١٨٢٤ع ٥٠ لک، ١٨٤٣ع ٣٥ لک. سراسري انگل ٤٦ لک. مسٽر اي - ڊبليو هيوز جي چوڻ مطابق، سنڌ ۾ انگريزي شروعات راڄ ۾ زمين جي ڍل آمدني، ڪل ڍلن جي آمدنيءَ جو ٻيو ياڱي ٽيون حصو هوندي هئي. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته آن وقت جي سراسري قيمتن ۽ روپئي جي قوت خريداري بابت ڄاڻ حاصل ڪجي. ڊاڪٽر راڌا ڪمل مڪرجي قيمتن جون ڪي نسبتي اگهوتريون مرتب ڪيون آهن، جن ۾ ١٦٠٠ع کان وٺي رپئي جي قوت خريد ۾ ڦيريون گهيريون ڏيکاريون ويون آهن. سنڌ جون قيمتون، هندوستان جي قيمتن کان گهٽ مختلف ڪين هيون. ڪاڏي جي شين جون قيمتون جيڪي سنڌ ۾ هيون، سورت ۾ ساڳيون هيون. ١٦٥٠ع تائين رپئي جي قوت خريد ساڳي رهي، ١٧٣٠ع يعني آسي سالن کان پوءِ ٥٠ سيڪڙو وڌي ويئي، ان کان پوءِ وري گهٽجڻ لڳي. ١٨٠٧ع ۾ اصل ملهه جي انگل ٻه ياڱي ٽئين حصي تي وڃي بيٺي، ۽ ان بعد اڍائي سالن کان پوءِ وري اهائي ساڳي

---

(١) ليفٽننٽ ليچ: رپورٽ آن سنڌين ٽروپس ص ٥ - پوسٽن ص ٣٥٣.

حد قائم رهي. اناج جي شين جي سراسري قيمت ٥ آنا في مڻ (١). ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ اناج جي حساب سان روپئي جي قيمت مغلن جي روپئي جي قوت خريد جو ٥٠ سيڪڙو هئي. يعني ڏهين آني في مڻ. ٽالپرن جي وقت ۾ رپئي جي قوت خريد مغلن جي وقت جي قوت خريدي جي ٣٥ سيڪڙو کان به گهٽ هئي، جڏهن اناج جي قيمت ٥ آنا ڪٽي ويئي آهي، انهيءَ حساب سان ٽالپرن جي وقت ۾ اناج جي قيمت ١٥ آنا في مڻ هوندي. ان جو سبب ته ڪلهوڙن جي وقت ۾ سنڌ ۾ ويهن لکن ايڪڙن ۾ پوک ٿيندي هئي. ٽالپرن جي وقت ۾ پوک هيٺ ايندڙ سراسري ايراضي ڏهن لکن ايڪڙن جي ويجهو هوندي. هن مان اها خبر پوي ٿي ته ڪلهوڙن جي وقت کان ڪيڏي نه ڪتر ۽ گهٽتائي اچي ويئي هئي. انهيءَ طرح اسان کي خبر پئي ٿي ته سنڌ جي زرعي پيداوار جي قوت مغلن جي دور ۾ چڱي عروج تي هئي. اوائلي ڪلهوڙن جي وقت ۾ اچا اها وڌيڪ بلنديءَ تي پهچندي وئي ۽ ان کان پوءِ ان جو زوال شروع ٿيو. تاهم ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي صاحبين ۾ کير ۽ ڏڌ ڪونه وڪامندو هو. ياگيا مفت ورهائيندا هئا. انگريزي راڄ ۾ زراعت جي ايراضي وڌندي ويئي. ١٨٧٨ع – ١٨٧٩ع ۾ ساڳي ڪلهوڙن واري بلندي يعني ويهن لکن ايڪڙن تائين پهتي ۽ ١٩٣٠ع – ١٩٣١ع ۾ زراعت جي ايراضي ٤٦ لکن ايڪڙن تائين پهتي. ۽ ١٩٣٢ع ۾ سکر بئراج جي تيار ٿي وڃڻ ڪري، انهيءَ ايراضي ۾ ٻين ڏهن لکن ايڪڙن جو اضافو ٿيو (٢).

(١) Delections from Pre Muting records No. I, P.4, 1847 Karachi.

A.W.Hughes: Gazettear of Sindh, P.41 London, 1877.

(٢) Mukerji, R. K: Economic History of India, London 1945.

Musto, A. A: Future of Sindh, Karachi, 1923.

ڊاڪٽر ڇٻلاڻي: سنڌ جي اقتصادي تاريخ، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي.

## سنڌ جي شهري آدمشماري ۽ سکر

شهرن ۽ ڳوٺن جي آدمشماري بابت ڪي انگ اکر ملي سگهن ٿا. مسٽر ٿارنٽن پنهنجي گزيٽئر ۾ انگريزن جي فتح وقت سنڌ جي مکيه شهرن جي آباديءَ هيٺيان انگ اکر ڄاڻايا آهن:

| | | |
|---|---|---|
| ١- شڪارپور ٣٠٠٠٠ | ٦- ميرپورخاص ١٠٠٠٠ | ١١- ٽنڊوالهيار ٥٠٠٠ |
| ٢- حيدرآباد ٢٠٠٠٠ | ٧- لاڙڪاڻو ١٠٠٠٠ | ١٢- سکر ٤٠٠٠ |
| ٣- ڪراچي ١٥٠٠٠ | ٨- هالا ١٠٠٠٠ | ١٣- گمبٽ ٣٠٠٠ |
| ٤- خيرپور ١٥٠٠٠ | ٩- روهڙي ٨٠٠٠ | ١٤- سيوهڻ ٢٠٠٠ |
| ٥- ٺٽو ١٢٠٠٠ | ١٠- مٽياري ٥٠٠٠ | ١٥- مانجهند ٢٠٠٠ |

بيان ڪيل شهرن کان سواءِ ٻيا به ڪيترا شهر هئا جهڙوڪ، سبزل ڪوٽ جو سرچارلس نيپئر سکر پهچڻ وقت ١٨٤٣ع ۾ نواب بهاولپور کي ڏنگ ڀاڙي سميت موٽائي ڏنا هئا. راڻي پور، سغل پين هرهڪ جي آبادي پنج هزار هئي. دريجي، ڪوڏل، خير ڳائون، سن، پيون، گهوٽڪي هرهڪ جي آبادي ٻه هزار هئي. انهن کان سواءِ پنج ٻيا به مکيه شهر هئا، ٽنڊو محمد خان، قنبر، ٽنڊو مستي خان، نوشهرو فيروز، خيرپور ڏهرڪي، پر انهن جي آدمشماري ڄاڻايل ناهي. اي- برنس توڙي پاٽينجر ٽنڊي محمد خان کي وسندڙ شهر ڏيکاريو آهي. قنبر چانڊڪي پرڳڻي ۾ ٻئي وڏو شهر هو. ٽنڊو مستي خان جهونو شهر ڪونه هو پر سندس واپار سڄو مارواڙ سان هلندڙ هو. خيرپور ڏهرڪي به چڱو وڏو شهر هو. منجهس هڪ سٺي بازار به هئي، جنهن جي چوڌاري واهين ذريعي سرسبز ٻنيون ۽ باغ بستان هئا. (١). سکر جي آبادي ان ڪري گهٽجي ويئي، جو اڳ ٻکر سرڪار جو صدر مقام هو ۽ هر دور ۾ هن جي ساڳي حيثيت رهندي آئي.

(١) ٿارنٽن ج ١ ص ٣٩- ايضاً ج ٢ ص ٢٤٥- اي- برنس: ٽريئولس ٽو بخارا ص ٢٣٦-

بعد مير سهراب خان سهراب‌پور (خيرپور) جو شهر اڏايو، جو اتر سنڌ جو تختگاه هو ۽ رياست جون حدون مزارچه تائين هيون. سکر جا گهٽائي، ڪوري، موچي، نيروڻي ۽ رنگريز ۽ ٻيا ڪاريگر لڏي وڃي نئين تختگاه شهر ۾ ويٺا. شروعات ۾ خيرپور جي آدمشماري فقط ۸ هزار هئي، پوءِ وڌي ۱۲ هزارن کي پهتي ۽ ۱۸۴۳ع ۾ ۱۵ هزارن کي پهتي، ۱۸۳۸ع ۾ نئين سکر جي بنياد پوڻ ڪري سکر وڌندو رهيو. ائين چوڻ صحيح ٿيندو ته سکر ۽ ڪراچي جا شهر جاءِ وقوع جي اهميت ڪري انگريزن جا اڏايل آهن، جن ٿوري عرصي اندر بيحد ترقي ڪئي ۽ ڏينهون ڏينهن وڌندا وڃن ٿا.

## ٽالپوري دور ۾ سماجي حالت

**خوراڪ**- ڪاڌي ۽ زندگيءَ جي ٻين ضرورتن جي فراواني هئي ۽ قيمتون گهٽيل هيون. چوپايو مال جهجهو هو، ۽ عام رواجي ماڻهوءَ وٽ آسائشي حالتن ۾ اَٺ جوڙا ڏڳن جا، هڪ گهوڙو، هڪ ڪُئون ۽ هڪ ڳابو، هڪ مينهن ۽ ۱۵ يا ۲۰ ٻڪريون هونديون هيون. اها حالت لاڙ جي هئي. اُتر سنڌ جنهن ۾ روهڙي، خيرپور، سکر ۽ شڪارپور سڪيم شهر هئا، هڪ هڪ هاريءَ کي رواجي حالتن ۾ ڇهن کان پنج جوڙا ڏڳا هوندا هئا. زميندارن سان ڪي زرعي مال ۾ نهايت مالدار هئا. کير جي پيدائش جي فراواني هوندي هئي. غريب توڙي امير کي ڏڌ، لسي، مکڻ ۽ کير جام ملندو هو، توڙي جو هاريءَ جو کاڌو سادو ۽ غريباڻو هوندو هو ته به ائين ٿو ڏسجي ته کير جي پيدائش ۽ گوشت جي لحاظ کان ان دور جي عوام اڄ جي عام ماڻهوءَ کان پيٽ ۾ بهتر حالت ۾ هئي. زراعت ريل ڇيل ۽ هڪ فصلي هئي ۽ زمين جون وڏيون ايراضيون چراگاهن طور استعمال ٿينديون هيون، پر پوءِ خاص ڪري بئراج کلڻ کان پوءِ، زراعت باضابطه ۽ گهڻ فصلي ٿيندي ويئي

۽ چراگاهن لاءِ زمين گهڻي ويئي ۽ هاڻي ته ان دور جيتري هيڪاندي چوپائي مال جو چارڻ ئي ناممڪن آهي، هاريءَ کي انهيءَ ڪري پنهنجي مکڻ ۽ کير جي پين پئدائش کي لازمي طرح قناعت سان استعمال ڪرڻو ٿو پوي، ڊچ مورخ پيلز وٽ پڌائي ٿو تہ اتر هندستان ۾ غريبن کي گوشت جي سواد جي ڪا خيرخبر آهي ڪيري پڌائي ٿو ته سنڌ جا رهواسي اهڙي ته صاف ۽ لذيذ روٽي نهايت سٺي پچائين ٿا، جو آءٌ هوند ان جي ساڳي تعريف ڪريان ته اها آسماني روٽي (من وسلويٰ) آهي. ماڻيءَ سان گڏ هنن وٽ پين شين، جهڙوڪ: مکڻ، ڏوئنرو وغيره جي نهايت فراواني آهي، جو هنن وٽ مينهون، رڍون ۽ ٻڪريون گهڻي تعداد ۾ آهن (١). انهيءَ سلسلي ۾ پوسٽن لکي ٿو ته:

”سمورا ماڻهو جانورن جو گوشت کائين ٿا، مسلمان رڍن جي گوشت کان ٻڪريءَ جو گوشت وڌيڪ پسند ڪن ٿا، چانور، مڇي يا جوئر جي ماني هيٺين طبقي ۽ پورهيت طبقي جو مکيہ کاڌو آهي، ڏنار ۽ رولو قومون کير، ڏڌ ۽ ٿلهي آني تي گذران ڪن ٿيون“ (آر- برٽن)

سنڌ ۾ شڪار هر قسم جو جام آهي، سنڌين ۾ غريب طبقي جا ماڻهو خوش قسمت آهن، جو کين گذران جا ٻہ ذريعا آهن، مڇي ۽ جهنگلي پکي عام جام ملن ٿا، جن سان درياه، ڍنڍون ۽ تلاءُ ڀريل آهن، ملڪ ۾ جتي جتي پاڻي گهڻو آهي، اتي انهن پکين جا ولر ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ۽ ماڻهو انهن پکين کي ڦاسائڻ ۾ نهايت قابل ۽ ڪاريگر آهن، ۽ مختلف قسمن جي مڇي هر موسم ۾ ايتري ته گهڻي ۽ فراوان آهي، جو انهيءَ کي

---

(١) برٽن - آر: آن هڪيي وئلي ص ٢٥٧، سبزلڪوٽ روهڙي کان ٧٧ ميلن جي فاصلي تي آهي ۽ بهاولپور کان ٢ ميلن جي فاصلي تي سنڌ جي آخري حد تي قلعو هو. نواءِ معرڪ ص ٩٠.

شمار ڪرڻ ناممڪن آهي، ڳوٺاڻا پڪي جام پالين ٿا، ۽ انهن کي نهايت سستو خريد ڪري سگهجي ٿو، مسلمان انهن پکين کي کاڌي طور گهڻو استعمال ڪن ٿا (١). جيئن ته اڄڪلهه زراعت ۽ پوک انهن ايراضين تائين پهچي ويئي آهي، جيڪي اڳ ٻيلن ۽ جهنگن سان ڍڪيل هيون، انهيءَ ڪري گهڻو شڪار هاڻ ختم ٿي ويو آهي، ايتري قدر جو ٻهراڙين ۾ مڇي به هاٽي گهٽ ٿي ملي ۽ غريب ماڻهو مشڪل سان مهيني ۾ ٻه يا چار دفعا گوشت واپرائي سگهي ٿو. نه فقط غريب طبقو پر وچون طبقو به اڄڪلهه شين جي مهانگائي ڪري پريشان آهي لطف اهو ته ناڻي ڏيڻ سان خالص شيون نٿيون ملن، ١٩٦٣ع ۾ سکر ۾ گوشت في سير ٣ روپيه ۽ مڇي في سير ٢ روپيه هئي.

## سماجي جائزو انگريزن جي دور حڪومت ۾

تهذيب، قوم جي مجموعي حالت جو نالو آهي، قومي افراد جي هلت چلت، رسم ۽ رواج، سياسي ۽ معاشي طريقن، فني ڪارنامن کي گڏجي "تهذيب" نالو ڏنو ويو آهي. تهذيب ڏينهن ۽ رات، صبح ۽ شام وانگر هڪ تدريجي سلسلو آهي، ڪابه تهذيب ڪيتري به زر خرچڻ سان اچانڪ وجود ۾ اچي ڪانه ٿي سگهي ۽ نه وري اچانڪ ختم ٿي سگهي ٿي. انگريزي حڪومت جي اوائل ۾ سنڌ ۾ شهر ٿورا ۽ ڳوٺ گهڻا هئا، هرڪو شهر ۽ ڳوٺ سياسي، معاشي ۽ اقتصادي لحاظ کان هڪ خود ڪفيل دائرو هو، جنهن جون گهڻو ڪري سڀ ضرورتون سندس ئي ذريعن ۽ وسيلن سان پوريون ٿينديون هيون، هر ڪنهن ڳوٺ جو وڏيرو يا رئيس هوندو هو؛ جو پرڳڻن جي ڪاردار جي معرفت پنهنجي حد اندر امن ۽ امان رکڻ لاءِ ذميوار هو. ڳوٺن جي آبادي هيٺين ٽئين طبقن ۾ ورهايل هئي: (١) وڏيرا يا پٽيل ۽ سندن رشتيدار، (٢) مخدوم، سادات ۽ علماءَ، (٣) وڻجارا

---

(١) پوسٽن: ص ٧٢.

يا واڻيا، (ع) ڪاسبي جهڳڙوڪ: واڍا، لهار، ڪوري، موچي، ڪنڀر، ملان، مگٺهار، چارڻ، چاڪي، ڪڙمي ۽ ننڍا آبادگار، بلوچي قومن جا ماڻهو جهڙوڪ: چانڊيا، چانگ، لغاري ۽ لشاري، مري، ۽ مستوئي، بگٽي ۽ برهماڻي، جمالي ۽ جسڪاڻي، جکراڻي ۽ ککراڻي، جلباڻي، شنباڻي، جتوئي ۽ مغيري، دستي ۽ ڏومڪي، گبول ۽ لنڊ، بوزدار ۽ پتافي وغيره، قديم عربن قبيلن وانگر هميشه ڳوٺن کان ٻاهر علحده علحده پنهنجون بستيون ڏاهي انهن ۾ رهندا هئا، سندن بستين ۾ ڳوٺن وارا پوريان ٽيئي طبقا ڪين هوندا هئا، هو پنهنجي معاشي ۽ تعليمي ضرورتن جي پورائي لاءِ پر وارن ڳوٺن سان لهه وچڙ رکندا هئا، بلوچن جي هنن قبائلي بستين ۾ عرب جي بدوي قبيلن وانگر مهمانداري، مساوات، انسيت ۽ عسڪريت ممتاز خصوصيتون هيون، شهرن ۾ ڪاردار ۽ ڳوٺن ۾ وڏيرا گهڻي حد تائين سياه ۽ سفيد جا مالڪ هئا، چورن ٻين رهزنن کي ڪاٺ ۾ وڌو ويندو هو يا ٻيون ڳريون سزائون ڏنيون وينديون هيون.

جن شهرن ۾ ساداتن، پيرن يا علمائن جو زور هو اتي شرعي حڪمن موافق تعزير ملندا هئا، نماز، روزي، ۽ ٻين شرعي امرن کان انحرافيءَ سبب واسطيدار ڌرين کي جوگي سزا ڏني ويندي هئي يا انهن سان قطع تعلقات ڪيو ويندو هو. ٺٽو، نصرپور، چوٽياري، مٽياري، هالا، سن، سيوهڻ، پاٽ، شڪارپور، روهڙي، سکر، کهڙا، درٻيلو، هالاڻي وغيره وغيره شهر اوائلي انگريزي دور جا مشهور شهر ۽ تعليمي مرڪز هئا، هنن وڏن شهرن ۾ مختلف قسمن جون صنعتون قائم هيون، ۽ اتي جي مدرسن ۾ درس نظاميه موافق مفت تعليم ڏني ويندي هئي. هنن مدرسن جو خرچ مسلمان زميندارن ۽ صنعتڪارن جي طرفان مليل زڪوات ۽ صدقات وغيره سان ڪيو ويندو هو.

شهرن ۽ ڳوٺن ۾ هندو سڀ گڏ هڪ محلي ۾ پنچات ڪري رهندا هئا، سندن ڇيڙي نبيري جو ڪم پنچات جي

وسيلي ڏي ڏيندو هئو. البت حڪومت يا مسلمان پاڙيسرين سان سندن معاملا قاعدي موافق فيصل ٿيندا هئا. هندن جو مکيه ڪم وڻج واپار هو، جو ڏيساورن تائين هلندو هو. جيئن ته ليکي چوکي ۾ هندو ماڻهو پڙ هوندا هئا تنهنڪري منجهائن ڪيترا ڪاردار، منشي ۽ ديوان مقرر ٿيا. ڏرسي تعليم لاءِ هندن کي ڪيترن وڏن شهرن ۾ پاٺشالا هئا. پر ننڍن ڳوٺن ۾ هڪ رواجي هندوءَ جي تعليم گرمکي اکرن جي سڃاڻپ ۽ انگن ۽ ليکن جي ڳڻ ڳوت تائين محدود هئي. جيڪي هندو سرڪاري نوڪري ڪرڻ چاهيندا هئا تن کي پارسي زبان ضرور سکڻي پوندي هئي. بلوچي بستين اندر سرائڪي ٻولي هلندي هئي، ليڪن عام رعايا جي ٻولي سنڌي هئي.

ملڪ ۾ آمدورفت جا رستا گهٽي قدر محدود هئا ۽ ملڪ جو وڻج واپار سنڌو نديءَ ۽ سندس ڦاٽن رستي هلندو هو. هٽ جا واهه ۽ کوٽايل ڪڙيا کي بلڪل ٿورا هئا جيئن ته درياءَ تي پل يا ڪا ٻي بندش ڪانه هئي تنهنڪري درياءَ پوري آزادي سان وهندو هو ۽ آب ڪلانيءَ جي مند ۾ ملڪان ماڪ ٻوڏ ڪري ملڪ کي سرسبز ۽ شاداب ڪري ڇڏيندو هو. ملڪ ۾ سڪار گهڻو هو. سستائيءَ جو اهو حال هو جو پيانيءَ ۾ سير مکڻ ۽ آڌئي ۾ مڻ ڪڻڪ جو ملندو هو. مٿين سڀني جي ڪري اهلڪارن جون پگهارون به بلڪل ٿوريون هيون. جيئن ته ان وقت جو سنڌي معاشرو قديم آرين وانگر چئن طبقن ۾ ورهايل هو تنهنڪري مختلف طبقن ۾ ماڻهن جي هڪ ٻي تسي چڙهت ڪرڻ جي ڪابه ضرورت ڪانه هئي. قاضيءَ جو پٽ قاضي، مُلي جو پٽ مُلو ۽ چاڪيءَ جو پٽ چاڪيءَ ئي ٿي رهندو هو. ملن موراڻن ۽ ڪاسبين کي شهر جي حاڪم ۽ زميندار طبقي کان آهت طور اَن ملندو هو، جنهن سان هو پنهنجن گهرن ۾ گنديون ڀري رکندا هئا ۽ اهو ان هئن جي سڄي سال جي ضرورتن لاءِ ڪافي هوندو هو.

ملڪ جي وڻج واپار ۾ به سڪي جو رواج گهٽ ۽ اناج جو رواج وڌيڪ هوندو هو. ماڻهو ڪفايتي، قناعتي ۽ قربدار هوندا هئا. هرڪو پنهنجي معاشرتي منصب ۽ معيار کان واقف ۽ ان تي هلڻ لاءِ پابند هو. اجايو ريب ۽ ريس، حرص ۽ هوس، لوڀ ۽ لالچ گهٽ هو. عوام ۽ خواص تصوّف جي رنگ ۾ رڱيل ۽ سادگيءَ ڏي مائل هئا. هندن جي پڳتين تي مسلمان، ۽ مسلمانن جي سماع تي هندو ايندا هئا. اوليائن جي عرسن ۽ ميڙن ملاکڙن ۾ هندو خواه مسلمان هڪجهڙو بهرو وٺندا هئا. انگريزن جو قدم جيئن سنڌ ۾ پڪو ۽ پختو ٿيندو ويو تيئن هو ملڪي معاشرت ۾ پنهنجين سياسي مصلحتن جي بناءَ تي ڦيرڦار ڪرڻ لڳا. ميرن جي زماني ۾ هندن تي جيڪي زمين جي خريدڻ، وياج جي وڌن نرخن وٺڻ ۽ مسلمانن جون زمينون گروي رکڻ تي جيڪي بندشون پيل هيون سي هنن لاهي ڇڏيون جنهنڪري ڪيترا آبادگار پنهنجي جهالت ۽ فضول خرچيءَ سبب هندو شاهوڪارن جي وياج تي وياج ۽ ڪپتن جي ڪري پنهنجون زمينون وڃائي ڪنگال ٿي ويا. اڳ جيڪي مُلّن موراثن، مدرسن ۽ معلمن کي ميرن جي دربار مان مددون ملنديون هيون سي هاڻي قطعي بند ٿي ويون ويتر جو انگريزن پارسي ٻوليءَ کي دفتري زبان جي منصب کان لاهي ڇڏيو تنهن ته هيڪاري مسلمانن جي علم نواز طبقي جا طاق ڪيري ڇڏيا. ملڪي اهلڪار جهڙوڪ: قاضي ۽ ڪاردار وغيره، جي پارسي دانيءَ جي شرطن ڪري عموماً مسلمان طبقي مان هوندا هئا سي هاڻي پارسي زبان جي منزلت ختم ٿيڻ جي ڪري هندن وانگر سست ٿيڻ لڳا. ايتري قدر جو ملڪ جي سمورين ملازمتن تي هندن جو قبضو ٿي ويو. هندو پنهنجي انگريز آقائن جي مدد سان مسلمانن مان خوب کسرون ڪڍڻ لڳا. انگريزن جي ملڪي مصلحتن جي ڪري سنڌ جي صنعتڪارن کي به ڪاپاري ڌڪ لڳي ويو.

انگريز سنڌ ۾ واپاري ٿي آيا هئا ۽ واپاريءَ جي حيثيت سان هو ملڪ جا مالڪ بنجي پيا هئا. هنن جون ملڪي صنعتون مشينن جي مدد سان نهايت اعليٰ معيار تي پهچي چڪيون هيون. انهن صنعتن کي فروغ ڏيئي پنهنجي ملڪي معيشت کي ترقي ڏيارڻ، سندن ملڪ گيريءَ واري پاليسيءَ جو سنگِ بنياد هو. هنن ديسي صنعتن جي مٿان سخت پابنديون عائد ڪري پنهنجي ملڪ جون ٺهيل شيون وڏي انداز ۾ بازار ۾ آڻي ڪڍيون. نتيجو اهو ٿيو جو ٺٽو، هالا، نصرپور، هالاڻي، دربيلو، ڪنڊيارو، گمبٽ وغيره، جي اوائلي زماني کان سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت کان مشهور هئا، سي ڦٽي تباهه ٿي ويا ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت جو خاتمو ٿي ويو.

١٨٨١ع کان سنڌ ۾ ريلوايون پوڻ شروع ٿيون ۽ جلد ئي سڄيءَ سنڌ ۾ ريلوائين جو ڄار پکڙجي ويو. هنن ريلن جو نتيجو اهو نڪتو جو لکها ماڻهو، جن جي گذران جو ذريعو ملڪ جي واپار ۽ آمدورفت سان وابسته هو جهڙوڪ: جت، مير بحر وغيره سي روزگار کان محروم ٿي سڃا ٿي ويا. دنيا سڌرندڙ ۽ بدلجندڙ واري آهي ۽ علمي، فني ۽ صنعتي ترقيءَ جي ڪري مٿين سڀني ڳالهين جو وجود ۾ اچڻ ناگزير هو. اڳي يا پوءِ بهر صورت اهي ڳالهيون ضرور وجود ۾ اچڻ ها، پر نڪر جو انگريزن تي پڄنو هو، سو مٿن ئي پڳو.

مٿين سڀني تبديلن جي ڪري، جي دنيا جي وڌندڙ علم ۽ صنعتي سڌارن جي عين تقاضا موافق هيون تن کان ملڪ جي هيئت ۽ سماج ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو، جو سنڌ جي مسلم قوم لاءِ وڏي اخلاقي، معاشي ۽ اقتصادي نقصان جو باعث بنيو - ڳوٺن جي معيشت جا اڳ خود ڪفيل هئي ۽ چئن اقتصادي طبقن ۾ ورهايل هئي، سا يڪايڪ بدلجي ويئي. وڏيرن زميندارن

جو زور ٽٽي پيو ۽ ڏينهون ڏينهن ڪجهہ پنهنجن افعالن جي ڪري تہ ڪجهہ زماني جي نامساعد حالتن جي ڪري ترين پر ڪرندا ويا. علم نواز طبقو يعني قاضي، مفتي مثلاً آخوند، مخدوم ۽ پير بہ ديني علمن، شرعي قانونن ۽ پارسي زبان جي اهميت ختم ٿيڻ ڪري پوين پساهن تي اچي بيٺا، ڪاسبي طبقو تہ بنهہ پائمال ٿي ويو، صنعتڪار فنا ٿي ويا، آبادگار ڪنگال ٿي ويا. اڳ جو مخدومن، پيرن، مُلن ۽ سيدن جي اثر ڪري عام توڙي خاص ماڻهو اخلاقي ضابطن موافق هلندا هئا سي ضابطا بہ معاشي قانون ۽ معاشره جي درهم برهم ٿيڻ ڪري منجي ويا ۽ ملڪي معاشره، شتربي مهار وانگر هاجي حد تائين وڃي رسيو. ملڪ مان اخلاق بہ، پر ڪڏي اڏامي ويو، روحاني اقتدار ختم ٿي ويا. ماڻهن مان دينداري ختم ٿي ويئي. امير ۽ غريب طبقي جي مٿان اوائل ۾ جيڪو دينداري طبقي جو ڌاڪو ۽ اثر هو سو زائل ٿي ويو ۽ ملڪي معاشرو بي سکان ٻيڙي وانگر، جهان جي گرداب ۾ توائي ٿي ٻڏڻ لڳو، پير ۽ مرشد، آخوند ۽ عالم، جي اصل کان دين جا محافظ ۽ اخلاق جا علمبردار هئا سي خود پنهنجي خستہ حاليءَ ۾ حيران پريشان ٿي پيا. وڏڙن جي مري وڃڻ کان پوءِ سيدن ۽ پيرن جو نئون نسل آوارہ گرديءَ ۾ ڪاهي پيو. خود مُلي ۽ مخدومن ۾، جي اصل کان دين جا ٿنڀا هئا تن ۾ رياءَ ۽ خيانت، لوڀ ۽ لالچ خواه ڪفرسازي ۽ بخيليءَ جون خصلتون گهر ڪري ويون. مطلب تہ بک ۽ بيروزگاري، جهل افلاس ماڻهن سان هاڃا ڪري ڇڏيا. هڪ پاسي مسلمان پنهنجي اخلاقي ابتريءَ ۽ معاشي مصائب ۾ مبتلا هئا تہ ٻئي پاسي وري سنڌي هندو پاڙيسري پنهنجن انگريز آقائن جي سرپرستيءَ ۾ ملڪ تي پنهنجو حڪومتي ۽ اقتصادي اقتدار وڌائڻ ۾ مصروف هئا. انگريزن جي اچڻ کان اڳ انڪل هڪ هزار ورهين تائين مسلمان سنڌ جي سفيد ۽ سياه جا مالڪ ٿي رهيا هئا.

انگريزن جي طرفداريءَ ڪري هندن ۾ حصول اقتدار جو اهو عالم هو جو هڪ سؤ ورهين جي انگريزي دور ۾ مسلمانن کان هڪ هزار ورهين جون ڪسرون ڪڍي رهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ کين ڪُٺي ڪُٺي مارڻ لڳا، ايتري قدر جو سنڌ جي خاص هندو شهرن جهڙوڪ: شهدادپور، ٽنڊو آدم، سکر، حيدرآباد، شڪارپور وغيره ۾ اڪيلي سر مسلمان جو شهر جي گهٽين مان لنگهڻ به خطري کان ٻاهر ڪونه هو. انگريزي راڄ ۾ ڪهڙو انقلاب پيو، تنهن جي هيءَ رُوئداد آهي. (١).

---

(١) ميان ڪريم بخش چنا جي تقرير (ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي شڪرئي سان).

# باب ٻارهون

## انگريزي حڪومت ۾ سکر نئون

### ڇپري بندر ۽ بکر جو قلعو

جنهن هنڌ تي نئون سکر آهي، اتي اڳ جهنگ هو ۽ ڪيترن ڪکان سواءِ کجين جا نخلستان هئا، ڪي زمينون پٽن جون هيون ۽ ڪي جلائر مغلن جون هيون. ١٨٣٨ع ۾ اليگزينڊر برنس کي وائسراءِ لارڊ آڪلنڊ بولان لڪ واري رستي کي صاف ڪرڻ لاءِ ٻهرين افغان ويڙهه وقت روانو ڪيو هو. اليگزينڊر برنس جي اچڻ وقت سکر نئين ۾ معصوم شاهه مناري ۽ مسجد منزلگاه وارين عمارتن کان سواءِ ٻي ڪابه عمارت ڪانه هئي. بنگالي جي لشڪر جنهن ۾ ٩٥٠٠ سپاهي ۽ ٣٨٠٠ سئپرس مائنرس هئا، جن جي لنگهڻ لاءِ اڳوات نواب بهاولپور فيروزپور کان وٺي ڪچو رستو تعمير ڪرايو هو ۽ راول جيسلمير ۽ نواب صاحب انگريزي لشڪر جي باربرداريءَ لاءِ ڏيهه هزار اٺ ڏنا هئا. انهيءَ لشڪر لاءِ سکر نئين واريءَ ٽڪرين تي فوجن جي آرام وٺڻ لاءِ منزلگاه تعمير ڪرڻي هئي. هتان ٻي منزل شڪارپور هئي ۽ ٽين منزل خان ڳڙهه جو پوءِ جيڪب آباد سڏجڻ لڳو.

بکر جي قلعي جي ايراضي اوڀر کان اولهه تائين اٽ ٨ سؤ گز هئي ۽ ويڪر ۾ ٣ سؤ گز هو. ٽڪري درياه کان ٢٥ فوٽ اوچي هئي ۽ قلعي جون ديوارون ٣٠ کان ٣٥ فوٽن تائين بلند هيون، جن تي مضبوط برج اڏيل هئا. قلعي کي ٻه دروازا سکر ۽ روهڙي طرف

کان هئا. ١٨٣٨ع ۾ انگريزن جي قبضي ڪرڻ وقت قلعي اندر ٢٥ پنجويهہ جهونيون عمارتون هيون ۽ ١١٥ هڪ سؤ پندرهن ڏڪل عمارتن جا ڍڳا هئا، جن مان ڪي زمين کان ١٥ فوٽ کي ٢٠ فوٽ اوچا هئا. لينسلڊائون پل روهڙيءَ واري حصي جي، جا بکر کان شروع ٿئي ٿي، تنهن جي اوڀرندي ۾ پل جي پرسان هڪ عمدي عمارت مغلن جي دور جي بيٺل هئي، جا راقم به ڏٺي هئي، تنهن کي انگريزن بارود خانو جوڙيو هو. ١٩٠٥ع ۾ اها عمارت ڊاٺي ويئي. انگريزن ٣٥ هزارن رپين جي خرچ سان قلعي جي مرمت ڪرائي، ان کي جنگي هٿيارن ٺاهڻ جو ڪارخانو ڪيو ۽ بمبئي توبخاني جي هڪڙي ليفٽننٽ مسٽر جان جيڪب کي ڪارخاني مٿان انجنيئر مقرر ڪيو. انهيءَ جيڪب پوءِ جيڪب آباد جو شهر اڏايو هو(١).

انگريزن سکر واري فريڪ هيل تي فوجن لاءِ بئرڪون تعمير ڪرايون. جملي ١٨ هزار فوج کي سکر ڇانوڻي ۾ آرام ڪرڻو هو. آغاخاني اسماعيلين جي امام آغا حسن علي شاهہ جنهن جو خراسان ۽ ايران تائين رسوخ هو، تنهن جا خواجا مريد، ڪڇي ميمڻ، پارسي سيٺين ۽ شڪارپور جي هندن سيٺين کي وڏا وڏا ٺيڪا مليا. هن عظيم الشان ڇانوڻي پوڻ ۽ ٺيڪن جي ڪمن لاءِ ٺيڪيدار سيٺين سکر نئين جي ٽڪرين مٿان رهائش لاءِ ڪچيون جايون جوڙايون. فوجن لاءِ اسپتالون ۽ سپلاءِ عملدار لاءِ منارې جي سامهون واري اترين ٽڪري تي عاليشان بنگلو جنهن جي بچاءَ لاءِ اردگرد مضبوط خندقون جڙيل هيون ۽ آس پاس ٽڪري واري حصي تي فوجي دفتر کلي ويا. هاٿوڪي سکر بندر تي پارسي اسڪول جي اوڀرندي ۾

(١) Cousins, H: The Antiquities of Sindh, P. 142.

ڪپتان ويسٽ مڪات جو بيان، جرنل ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال ج ٩، ص ٢، ڪلڪتو ١٩٤٠ع.

ٻيڙين رستي ٻوسو ۽ اناج پهچڻ لڳو ۽ گدام کلي وياه فوجي ڇانوڻي بنجڻ کري سکر پراڻي ۽ روهڙيءَ جي ٻاکرو واٽين مناري معصوم جي هينيان فريئر روڊ جي منهن وٽ ننڍين جهوپڙين ۾ سيڌي سامان جا دڪان کوليا، جن جهوپڙين جي کري سکر نئون ”ڇپري بندر“ جي نالي سان سڏجڻ لڳو. يعني تہ نئين سکر جي ١٨٣٩ع ۾ آبادي ٤ هزار ۽ سکر پراڻي جي ٤ هزار جملي اٺن ٨ هزارن کي پهتي. ڏهين ڊسمبر ١٨٣٨ع ۾ انگريزي ١٢ هزار فوج ۽ ٦ هزار معزول شاهہ شجاع جو پاڙيتو لشکر فيروزپور کان روانو ٿيو. هن لشکر سان انگريزن جو هندوستان جو ڪمانڊر انچيف سر هينري فين بہ شامل هو، جو روهڙيءَ ۾ ڪئمپ هڻي ويٺو ۽ هتان جهاز رستي سيوهڻ ڏانهن روانو ٿيو جتي هن کي بمبئي جي لشکر جي ڪمانڊر سرجان ڪين سان ملاقات ڪرڻي هئي. فيبروري ١٨٣٩ع سکر ۾ لشکر پهچڻ سان انگريزن سکر، بکر، ڪراچي ۽ ٺٽي تي قبضي ڪرڻ لاءِ اعلان ڪيو(١).

سکر ڇانوڻيءَ جون فريڪ ٺڪريءَ واريون بئرڪون اڄ بہ موجود آهن. ڪمسريٽ جي وڏي عملدار جو بنگلو هينئر زبون ٿي ويو آهي. سنڌس چوگرد ملٽريءَ جون ڪچيون جايون هيون، سي هينئر ڊهي ويون آهن. چوڪرين جو ريلوي هاءِ اسڪول موجود آهي. ميونسپل زناني اسپتال واري هنڌ تي بہ ڪچيون جايون هيون جي ڊاٺيون ويون. سکر ميونسپل اسپتال، انگريزي هاءِ اسڪول ۽ سيشن جج جون ڪورٽون سڀ ملٽري ڪوارٽر هئاه فوجي ٽيڪن جي هيءَ حالت هئي،

(١) Wylly. H. G: The Military Memoirs of, J. Thackwell, CH. VII, pp. 121-122, London, 1908.
Trotter, L. J: Rulers of India, The earl of Auckland, p. 78, Oxford 1893.

جو سولجرن لاءِ ماهوار ۱۵۰۰ هزار هاربڊسن ٻيٺر جي ٻوتلن جي ضرورت هئي، ڇو ته ڪڇ جي گرم ميدان مان لنگهڻ وقت في انگريز عملدار ۽ في سولجر لاءِ ٻه ڊزن ٻيئر جي ٻوتلن جي ضرورت درپيش هئي. ٻيئر نه ملڻ جي صورت ۾ سولجر جهولي لڳڻ ڪري مرندا هئا. ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ سر چارلس نيپئر سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو. پهريئن افغان ويڙهه جي خاتمي کان پوءِ انگريزن بکر جي قلعي کي سياسي قيدين لاءِ جيلخانو جوڙيو. اپر سنڌ فرنٽيئر ۾ سرحدي بلوچن سان جنگين لڳڻ ڪري سکر، شڪارپور ۽ جيڪب آباد جي ڇانوڻين کي قائم رکيو ويو. پر فريڪ هيل ڇانوڻيءَ جي اتر ۾ سکر پراڻي شهر جي ڪني پاڻيءَ جو ڍ ٻو، پريان راهوجن جي ٻيلي هئڻ سبب مڇرن جو ڏاڍو آزار هو. ۱۸۴۵ع ۾ ۷۸ نمبر گهاگهرا اسڪاچ پلٽڻ جا پنج سؤ سولجر مليريا ۽ ٻارن سميت موت جو لقمو ٿي ويا، جنهن سبب ڪري سکر ڇانوڻي کي بند ڪيو ويو(۱). گورن جو اوائلي قبرستان ريس ڪورس روڊ تي غريب آباد ويجهو آهي. هن قبرستان کي چوطرف ديوار ڏنل هئي، جنهن جي سال بسال مرمت ٿيندي رهي. ۱۸۹۶ع ۾ پرجي وچڻ ڪري بند ڪيو ويو ۽ نئون قبرستان نئين گوٺ وٽ آهي. قيام پاڪستان کان پوءِ پراڻي قبرستان کي سکر ميونسپالٽي پارڪ ۾ بدلائڻ جو ارادو ڪيو جا رٿ پوري ٿي نه سگهي. قبرستان جون ديوارون ڪري پيون ۽ ماڻهو قبرستان جي قبرن تي لڳل قيمتي پٿر به پٽي ويا. اڄڪلهه اتي غريبن جون جهوپڙيون آهن (۲).

---

(۱) Thornton, E: Gazettear of The Contries adjacent to India and North West, 2 Vols. London, 1844.

(۲) سنڌ گزيٽئر ج ۳، سکر ضلعو ص ۴۴ بمبئي، ۱۹۲۸ع.

## مير علي مراد خان سان انگريزن جو سلوڪ

ويڙهائڻ ۽ حڪومت ڪرڻ انگريزن جي پاليسي ضرب المثل آهي. مير علي مراد خان پنهنجي ڀاءُ مير رستم خان کي پڇائڻ کان پوءِ سرچارلس نيپئر کي اپر سنڌ جي بلوچن خلاف مدد ڪئي ۽ پنهنجي وفاداريءَ جو پورو ثبوت ڏنائين پر ونس جيڪا جاگير هئي ان رياست جي پکيڙ ۵ هزار چورس ميل هئي ۽ آمدني ساليانو ڏهه لک روپيا هئي. سرچارلس نيپئر هن لاءِ سفارش ڪئي هئي، ۶ سال لنگهي ويا پر انگريزن اجا تصديق ڪانه ڪئي هئي. ۱۸۴۷ع ۾ سرچارلس نيپئر سنڌ ڇڏي ويو. انگريزن سنڌ کي بمبئي سان لاڳو ڪري مسٽر پرنگل کي ڪمشنر مقرر ڪيو. سنڌ ٽن ضلعن ۾ ورهايل هئي ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور- ۱۸۴۹ع ۾ انگريزن پنجاب تي قبضو ڪيو خيرپور رياست ۾ نوشهرو، ڪنڊيارو، گاگڙي، لڏو گاگن، خيرپور ٽر، نارو، شاهه ڳڙهه، سردار ڳڙه، امام ڳڙه، اباوڙو،خيرپور، ڏهرڪي امام واهه، روپاه، پڙوچڪا، شڪارپور تعلقه جو ڪجهه حصو، موغلي، ميرپور ماٿيلو، سهرڪي، دادلوءِ وغيره. ڪنهن گمنام شخص بمبئي جي گورنر سرجارج ڪلارڪ کي مخفي رپورٽ پيش ڪئي ته مير علي مراد خان کي مير رستم خان قرآن تي جيڪو نونهار جو معاهدو لکي ڏنو هو، تنهن ۾ مير علي مراد خان ڦيرڦار ڪئي آهي. جتي ”دهه“ جو لفظ هو، اتي ”پرڳڻي“ جو لفظ وڌو اٿائين. گورنر جنرل جي حڪم موجب ڪمشنر تحقيقات ڪري هيٺين ماڻهن جا نالا تهمت هڻندڙ مير خلاف ڏيکاريا (۱) معزول وزير شيخ علي حسين سهارنپوري، (۲) سيد علي گوهر شاه صاحب راشدي پير پاڳارو، (۳) منشي ذوقيرام، (۴) منشي ٽورمل ساکرو- ۱۸۵۵ع ۾ ڪمشنر بارٽل فريئر فوجي دستي سان سکر پهتو. تحقيقات ڪميشن جا ٻيا ميمبر ميجر جان جيڪب ۽ ميجر لئينگ پوليٽيڪل ايجنٽ ڪاٺياواڙ- مير علي مراد خان بچاءَ جي شاهدن ۾ پنهنجي چاچي مير زنگي خان، پنهنجي ملازم

محمد خان جلباڻي، قاضي محمد شڪارپوري ۽ فتح محمد کي پيش ڪيو. پر ۱۸۵۱ع ۾ انگريزن ارادو ڪيو هو ته رياست جا شاداب حصا کسيا وڃن. انگريزن مير صاحب کي فقط ريگستان وارو حصو ڏنو جنهن جي آپت فقط اڍائي لک روپيا هئي باقي حصا حيدرآباد ۽ شڪارپور ضلعن سان لاڳو ڪيا ويا. مير صاحب ۱۸۵٦ع ۾ لنڊن پارلياسينٽ تائين دانهن ڪٺي ويو پر آواز ٻڌجڻ محال هو.

## شاد ٻيلو ڪيئن ڦري ساڌ ٻيلو ٿيو؟

بکر جي ٻيٽ جي ڏکڻ ۾ شاد ٻيلو ۽ دين ٻيلو ٻه ننڍا ٻيٽ آهن، جن تي کجين جي وڻن جا جهڳٽا هئا، شاد ٻيلي تي ٻهرين عمارت مرزا شاهه حسن ارغون پنهنجي نالي مرزا ڪامران لاءِ جوڙائي هئي، اڪبري دور ۾ نواب مير محمد معصوم هڪڙي گنبذدار عمارت "ستياسر" تعمير ڪرائي هئي، جا نيري آسمان هيٺان کجين جي وڻن اندر پريان خوشنما نظر ايندي هئي، جڏهن مير سهراب خان جي پٽ مير رستم خان مٿيان ٻئي ٻيٽ بکر ۽ سکر سميت شڪارپور جي دراني نواب کان فتح ڪيا هئا، تڏهن ٻنهي ٻيٽن تي سواءِ کجين جي وڻن جي ٻيو ڪجهه به ڪين هو، سهراباڻين ۱۸۲۳ع ۾ انهن ٻيٽن تي قبضو ڪيو، تنهن کان اڳ هندوستان کان هڪڙو سيلاني ساڌو سوامي ورکنڍي سنڌ جي سير تي آيو هو، ٻائو ورکنڍي ۱۷٦۲ع ۾ کرو کيشتر (کرنال) ۾ ڄائو هو ۽ ساڌن جي "اداسين" فرقي مان هو ۽ ۵۸ ورهين جي ڄمار ۾ سنڌ ۾ آيو هو، لاڙ تائين سنڌ جو سير ڪيائين پر هن کي شاد ٻيلي جي پر فضا نڪري ايترو وڻي ويئي، جو ٻيٽ تي ديرو دمائي درياءَ مان لڙهندڙ ڪاٺيون گڏ ڪري دونهين دکائي ويٺو، هي ۱۸۱۷ع جو واقعو آهي- وري جڏهن ٻيٽ تي سهراباڻين قبضو ڪيو ته ڪين سير ۽ شڪار کان ايتري فرصت ڪانه هئي جو ٻيٽ جي چڪاس ڪن، ازانسواءِ

خيرپور جي دربار تي هندن جو قبضو هو، مير منشي آتم چند متخلص "صبا" عربي دان ۽ فارسيءَ جو جادو بيان شاعر هو، ايتري قدر جو هن کي سڏيندا ئي "بلبلِ بوستانِ خيرپور" هئا، سيٺ هوتسنگهه شڪارپوري مدارالمهام هو، منشي ڪشنداس، منشي ڪانسنگهه، منشي سجانسنگهه، منشي مولرام، منشي چنداسنگهه وڏن عهدن تي مامور هئا (١). هندن جي ايڏي اقتدار ڪري ڪنهن کي مجال هئي جو ٻائي مهراج کي ٻيٽ تان تڙي ڪڍي، مير رستم خان تہ پاڻ فقير دوست ۽ درويش سيرت هو، ١٨٣٨ع ۾ پهرين افغان ويڙهہ وقت انگريزن بکر ۽ ٻين ٻيٽن تي سکر سميت قبضو ڪيو تہ ملٽري جا ٺيڪيدار گهڻائي هندو هئا، سڀ کان پهريائين ٻائي ورکنڊي ۾ چار پٿر جا بت کڙا ڪيا، جن ڪري شاد ٻيلو "ساڌ ٻيلو" سڏجڻ لڳو ۽ هندو ٻتن جي ياترا ڪرڻ اچڻ لڳا ۽ ساڌ ٻيلو تيرٿ بنجي ويو، پوءِ ٻين ساڌن اچي جهوپڙيون کڙيون ڪيون، ساڌ ٻيلو "ورکنڊي آشرم" ۽ "آداسين آشرم" سڏجڻ لڳو. انهيءَ طرح هڪ سيلاني ساڌو مستقل گادي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو، سوامي ورکنڊي هڪ سؤ ورهين جي ڄمار ۾ ١٨٦٢ع ڌاري پرلوڪ پڌاري ويو، هڪڙي انگريز مسٽر پينڪ وئلس ٻيٽ تي بنگلي تعمير ڪرائڻ جو ارادو ڪيو پر پوءِ ساڌن جون جهوپڙيون ڏسي هن ارادو لاهي ڇڏيو، هندن هن واقعي کي سوامي جو پرڪاشن ظاهر ڪيو، ١٨٨٣ع ۾ انگريزن سکر کي ضلعي جو صدر مقام مقرر ڪيو تہ هندن اثر هلائي ٻيٽ تي عمديون جايون ۽ ڪاليءَ جو مندر تعمير ڪرايو، ١٨٩٣ع ۾ سکر جي هڪ دال فروش واڻئي جو پٽ سوامي هرنامداس گاديءَ تي ويٺو، هندن هن لاءِ ٻيٽ جي وچ تي هڪ عاليشان محلات اڏايو، ٻيٽ جي گهاٽ واري

(١) رحيمداد خان مولائي شيدائي: مختصر تاريخ بلوچستان باب خيرپور، ص ١٠٦ ريلوي برقي پريس سکر ١٩٤١ع.

پرائي دروازي کي ڪيرائي نئون سنگ مرمر جو دروازو اڏايو جنهن جي ديوارن تي سرگ ۽ نرگ جون تصويرون ڏنل آهن، ياترين جي اچ وڃ لاءِ هڪ مستقل پٿر مسجد منزلگاه جي لڳ مقرر ڪيو ويو، هندن مسجد منزلگاه کي چوطرف پٿرن جي ديوار ڏياري مسجد کي دائمي قفل هڻائي ڇڏيو، پيٽ کي چوڌاري پٿرن جي مضبوط ديوار ڏياري دين ٻيلي کي ٻه ساڌ ٻيلي سان ڳنڍي ڇڏيائون، دين ٻيلي تي هڪ شوالو ۽ باغ لڳايائون، هر صبح ۽ شام پرارٿنا ڪرڻ وقت گهنڊن جو آواز ۽ مورن جي ڪوڪو جو آواز فضا ۾ گونجڻ لڳندو هو، پيٽ تي سيٺين اينڌڙن لاءِ ڍُلڪا ۽ ڪٺاهم لنگر سان تيار ملندو هو، هر فرقي جي ماڻهوءَ کي اچڻ جي اجازت هئي، هندن جي اڪثريت ۽ اقتدار ڪري تاريخي مسجد منزلگاه کي هندن بند ڪرائي ڇڏيو، ليڪن انقلاب دهر کي قدرت جنبش ڏني، تقسيم هند کان اڳ مسلمانن قربانين ڏيڻ کان پوءِ مسجد شريف آزاد ڪرائي، ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان دنيا جي نقشي تي نمودار ٿيو، هندو هندوستان ڏانهن لڏي ويا ۽ گادي نشين سوامي هرنامداس بمبئي کي وڃي وسايو، ساڌ ٻيلو جنهن ۾ صبح شام گهنڊ وڄندا هئا ۽ مور رقص ڪندا هئا، سو انقلاب ڪري شهر خموشان بنجي ويو، يادگار مسجد جنهن کي هندن تالو هڻايو هو، تنهن مان پنج وقتي الله اڪبر جي صدا ايمان وارن کي ايثار ۽ قربانيءَ جو سبق ياد ڏياري ٿي، هينئر هر سال آهڙ جي مهيني جي ١٢، ١٣ ۽ ١٤ تاريخن ۾ ساڌ ٻيلي ۾ ميلو لڳندو آهي پوءِ سڄو سال خاموشي طاري رهي ٿي.

تلڪ الايام ندا ولها بين الناس

## انڊس فلو ٽيلا ڪمپني جي جهاز راني

١٨٣٨ع کان ١٨٤٥ع ستن سالن جي عرصي ۾ سکر نئين جي دڪانن کلڻ ۽ ٽڪرين تي سرڪاري ۽ خانگي عمارتن جي نمودار ٿيڻ مان صاف ظاهر هو ته سکر شريف جو مستقبل

شاندار نظر پئي آيو، ڪراچي جيڪا ڏهن مشرق جي عروس البلاد
بڻجڻ لاءِ منتظر هئي ته اوليائن ۽ درويشن جي نگري سکر به
پنهنجي قدرتي دلاويزي ۽ طبعي جاءِ وقوع جي لحاظ ڪري
پاسا بدلائي رهيو هو، ڇپري بندر جي ٻوڙين ۽ ڪانن واريون
جهوپڙيون ويس مٽائڻ لاءِ منتظر نظر پئي آيون، انگريزن سنڌ
کي ٽن ضلعن ۾ ورهايو هو، پر واپار جي سهوليت لاءِ رستا
ڪونه هئا، ۱۸۵۷ع واريءَ پهرين آزاديءَ واري جنگ
جي موقعي تي ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور جي ڇانوڻين
۾ ديسي سپاهين ڪجهه شورش ڪئي هئي پر انهن کي سخت
سزائون ڏنيون ويون، اهڙن اهم موقعن تي فقط سنڌو درياءُ
هڪ قدرتي شاهراهم هئي.

انهن ڏينهن ۾ ”انڊس فلو ٽيلا ڪمپنيءَ“ جا جهاز
مهراڻ جي ڏيلٽا کان شير شاهه ۽ ملتان مال ڍوئيندا هئا.
جن سان ڦلاڻون ٻڌندا هئا، مال آڻيندا هئا جو ڪراچيءَ
کان ولايت ويندو هو ۽ ولايتي مال سنڌ ۽ پنجاب جي شهرن
کي پهچندو هو، آگبوٽن ۾ ڪاٺيون پرنديون هيون، جن جي
کڻڻ لاءِ مهراڻ جي ڪپ تي اسٽيشنون کوليون ويون هيون،
وري جيڪي شهر بندر هئا، آتي ٽرئفڪ ايجنسي جا دفتر
کليا ويا، سکر ۾ مسجد منزلگاه واري هشت پهلو عمارت
۾ ٽرئفڪ آفيس کولي وئي، اڳ بيڙين وسيلي اناج جيڪو
سکر پهچندو هو، سو وٽن هيٺان ڍڳ ڪري رکندا هئا،
مگر انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جي باقاعده سروس کلڻ کان پوءِ
بندر تي ريلوي ڦاٽڪ لڳ هڪ وڏو گدام مال رکڻ لاءِ تعمير
ڪيو ويو، جو اڄڪلهه نواب فئڪٽري ڪوٺجي ٿي، سکر
بندر تي هي پهريون گدام هو. سال ۱۸۵۸ع ۾ ڪراچيءَ کان
ڪوٽڙي تائين ”انڊس وئلي اسٽيٽ ريلوي“ جي پهرين لائين
چالو ٿي، جنهنڪري ”انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ“ جو هيڊڪوارٽر
ڪوٽڙيءَ ۾ منتقل ڪيو ويو. سنڌ ۽ پنجاب کان ايندڙ مال

ڪوٽڙيءَ ۾ لهندو هو ۽ هتان ريلوي گاڏن ۾ چڙهندو هو، هزارين مزدور ڪم ڪندا هئا ۽ جهازن جي گودي به ڪوٽڙي ۾ منتقل ٿي آئي، غرض ڪوٽڙي اهڙي گهماگهمي ڪري سنڌ جو بمبئي بندر بنجي ويئي، انهن ڏينهن لاهور کان ملتان تائين ريلوي لائين کلي هئي، آگبوٽ ڪوٽڙي کان ملتان تائين چڪر هڻندا هئا، ڪوٽڙيءَ کان ملتان جي وچ ۾ سکر مشهور واپار جو بندر هو جنهن جي گهاٽن ۽ پتڻن کي ١٨٦٠ع ۾ گهڙيلن پٿرن سان مضبوط ڪيو ويو ۽ جهازن جي آمدورفت جي سلامتي لاءِ هاڙوڪي سکر ميونسپالٽي جي ٽاور واري عمارت کي "سگنل هائوس" ٺاهيو ويو، جنهن مٿان اچ تائين بتيون لڳل آهن، پوءِ هن عمارت کي ميونسپل هال ۽ لائبرري ۾ تبديل ڪيو ويو (١). سنه ١٨٦١ع کان اڳ سنڌ ۾ ڪابه ريلوي لائين ڪانه هئي.

## بيگاري بند

١٨٧٤ع ۾ مهراڻ جي ليٽ ڪري جيڪب آباد ڇانوڻي کي نقصان پهتو هو، ان کان سواءِ سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن کي به نقصان پهتو هو، ان وقت سکر ۽ لاڙڪاڻو ضلعا قائم نه ٿيا هئا، سکر شهر کي هميشه خطرو رهندو هو. بيگاري واهه جي منهن کان ڪشمور تائين ڇهه ميل مٿيرو بند تعمير ڪيو ويو ۽ لوپ بند سکر تائين تعمير ڪيو ويو جو ١٨٧٩ع ۾ پورو ٿيو.

---

(١) انڊس فلوٽيلا ڪمپني جي مفصل بيان لاءِ ڏسو راقم جو مضمون "مهراڻ تي جهاز راني" روزانه مهراڻ ڪراچي جو سال نمبر ص ٢٥، ١٩٦١ع، ڪراچي کان ڪوٽڙي آگ گاڏي مئي ١٩٦١ع ۾ چالو ٿي ۽ ١٨٧٨ع ۾ ڪوٽڙيءَ کان سکر تائين آگ گاڏي چالو ٿي، ڪوٽڙي پل مئي ١٩٠٠ع ۾ تيار ٿي هئي.

## ريلوي لائين جو پهچڻ

۱۸٧٨ع ۾ پي افغان ويڙهه وقت ريلوي لائين ڪوٽڙيءَ کان براه دادو، لاڙڪاڻو، سکر پهتي ۽ مهراڻ جي ڪاهي ڪپ تي روهڙيءَ کان خانپور تائين ريلوي لائين چالو ٿي، روهڙي جي ريلوي اسٽيشن قاسم خوانيءَ جي اولهندي ساڄي پيلي جي سامهون هئي ۽ سکر بندر مال گدام واري آفيس سکر جي ريلوي اسٽيشن هئي ۽ هاٿوڪي بندر تي پٿر گودي ريلوي انجڻ شيڊ هئي، لاهوڙيءَ ۾ بہ ڪجين جي جهڳڻن ۾ انجڻ شيڊ هئي، مٿين ريلوي لائينن کلڻ جي ڪري "انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ" جي اهميت گهٽجي ويئي پر ڪوٽڙي ۽ سکر ۾ لوهي پلين نہ هئڻ سبب ڪري ٻنهي بندرن کي آگبوٽن ۽ فلاٽن جي اڃان ضرورت هئي، مثلاً ريلوي رستي جيڪي مال سان پريل گاڏا پنجاب لاءِ سکر پهچندا هئا، يا پنجاب کان مال گاڏا جيڪي روهڙي پهچندا هئا، تن کي مزدور ڏڪي فلاٽن تي چاڙهيندا هئا، هن ابتدائي دور ۾ مال گاڏا بلڪل ننڍا هئا ۽ "ايل" ڪلاس ننڍيون انجڻيون هيون جن کي فقط ويهہ گاڏا لڳندا هئا، فلاٽن تي گاڏا آڻڻ ۽ نيڻ ڪري مزدورن لاءِ روزگار کلي ويو هو پر ڪم ۾ وڏي اينگهہ ٿيندي هئي، ۱۸۸۲ع ۾ آدم شاهہ ٽڪريءَ جي هيٺان ڏاکڻي طرف انجڻين جي مرمت لاءِ ريلوي ورڪشاپ کولي ويئي جنهن ۾ چار هزار مزدور روزانو ڪم ڪندا هئا، انهن ڪارخانن، ريلوائن جي کلڻ ڪري نئين سکر جي آدمشماري ۾ اضافو ٿيڻ لڳو، چنانچہ نئين ڳوٺ ۽ غريب آباد جو بنياد پيو، تنهن کان پوءِ ورڪشاپ جي مزدورن لاءِ نئين پنڊ ۾ ريلوي ڪوارٽر ٺهرايا ويا.

ڇپريءَ جي جهوپڙين ۾ روزمره اضافو ٿيڻ لڳو، جتي هينئر ڪپڙي بازار آهي آتي مارواڙي موچين جتين جا دوڪان

ڪوليا، فلاڻن جو ڪم ١٨٨٩ع تائين چالو رهيو پوءِ لينسڊائون لوهي پل جڙڻ ڪري فلوٽيلا ڪمپني ختم ٿي ويئي، فقط ڪمشنر سنڌ جي ٻوڙي لاءِ پاڻيءَ جي ماپ لاءِ ٻه ٽي جهاز ڪوٽڙي ۾ هڪڙو ماپ وٺڻ لاءِ جهاز سکر ۾ رکيو ويو جو اڄ سوڌو موجود آهي. فريڪ هل واريون فوجي بئرڪون ريلوي ڪاتي جي حوالي ڪيون ويون، جي اڄ سوڌو آهن.

## سکر ضلعي جو هيڊ ڪوارٽر بڻجڻ

شڪارپور آدمشماري ۽ واپار جي لحاظ ڪري سنڌ جو پهريون نمبر شهر هو ۽ هتي فوجي ڇانوڻي به هئي ۽ ضلع جو صدر شهر هو، پر سم ۽ پوسل جي ڪري هتي جي آب و هوا فوجين ۽ گورن عملدارن کي موافق ڪونه پئي، سر چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪرڻ وقت اڳ ڪٿي ڪندي چيو هو ته:

> "ڪراچي کي مشرق جولوورپرل، ۽ شڪارپور کي پروچن جي ڦرلٽ ۽ ڌاڙن جي بچاءَ لاءِ ضلعي جو هيڊ ڪوارٽر ڪندس ۽ سکر کي مهراڻ جو مکيه واپاري بندر ٺاهيندس."

مٿين اڳڪٿي صحيح ثابت ٿي، سکر ۾ لوڪو ورڪشاپ ۽ انجڻ شيڊ پوڻ ڪري يورپين آباديءَ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. سينٽ ميري هاءِ اسڪول کان وٺي ويندي غريب آباد تائين "ڪنگس ٽڪريءَ" تي جيڪي مخصوص ٽائيپ جا بنگلا هن وقت به ريلوي ملازمن کي مليل آهن، تن ۾ اڳ يورپين اسٽاف رهندو هو لوڪو ورڪشاپ جي لڳ به گورن لاءِ بنگلا جڙي ويا لوڪو ورڪشاپ سان لڳ ريلوي سامان جو وڏو اسٽور آهي ريلوي گورن ملازمن ١٨٨٣ع ۾ "ڪنگس هل" تي ريلوي انسٽيٽيوٽ تعمير ڪرايو ۽ ان سان لڳ ڏکڻ طرف ٽينس گرائونڊ ۽ اتر طرف لائبرري ۽ بلئرڊ روم تعمير ڪرايا پڻ ريلوي ڪو آپريٽو اسٽور هڪڙي ملٽري عمارت ۾ کولايو، جنهن ۾ اڄڪلهه

ڇوڪرين جو ريلوي هاءِ اسڪول آهي، شڪارپور جي ڇانوڻيءَ کي انگريزن ١٨٦١ع ۾ ڪٽي ڇڏيو هو. جيڪب آباد جي ڇانوڻي ١٩١۴ع تائين قائم رهي، آن هنڌ کي اڄڪلهه ”فئملي ڪوارٽرس“ سڏين ٿا، سکر جي ٽڪرين تي هن وقت جيڪي دفتر ۽ ڪليڪٽر جي آفيس آهي يا فريڪ هل، انهن ٽڪرين تي مسلمانن جون قبرون جڙيل هيون، اڳ آبڪلاني جي منڊ ۾ سڄو ملڪ جهنگ جهر پاڻي ٿي ويندو هو انهيءَ سبب ڪري مسلمان قبرون ٽڪرين تي ٺاهيندا رهيا، انگريزن ضلعي آفيسن تعمير ڪرڻ لاءِ سمورين قبرن کي ڊهرائي هڏن سان ڀرڙيون ڀرائي درياءَ ۾ ٻوڙا ڪرايا، مسلمانن جڏهن دانهون ڪوڪون ڪيون تڏهن انگريز عملدارن چيو ”سنڌو درياءَ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو ۽ هڏا لڙهندا وڃي حجاز پهچندا.“ فلوٽيلا ڪمپني جي سگنل هائوس کي ميونسپالٽي جو دفتر ڪيو ويو ۽ هڪڙي ۾ شڪارپور لائبرري جا ڪتاب رکيا ويا، جا هينئر جنرل لائبرري سکر سڏجي ٿي، جن عمارتن ۾ هينئر جج جون ڪورٽون آهن، تن ۾ ٽرئفڪ جون ريلوي آفيسون هيون، ١٨٨٣ع ۾ سکر ضلعو بڻجي ويو پر جج جي ڪورٽ شڪارپور ۾ هئي، انهن ٽڪرين مان لوڪل بورڊ لڳ ٽڪري مٿان پنهي ڪنڊن تي چبوترن مٿان ۽ گنبذ دار قبرون هيون چبوترا موجود آهن.

## سکر نئون وڏي پڪو شهر بڻجڻ

ڪليڪٽر ڪرنل آلفريد ميفيو سکر بندر تي وڻ رکائي بندر کي رونق وڌائي. سکر جي هندن ۾ ايڪو هو ۽ اڪثريت ۾ هئا. هنن پنهن کان جايون خريد ڪري، نون پلاٽن تي نيون جايون تعمير ڪرايون. انهن هندن ۾ گهڻا ٻاهر جا هئا. جن واپار سانگي هن شهر کي وطن جوڙيو. جتي هينئر پائي ميروءَ جو چونڪ آهي ۽ اڄ ڪلهه نشتر روڊ چون ٿا، تنهن جي

زمين هيٺانهين هئي، جا آبڪلاني جي مند ۾ ويندي باغ حيات علي شاهه ۽ شمس آباد تائين تلاءَ بڻجي ويندو هو. بندر کي پڪو ڪيو ويو ته مينهن جو پاڻي گڏ ٿيڻ لڳو. بندر پرسان جنهن چونڪ کي ”نمن جو چونڪ“ سڏيندا هئا، اتي نم جا وڻ هئا، آن ڪري مٿس اهو نالو پيو. سکر جي منزلگاهه واري هشت پهلو گنبذ کي پوسٽ آفيس ڪيو ويو. ٻي نئين ڪچن سرن واري پوسٽ ۽ تار آفيس سکر ميونسپالٽيءَ ڀٽيان تعمير ڪئي ويئي، نيم جي چاڙهي پارسي سيٺ لمجي ڪري نم جي چاڙهي سڏجڻ لڳي. سيٺ لمجي ٺيڪيدار هو. يورپي آبادي جي ڪري بندر تي ٻوسا گدام جي اوپرندي ۾ پارسي سيٺ ڊوسا ڀائي پالن جي سوڊا ليمن جو ڦهريون ڪارخانو کوليو هو. شهر کي واٽر ورڪس ڪونه هو، ماڻهو کوهن جو پاڻي استعمال ڪندا هئا. غريب آباد ۾ ماڻهن جي سهوليت لاءِ وڏو تلاءُ کوٽرائي پاڻي سان ڀرائي سندس چوطرف وڻ رڪايا ويا، جن هيٺان مسافر ويهندا هئا. وچ تلاءُ ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻيٽ هو جنهن ۾ کجيءَ جا وڻ هئا. هر آرتوار ڏينهن شام جو منڊمون بطيلن تي چڙهي سير ڪرڻ وينديون هيون منظر ٻيٽ جو دلفريب هو. شهر واسي تلاءُ مان مڇيون ماريندا هئا ۽ ڪپڙا ڌوئيندا ۽ وهنجندا هئا پر پوءِ ڪي مجرم، ماڻهن کي ماري تلاءُ ۾ ڦٽو ڪندا هئا. اهڙن وارداتن کي بند ڪرڻ لاءِ سرڪار تلاءُ کي سڪائي پورائي ڇڏيو. سڪي تلاءُ جي اتر اولهائين ڪنڊ تي هر آرتوار شام جو ملاکڙو لڳندو هو. قدر دان پهلوانن کي انعام ڏيندا هئا. هفتيوار ملاکڙو گهڻا ڏينهن جاري رهيو پر پوءِ منتظمين جي مري کپي وڃڻ ڪري ملاکڙو بند ٿي ويو. جتي پوليس هيڊ ڪوارٽر آهي آتي واحد بخش ڀٽي جو باغ هو. سرڪار اها زمين خريد ڪري پوليس هيڊ ڪوارٽر جو ڪم ١٨٩٩ع ۾ شروع ڪرايو جو ١٩٠١ع ۾ ختم ٿيو. سکر لوڪو ورڪشاپ جا مزور ڦهريان

نئين ڳوٺ لڳ چمڙي گدام وٽ جتي ريلوي برج ڪاتي جو اسٽور آهي اتي خانگي جهوپڙين ۾ رهندا هئا. پوءِ ريلوي ڪاتي انهن لاءِ نئين پنڊ ۾ ڪچيون جايون جوڙايون. نئين پنڊ ۽ باگڙجي ڏانهن ويندڙ ريلوي لائين جي وچ واري هنڌ تي شهر جو گند ۽ ڪچرو اڇلائيندا هئا، اتي هڪ انگريز ريلوي عملدار مسٽر ڪنڪ هڪ عظيم‌الشان باغ ٺهرائي مٿس ”فيني گارڊن“ نالو رکيو، جنهن ۾ بيشمار قسمن جا گل ٻاچيون ۽ ميوا ٿيندا هئا، جن جون نوڪريون پرجي هر صبح ريلوي عملدارن کي پهچنديون هيون، ناتال ڏينهن گورا، سنڌمون ۽ پار گڏجي جلسا ڪندا هئا. فني گارڊن ۾ گهمڻ جي اجازت هئي پر گلن ڇنڻ جي منع هئي. باغ ۾ سيلانين جي آسائش لاءِ ولين ۽ گلن سان ڍڪيل سنهن پڻ جڙيل هئا، جن ۾ بئنچون رکيل هيون. باغ حيات علي شاهه ۾ پڻ جون ڪيتيون هيون.

## سکر جون بازارون

سکر جي ڪليڪٽرن مان مسٽر واليس ڇپري واري ٽڪريءَ کي ڪاٽائي واليس گنج بازار تعمير ڪرائي جا اڄ تائين سندس نالي تي مشهور آهي. اهو رستو اڳتي هلي صرافڪي بازار يا بمبئي بازار ڪوٺجڻ ۾ آئي.

مسٽر واليس فريئر روڊ جي اوپرندي واري ٽڪريءَ کي ڪاٽائي، مٿس ميونسپل ۽ سٽي مئجسٽريٽ واري رستي تي پل تعمير ڪرائي. فريئر روڊ سنڌ جي معمار ڪمشنر مسٽر بارٽل فريئر جي نالي تي آهي. هن صاحب سنڌي زبان جو گرامر تيار ڪرائي هن کي تعليمي ۽ سرڪاري زبان جو درجو ڏنو. گهٽو ڪري واپاري هندو هئا تنهنڪري بازارون به سندن نالن تي سڏبيون هيون، جيئن پاپڙڪي بازار، لاڙائي بازار- پاپڙ پنجابي واڻيا هئا ۽ لاڙائي لاڙ جا هندو هئا. واليس گنج ۾ گيهه تيل، گڙ ۽ ناس جا گدام هئا. ڪپڙي بازار ۾ مارواڙي موچين

جون جهوپڙيون هيون، تنهنکري "ماڙيچي" بازار سڏبي هئي. شهر ۾ ناس، گيهه، ڪپڙي ۽ ڪاٺ، چمڙي ۽ پسار جو سامان روزانو لکن روپين جو وڪامندو هو. واپار جي بازار ايترو گرم هئي جو واپاري ڪلدارن ڪي گٺڙ بدران تور ڪري وٺندا هئا. بندر تي ڪاٺ ۽ اناج جون سڏيون هيون، جتان روسي ۽ پٺاڻ واپاري اناج خريد ڪندا هئا. جاين ۾ گردرن ۽ ٽيئرن بدران شهتير ڪتب ايندا هئا. سيٺيون شڪارپور ڪان ڪمانگر ۽ رازا گهرائي جايون ۽ گدام اڏائيندا هئا. شهر جي هيئت نرالي هئي. ميونسپل مسافرخاني ڪان وٺي هاٿوڪي اسٽار هوٽل تائين "راڻي باغ" هو. هندو مسافرخاني واري هنڌ بيل خانو هو. چنيوٽي چمڙي جي واپارين جي جاين واري هنڌ تي "ٻڪرا پڙي" هئي، جتان ڪاسائي ٻڪريون خريد ڪندا هئا. انهيءَ ٻڪرا پڙيءَ جي اوير ۾ هندوستاني ڪاسائن جي ڪچي لين هئي. اهي ڪاسائي فقط رڍن جو گوشت وڪڻندا هئا جو انگريزن جا ٻٽلر خريد ڪندا هئا. اتي ڊبل روٽين جو جهانگير خان جو دڪان هو ۽ اهو سڄي شهر ۾ فقط هڪڙو دڪان هو. جتي غريب آباد پرائمري اسڪول آهي اتي ڳائي گوشت جي مارڪيٽ هئي پوءِ هندن جي اعتراض ڪري ميونسپل گورن جي قبرستان جي آترين ڪنڊ تي نئين ڳائي مارڪيٽ تعمير ڪرائي. سڄي شهر ۾ لمجي چاڙهيءَ تي پير بخش گهڙي ساز جو دڪان هو، مناره ڪان شمس‌آباد ڏانهن ويندڙ رستو گيلاني روڊ سڏبو هو.

سکر ۾ ولايتي سامان جا فقط ٽي دڪان هئا: (١) ريلوي ڪوآپريٽو اسٽور، (٢) سيٺ جان محمد ميمڻ جو فريئر روڊ تي دڪان، (٣) سيٺ حاجي موسيٰ جو دڪان، هاٿوڪي اسٽيڊيم جي لڳ اوپرندي طرف سول يوروپين عملدارن جو جيمخانو ۽ لائبرري هئي، جيمخاني جي اتر اولهندي واري ڪنڊ تي هڪڙي ڪبڙ جي وڻ هيٺان بخاري پير جي قبر هئي جا اڄ به آهي ليڪن پير جي نالي جو پتو نٿو پوي. سول

جيمخانو ١٨٤٣ع ۾ تعمير ٿيو منجهس ٽينس گرائونڊ به هو. هندو واپارين وٽ ڪو دڪان ڪونه هو. سيٺ پارومل جو دڪان گهٽو پوءِ کليو. هاڻوڪي مناري هيٺان اسپتال ۽ سٽي مئجسٽريٽ جي ڪورٽ هئي ۽ هاڻوڪي سئجسٽريٽ جي ڪورٽ سول ڪورٽ هئي ۽ سول ڪورٽ واريون عمارتون فوجي بئرڪون هيون. سنڌ ۾ ڪراچيءَ کان پوءِ سکر ٻيو نمبر وڏو شهر هو، جو شڪارپور جي واپار کي ڇڪي رهيو هو.

## سکر جي وڌندڙ آدمشماريءَ جا انگ اکر:

| سال | آدمشماري | سال | آدمشماري |
|---|---|---|---|
| ١٨٤٤ع | ٤٢،٠٠٠ | ١٨٩١ع | ٢٩،٣٠٢ |
| ١٨٥٨ع | ٨،٠٠٠ | ١٩٠١ع | ٣١،٣١٦ |
| ١٨٧٢ع | ١٣،٣١٨ | ١٩١١ع | ٣٥،٢٩٤ |
| ١٨٨١ع | ٢٧،٣٨٩ | | |

## بولان ريلوي

خيبر لڪ وانگر بولان لڪ به هندوستان جو دروازو آهي پر فرق هي آهي ته خيبر لڪ کي لتاڙيو ته اڳيان پنجاب جي سرزمين اچي ٿي، جتي پاڻي ۽ گاهه جي گهٽائي آهي. بولان لڪ اڳيان ڪڇيءَ جو ڏڪڻو ويران ميدان آهي، جتي ڪوهن تائين نه پاڻي لڀي ٿو نه وري ڪو وڻ ٽڻ نظر اچي ٿو. انهيءَ ڪري فاتح اڪثر خيبر کان آيا. انگريزن ڪوئيٽا ۾ ڇانوڻي وڌي هئي، سندن مرضي هئي ته هن فوجي مرڪز کي جو برصغير جي بچاءَ لاءِ نيزي جي نوڪ وانگي آهي، تنهن کي

ريل رستي لاهور ۽ ڪراچيءَ سان ملائڻ ضروري ڄاتو ويو. اُن باري ۾ قلات جي پوليٽيڪل ايجنٽ ميجر گرين ۽ جيڪب آباد جي ڪمانڊر جنرل جان جيڪب هندوستان جي حڪومت کي سفارش ڪئي ته ريلوي لائين کي بولان لڪ مان لنگهائڻ فوجي نقطھ نظر سان وڏي اهميت جي حامل آهي. خود برٽش حڪومت کي تلخ تجربا ياد هئا، جيڪي برٽش فوجن کي ۱۸۳۹ع ۾ هتان لنگهندي پيش آيا هئا. ۱۸۷۸ع – ۱۸۸۰ع ٻي افغان ويڙهه وقت وائسراءِ لارڊ لٽن، بمبئي جي گورنر سر رچرڊ ٽيمپل کي جيڪب آباد کان سبي تائين ريلوي لائين جي سروي ڪرڻ جو حڪم ڏنو، جيئن جنگ لڳڻ جي حالت ۾ سکر کان فوجي سامان برٽش فوجن کي بولان ۽ خوجڪ لڪن پريان پهچي سگهي.

گورنر پنهنجي سر ۱۸۷۹ع ۾ سروي جو ڪم شروع ڪيو جو ۱۸۸۰ع ۾ پورو ٿيو ۽ ۱۸۸۵ع ۾ ”انڊس اسٽيٽ ريلوي“ جو ڪم بولان لڪ تائين پورو ٿيو. هيءَ ريلوي لائين جيڪب آباد کان براه بولان، ڪوئيٽا ۽ چمن تائين ۲۶۵ ميلن ۾ هئي. وچ ۾ شيلا باغ کان ٽوبا ڪاڪڙ تائين اڍائي ميل ڊگهي خوجڪ سرنگهه مان لنگهي ٿي. هن ڪوئيٽا، پشين ريلوي جو ڪم ۱۸۸۱ع شروع ٿيو ۽ ۱۸۹۱ع ۾ پورو ٿيو. فقط خوجڪ سرنگهه تي ستر لک روپيا خرچ لڳو. ”انڊس اسٽيٽ وئلي ريلوي“ جي ٻي شاخ سبي کان شروع ٿي هرنائي، ڪچلاغ، ڪوسٽ، خنائي کان ٿيندي ڪوئيٽا چمن واري ريلوي لائين سان بوستان ۾ گڏجي ٿي. هن ريلوي لائين کي ”سنڌ- پشين“ ريلوي چون ٿا، جنهن جو ڪم ۱۸۷۹ع ۾ شروع ٿيو ۽ ۱۸۹۲ع ۾ ختم

ٽيو. هن لائين تي ”چپر“ پل فن انجنيرنگ جو حيرت انگيز
ڪارنامو آهي (۱).

## سکر ميونسپالٽي

سکر ميونسپالٽي ۱۸۵٦ع ۾ شروع ٿي، جڏهن شهر جي
آدمشماري ۱۲ هزارن کي قريب پهچڻ تي هئي، انهن ڏينهن
۾ حڪومت شهر واسين مان پاڻ ميمبر چونڊيندي هئي، صدارت
ڪليڪٽر ڪندو هو، جو شڪارپور ۾ رهندو هو، ۱۸۸۳ع
۾ جڏهن سکر ضلعو بنجي ويو تہ ۱۸۸۴ع ۾ پهريون دفعو
شهر واسين کي ميمبر چونڊڻ جو حق ڏنو ويو مگر صدر
ڪليڪٽر ٿيندو هو، راءِ صاحب ديوان پيسو مل ذوقيرام
پهريون شهر واسي هو جو صدارت جي ڪرسيءَ تي ويٺو،
۱۹۱۱ع ۾ شهر واسين کي صدر چونڊڻ جو حق ڏنو ويو ۽
سکر جو مشهور وڪيل ديوان پوچسنگهہ صدر چونڊيو ويو ۽
۱۹۱۴ع تائين صدر رهيو، ۱۹۲۲ع کان ۱۹۲۸ع تائين ٻيو دفعو
صدر ٿيو، ۱۹۳٦ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئي کان ڇڄي ڌار صوبو
ٿيو تہ ديوان پوچسنگهہ سنڌ اسيمبلي جو پهريون اسپيڪر ٿيو،
هو صاحب ميونسپل جنرل لائبرري جو چيئرمين بہ هو.

---

(۱) اسٽينلي زيڊ، اي-ايس-ٽي شيپرڊ: دي انڊين ايئر بوڪ،
ص ٦٠، بمبئي ۱۹۲۷ع.
سر رچرڊ ٽيمپل: مين اينڊ ايونٽس آف ٽائيمس اِن انڊيا،
ص ۴۸۷، لنڊن ۱۸۸۲ع.

نوٽ: تقسيم هند تائين آغا عبدالحميد، عبدالرحمان پيرزادو،
رحيم بخش ميمڻ، پيرزادو عبدالستار ۽ خان بهادر
نظامالدين خان سکر ميونسپالٽي جا وائيس پريزيڊنٽ رهندا آيا.

ديوان صاحب جي چيئرميني جي دور ۾ سکر جنرل لائبريري بيحد ترقي ڪئي، اٽڪل ٥ هزار ڪتاب هر فن تي موجود هئا، ١٩٤٧ع ۾ هندو پاڻ سان بيش بها نسخا ساڻ کڻي ويا، ١٩١٤ع کان ١٩٢٢ع تائين ميان پير بخش سي-آئي-اِي رٽائرڊ ڊپٽي ڪليڪٽر سکر ميونسپالٽي جو صدر ٿيو، ١٩٢٨ع کان ١٩٣٧ع تائين ديوان بهادر ايسر سنگهه پبلڪ پراسيڪيوٽر صدر ٿيو ۽ ١٩٣٨ع کان ١٩٤٧ع تائين مسٽر بسنترام موٽواڻي وڪيل صدر هو، مٿئين بيان مان اوهان معلوم ڪندا ته ١٩١١ع کان ١٩٤٧ع تائين ٣٦ سالن جي ڊگهي عرصي ۾ فقط هڪ دفعو مسلمان صدر ٿيو، باقي سمورو عرصو هندو صدارت جي ڪرسي ماڻيندا رهيا، وٽن علم هو، دولت هئي ۽ اتفاق هو، ازانسواءِ اڪثريت ۾ هئا، تنهنڪري شهر واسين مان فقط هندن کي فائدا پهتا، جن جو ميونسپالٽيءَ تي قبضو رهندو آيو.

## سکر شهر جي بچاءَ لاءِ مورچا تعمير ڪرڻ

١٨٨٤ع ۾ روس وچ ايشيا ۾ آشڪ آباد، پنج ده ۽ ڪرو کي ريلوي لائين سان ڳنڍي تار برقي جو انتظام به ڪيو، جنهن سبب ڪري شملي ۽ لنڊن جي برٽش سياسي حلقن ۾ هل چل پئجي ويئي، انگريزن هندوستان جي اُتر اولهندي وارن سرحدي شهرن کي روس جي حملي جي خوف ڪري بچاءَ لاءِ مورچن سان محفوظ ڪرڻ جو ارادو ڪيو، چنانچه هن رٿا ۾ اٽڪ، راولپنڊي، شير شاهه، ملتان، خيرپور، بهاولپور ۽ سکر شهرن جي چوگرد خندقن تعمير ڪرائڻ جو ڪم شروع ڪيو ۽ اهو وائسراءِ لارڊ لينسڊائون جو زمانو هو، سکر شهر جي چوگرد چار مورچا تعمير ڪيا ويا. (١) سکر پراڻي جي اُتر اولهندي ۾ سکر واهه پرريان، (٢) پير مراد شاهه راهوجن واري رستي جي اولهندي ۾ ٽڪريءَ مٿان، (٣) شهر جي اُتر اولهندي

وارين ٽڪرين تي، (٤) آدم شاهہ ٽڪريءَ مٿان، (٥) سکر بئراج جي اوڀرندي (جيڪا نئين مسجد تعمير ڪئي ويئي آهي آن هنڌ تي هو) اهي مورچا ٻاهران مٽي جي ڍڙن وانگي هئا، جن جي چوگرد پڪين سرن سان مضبوط خندقون جڙيل هيون ۽ ٻاهر سندن چوگرد خاردار لوهي جهنگلا ڏنل هئا، انهن مورچن جي نگراني ڪرڻ لاءِ هڪڙو گورو ملٽري سارجنٽ لوڪو ورڪشاپ جي هڪڙي بنگلي ۾ رهندو هو، سندس ماتحت هڪڙو چوڪيدار روزانو چڪر هڻندو هو، ١٩١٤ع ۾ هوائي جهازن جي وجود ۾ اچڻ ڪري قلعن ۽ مورچن جي اهميت گهٽجي ويئي، تنهنڪري ملٽري کاتي انهن مورچن جي لوهہ، سرن ۽ ڪاٺ کي ڪڍائي نيلام ڪيو، ميان آدم شاهہ شهيد جي مقبره تي وجهڻ لاءِ ١٨٩٠ع ۾ جيڪا بندش پيل هئي سا ١٩١٤ع ۾ هٽائي وئي (١).

## لئنسڊائون پل

"انڊس اسٽيٽ وئلي ريلوي" ۽ "سنڌ پشين ريلوي" لائينن جي ڪلڻ ڪري ڪوٽڙي کي لاهور ۽ ڪراچيءَ سان ڳنڍڻ ضروري فوجي مسئلو هو، ٻيو تہ انڊس فلوٽيلا ڪمپني جي فلائن ۽ جهازن وسيلي ريلوي مال گاڏن کي روهڙي آڻڻ ۽ نيڻ ۾ هڪ تہ وقت ضايع ٿيندو هو ٻيو ڪمپنيءَ کي خرچ ڏيڻو پوندو هو، تنهنڪري سکر ۽ روهڙي وارين درياہ جي شاخن تي لوهي پل تعمير ڪرائڻ جو فيصلو اٿيل هو (٢). پل اڏائڻ جي رٿا ١٨٧٢ع کان حڪومت هند جي زير غور هئي جنهن جي منظوري ١٨٨٣ع ۾ ڏني ويئي، ١٨٨٥ع ۾ انگلنڊ کان مال اچڻ ۾ دير ٿي ويئي، ڪم روڪجي ويو،

---

(١) Marshmar: Abridgement History of India.

(٢) Sindh Historical Journal, VoL.V, January 1941 Karachi, P. 5.

١٨٨٧ع ۾ وري ڪم شروع ٿيو جو ١٨٨٩ع ۾ مڪمل ٿيو، هن پل جا ٻه حصا آهن، روهڙيءَ وارو حصو جو ڪئنچين تي بيٺل آهي ۽ هن جي ڊيگهه ٨٢٠ فوٽ آهي، سکر واري شاخ ٽن ٿنڀن تي بيٺل آهي ۽ ڊيگهه ۾ ٦٠٠ فوٽ آهي، پل جي افتتاحي رسم بمبئيءَ جي گورنر لارڊ ري ادا ڪئي، جنهن لاءِ سکر ميونسپالٽي بکر جي قلعي ۾ وڏو شاميانو جهنڊين سان سينگاريل کوڙيو هو. هن موقعي تي سنڌ جو ڪمشنر مسٽر چارلس پرچرڊ ۽ خيرپور جو والي هزهائنس مسر مير علي مراد خان ۽ هندوستان ۽ پنجاب جي وڏن ماڻهن حاضري ڏني، گورنر تقرير ۾ چيو ته افغانستان سان واپار ترقي ڪندو. پل تي چاليهه لک روپيا خرچ ٿيو ۽ ٺيڪو انگلنڊ جي ڪمپني "ويسٽ ووڊائنڊ ايلي" کي ڏنو ويو ۽ مسٽر رابرٽن انجنيئر جي نگراني هيٺ ڪم هليو، وائسراءِ لارڊ لينسڊائون جي نالي تي پل "لينسڊائون برج" سڏجڻ لڳي، سکر جا ڀاڳ کلي ويا ڇو ته هيءَ پل دنيا جي عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿي تنهنڪري پري پري کان ماڻهو ڏسڻ اچن ٿا، انڊس فلو ٽيلا ڪمپنيءَ جو ڪاروبار ١٨٨٩ع ۾ پل کلڻ کان پوءِ بند ٿي ويو ۽ سکر تجارتي مرڪز بنجي ويو.

## نئين ريلوي اسٽيشن

سکر نئين جو واپار ريلوي لائين ڪري وڌڻ لڳو، سکر جي مرڪزي اسٽيشن جا موجوده مال گدام نئين ريلوي اسٽيشن هئي ۽ بندر واري اسٽيشن کي سکر بندر مال گدام ڪيو ويو. ١٨٩١ع ۾ ريلوي لائين چمن تائين کلي ويئي تنهنڪري هاٿوڪي نئين ريلوي اسٽيشن تعمير ڪئي ويئي ۽ اڳوڻي سکر اسٽيشن کي مال گدام ڪيو ويو، انهن ڏينهن ۾ لوڪو انجڻ شيڊ جيڪب آباد کان تبديل ڪري نئين انجڻ شيڊ سکر کي ڪيو ويو. اسٽيشن پريان لوڪو شيڊ جي ملازمن لاءِ ڪوارٽر تعمير ڪيا ويا،

جنهنڪري سکر جي آدمشماريءَ ۾ اضافو ٿيو ۽ ريلوي ملازمن جي سهوليت لاءِ غريب آباد ۾ هندن نوان دوڪان کوليا.

## سکر شهر جون ١٩ صديءَ جون عمارتون

### اهڙي مسجد

غريب آباد ۾ پٺن جي مسجد آهي، جنهن جي لڳ کوهه به آهي، مسجد جي دروازي مٿان مولانا محمد عظيم صاحب جو مدرسو هو. راقم ابتدائي تعليم هن مسجد ۾ ورتي، قيام پاڪستان کان پوءِ مسجد کي وڌايو ويو ۽ هينئر جامع مسجد آهي ۽ اڳي کان وڌيڪ خوبصورت آهي.

### شيعن جي مسجد

غريب آباد ۾ سکن جي گردواري جي ڏکڻ ۾ شيعن جي هڪڙي ننڍڙي مسجد آهي، قيام پاڪستان کان پوءِ وڌيڪ شاندار نموني سان نئين سر تعمير ڪئي ويئي آهي.

### مولانا عبدالرحمان جي مسجد

هيءَ مسجد سکر شهر جي ڪپڙي بازار جي وچ ۾ مولانا عبدالرحمان صاحب تعمير ڪرائي هئي، علم دينيات ۽ فقه جو صاحب هو. مولوي عبدالرحمان صاحب جو وطن پاڳناڙي هو. ڳوٺ جا ماڻهو ڪڪڙ ويڙهائيندا هئا، ان ڪري لڏي اچي سکر ۾ ويٺا.

### فوجداري

اڳ فوجداري ڪڇين سرن جي هاٿوڪي فوجداري واري هنڌ تي هئي، هاٿوڪي ۾ ماڙ عمارت پوءِ جڙي آهي.

### ورن پوري

هي مندر سکر واهه جي پراڻي مُنهن وٽ هڪڙي هندو ساڌو ٻائيءَ ٻالي تعمير ڪرايو، جنهن ۾ هر وقت اگني ٻرندي هئي، هن مندر جا گهٽائي ٽالا هئا جهڙوڪ: ورن پوري، دريا شاهه،

سري اڏيرو لال جو آستان جو ١٨٩٣ع جي تعمير آهي. هر سال چيٽ ۽ ويساک ۾ ميلو لڳندو هو. سنڌ، بهاولپور ۽ ملتان کان هندو ياترا ڪرڻ ايندا هئا.

## سنڌي اسڪول

انجمن اسلام ١٨٧٦ع ڌاري ليمجي چاڙهي تي کوليو هو جو اڌ صدي قائم رهيو.

## سوامي موتيرام آشرم ۽ پنچائتي ٽلهو

ساڌ ٻيلي جي سامهون ڌوٻي گهاٽ وٽ سکر بندر تي ٽالپرن جي صاحبي ۾ ١٨٢٤ع ۾ سوامي موتيرام ڪبير پنٿي هن هنڌ تي ديرو دمايو هو، سندس ٽين گادي نشين سوامي ڪيشوداس ١٨٨٨ع ۾ عاليشان مندر تعمير ڪرايو هو، شروعات ۾ عمارت معمولي هئي، پوءِ ٻاڙهو پٿر هندوستان کان گهرايو ويو ۽ لڪشمي نارائڻ جي مورتي کڙي ڪئي وئي، مندر اندر کوهه ۽ ساڌن لاءِ ڪمرا جڙيل آهن، سوامي موتيرام صوفي منش غريب پرور هو، پويون گادي نشين ڪشن داس ساکرو هو، ١٩٤٧ع ۾ هندن جي ڀارت لڏي وڃڻ کان پوءِ مهاجرن جا ڪٽنب رهن ٿا، پنچائتي ٽلهو فريئر روڊ ۽ ٽاٽارڪي بازار جي چوسول تي آهي جنهن تي هندو رام ليلا جا ناٽڪ ڪندا هئا.

## سوامي آتم پرساد آشرم

هندو درياه جي پوڄا ڪندا هئا، ان سبب ڪري سمورو بندر ويندي هرهڪ وڻ مندر يا آشرم هو، آتم پرساد آشرم سکر بئراج جي پر ۾ سيٺ ٺهڪڻ داس ١٨٨٨ع ۾ تعمير ڪرايو، ٺهڪڻ داس سوامي آتم پرشاد جو مچيندڙ هو، آشرم اندر ديوتائن جي بتن کان سواءِ هڪ باغيچو به هو، سوامي موصوف ١٩١٨ع ۾ پرلوڪ پڌاري ويو، پويون گادي نشين سوامي سنت پرساد غريب آباد جو هندو هو، جنهن آشرم اندر سنسڪرت پاٺشالا کولي هئي.

## سائين بچل شاھہ

سائين بچل شاھہ ١٨٠٧ع ۾ انڙپور تعلقي جي ڳوٺ مانجهوءَ ۾ ڄائو، سير جي سانگي سکر ڀرسان ڀرڄي بڙاج جي اولهندي ۾ درياھہ جي ڪپ تي ديرو ڄمائي ويٺو، مسلمانن توڙي هندن سان محبت ڪندو هو، هندو اڪثر سندس معتقد هئا. ١٩٠١ع ۾ وفات ڪيائين ۽ رهائش واري هنڌ تي دفنايو ويو، هندن مٿس مقبرو اڏايو ۽ مقبري جي چوگرد باغ آهي، هندو هر سال عرس وڏي ڌام ڌوم سان ملهائيندا هئا، هيئنر اتي ڳوٺ ٻڌجي ويو آهي، جو سندس نالي تي "بچل شاھہ" سڏجي ٿو، هو روهڙي واري بيدل جو همعصر هو.

## سکر ۾ پهريون انگريزي اسڪول

١٨٥٩ع ڌاري ميونسپل هال ۾ ڇهن درجن وارو انگريزي اسڪول کوليو ويو. پوءِ هاڻوڪي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۽ اورينٽل ڪاليج واري بلڊنگ ۾ جا اڳ ملٽري ڪاتي جي هئي، ميونسپل اينگلوورنيڪيولر ڇهن درجن وارو اسڪول کوليو ويو هيڊ ماسٽر مسٽر بهار سنگهہ خيرپوري هو. ١٩١١ع ۾ هن کي ميونسپل هاءِ اسڪول ڪيو ويو ۽ مسٽر هيرانند روهڙي واري کي هيڊ ماسٽر ڪيو ويو جو ٣٧ ورهيہ مٿين عهدي تي فائز رهيو. راقم هن اسڪول ۾ پڙهيو هو. مسٽر هيرانند پارسيءَ جو ماهر هو ۽ پارسي بيت جوڙيندو هو. ١٩٢٠ع ۾ مٿس تلڪ هاءِ اسڪول نالو رکيو ويو هو.

## سينٽ سؤيٿرڊيول

مئجسٽريٽ جي ڪورٽ جي اوڀرندي ۾، ڪوئينس روڊ جي منهن تي پروٽيسٽنٽ فرقي وارن لاءِ لينسڊائون پل جوڙيندڙ انجنيئر مسٽر ايف-ايف رابرٽسن ١٨٨١ع ۾ تعمير ڪرائي، ديول جي ڪتبي مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ ديول ميجر جنرل آنربل جان رامسي جي ننڍي پٽ ڊيوڊ رامسي جي يادگيري لاءِ تعمير ڪرائي وئي جو ٣٧ نمبر بنگال ريجمينٽ ۾ ليفٽيننٽ هو ۽

١٨٣٩ع ۾ پهرين افغان ويڙهه ۾ مارجي ويو هو. پاڪستان کان پوءِ سينٽ سوئيڊر اسڪول کوليو ويو آهي. پروٽيسٽنٽ فرقي وارن جو هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ آهي، وٽن تبليغ ۽ نشر ۽ اشاعت لاءِ ”بائيبل سوسائٽي“ آهي.

## سينٽ ميري ڊيول

هاٿوڪي نيشنل بئنڪ پاڪستان جي سامهون، عيدگاهه جي پر ۾ رومن ڪئٿولڪ فرقي جي عيسائن جي ديول آهي جا ١٨٨٥ع ۾ تعمير ٿي. ديول جي اڳيان ماٺهوءَ جي قد جيترو سنگ مرمر جو بت هڪ چبوتري تي بيٺل آهي. ورهاڱي کان پوءِ سينٽ ميري اسڪول کي هاءِ اسڪول ڪيو ويو. هتي وڏن ماڻهن جا ٻار تعليم وٺن ٿا. فيون بلڪل ڳريون آهن. اڳ اسڪول جي شاگردن کي هر روز بائيبل جو سبق ڏنو ويندو هو، پر ايوبي حڪومت سڀني ديولن جي پادرين کي حڪم ڏنو آهي ته اسلامي تعليم ڏين. رومن ڪئٿولڪ وارن جو هيڊ ڪوارٽر بمبئيءَ ۾ آهي. ١٩٤٦ع تائين شاگرد سينئر ڪئمبرج امتحان ڏيندا هئا. ١٩٤٨ع ۾ سنڌ يونيورسٽي سان لاڳو ٿي ويو.

## زنانه مشن اسپتال

هن زنانه مشن اسپتال جو نالو ”اليگزينڊرا“ آهي ۽ چرچ آف انگلينڊ جي زيرسايه آهي، جنهن جو بنياد ١٨٨٨ع ۾ رکيو ويو ۽ ڪچي عمارت هئي، پوءِ ٻه ماڙ پڪ سري عمارت جوڙائي ويئي. بيمار عورتن جي دوا ۽ آپريشن ڪرڻ جو انتظام تجربيڪار

---

نوٽ: ١٩٥٧ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول کي وڏائي اچا وڏيڪ جايون تعمير ڪيون ويون آهن، ١٨٥٣ع ۾ سنڌ جي شهرن ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ ٽي انگريزي اسڪول کوليا ويا، ١٨٦٥ع ۾ سڄي سنڌ ۾ ٤ هاءِ اسڪول ٣ مڊل اسڪول ڇاونجاهه پرائمري اسڪول هئا، سنڌي ماستر جو پگهار ماهوار ڏهه روپيا هو.

ڊاڪٽرائين جي حوالي آهي پر فيون ۽ رهائش جا خرچ ايڏا وڏا آهن، جو فقط مالدار ماڻهو فائدو پرائين ٿا. اسپتال جي پڊ ۾ هڪ ننڍڙي ديول آهي ۽ سامهون ٽڪريءَ تي عيسائي مشنري جي جاءِ آهي. عيسائيت جي تبليغ لاءِ بہ اسپتال جي سامهون ننڍڙو دفتر آهي. عيسائيت تي ڪتاب مستا وڪامن ٿا.

## وڪٽوريا جوبلي ٽيڪنيڪل اسڪول

سکر جو هي هنري اسڪول ١٨٩٤ع ۾ لوڪل فنڊ مان تعمير ڪيو ويو. اسڪول ۾ شاگردن کي تعليم سان گڏ واڍڪو، لوهارڪو ۽ ڍلائي، خراد جو ڪم سيکاريو ويو. قيام پاڪستان کان پوءِ بيروني امداد ڪري ”پاڪستان انڊسٽريل ڊولپمينٽ“ کاتي طرفان نين مشينن ۽ ڪيمائي هنرن ڪري اسڪول وڌيڪ ترقي ڪئي آهي.

## موزئنڪ لاج

عيدگاه لڳ اسٽيشن روڊ تي آهي. انگريزي دور ۾ هن کي ”فري مسينري لاج“ چوندا هئا. في ميمبر کي داخلا لاءِ ۵ سؤ روپيا ڏيڻا پوندا هئا ۽ ميمبرن کي سڃاڻپ لاءِ لاج طرفان هڪ منڊي نشاني طور ملندي هئي، جنهن جي ٽڪ تي گونيا مٿان ڪمپاس اڪريل هئا. لاج جي عمارت ١٨٦٤ع ۾ تعمير ٿي، انگريزي راڄ ۾ وڏا وڏا ماڻهو شوق سان ميمبر ٿيندا هئا. پاڪستان نمودار ٿيڻ کان پوءِ ميمبري جي مقبوليت سرد پئجي ويئي.

## مهراڻ جي ماپ جو انتظام

سنڌو ندي هر سال پاڻ سان لکين مڻ رائو آڻي ڪري، سندس پيٽ جي سطح مٿي ٿيندي ٿي وڃي. ان ڪري انگريزن ضروري ڄاتو تہ مهراڻ جي چڙهه جو رڪارڊ قائم ڪيو وڃي ۽ پاڻيءَ جي ماپ لاءِ ١٨٤٨ع ۾ بکر ۾ گيج قائم ڪيو ويو

۽ ١٨٩٨ع ۾ دين پيلي ۾ گيج لڳايا ويا. گيجن لڳائڻ کان پوءِ آبڪلانيءَ جي منڊ ۾ انڪ کان وٺي ڪوڙي تائين عوام کي اخبارن وسيلي مهراڻ جي مستين جي خبر پوي ٿي.

## يورپين جيم خانا

١٨٤٣ع سول عملدارن جو يورپين جيم خانو جاري ٿيو ۽ ١٨٨٣ع ۾ ريلوي انسٽيٽيوٽ تعمير ٿيو. مهراڻ جا ٻئي ڪپ هيٺيانهين تي آهن ۽ سندن زمين بہ سخت ناهي جنهنڪري هن صوبي کي وقت بوقت آبڪلانيءَ ڪري نقصان پهچندو رهيو ۽ بئراج پوڻ کان پوءِ ١٩٣٥ع، ١٩٤٢ع، ١٩٤٨ع ۽ ١٩٥٥ع ڏاري. ١٩٢٩ع کان پوءِ پنج دفعا صوبي کي نقصان پهتو. ١٩٤٨ع ۾ تہ ليٽ جو پاڻي لاڙڪاڻي تائين پهتو هو. انڪل هڪ لک پنجاه هزار ڏن چانورن جي پوک کي نقصان پهتو. ١٩٦١ع ۾ سکر کان ٢٢ ميلن جي فاصلي تي چمن گوٺ وٽ بند کي درياھ ڪائي ويو. خوف کان شڪارپور جا گهڻائي شهرواسي شهر خالي ڪري ويا پر عوام ۽ انجنيئرن همت ڪري بند کي بچائي ورتو. ١٩٠١ع کان ١٩٣٠ع تائين "اندس رور ڪميشن" جيڪا رپورٽ پيش ڪئي، تنهن ۾ ڏيکاريل هو تہ مهراڻ لکها مڻ واري پنهنجي وهڪري سان گڏ آڻي ٿي، ۽ هڪڙي ڏينهن ۾ ڏهہ لک ڏن واري سمنڊ ۾ اڇلائي ٿي.

## واٽر ورڪس

سکر جي شهرواسين کي صاف پاڻي پهچائڻ لاءِ ١٨٩٦ع ۾ سکر پراڻي جي پر واري ٽڪري تي پڪ سري ٽانڪي ميونسپل تعمير ڪرائي ۽ پاڻي چڪڻ واري مشين ڏوبي گهاٽ وٽ لڳائي وئي. شهر جي آدمشماري ۾ اضافي ٿيڻ ڪري مسٽر بسنت رام جي صدارت ۾ هڪ نئين پڪ سري ٽانڪي مسٽر آهوجا انجنيئر تعمير ڪئي. هينئر وري آدمشماري وڌڻ ڪري پاڻيءَ جو سوال ميونسپل کي درپيش آهي. ٻن ٽانڪين

جو پاڻي شهر جي وڌندڙ آدمشماري لاءِ ناڪافي آهي. جيتوڻيڪ آدمشاهه جي ٽڪري وٽ هڪ واٽر ورڪس ٽيوب ويل سسٽم تہ تيار ٿيو آهي تہ بہ مسئلو حل ٿي نہ سگهيو آهي.

## ڊرينيج سسٽم

شهر جي گندي پاڻي جي نيڪال لاءِ ١٨٩٦ع ۾ زير زمين ڊرينج سسٽم جو ميونسپل انتظام ڪيو ۽ مياڻي روڊ تي هڪ مشين گندي پاڻيءَ کي ڇڪڻ ۽ درياءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ لڳائي وئي. ان تي پنجاهہ لک روپيا خرچ ايندو.

## نرسامل جيم خانو

هندن پنهنجي تفريح لاءِ انگريزن کي ڏسي پاڻ لاءِ جيم خانا تعمير ڪرايا. ١٨٩٩ع ۾ سکر پراڻي جي سيٺ نرسامل، جو وڏو ٺيڪيدار هو ۽ بنگال تائين ٺيڪا کڻندو هو، تنهن ريلوي انسٽيٽيوٽ جي پرسان پنهنجي نالي تي جيم خانو تعمير ڪرايو، جنهن ۾ ٽينس جو بہ انتظام هو. سيٺ موصوف ١٩١٤ع ۾ پر لوڪ پڌاريو. قيام پاڪستان کان پوءِ مسلمانن متس "همايون جيم خانہ" نالو رکيو.

## سول اسپتال

فريڪ هيل تي فوجي بئرڪن مان هڪ بئرڪ کي سول اسپتال ۾ ١٨٨٠ع ۾ تبديل ڪيو ويو. ميجر باڪلي ۽ خانبهادر پٽيگورا هر دل عزيز سول سرجن ٿي گذريا آهن. قيام پاڪستان کان پوءِ سنڌ جي گورنر ملڪ دين محمد نئين اسپتال جو سنگ بنياد رکيو. نئين سول اسپتال ساڳيءَ هنڌ تي ويهن لکن روپين جي لاڳت سان تعمير ٿي ۽ عملي لاءِ نوان ڪوارٽر تعمير ڪيا ويا. اسپتال جي سامهون سبز پارڪ هن عمارت جي حسن کي دوبالا ڪري ٿو.

## گهاڙ بنگلو

فربک هيل جي اولهائين ڏاڪڻي ڪنڊ تي، ريسٽ هائوس جي وڏي عمارت آهي جا نظاريدار هنڌ تي آهي.

## سرڪٽ هائوس

واٽر ورڪس واريءَ ٽڪريءَ جي لڳ اوڀرندي طرف هڪ نظاريدار هنڌ تي بنگلو آهي. نئون سرڪٽ هائوس بئراج ڪالوني ۾ ١٩٣٢ع ۾ تعمير ڪيو ويو.

## امپيريل بئنڪ آف انڊيا

پهرين بئنڪ امپيرل بئنڪ آف انڊيا جو دفتر پاور هائوس جي اوڀرندي ۾ ٽڪريءَ تي کوليو ويو. اها عمارت هڪ ميمڻ سيٺ جي هئي. پوءِ هن بئنڪ جي آفيس سينٽ ميري اسڪول جي پرسان کولي وئي ۽ قيام پاڪستان کان پوءِ مٿس ”نيشنل بئنڪ آف پاڪستان“ نالو رکيو ويو.

## ريلوي اردو انگريزي اسڪول

لمجي چاڙهيءَ تي گل بوڪ ڊيپو دڪان جي سامهون هڪ احاطي اندر ريلوي جي پنجابي ملازمن جي ٻارن جي سهوليت لاءِ ١٨٨٢ع ۾ کوليو ويو. انهيءَ احاطي اندر ماستر جيٺومل جو سنڌي ناگري اسڪول به هو.

١٩٢٢ع ۾ نئون ريلوي اسڪول اسٽيشن روڊ تي کوليو ويو. قيام پاڪستان کان پوءِ اسڪول هاءِ اسڪول ٿيو ۽ ماستر عبدالرب صاحب جي ڪوشش سان هي اسڪول ترقي ڪري رهيو آهي ۽ عمارت کي به وڌايو ويو آهي. تاهم شاگردن جو تعداد وڌڻ ڪري ريلوي انسٽيٽيوٽ جي ڪن حصن ۾ ڪلاس کوليا ويا آهن.

## سنڌي اسڪول فارمين

مناري معصوم شاهه جي هيٺان ١٨٥٨ع ۾ کوليو ويو. هن اسڪول جي ماسترن مان فقير محمد قريشي، شيخ حبيب الله،

ميان قنبر علي شاهہ، ماستر عبدالله، محمد اسحاق ۽ ماستر هوتچند نامور اُستاد هئا. راقم وٽن تعليم ورتي هئي.

## سنڌي اسڪول سکر پراڻو

١٨٧٤ع ۾ سکر پراڻي ۾ سنڌي اسڪول چئن درجن وارو کوليو ويو.

## هندو گرلس اسڪول

١٨٨٧ع ۾ بندر روڊ تي هندو ڇوڪرين لاءِ هڪ هندو مخير عورت ڪاڪي ٻائي پيمنداس کوليو. هندو ڇوڪرين جو هي پهريون اسڪول هو.

## غريب آباد گرلس اسڪول

ميونسپالٽي ساڳي وقت غريب آباد ۾ مسلمان ڇوڪرين لاءِ سنڌي اسڪول کوليو، هيڊ مسٽريس "بيگم" مغل نهايت قابل هئي ۽ تعليم ڪاتي جا عملدار محترمہ بيگم صاحبہ جي بيحد عزت ڪندا هئا. مسلمان ڇوڪرين جو پهريون اسڪول هو.

## ميونسپل مسافرخانو

ٽاور وٽ ١٨٨٠ع ۾ سکر ميونسپالٽي مسافرن جي سهولت لاءِ تعمير ڪرايو.

## وڪٽوريا مارڪيٽ

سکر جي هي مارڪيٽ ١٨٨٣ع ۾ راڻي وڪٽوريا جي نالي تي تعمير ڪرائي وئي. ڏاکڻي پاسي قاسائين جا دوڪان ۽ اترين طرف ڀاڄين ۽ ميون جا دوڪان هئا. مڇي مارڪيٽ ڌار هئي. پوءِ مڇي مارڪيٽ ۾ گهَٽ ۽ کنڊ جا دوڪان کوليا ويا ۽ ميوي ۽ ڀاڄين وارن کي ٻاهر ڪڍي مڇيءَ جا دوڪان وڪٽوريا مارڪيٽ اندر تبديل ڪيا ويا. وڪٽوريا مارڪيٽ

جي وچ ۾ چار فوٽ ڦٽر جو ٿلهو جڙيل هو جو پوءِ ڊاٿو ويو. ميان سبحان علي شاهه مارڪيٽ انسپيڪٽر هو، جو هر روز مارڪيٽ جون شيون تپاسيندو هو. سينيٽري انسپيڪٽر مارڪر صفائي جاچيندو هو، بدن ۾ ايترو ٿلهو هو جو ٽانگي تي چڙهي گهمندو هو. شهر واسي کيس ”باڪس صاحب“ چوندا هئا. مارڪيٽ جي اوڀرندي واري ورانڊي جي هڪڙي حصي ۾ شربت وارا ۽ ٻي حصي ۾ عريضي نويسن جا دوڪان هئا.

## ميونسپل اسپتال

مناري هيٺان ١٨٥٩ع ۾ کولي وئي. واردن جو بہ بندوبست ڪيل آهي. اوائلي ڊاڪٽرن مان ڊاڪٽر بينجامن نالو ڪڍيو. هينئر ڊاڪٽر احسان صاحب چڱو نالو ڪڍيو آهي. هن اسپتال جو نالو غوث علي شاهه هو.

## سڌار سڀا

هندو جاتي جي سڌاري لاءِ ١٨٩٥ع ۾ مسٽر گوڪلداس گرداسمل برپا ڪئي. سڀا پاران ”راتڙي پاٺشالا“ (نائيٽ اسڪول) جاري ڪيو ويو. ١٨٩٧ع ۾ ”گوڪلداس ڪنيا پاٺشالا“ بندر تي تعمير ڪرائي وئي. ان کان سواءِ بندر روڊ تي ٽيئون مل ڏيپچند لائبرري کولي وئي. ويهين صديءَ ۾ سڀائن ۾ اضافو ٿيو.

## خيرپور هائوس

جتي جي-بي منگهارام عظيم عمارت آهي، اتي خيرپور هائوس رياست خيرپور جو بنگلو هو. سکر جو ڪليڪٽر سابق رياست جو ريزيڊنٽ بہ هو، تنهنڪري خيرپور هائوس تعمير ڪرايو ويو. بنگلي جي نظرداري جلندر خان نالي پٺاڻ چوڪيدار ڪندو هو. بنگلي جي ڏکڻ ۾ همت سنگهه وڪيل جو بنگلو هو. هي بنگلو جي-بي منگهارام خريد ڪري هاڻوڪي عمارت تعمير ڪرائي.

## ١٩ صديءَ ۾ سکر جون اخبارون

### روزانه آفتاب

١٩ صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ مسلمانن اڳيان گهڻائي سماجي ۽ سياسي مسئلا درپيش هئا، سکر جي مسلمانن جي بيداري ۽ جائز حقن جي پرداخت ڪرڻ لاءِ شهر جي مخير مسلمانن مان سيٺ حاجي احمد ميمڻ ٺيڪيدار پريس گهرائي فريئر روڊ تي سنڌي روزانه اخبار "آفتاب" جاري ڪئي جا ١٨٩٥ع ۾ طلوع ٿيڻ سان ڪارگر ثابت ٿي. خوش قسمتيءَ سان اخبار جو ايڊيٽر سنڌ جو مشهور اديب ميان شمس الدين متخلص "بلبل" هو، جنهن کي ظرافت ڪري اهلِ نظر سنڌ جو مولانا اڪبر آبادي چوندا هئا. بلبلِ سنڌ جي تعريف لاءِ مولانا حڪيم فتح محمد صاحب جو هت هڪ غزل پيش ڪيون ٿا:

شمس الدين بلبل جو هے شيرين مقال
سندھ مين شاعـر ہے عالی مرتبه
ہے ایڈیٹر "آفتاب سندھ" کا
جلوه گر جسکا سخن ہے همچو مه
پرچه "الحق" ہوا ہے اور بهي
حضرتِ بلبل کی اب زیرِ نگه
کهدو يوں سالِ تقریظ صغیر
روشن الحق آفتابِ دین ہے وه(١).

---

(١) ڪريم بخش خالد: سنڌي صحافت ص ١٢٢-١٢٣ حبيب پرنٽنگ پريس ١٩٥٥ع-

نوٽ: سڌار سڀا جو پايو وجهندڙ مسٽر گوڪلداس ١٨٦٤ع ۾ ڄائو ۽ ريلوي لوڪو ورڪشاپ ۾ مزور ڀرتي ٿيو ڪم سکڻ کان پوءِ وڪٽوريا هنري اسڪول جو سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو. ١٨٩٥ع واري پليگ ۾ مئو.

## روزانہ سنڌي

شڪارپور جي هڪ هندو سماجي ڪارڪن مسٽر ويرومل بيگراج، فريئر روڊ تي ڇاپخانو کولي سنڌي زبان ۾ روزانہ ۱۹۰۶ع ۾ ”سنڌي“ اخبار جاري ڪئي. هن اخبار بہ چڱا واڄٽ وڄايا ۽ تقسيم هند تائين جاري رهي. مسٽر ويرومل ڪٽر ڪانگريسي هو پر هندوستان ڪونہ لڏي ويو ۽ پنهنجي وطن شڪارپور ۾ سرڳواسي ٿيو.

## سکر جا اوائلي ڪتبخانا

سکر ۾ فقط هڪڙو ڪتبخانو ماستر هريسنگهہ جو هو. ڪتاب گهڻو ڪري ليٿو پريس ۾ ڇپبا هئا. ڪاتب لکندا هئا ۽ سندن لکٿيون لاهور، آگره ۽ بمبئي جي پريسن مان شايع ٿينديون هيون. ماستر ميان قنبر علي شاهہ معصومي سنڌ جو بهترين ڪاتب هو. ۱۹ صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ سنڌ ۾ بہ ڪتب فروش مشهور هئا. مسٽر هريسنگهہ سکر ۾ ۽ مسٽر پوڪرداس شڪارپور ۾، حيدرآباد ۾ بہ، سندس ايجنسي هئي. ۱۹۰۰ع ۾ شاهہ جو رسالو ٽائيپ ۾ بمبئي مان شايع ٿيو. آفتاب ۽ سنڌي، ٽائيپ ۾ ڇپبيون هيون. اوائلي ڪتاب مرزا علي قلي بيگ جو رسالو ”سچل“، ڪليات علي نواز علوي، تاريخ معصومي ننديرام سيوهاڻي، ديوان گل سمورا ليٿو ۾ ڇپيل هئا.

سيٺ جان محمد ميمڻ جي دڪان مان اسلامي ديني ڪتاب، قرآن شريف ۽ ٻيا ڪتاب وڪامندا هئا ۽ اهي بمبئيءَ مان سيٺ صاحب گهرائيندو هو.

## سکر ۾ پهرين پليگ ۱۸۹۵ع

۱۸۹۵ع ۾ ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر ۾ پليگ پئي، جنهن ۾ هزارين ماڻهو مئا. شهر جي ڪنهن گهر ۾ ڪنهن ياتيءَ کي پليگ جي ڦوڙهي نڪرندي هئي تہ ٻيا ياتي خوف کان بيمار کي گهر ۾ ڇڏي ڪري ٻاهران قفل هڻي ويندا هئا.

ڊاڪٽر تالا ڀڃائي ان گهر جو سمورو اسباب ڊوئي ساڙائي ڇڏيندا هئا. هن پليگ ۾ سکر جي زنده ولي مولانا عبدالرحمان صاحب وفات ڪئي. اهو ڪليڪٽر ميفيو جو زمانو هو.

## روزانہ الحق اخبار

سال ١٩٠٠ع ۾ سکر جي ڊپٽي ڪليڪٽر سردار محمد يعقوب جي صلاح سان شيخ بابو سليمان صاحب روزانہ الحق اخبار سنڌيءَ ۾ جاري ڪئي. الحق پريس هاٿوڪي ماڊل هاءِ اسڪول جي سامهون هئي. اخبار جي انگريزي حصي کي مسٽر علي محمد بارائٽ لا ايڊٽ ڪندو هو. ١٩٠١ع ۾ الحق کي شيخ محمد سليمان جو وڏو پٽ حيدرآباد کڻي ويو.

## ١٩ صدي ۾ شين جا اگهہ

ڪڻڪ في مڻ سوا روپيو ١٩٦٣ع ۾ ساڍا ١٧ روپيا
گڙ في مڻ ڏهہ آنا - سوا روپيو ١٩٦٣ع ۾ في سير روپيو
اڇي کنڊ جاوا في روپيو ڇهہ سير ١٩٦٣ع ۾ ١ روپيو ٢ آنا في سير
ڪڪڙ في روپيو آٺ ڪُونئن ۾ ڏهہ
في بيضو هڪ پئسو ١٩٦٣ع ۾ ٣ آنہ
عمدو ولايتي لٺو في روپيو چار گز ١٩٦٣ع ۾ في گز ٢ روپيا
گوشت ٻڪري في سير ٽي آنا ١٩٦٣ع ۾ اڍائي روپيا
گيهہ في سير ٻارهن آنا ١٩٦٣ع ۾ ساڍا ڇهہ روپيا
بافتو في روپيہ آٺ گز ١٩٦٣ع ۾ في گز سوا روپيو
سون في تولو ١٨ روپيا بعد ٢٢ روپيا
بصر في مڻ چار آنا ١٩٦٣ع ۾ ٨ آنا في سير
ترڪاري في سير هڪ پئسو ١٩٦٣ع ۾ هڪ روپيو
شربت عمدو مفرح في گلاس هڪ پئسو ١٩٦٣ع ۾ ٦ آنا
فالودو في پيالو هڪ پئسو
ڪمند عمدو في ڇڙي هڪ پئسو ١٩٦٣ع ۾ ٤ آني في سير
ڪتل في سير هڪ آنو ١٩٦٣ع ۾ هڪ روپيو

انگريزي اشرفي (في گني جي قيمت ١٥ روپيا)
ماهيو کير في سير ڇهه پئسا ١٩٦٣ع ۾ ١٢ آنا في سير
سگريٽ ڪئنچي ماچيس سميت ٻه پئسا (في پئڪيٽ)
ڪاربولڪ عمدو في ڇڪي هڪ آنو
ملتاني ڪپڙن ڌوئڻ جو صابڻ في روپيو اڍائي سير
چانور سگداسي عمدا في من اڍائي روپيا يا ٽي، ١٩٦٣ع ۾ مارڪيٽ مان غائب
عمدو ريشمي رئو في داڻو پنج روپيا
وسڪي جان ڪرابي في بوتل سوا روپيو. ١٩٦٣ع ۾ ٦٣ روپيا
عمدو چيني جو ولايتي ڪوپ ساسر آسٽريا جو جڙيل ٻه آنا ١٩٦٣ع ۾ ولايتي في ڪوپ ساسر ٣ روپيا
مزور کي روزانو مزوري ٤ آنا. ١٩٦٣ع ۾ ٣ روپيا
ڪاريگر رازي کي روز هڪ روپيو. ١٩٦٣ع ۾ آٺ روپيا
سپاهي جو پگهار ماهوار ست روپيا. ١٩٦٣ع ۾ ست رپيا
سرڪاري ڪارخانن ۾ ڪاريگر کي روز هڪ روپيو ٻه آنا ١٩٦٣ع ۾ ست روپيا
١٩٦٣ع ۾ سون جي في تولي جي قيمت ١٣٠ هڪ سؤ ٽيهه روپيا اهو به تيزابي سون.

## عوام جي پوشاڪ

هن دور ۾ جيڪو ديسي، ڪوٽ پتلون پائيندو هو، تنهن کي ڪرستان چوندا هئا. شرفا مسلمان بافتو استعمال ڪندا هئا. غريب غربو نير ۾ ٻڏل ڪپڙا پائيندا هئا. ڌوتل ململ جو پٽڪو چولو، سلوار، پٺن تي چادر يا اجرڪ. شرفا سلوار بدران "چرٽو" استعمال ڪندا هئا. چرٽي جا پانچا گهٽو ويڪرا هئا. جيئن اڄ ڪلهه غرارو زالون پائين ٿيون. مرد پٽڪي جو طرو پٺيان لڙڪائيندا هئا. ڏاڙهي ۽ ٻتوٹان وارر ڪائڻ جو عام رواج هو. ڏاڙهي ڪوڙائڻ عيب هو. پڙهيل گهٽو ڪري

ڪاري پرميٽي جو ڪوٽ پائيندا هئا. وڏيڪ تعليم يافته عملدار قسم جا مسلمان پٽڪي جو طرو ڪونه ڇڏيندا هئا. شيرواڻين وانگي گوڏن تائين ڪوٽ اڪثر ڪاري رنگ جو ۽ بوٽ به پائيندا هئا. ڏاڙهين کي خضاب يا ميندي سان رڱڻ جو رواج هو. مسلمان خواتين ڇيٽ، سوسي، گربي، چڪن، آڻ ڦلڙي ڪپڙا استعمال ڪنديون هيون. شرفائن جون زالون سفيد برقعو ڍڪي ٻاهر نڪرنديون هيون. ترڪي ڪارن برقعن جو رواج پهرين عالمگير جنگ کان به پوءِ پيو. هڪ گل يا ٽِن گلن واريون زالون جتيون پائينديون هيون. نٿ، بولو، پنڙا، ڪٽ مال، طوق، ڪڙيون ويندي پيرن تائين منڊيون ۽ پازيب ۽ جهانجهرا زالن جا مقبول زيور هئا. هندو عورتون گهٽو ڪري سڀ پڙا پائينديون هيون ۽ نڪ ۾ سونو ننڍڙو بلڙو ٻن سفيد موتين ۽ هڪ لعل سان پائڻ سهاڳ جي نشاني هئي. ديوانن جون زالون چادر ڍڪي ٻاهر نڪرنديون هيون. وڪيل يا ٻيا عملدار ڪوٽ پتلون ٽوپي ديسيءَ سان پائيندا هئا. ديوان پوچسنگهه پهلاجاڻي ميراڻي ڏگهي ٽوپي پائيندو هو. وري جڏهن هندن ۾ تعليم پکڙجي ويئي ته ڌوتين بدران پاجاما پائڻ لڳا ۽ زالون به پاجاما پائڻ لڳيون. واڻيا، بقال هميشه ڌوتيون ٻڌندا هئا. مٿن سان پڳڙيون سفيد ۽ شڪارپوري ڳاڙهيون پائيندا هئا. ڪن واڻين کي ڪنن ۾ سون جا وڏا والا پاتل هوندا هئا. ٻاهر نڪرڻ وقت ڳچيءَ ۾ انگوڇو ويڙهي نڪرندا هئا. ڪي انگرکا به پائيندا هئا. ميرزا قليچ بيگ صاحب جي ڪتاب ”يادگيريون“ ۾ چڱي روشني ڏنل آهي.

# باب ٻارهون

## سکر ويهين صديءَ ۾

### پوليس انجمن

۱۹۰۴ع ۾ سکر هيڊ ڪوارٽر پوليس انجمن، چندا گڏ ڪري سنڌڪي تلاءَ ۾ منارن واري مسجد تعمير ڪرائي.

### سکر پراڻي ۾ انگريزي اسڪول

۱۹۰۳ع ۾ سکر پراڻي ۾ مئونس انگريزي اسڪول کوليو، هينئر آتي نئون هاءِ اسڪول آهي.

### گئوشالا

درياهه جي ڪپ تي هڪ ڳئون ڳهت سيٺ ٻالچند ۱۹۰۹ع ۾ تعمير ڪرايو، جتي ڳئون جي پرورش ڪرڻ کان سواءِ سندن علاج ڪرڻ جو بندوبست ڪيل هو. ساڌ ٻيلي جو مهنت نگراني ڪندو هو. هينئر آتي مهاجرن لاءِ ڪالوني ٺهيل آهي.

### ڊسٽرڪٽ جيل

سول ڪورٽ پٺيان ۱۹۰۶ع ۾ ۲،۲۴،۸۴۳ روپين جي لاڳت سان ڊسٽرڪٽ جيل جي قلعي نما عمارت تعمير ٿي.

### سوامي آچل پرساد آشرم

ساڌ ٻيلي جي سامهون درياءَ جي ڪاٻي ڪپ تي سيٺ دولترام پرين واري ۱۹۱۲ع ۾ پنهنجي دوست سوامي آچل پرساد لاءِ جوڙائي مٺس "تپوبن" نالو رکيو. سوامي آچل پرساد جو

اصل نالو لکيمر داس، لقمان جو ويٺل وڏو سيٺ هو، جنهن جون مڇيءَ سنڌ ۾ واپاري ڪوٺيون هيون، پوءِ سڀ ڪجهہ گهرٻار سميت ترڪ ڪري تيرٿن جي ياترا ڪرڻ ويو ۽ ڪجهہ وقت ڪاشيءَ ۾ رهيو ۽ موٽڻ بعد هن آشرم ۾ رهڻ لڳو، ساڌ ٻيلي جي مهنت جي نگراني ۾ هو. ۱۹۴۷ع ۾ هندن جي لڏي وڃڻ کان پوءِ ماٺهو تپوبن جون سرون بہ ڪڍي کڻي ويا.

## راجا وير

آدم شاهہ شهيد جي مزار تي مسلمانن جي اچڻ کي ڏسي، هندن ٽڪريءَ هيٺان ريلوي لوڪو ورڪشاپ جي ديوار جي پر ۾ مندر جوڙائي هڻلايو تہ راجا وڪرم جو آستان آهي. راجا وير تي هر چنڊ رات ميلا لڳندا هئا. ۱۹۴۷ع ۾ لڏ پلاڻ ڪري راجا وير اڄ صفا ويران آهي.

## گولي مار

۱۹ صدي جي پڇاڙيءَ ۾ ڏکڻ آفريڪا ۾ بوئرن (ڊچن) ۽ انگريزن جي ويڙهہ ۾ انگريزن جي سوڀ ٿي، جنگ جي خاتمي کان پوءِ جنرل رابرٽ انگريزي فوجن کي رائيفل ٽريننگ لاءِ حڪم ڏنو، تنهنڪري سکر جي ريلوي کاتي ۾ جيڪي گورا ملازم فوج ۾ والنٽئر هئا، تن کي رائيفل سکيا ڏيڻ لاءِ سکر ريلوي اسٽيشن جي اُتر ۾ مٽيءَ جا دڙا ٺاهيا ويا ۽ اُتر اولهائين ٽڪريءَ تي نشاني بازي لاءِ انتظام ڪيو ويو، هفتي ۾ ٻہ ڏينهن چاندماري ڪرڻ لاءِ مقرر هئا، نشان چٽڻ وقت ٽڪريءَ مٿان ڳاڙهي جهنڊي کوڙيندا هئا، جيئن لنگهندڙ خبردار رهن. هڪڙو ملٽري سارجنٽ جو مورچن جي حفاظت لاءِ مامور هو، سو رائيفل جي نشاني بازي جي بہ نگراني

---

نوٽ: تپ بن متعلق ڪاليداس مشهور ڊرامي شڪنتلا ۾ ڏيکاريو آهي دشنيت شڪنتلا کي تپ بن ۾ ڏسي مٿس موهت ٿيو هو. اڄ تپو بن ويران آهي.

ڪندو هو، گولي مار جو ڪم ١٩٠٣ع ۾ شروع ٿيو ۽ ١٩١٣ع ۾ ختم ٿيو، منڊمون به گولي مار نندڙين رائيفلن سان ڪنديون هيون، گهڻو ڪري صبح جو به ڪلاڪ گولي مار پرئڪٽس ٿيندي هئي.

## بجلي گهر

سال ١٩٢٢ع ۾ سکر بجلي گهر قائم ڪيو ويو ۽ ضرورت آهر هن کي وڌايو ويو. ليڪن تقسيم برصغير کان پوءِ نون ڪارخانن کلڻ ڪري شهر ۾ بجلي جو کاپو وڌڻ لڳو ۽ پراڻين مشينن ۾ بار کڻڻ جي طاقت نه هئي. تنهنڪري مارچ ١٩٦٢ع ۾ ڪولمبو پلان موجب حڪومت ڪئناڊا ۽ جمهوريه پاڪستان درميان ٿرمل پاور جي تعمير لاءِ معاهدي تي صحيحون ڪيون ويون. هن ڪم تي ٥ ڪروڙ ٣٨ لک ۽ ٣٠ هزار روپيا غير ملڪي زرمبادله خرچ ٿيندو جو حڪومت ڪئناڊا ڏيڻا ڪيا آهن. هي ٺيڪو "اسٽينڊلر هرٽر انٽر نيشنل ڪمپني" مانٽريل (ڪئناڊا) کي ڏنو ويو آهي. هن وقت اپر سنڌ جي فقط ١٣ شهرن دادو، ڳڙهي ياسين، جيڪب آباد، گمبٽ، خيرپور، ڪوٽ ڏيجي، لاڙڪاڻو، ميهڙ، روهڙي، رتو ديرو، شڪارپور، ٺارو شاه کي گهڻو ڪري ننڍين غير منافع بخش ڊيزل مشينن رستي بجلي مهيا ڪئي وڃي ٿي. نئون بجلي گهر ١٣ شهرن باڊه، چڪ، ڏوڪري، گمبٽ، گهوٽڪي، ڪنڊرا، ڪنڊيارو، ڪنڌڪوٽ، خانپور، ڪهڙا، خيرپور ناٿن شاه، نوشهرو فيروز، مورو، نصيرآباد، راڻيپور، پير جو ڳوٺ، پنوعاقل، ٺل، اباوڙو راڌڻ، غوث پور، لکي، مديجي، سلطان ڪوٽ ۽ نئون ديرو کي بجلي مهيا ڪندي ويندي ۽ ٣٠ لکن روپين جو زرمبادله بچي پوندو. هن رٿا موجب ١٥٧ ميل ٦٦٠٠٠ وولٽ جون لائينون، ٨٠ ميل ١١٠٠٠ وولٽ جون ايتري ئي مفاصلي تي گهٽ طاقت جون لائينون يعني ٣٠٠ وولٽ لائينون وڇائڻ شامل آهن.

## فائر برگيڊ

ميونسپل فائر برگيڊ واليس گنج بازار جي سري ۾ مارڪيٽ ٽاور جي ويجهو آهي. باهه لڳڻ جي حالت ۾ شهرين جي اطلاع لاءِ ميونسپل جا وسل آواز ڪن ٿا ۽ رات جو ميونسپل ٽاور واريون بتيون مختلف روشنائن وسيلي باهه لڳڻ واري هنڌ جو ڏس ڏين ٿيون ۽ ڏينهن جو ٽاور سرخ، سبز، سفيد جهنڊين ذريعي اطلاع ڏي ٿو.

## لائيڊ بئراج

ويهين صدي ۾ سکر ۾ جيڪي عمارتون ۽ ترقيءَ جا ڪم ٿيا، انهن ۾ سکر بئراج جو شمار دنيا جي عجائبات ۾ آهي. دنيا ۾ هي وڏي ۾ وڏو بند آهي. سکر بئراج بکر جي قلعي کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي اولهندي طرف جتي اڳ سنسان جهنگ هو. هيءَ پل ڊيگهه ۾ هڪ ميل آهي ۽ سڄي سفيد پٿر جي جڙيل آهي، جنهن کي ڇاهٺ فولاد جا در لڳل آهن، جي برقي قوت سان کجن ۽ بند ٿين ٿا ۽ بئراج جو پاور هائوس ڊار آهي. هن پل جي اسڪيم ليفٽيننٽ ڪرنل اسڪاٽ ١٨٤٦ع ۾ تيار ڪئي هئي. ١٩٠٤ع ۾ ڊاڪٽر سمرس سپرنٽينڊنٽ انجنيئر مٿين اسڪيم حڪومت هند جي ڌيان تي آندي ۽ ١٩١٠ع ۾ هي سوال حڪومت اڳيان پيش ٿيو ۽ ١٩١٦ع ۾ جانچ ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ٿيءَ جنهن ڪم کي چالو ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي. ليڪن پهرين جنگ عظيم لڳڻ ڪري ١٩١٨ع تائين ڪم کي ملتوي ڪيو ويو. مسٽر اي- اي مسٽو بئراج ۽ ان جي سٽن واهن جو نقشو تيار ڪري بمبئي حڪومت اڳيان پيش ڪيو. ١٩٢٣ع ۾ سيڪريٽري هند کان منظوري پهتي ۽ ساڳئي وقت جولاءِ مهيني ۾ بئراج ڪالوني جي ڪوارٽرن ٺهڻ جو ڪم شروع ٿيو ۽ ١٩٢٦ع ۾ پل جي تعمير جو ڪم شروع ٿيو. ١٩٢٥ع ۾ واهن جي

ڪاٽيءَ جو ڪم مشينن (ايڪسڪيوٽرن) جي وسيلي شروع ٿيو(۱). هر مشين هڪ منٽ اندر ۴.۷ ٽن مٽي کوٽي ٻاهر اڇلائڻ لڳي. جملي ۴۶ مشينون مختلف هنڌن تي لڳايون ويون. انهن مشينن جي کوٽائي جو ڪم ڏسڻ وٽان هو. انهن Fxcavators ستن واهن جي ڪاٽي ڪندي جملي ۵۹۶ ڪروڙ چورس فوٽ مٽي کوٽي هئي. پل تعمير ڪرڻ لاءِ ڪافرڊيم Cofferdam ٻڌي پاڻي ڪڍي وڏيون مشينون هاٿيءَ جي سونڍ وانگي درياه جي پيٽ مان مٽي ڪڍي ٻاهر اڇلائينديون هيون. مهراڻ جي ڪاهي ڪناري وارين روهڙيءَ جي ريلوي لائين جي لڳ ٽڪرين ۽ ساڄي پاسي سکر جي اُتر طرف وارين ٽڪرين مان پٿر ڪاٽي پل تعمير ڪئي وئي. لائيڊ بئراج جي اهميت هن طرح آهي ته سکر جي لينسڊائون پل سڄي لوهه جي جڙيل آهي ۽ بئراج پل سڄي پٿرن جي جڙيل آهي. ۱۳ جنوري ۱۹۳۲ع ۾ وائسراءِ لارڊ ولنگڊن هن پل جو افتتاح ڪيو. هن موقعي تي سڄي هندستان جا سرڪاري خواه غير سرڪاري معزز ماڻهو حاضر ٿيا. اهڙو اجلاس شايد ئي ڪنهن هنڌ يا سکر ۾ اڳ ڪڏهن به ڪونه ٿيو هو. بئراج تي ”لائيڊ“ نالو ان ڪري رکيو ويو، جو ان وقت بمبئي جو گورنر لارڊ لائيڊ هو، جنهن ڪم ۾ دلچسپي ورتي هئي. لائيڊ بئراج پل، جا دنيا ۾ آبپاشيءَ جو سڀ کان وڏو بند آهي، ان ڪري ڏارين ملڪن جا ماڻهو ڏسڻ اچن ٿا. خاص ڪري چانڊوڪي رات ۾ ان جو منظر نهايت دلفريب ۽ ڏسڻ جي قابل آهي. پل جي ڪاهي پاسي

---

(۱) نوٽ: ايڪسڪيوٽر وڏا ڪرين هئا، مٿن هڪ بائلر رکيل هو ۽ اسٽيم تي ڪم ڪندا هئا. سندن سونڍ ۾ مضبوط زنجيرن سان هڪ لوهه جي وڏي پيٽي لڳل هئي جنهن کي ڏاندداريءَ وانگي ڏند لڳل هئا جا مٽي ٻاهر ڦٽي ڪندي هئي.

هڪ عجائب خانو بہ جڙيل آهي. هيءَ پل لنڊن جي ٽيمس پل کان پنجوڻ وڏي آهي. ساڄي پاسي کان ٣ وڏا واهہ:- (١) اُتر اولهہ ڪئنال، (٢) رائيس ڪئنال، (٣) دادو ڪئنال نڪرن ٿا. ۽ کابي پاسي کان چار وڏا واهہ نڪرن ٿا:- (١) اوڀرندو نارو، (٢) اوڀر خيرپور ڪئنال (٣) روهڙي سنڌ سڌار ڪئنال، (٤) مغربي خيرپور ڪئنال نڪرن ٿا. درياه جي ساڄي ۽ کابي پاسن کان ٻہ مضبوط ديوارون درياه ۾ ١٦٠٠ ۽ ١٩٠٠ سؤ فوٽ ڊگهيون آهن، اهي درياه جي لٽ کي روڪڻ ۽ واهن کي پاڻي پهچائڻ لاءِ آهن. مٿيان واهہ دائمي وهن ٿا ۽ هر موسم ۾ پاڻي پهچائين ٿا. جملہ ٦١٦٦، ٦ ميلن ۾ زمين آباد ڪن ٿا. مٿن ١٩٧٠ع ۾ پليون بدلايون آهن ۽ ٢٤ لک ايڪڙن ۾ زراعت ٿئي ٿي. اوڀرندو نارو سڀ کان وڏو واهہ آهي، جو ڊگهائي ۾ ٥٢٥ ميل آهي ۽ ويڪر ۾ ٣٤٦ فوٽ آهي. پل تي ويهہ ڪروڙ رپيا خرچ لڳو. مملڪت جمهوريہ پاڪستان پل جي پر ۾ سياحن لاءِ وڏي هوٽل تعمير ڪرائڻ جي رٿ تي غور ڪري رهي آهي. بئراج ڪالوني پوڻ ڪري سکر نئين جي آدمشماري ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. ساڄي ڪپ تي المهراڻ عمدي تفريح گاه آهي.

| سال | آدمشماري |
|---|---|
| ١٩٢١ع | ٤٢٧٥٩ |
| ١٩٣١ع | ٦٤٩٩٦ |
| ١٩٤٧ع کان پوءِ | ڏيڍ لک کان آبادي مٿي آهي. |

١٩٣١ع جي آدمشماريءَ موجب شهر ۾ هندن جو تعداد ٣٨١٨٠، مسلمانن جو تعداد ٢٤١٥٠، پارسي ١١١، عيسائي ٥٢٣، سک ١٩١٨٥، يهودي ٨ ۽ باقي ٻيون قومون هيون.

## سينٽرل جيل

١٩٣٨ع ۾ بئراج پل جي ڪاٻي پاسي سينٽرل جيل ۽ پوليس لاءِ ڪوارٽر تعمير ٿيا هئا.

## عبدالحميد خان اسپتال

آغا عبدالحميد خان، خان بهادر خداداد خان جو فرزند ڪيترا سال ميونسپالٽيءَ جو ميمبر رهيو ۽ هر دلعزيز سماجي ورڪر هو، جنهن نالي تي غريب آباد ۾ هڪ ننڍڙي اسپتال کولي ويئي. اڳ اسپتال جي ديوار تي نالي جو بورڊ لڳل هو پر ١٩٦٢ع کان بورڊ غائب آهي. آغا عبدالحميد خان ١٩٦١ع ۾ وفات ڪئي.

## راٿفيلڊ اسپتال

سکر پراڻي جي شهر واسين جي سهوليت لاءِ ١٩٢٠ع ۾ هيءَ اسپتال کولي ويئي هئي.

## ليڊي گراهم ويمرگهر

مناري جي سامهون زنانه ميونسپل اسپتال جي لڳ، شڪارپور جي هڪداني سيٺ سوڀراج چيٺومل جي خرچ سان ١٩٣٠ع ۾ ويمرگهر تعمير ٿيو، جنهن کي ليڊي گراهم ريڊڪراس نالو ڏنو ويو. ١٩٣٦ع ۾ سنڌ بمبئي کان علحده ٿي ۽ سر لانسيلاٽ گراهم سنڌ جو پهريون گورنر ٿي آيو.

## ڪنڌنداس مارڪيٽ

هي ننڍي مارڪيٽ جنهن ۾ گوشت ۽ ڀاڄيءَ جا دڪان آهن ۽ مئجسٽريٽ جي دفتر هيٺان آهي سا ميونسپل ١٩٣٥ع ۾ تعمير ڪرائي مٿس سرڪاري وڪيل راءِ بهادر ڪنڌنداس مارڪيٽ نالو رکيو. سندس پاٽ ڊاڪٽر هيرا نند سکر ۾ موجود آهي. تقسيم کان پوءِ دڪان گهڻي گوشت جا

مسٽر عبدالرزاق شيخ جي چيف آفيسري جي وقت ۾ کليا انگريز ڪليڪٽر مسٽر ري کلي چيو ڪندن داس بيف مارڪيٽ.

## شرڌا نند باغ

ليوڪس پارڪ جي اتر ۾ ميونسپل باغ آهي، هن باغ جو اصلي نالو "منگل باغ" هو بعد ۾ شڌي ۽ سنگھٽن جي باني شرڌانند، جنهن کي دهليءَ ۾ عبدالرشيد قتل ڪيو تنهن جي يادگار لاءِ هندن منگل باغ تي "شرڌانند باغ" ۽ مسلمانن کي خوش ڪرڻ لاءِ ميونسپل پارڪ تي "محمد علي جوهر پارڪ" نالو رکيو. تقسيم هند کان پوءِ مسلمانن شرڌا نند باغ تي "غازي عبدالرشيد باغ" نالو رکيو.

## پيو دفعو پليگ

۱۹۱۵ع ۾ پيو دفعو سکر ۾ پليگ پئي ماڻهو شهر ڇڏي ڀڄي ويا.

## انفلوئنزا

۱۹۱۹ع ۾ انفلوئنزا ڪلور ڪيا. مسلمان مردن کي بغير ڪفن دفنائڻ لڳا. هندن کي ڪاٺيون مُردن کي ساڙڻ لاءِ نه پي مليون.

## ليوڪس پارڪ

ڪيفي ايران هوٽل جي سامهون سکر جي مشهور تفريح گاه ليوڪس پارڪ آهي. اڳ اسڪولن جي راندين جو ميدان هو. ۱۹۱۹ع ۾ هن کي پارڪ ۾ تبديل ڪيو ويو ۽ مٿس ليوڪس پارڪ نالو رکيو ويو. ليوڪس جي تعريف هن طرح آهي ته ۱۹۰۵ع ۾ سنڌ جو ڪمشنر ٿي آيو ۽ هڪ دفعي ڪيرٿر جبل تي هن هڪ مهم شڪار ڪئي هئي ۽ بس! تقسيم هند کان پوءِ پارڪ کي مهاجرن جهوپڙين سان ڀري

ڇڏيو ۽ تفريح گاه جي رونق منجي ويئي. وري جڏهن مسٽر نصرت حسن سکر جو ڊپٽي ڪمشنر ٿـي آيـو، تڏهن مهاجرن کي ڀين هٽائن تي منتقل ڪري پارڪ کي گلن ۽ ٻوٽن ۽ حوضن سان سينگاري سبزه زار بنائي ڇڏيو. سکر براڊ ڪاسٽنگ جا نغما هر شام سير ڪندڙن لاءِ سرور مهيا ڪن ٿا. هن وقت سندس نالو محمد بن قاسم پارڪ آهي.

## سنسڪرت پاٺشالا

سيٺ پـارو مل جي شاپ پڻيان هـڪ هندوءَ سنسڪرت پاٺشالا کولي هئي. شاگرد تہ نظر نہ ٿي آيا، پر بورڊ گهڻو عرصو لٽڪندو رهيو. شايد بورڊ جي ذريعي پنڊت گذر سفر ڪندو هو.

## عيد گاه

شيخ بابو محمد سليمان جي ڪوشش سان ١٩٠٧ع ۾ مسلمانن چندا گڏ ڪري سينٽ ميري ديـول ۽ موزئنڪ لاج جي وچ واري زمين تـي عيد گاهہ تعمير ڪرائي، يعني تہ اڪـ سکر نئين جي مسلمانن وٽ عيدگاهہ ڪونہ هئي. مسجد عيد گاه جو سنـڪـ بنياد حضرت پير پاڳاري صاحب پنهنجي دستِ مبارڪ سان رکيو. عيد گاه جي اولهندي واري ديوار تي سنگمرمر جي تختيءَ تي هي ڪتبو اُڪريل آهي:

"بتـاريخ ٢٧ شـهـر شعبان المعظم سنـہ ١٣٢٣ هـ سنـگ بنياد ايـن بنائي خيررا جناب شرافت و نجابت انتساب حقائق و معارف آگاه حضرت شمس العلما السيد پير شاهہ مردان شاهہ صاحب الحسين الحسيني القادري النقشبندي بـدسـت مبارک خويش گزلشتند اين چند سطور بطور يادگيري نوشتہ شـده" اللهم اغفر لبانينها

و معنا و نها و مهتممها بحرمت سيد المرسلين محمد المصطفي
صلي الله عليه و اله وسلم • (١)•

عيد گاه کي مسلمانن چٽ وجهائڻ جو ارادو ڪيو هو پر ١٩٠٨ع ۾ شيخ محمد سليمان صاحب جي وفات ڪري اهو ڪم رهجي ويو• عيد گاهه کي اوڀر طرف کان فقط هڪ دروازو هو• ٻيو اتر طرف وارو دروازو ماستر حبيب الله صاحب تعمير ڪرايو• عيد گاهه ڪاميٽي تي شيخ سليمان مالڪ اخبار الحق، خانبهادر، پير بخش ميمڻ، پيرزادو عبدالرحمان صاحب، ماستر حبيب الله صاحب ۽ ميان ڪرم علي شاه گيلاني هئا، جن ١٩٠۴ع ۾ بنيادي ڪم شروع ڪرايو هو• ١٩٣٧ع تائين ماستر حبيب الله متولي ٿي رهيو• ١٩٣٧ع ۾ سندس وفات کان پوءِ عيد گاهه جو ڪم حافظ محمد صديق صاحب پنهنجي هٿ ۾ کنيو• بعد ۾ مسٽر خان "دون ريڊيو ۽ گراموفون ڪمپني سکر" عيد گاهه جو انتظام سنڀاليو• هن صاحب وڏي خرچ سان عيد گاهه جي ويران ميدان کي گلن ۽ ٻوٽن سان گلريز بنائي مسمّي "گلشن عيد گاهه" نالو رکيو• ١٩٦٣ع ۾ وري حافظ محمد صديق نگران مقرر ٿيو ۽ مئنيجنگ ڪميٽي ۾ عبدالمجيد پيرزادو، محمود ميان، سيد بهادر علي شاهه، شيخ عبدالرزاق، نعمت الله قريشي، محمد حسن پٺو،

---

(١) نوٽ: ١٨٩٦ع مطابق ١٣١۴ هه ۾ جناب پير سيد علي گوهر راشدي پير پاڳاري صاحب جي وفات کان پوءِ سندن پاٽ سيد شاهه مردان شاهه گادي نشين ٿيو• سنڌ ۾ هي ڀهريون مسلمان بزرگ هو، جنهن کي ١٩٠٠ع ۾ انگريزي حڪومت شمس العلماء جو خطاب ڏنو هو• تنهن کان پوءِ ميرزا قليچ بيگ صاحب ۽ بعد ۾ علامه عمر بن محمد دائود پوٽي صاحب کي سرڪار پاران ملٿيون لقب مليو هو•

حافظ عمر، حاجي محمد رفيق ۽ مولانا احمد محمد ميمبر ٿي رهيا، نعمت الله قريشي جـي وفات کان پوءِ سندس فرزند سجاد الله قريشي ۽ عبدالمجيد پيرزادي جي گذارڻ کان پوءِ عبدالحليم پـيـرزادي کي ميمبر ڪيو ويـو. حـافـظ محمد صـديـق جـي وفات کان پوءِ سجاد الله قريشي عيد گاه جو نگران ٿيو ۽ مسجد جي ڪم ۾ وڏي دلچسپي وٺندو رهيو.

## پيسومل پارڪ

راءِ صاحب ديوان پيسو مل ۱۸۸۸ع کان ۱۹۱۱ع مـرڻ تائين سکر ميونسپالٽيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ ٿـي رهيو هـو، ۱۹۲۰ع ۾ هـن جـي يادگيري لاءِ ميونسپالٽي سکر بندر تـي هڪ پارڪ جوڙايو.

## چوهڙداس پارڪ

هي خوبصورت پارڪ جو ۱۹۲۸ع ۾ تيار ڪرايو ويو، سکر پراڻي ۾ ريلوي لائين جي پر ۾ آهي.

## جي-ايل اسڪول

مسٽر گوپالداس پهلاجاڻي ۱۹۰۸ع ۾ بندر تي هاٿوڪي نواب جي ڪارخاني ۾ جو اڳ گدام هو، انگريزي چئن درجن جـو اسڪول ”نـيو انگلش اسڪول“ کوليو ۽ ۱۹۲۰ع ۾ ميونسپل جي حوالي ڪيو ويو.

## ويڙها سنگهه پليٽ فارم

سيٺ ويڙها سنگهه جي پٽ سيٺ رامچند پيءُ جي روپئن سان يادگيريءَ لاءِ بندر تي گنبذن سان هواخوريءَ لاءِ ۱۹۳۶ع ۾ هڪ پليٽ فارم جوڙايو هو، ۱۹۶۲ع ۾ خواتين جي هواخوريءَ لاءِ منجهس سڌارا ڪيا ويا آهن.

## مارڪيٽ ٽاور

مارڪيٽ ٽاور جو مارڪيٽ چونڪ جي سونهن آهي ۽ ۹۰ فـوٽ اوچو هشت پهلو آهي، سندس چئني ڪنڊن کـان

گھڙيال لڳل آهن ۽ سندس چوگرد دوڪان آهن ۽ سيٺ واڌو مل پنهنجن ٻن پٽن سيٺ سندر داس ۽ سيٺ ڏيئو مل جي يادگيريءَ لاءِ ڏهه هزار روپيا ”سندر شيوڪ سڀا سکر“ کي تعمير ڪرائڻ لاءِ ڏنا، جنهن ١٩٣٧ع ۾ ٽاور تعمير ڪرايو، جنهن جو افتتاح سکر جي ڪليڪٽر مسٽر مير چنداڻيءَ ڪيو، اوپر ڪان ننڍڙو پارڪ به اٿس.

## علمي ٽاور

پير الاهي بخش صاحب ١٩٣٩ع ۾ سنڌ جو وزير تعليم هو، هن صاحب ”جهالت ٽوڙ“ تحريڪ شروع ڪئي هئي، وزير تعليم جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ يا چئو ته سکر جي ويران ٽڪريءَ جا ڀاڳ کليا جو مسٽر ڪوٽا والا ڪليڪٽر سکر عيدگاه جي سامهون واري ٽڪري تي ماه مئي ١٩٣٩ع ۾ پير صاحب هٿان ”علمي ٽاور“ جو سنگ بنياد رکايو، سيٺين ۽ زميندارن هن ڪار خير ۾ دل کولي چندا ڏنا، سال ١٩٤٠ع ۾ ٽاور تيار ٿيو جو زمين جي سطح کان ١١٠ فوٽ اوچو ۽ ٦٦ فوٽ ويڪر ۾ آهي، چو طرف گھڙيال لڳل ۽ ٽڪريءَ تي خوبصورت پارڪ ۽ پاڻيءَ جو حوض آهي، پارڪ جي اتر ۾ ريلوي ورڪشاپ جي بالا عملدار پنهنجي اهليه جي نالي تي ”ناز“ پارڪ ٺهرائي منجهس ٻارن لاءِ پينگهه ۽ هڪ ڪسڪڻ تعمير ڪرايا، هر شام جو ماڻهو ۽ ٻار گهمڻ ايندا هئا ڏاڍي مجلس لڳندي هئي، ليڪن ستت ئي پارڪ ويران ٿي ويو ۽ گل ٻوٽا سڪي سڙي ويا، گھڙيال به خاموش ٿي ويا، البت ڪو قومي تهوار ايندو آهي ته انهن راتين ٽاور جي دلجوئي لاءِ ميونسپل ٽاور کي رنگا رنگي بلبن جو هار پارائيندي آهي، ١٩٦٢ع ۾ ميونسپل کي علمي ٽاور تي رحم آيو جو گھڙيال مرمت ڪرايا ويا آهن. ٻڌجي ٿو ته ميونسپل ٽڪريءَ تي زنانو پارڪ تعمير ڪرائيندي ــ والله اعلم.

## سکر مدرسه بورڊنگ هائوس

تلڪ ميونسپل هاءِ اسڪول جي اڳيان مسلمان شاگردن جي رهائش لاءِ ٻه ماڙ بورڊنگ هائوس ۽ مسجد ١٩١١ع ۾ تعمير ڪرائي ويئي، اوپرندي واري حصي ۾ اڄڪلهه ماڊرن هاءِ اسڪول کوليو ويو آهي. ١٩٠٣ع ۾ ميونسپل پلاٽ ڏنو ۽ ١٩٠٥ع ۾ ڪليڪٽر سکر سنگ بنياد رکيو، ١٩٠٦ع ۾ ضلع مدرسه بورڊ قائم ڪيو ويو، جنهن تي خان بهادر پير بخش، عبدالرحمان پيرزادو، پير ڪرم علي شاهه ۽ ماسٽر حبيب الله مکيه ميمبر هئا.

## جنرل پوسٽ آفيس

اڳ ميونسپل دفترن پٺيان هڪ تنگ ۽ تاريڪ ڪچي عمارت ۾ پوسٽ ۽ تار آفيس هئي، سال ١٩٢٩ع ۾ ليمجي چاڙهيءَ مٿان عاليشان ڪشادي نئين پڪي عمارت تعمير ڪئي ويئي ۽ شهر واسين جي سهوليت لاءِ پوسٽ کاتي جون ننڍيون شاخون شهر جي مختلف هنڌن تي کوليون ويون آهن.

## ٻي-ٻي گرلس هاءِ اسڪول

سکر ۾ ڇوڪرين لاءِ اسڪول هئا پر هاءِ اسڪول جي بيحد ضرورت هئي، جا مسٽر ٻيسو مل چانڊواڻيءَ جي اهليه محترمه پوري ڪئي، هاءِ اسڪول جي عظيم الشان عمارت جنهن جي چئني ڪنڊن تي چار ننڍا گنبذ آهن، هن عمارت کي وڏيڪ خوبصورت بنائين ٿا، اهو اسڪول پرميشوري ٻائي ٻيسو مل سڏجي ٿو، مسٽر ٻيسو مل ريلوي کاتي ۾ ڊويزنل پرسنل آفيسر ڪراچي ڊويزن هو، هن داني پرش سخي مرد قوم جي شيوا دل کولي ڪئي، سکر پراڻي ۾ هندو بيوه زالن لاءِ ”ناري شالا“ تعمير ڪرائي جنهن ۾ زالون سوئيٽر آڻن، جوراب جوڙڻ ۽ ڪپڙي سبڻ جو ڪم سکنديون هيون، سکر ۾ ٻي-ٻي هاءِ اسڪول ڇوڪرين لاءِ ۽ هندو يتيم ڇوڪرن لاءِ ”ٻال مندر“

تعمير ڪرايائين، آزاديءَ کان پوءِ هن اسڪول وڏيڪ ترقي ڪئي آهي.

## پرائمري اسڪول

ٽيئون مل اسڪول ١٩١٦ع ۾ واري تڙ تي کوليو ويو. باغ حيات علي شاه ڪوارٽر ۾ ١٩١٦ع ۾ اسڪول کوليو ويو، ١٩٠٤ع ۾ خان بهادر پير بخش اسڪول نئين ڳوٺ ۾ کوليو ويو. ١٩٢٨ع ۾ بئراج ڪالوني ۾ پوچسنگهه پهلاجاڻي اسڪول کوليو ويو. اهي اسڪول ميونسپالٽيءَ جي نگراني هيٺ هئا. ١٩٣٧ع ۾ سيٺ جيوڻ داس اسڪول هندو نوجوان برادري منڊل جي ڪوشش سان کوليو ويو. ١٩١٣ع ۾ بندر روڊ تي پاڙڪي بازار ۾ "ميتر منڊلي" امدادي اسڪول کوليو ويو. ساڳيءَ سال تلڪ هاءِ اسڪول جي "ديو سماج"ماستر خان چند سکر پراڻي ۾ "ديو سماج" اسڪول کوليو هو. هندو نوجوان سڀا باغ ڪوارٽر ۾ اسڪول کوليو. اردو گرلس اسڪول نئون پنڊ ١٩٠٣ع ۾ ريلوي کاتي چوڪرين لاءِ کوليوجتي چوڪرين کي ڪپڙن سبڻ جي سکيا ۾ ملندي هئي. ساڳي سال نئين پنڊ ۾ چوڪرن لاءِ پرائمري اردو اسڪول ريلوي کوليو. هريجن اسڪول، لوڻ گدام جي اولهندي ۾ هندن پنگين جي ٻارن لاءِ پنگين جي ڪالونيءَ ۾ اسڪول کوليو هو. "راشٽريا ڪنيا پاٺشالا" ١٩٢٠ع ۾ سيٺ گيانچند باغ ڪوارٽر ۾ چوڪرين لاءِ کولي. ١٩٢٨ع ۾ پاٺشالا جي عمارت تعمير ڪرائي وئي. "غريب آباد ڪنيا پاٺشالا" هندو چوڪرين لاءِ ١٩١٧ع ۾ ٽوپڻ داس ڪنيا پاٺشالا پنچات پاران کولي وئي. ١٩٢٨ع ۾ عمارت تعمير ڪرائي وئي. تيرٿ ٻائي گرلس اسڪول ١٩٠٣ع ۾ کوليو ويو، اسڪول کي پنهنجي عمارت هئي. ميران مڊل اسڪول ١٩٤٠ع ۾ ليوڪس پارڪ ويجهو کوليو ويو. مسٽر پڳوانداس نندو سنگهه مئنيجر هو. سکر ايڪيڊمي ١٩٣٠ع ۾ کولي وئي.

## پارسي ماما اسڪول

بندر واري برف دڪان ويجهو پارسين جو آتشخانو ۽ ماما اسڪول موجود آهن. خان بهادر اي-ايچ ماما ڪراچي ڪارپوريشن جو ميئر هو. سکر جا پارسي شهر مان لڏي وياه آتشخاني ۽ اسڪول جي هڪ ملا نگراني ڪري ٿو.

## ٽيڪنيڪل ڪاليج

مسٽر ناواٽي ڪاليج جو ”برٽش انڊيا ٽيڪنيڪل ڪاليج“ سڏبو هو ۽ تلڪ پريس ويجهو ١٩٢٠ع ۾ کوليو ويو.

## انجنيئرنگ ڪاليج

سول ڪورٽ هيٺان مسٽر چوڏري ١٩٢٤ع ۾ انجنيئرنگ ڪاليج کوليو. هن ڪاليج گهڻائي ڪامياب شاگرد پيدا ڪياه

## ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ

١٩١٩ع ۾ لوڪل بورڊ لاءِ ميمبرن چونڊجڻ جو حق ڏنو ويو. اڳ سرڪار ميمبر چونڊيندي هئي. ١٩٣٨ع ۾ اهو سرشتو ختم ڪيو ويو ۽ سال ١٩٣٣ع ۾ خان بهادر قيصر خان بوزدار صدر چونڊيو ويو ۽ ١٩٣٩ع ۾ ڪليڪٽر جي ڪچهري هيٺان لوڪل بورڊ جي عاليشان عمارت تعمير ڪئي ويئي ۽ هال تي قيصر خان هال نالو رکيو ويو.

## سيٺ رامچند ڪپڙا مارڪيٽ

سيٺ رامچند گهٽومل ڪلاٿ مارڪيٽ ١٩٢٦ع ۾ تعمير ٿي. منجهس ريزڪي ڪپڙي جا اٽڪل ٽيهاروکن دڪان آهن.

## هيرا نند ڪپڙا مارڪيٽ

١٩٤٠ع ۾ کولي ويئي.

## سکر پراڻي مارڪيٽ

نئين ڊزائين تي ١٩٣٧ع ۾ تعمير ٿي.

## اربن ڪوآپريٽو بئنڪ

۱۹۲۱ع ليوڪس پارڪ وٽ کولي وئي. سينٽرل بئنڪ ۱۹۳۵ع ۾ بندر روڊ ريلوي اسٽيشن جي قريب کولي وئي. پنجاب نيشنل بئنڪ ۱۹۳۵ع ۾ بندر روڊ تي کولي وئي.

## سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ

فريئر روڊ تي تلڪ پريس سامهون ۱۹۳۸ع ۾ کولي وئي. مٿين بئنڪن مان نيشنل پنجاب بئنڪ، سينٽرل بئنڪ جا ۱۹۳۵ع ۾ کولي ويئي، تقسيم هند کان پوءِ بند ٿي ويون.

نيون بئنڪون هن طرح آهن: حبيب بئنڪ، بئنڪ آف بهاولپور، مسلم ڪمرشل بئنڪ، يونائيٽيڊ بئنڪ، ائگريڪلچر ڊولپمينٽ بئنڪ. سکر انڊسٽريل ٽريڊنگ ائسوسيئشن ۶۲-۱۹۶۱ع ۾ هن جو چيئرمين ايس تاج الدين ۽ ايس بشير اعزازي سيڪريٽري آهن ۽ حڪومت ائسوسيئشن جي چيمبر کي منظور ڪيو آهي.

## ماڊرن هاءِ اسڪول

۱۹۵۵ع ۾ سکر ضلع مدرسي جي هڪڙي حصي ۾ مسٽر عبدالصمد خان کوليو. پهريان پرائمري اسڪول هو پنجن سالن اندر شاگردن جو تعداد وڌي ۶۵۰ کي پهتو، جنهنکري حڪومت کي امداد ڏيڻي پيئي. عبدالصمد خان هيڊ ماستر آهي.

## اسلاميه اسڪول

نوجوان برادر منڊل واري عمارت ۾ "مسلم ايجوڪيشنل سوسائٽي" اسلاميه اسڪول کوليو. هي اسڪول فاران هاءِ اسڪول جي شفٽ ۾ شام جو به کلي ٿو. عمارت هڪڙي آهي.

## ميمڻ انجمن هاءِ اسڪول

ميمڻ انجمن ۱۹۵۲ع ۾ پهريائين مڊل اسڪول جاري ڪيو جو ۱۹۵۸ع ۾ هاءِ اسڪول جي درجي تي پهتو.

## تعمير نو هاءِ اسڪول

تعليم جي واڌاري ڪري نوان اسڪول کلندا ويا. ١٩٥٨ع ۾ خيرپور جي ڪمشنر مسٽر اي. ايڇ خان مڊل اسڪول جو افتتاح ڪيو، جو هڪ سال اندر ١٩٥٩ع ۾ هاءِ اسڪول بنجي ويو.

## نيو ماڊل هاءِ اسڪول ۽ ماڊرن هاءِ اسڪول سکر پراڻو

نيو ماڊل اسڪول ڪوئينس روڊ تي مسٽر ڌرمداس ڪوليو هو جو اسڪول جو ١٩٣١ع ۾ پرنسپال به هو. ماڊرن هاءِ اسڪول مسٽر خوبچند سکر پراڻي ۾ ١٩٤٤ع ۾ ڪوليو هو. تقسيم کان پوءِ زنده دل مسلمان ٻنهي اسڪولن کي زنده رکندا اچن ٿا.

انهن اسڪولن مان بعض هندن جا جاري ڪيل اسڪول تقسيم کان پوءِ بند ٿي ويا، مسلم تعليمي سوسائٽين شهر ۾ گهٽائي پرائمري اسڪول کوليا جهڙوڪ: (١) قادريه رضويه اسڪول، (٢) شوڪت الاسلام، (٣) جامع عربيه وغيره وغيره. سکر جي هاءِ اسڪول جسٽس آغا حسن علي، آغا تاج محمد، مولائي ميان رحيم بخش، پيرزاده عبدالستار ۽ ٻيون شخصيتون تعليمي معيار جي ثبوت لاءِ پيدا ڪيون.

## لا ڪاليج

لا ڪاليج لوڪل بورڊ جي هال ۾ ١٩٥٤ع ۾ سيد مظهر علي شاهه هڪڙي مشهور قانوندان جاري ڪيو جڏهن آغا بدرالدين بدرعالم لوڪل بورڊ جو صدر هو. هن ڪاليج تي آغا حسن علي ڪاليج نالو رکيو ويو، جو هاءِ ڪورٽ سنڌ جو جسٽس رهي چڪو آهي. سيد مظهر علي شاهه جي پرنسپالي هيٺ چند سالن اندر گهڻائي شاگرد فارغ التحصيل ٿي نڪتا. اپريل ١٩٦١ع ۾ تڏهوڪي وزير ذوالفقار علي ڀٽي نئين ڪاليج

جو بنياد رکيو جو هينئر تعمير ٿي چڪو آهي، سيد مظفرعلي شاهه جي وفات کان پوءِ مسٽر سمندر خان پرنسپال ٿيو ۽ سندس مرڻ کان پوءِ مسٽر هادي بخش سيمڻ پرنسپال ٿيو.

## اورينٽل ڪاليج

مشرقي تعليم جي واڌاري لاءِ سيد عطا حسين شاهه موسوي ١٩٥٦ع ۾ هڪ تعليمي سوسائٽي قائم ڪئي، هن ڪاليج ۾ اردو ۽ سنڌي "اديب" درجي جي تعليم جو بندوبست ڪيو ويو ۽ سنڌ جي هڪ لائق ليکڪ ۽ اديب سيد عبدالحسين موسوي کي پرنسپل مقرر ڪيو ويو، سيد عبدالرب هيڊ ماستر ريلوي هاءِ اسڪول کي اعزازي سيڪريٽري ۽ شيخ عبدالرزاق راز کي خزانچي مقرر ڪيو ويو، نئين عمارت تعمير ڪرڻ جو مسئلو زير غور آهي.

## اسلاميه ڪاليج

مسلم تعليمي سوسائٽين جي ڪوشش جي ڪري سکر ۾ ڪاليجن جو واڌارو ٿيندو رهيو، چنانچه ١٩٥٥ع ۾ ڪليڪٽر نصرت حسن جي تعاون سان هڪ ڪاليج بورڊ قائم ڪيو ويو، جنهن جو پهريون چيئرمين نصرت حسن هو، ڇئن سالن جي عرصي اندر ڪاليج ترقي ڪري ڊگري ڪاليج بنجي ويو جنهن ۾ آرٽ، ڪامرس ۽ سائنس جي تعليم جو انتظام ڪيو ويو ۽ خيرپور ڊويزن ۾ وڏو علمي ادارو آهي، ١٩٥٩ع ۾ خيرپور جي ڪمشنرڪاليج جي نئين عمارت جو سنگ بنياد رزرو واٽر واريءَ ٽڪريءَ تي رکيو، ڪاليج جي تعمير جو ڪم ڪاليج بورڊ جي نگراني ۾ هلي رهيو آهي، ڪاليج تي ٢٦ لک روپيا خرچ لڳندو، جنهن جو ڪم جاري آهي، پهرين چيئرمين مسٽر ظهير احمد کي "تمغه خدمت" مليو، موجوده چيئرمين مرزا فضل حسين سکر جو اٽڪ سماجي ورڪر آهي، هن تعليمي اداره جي تعمير کان پوءِ سکر تعليمي لحاظ کري بلند مقام

حاصل ڪندو، ٽيڪنيڪل تعليم ۽ سائنس لاءِ ۳ تجربيگاهون تعمير ٿي چڪيون آهن، ميڊيڪل ڪاليج کولڻ جو مسئلو زير ويچار آهي.

## گورنمينٽ انٽرميڊيئيٽ ڪاليج

حڪومت پاران سکر شهر ۾ ٻه انٽرميڊيئيٽ ڪاليج جن ۾ آرٽ ڪلاس آهن، جيڪي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ هلندڙ آهن، انهن ڪاليجن جون عمارتون نهايت خوبصورت آهن، جو هينئر ڊگري ڪاليج آهي جنهن ۾ سائنس جو شعبو به آهي، اهو ڪاليج شڪارپور روڊ تي يعقوب بسڪٽ فيڪٽري جي سامهون آهي.

## مدرسه اشرفيه

مدرسه اشرفيه جنهن ۾ علم دينيات فقه ۽ حديث جي تعليم ڏني وڃي ٿي، سو مولانا محمد احمد ٿانوي جاري ڪيو آهي، جنهن جي عمارت جو سنگ بنياد وئلس روڊ تي رکيو ويو آهي، هن ڪاليج جي تعمير کان پوءِ سکر دنيوي ۽ ديني علوم جي تعليم جو مرڪز بنجي ويندو، مسجد منزلگاه واري ميدان تي به مدرسو کولڻ جو سوال زير ويچار آهي.

## جانورن جي اسپتال

جيلاني روڊ تي ۱۹۱۸ع ۾ کولي ويئي، جنهن جو ڪم سکر ميونسپالٽي ۽ لوڪل بورڊ جي فنڊن وسيلي هلي ٿو.

## لکومل گوپالداس ڪلب

هن ڪلب جي منگل باغ جي اولهندي ۾ پڪ سري عمارت آهي، ۱۹۳٦ع ۾ هندن تعمير ڪرائي، جنهن ۾ مجلسون ڪندا هئا، هندو دولتمند ۽ تعليم يافته هئا، جتي به ڪو زمين جو موزون ٽڪرو ڏسندا هئا، متش ڪنهن نه ڪنهن سبب سان قبضو ڪندا هئا، مسلمانن وٽ پئسو ڪونه هو ۽ مفلسي

ڪري خاموش هئا، تقسيم هند کان پوءِ هن عمارت ۾ سرڪاري دفتر کوليو ويو آهي، هن وقت ڪسٽوڊين جو دفتر آهي.

## ڏيپچند ڪرڪيٽ پويلين

هي پويلين اسٽيڊيم (راندين جي ميدان) جي اولهندي ۾ ڏيپچند رعايت مل جي سرمايه سان ۱۹۳۸ع ۾ سندر شيوڪ سڀا وارن تعمير ڪرايو هو، جو پوءِ ميونسپل جي نظرداري هيٺ هو، تماشبينن جي ويهڻ لاءِ زمين کان ڇت تائين پڪسرا ڏاڪا جڙيل هئا، قيام پاڪستان کان پوءِ ميونسپل مٿين پويلين کي ڊهرائي ٿن لکن جي خرچ سان عظيم الشان اسٽيڊيم تعمير ڪرايو، ان کي چوطرف پڪي ديوار ڏياري آهي، هن عظيم الشان اسٽيڊيم جو سنگ بنياد خيرپور جي ڪمشنر اي-ايڇ خان ۱۹۵۹ع ۾ رکيو، اسٽيڊيم جي پهرين منزل جو ڪم ۱۹۶۱ع ۾ پورو ٿيو ۽ خيرپور جي ڪمشنر مسٽر ابونصر افتتاح ڪيو، ميسرز نقوي ۽ صديقي ڪراچي جي هن عمارت سازن نقشو تيار ڪيو.

## المهراڻ

مسٽر اي-ايڇ خان خيرپور جي ڪمشنر ”ڊسٽرڪٽ ڪلچر سوسائٽي“ جو بنياد ۱۹۵۹ع ۾ رکيو ۽ ٽيهن هزارن روپين جي خرچ سان المهراڻ جي چوديواري ۽ اسٽيج تعمير ٿيا، هن ڪم ۾ مسٽر ايم-ايڇ انصاري جنرل مئنيجر اي-سي-سي سيمينٽ فئڪٽري روهڙي ۽ ميونسپل چيف آفيسر مسٽر محمد نوراللهﷻ چڱو ڀرو ورتو، پهريون ڪلچرل شو ڊپٽي ڪمشنر مسٽر مهدي حسن جي ڪوشش سان فيبروري ۱۹۶۰ع ۾ ٿيو، سيڪريٽري شيخ راز هو جنهن کان پوءِ سيد حسن ميان سيڪريٽري رهندو آيو.

## هندو پنچائت ڌرمشالا

هي ڌرمشالا هندو پنچائت ١٩٢١ع ۾ تعمير ڪرائي. قلعي نما عمارت جنهن جو دروازو لوهي آهي ۽ اڳ ميان آدم شاهہ جي مورچي ڪي لڳل هو ۽ پوءِ نيلام ۾ هندن خريد ڪيو هو. اندر ٻہ ماڙ ٻہ ڊگهيون عمارتون جڙيل آهن جن ۾ هيٺ ۽ مٿي ڪمرا جڙيل آهن ۽ وچ ۾ ڪشادو ميدان اٿس. ٻاهر جا هندو اچي رهندا آهن ۽ حفاظت لاءِ حڪومت پاڪستان پوليس گارڊ جو انتظام ڪيو آهي. ڪاروبار پنچائت جي سپرد آهي. لالا بيليرام ڌرمشالا ١٩٢٣ع ۾ مولچند ٽلهي جي قريب تعمير ٿي ۽ لالا موهنداس ڌرمشالا ١٩٣٠ع ۾ سکر پراڻي ۾ تعمير ٿي.

## ريلوي يوروپين باٿ ٽئنڪ

ريلوي يوروپين انسٽيٽيوٽ جي ڀر ۾ ١٩٠٣ع ۾ ريلوي جي گورن ملازمن جي وهنجڻ لاءِ ڇت سان تلاءُ تعمير ٿيو، جتي منڊمون ۽ گورا اونهاري ۾ غسل ڪندا هئا. پاڪستان ريلوي کاتي هن جي مرمت ڪرائي ريلوي ملازمن لاءِ مخصوص ڪيو.

## گردوارو

جت هيئنر غريب آباد ۾ گرد وارو آهي اتي اڳ ميدان هو ۽ ٻہ چار نم جا وڻ هئا، جن هيٺان پيل پنچائت ذريعي فيصلا ڪندا هئا. اها زمين ميونسپل سکن کي گردواري لاءِ ڏني. ١٩٢٥ع ۾ سکن گردوارو تعمير ڪرايو، جنهن کي ٻن پاسن کان دڪان جڙيل آهن. گردواري جي ڀر ۾ گرمکي اسڪول تعمير ڪرايائون، جنهن ۾ هيئنر اردو پرائمري اسڪول آهي. اسڪول جي پٺيان ميونسپل بيل حاطو آهي جو اڳ هندو پنچائتي ڌرمشالا واري هنڌ تي هو. ان بيل حاطي جي اولهندي واري ڪنڊ تي سکن جهانڪي جو دڪان بہ کوليو هو.

## هندو ڪسرت شالائون

ويرپيمرسين سيامي سڄا ڳي کان پوءِ هندن ڪسرت شالائون به کوليون. ويرپيمرسين ڪسرب شالا ۱۹۲۵ع ۾ بندر روڊ جي پرسان کولي ويئي.

## مها بيردل

بندر روڊ تي ۱۹۳۲ع ۾ کولي ويئي.

## ڪرشن ڪسرت شالا

۱۹۲۳ع ۾ جاري ٿي.

## شيوا جي دَل

۱۹۳۵ع ۾ شيوا منڊلي ۾ جاري ٿي.

## سناتن هندو

۱۹۳۷ع ۾ واٽر ورڪس واري باغيچي ۾ جاري ڪئي ويئي.

## هندو منڊليون

## ڪرشن منڊلي

۱۹۰۰ع ۾ بندر تي کولي ويئي ۽ ۱۹۲۰ع ۾ ست سنگت عمارت ۾ منتقل ڪئي ويئي.

## رام منڊلي

بندر ريلوي اسٽيشن جي قريب رشي گوبندرام ۽ گورڌنداس ۱۹۲۴ع ۾ کولي هئي.

## پرمانند پنڊار

درياه جي ڪپ تي هندو متادمن چندو ڪري ۱۹۱۵ع ۾ جاري ڪيو.

## ٻڌا منڊل

درياه جي ڪپ تي مسٽر بودرام ١٩٢٧ع ۾ کوليو هو.

## مٺي سنگت

آريا سماج جي ويجهو ١٩٠٧ع ۾ سکر پراڻي جي سيٺ درومل جاري ڪئي.

## تلڪ هال

نمن جي چونڪ ۾ ١٩٢٢ع ۾ قائم ڪيو ويو، جتي ڏرمي ۽ سياسي ليڪچر ٿيندا هئا.

## سڌار سڀا

١٨٩٥ع ۾ مسٽر گوڪلداس گرداسمل لسليم برپا ڪئي. آتر سنڌ ۾ جهوني سڀا هئي، جنهن "راتوڙي پاڻشالا" جاري ڪئي هئي. اها پاڻشالا هندو عورتن لاءِ گوڪلداس بندر روڊ تي تعمير ڪرائي هئي. بندر روڊ تي ٽيئومل ڏيپچند لائبرري به جاري هئي. هر سال رام ليلا ۽ پرهلاد ڀڳت جا کيل ڏيکاريا ويندا هئا. مهاشيه ويرومل ۽ هوتچند مٿين ادارن جا سيڪريٽري هئا.

## سندر سڀا

مسٽر چانگي مل ١٩١٠ع ۾ قائم ڪئي. هن سڀا مارڪيٽ جي اوپرندي دروازه وٽ ويرومل لائبرري ۽ مارڪيٽ نائيٽ اسڪول کوليا هئا.

## سندر شيوڪ سڀا

١٩١٩ع ۾ مسٽر ٻالچند رام سنگهه برپا ڪئي هئي ۽ ١٩٢١ع ۾ هن مولچند ٿلهي تي لائبرري کولي هئي. ازانسواءِ باغ ڪوارٽر ۾ مليريا جي روڪ لاءِ ڏرمائو اسپتال کولي هئي. ليوڪس پارڪ، پيسومل پارڪ ۽ لئنسڊائون پل جي پير ۾ جل آشرم کوليا هئا. هن سڀا ١٩٣٤ع ۾ بندر روڊ تي ٽيڪچند پارڪ ١٩٣٦ع ليڊيز پارڪ، مارڪيٽ ٽاور، ڪرشناڊرامينٽڪ

سوسائٽي، بندر تي جانورن جي پاڻي پيئڻ لاءِ حوض تعمير ڪرايا، سيا جو سيڪريٽري مسٽر پرسرام منسند هو جنهن جي نالي تي بورڊ لڳل هئا.

## شيوا منڊلي

١٩١٩ع ۾ برپا ٿي. ديوان پوچسنگهه پهلاجاڻي سيا جو صدر هو، هن سيا بندر تي لائبرري ۽ نائيٽ اسڪول، هڪ ٻئنڊ قائم ڪئي هئي، ميلن جي موقعن تي ٻارن جي حفاظت ڪرڻ جو ڪم ان جي سپرد هو.

## هندو نوجوان منڊل

١٩٣٠ع ۾ قائم ٿيو، مسٽر جي-بي منگهارام منڊل جو مددگار هو، منڊل سيٺ جيوڻ داس وديالو، ڪنيا پاٺشالا، وڏڙهو مل پستڪاليه، سيٺ ٻالچند بئنڊ، ڊراميٽڪ سوسائٽي، ويدڪ شفاخانو، ٻارن لاءِ پوچراج پارڪ قائم ڪرايا، مسٽر ڪيمچند منڊليءَ جو جنرل سيڪريٽري هو.

## هندو غريب منڊل

١٩٣٢ع مسٽر گوپيچند ڪشنداس برپا ڪئي، جا غريب هندن جي شادين جي موقعن تي ديگيون، باسڻ ۽ شاميانا مهيا ڪندي هئي، هڪ نائيٽ پاٺشالا به کولائي ميلن جي موقعن تي پاڻي پيارڻ جو ڪم به ڪندي هئي.

## ناري شالا

١٩٣٣ع ۾ ديوان پيسو مل چاندواڻيءَ هندو بيواه زالن لاءِ برپا ڪئي، جنهن جي عمارت به خوبصورت هئي، بيواه زالن کي سبڻ، صابڻ جنوڙڻ، کوٽا ٺاهڻ، گنجيون ۽ جوراب اُڻڻ جا هنر سيکاريا ويندا هئا، راءِ بهادر ڪندن داس جنرل سيڪريٽري هو.

## هريجن شيوڪ سنگهه

ڀنگين جي حالت کي سڌارڻ ۽ ڪائنن ووٽ حاصل ڪرڻ لاءِ ۱۹۳۴ع ۾ سکر مال گدام ريلوي روڊ تي ڀنگين لاءِ هڪ ڪالوني تيار ڪئي ويئي، جنهن ۾ آسان قرض ڪڻڻ لاءِ هريجن بئنڪ، ٻارن لاءِ اسڪول، مندر، هنري شالا، ٻال پون، رانديون لاءِ ميدان، پيئڻ لاءِ ڏار ٽانڪي ۽ غسلخانو تعمير ڪرايا ويا، مسٽر رامچند وڪيل چيئرمن ۽ مسٽر شيوڪرام ڪريچند معاون ۽ مددگار هئا.

## جل ڪنيا منڊلي

۱۹۳۴ع ۾ مسٽر خانچند برپا ڪئي، پاٺشالا ۾ ست سنگهه ڪلاس جاري ڪيو ويو ۽ شادين جي ڏيتي ليتي رسم جي خلاف منڊليءَ پرچار شروع ڪيو هو.

## هندو لٽريچر منڊلي

۱۹۳۸ع ۾ مسٽر يوڌراج جاري ڪئي، جنهن معرفت هندو سورمائن شيوا جي راڻا پرتاب وغيره متعلق ڪتاب شايع ڪرائي پرچار ڪرائڻ لڳي، مسٽر لڇمڻداس سيڪريٽري هو.

## آريا سماج

سکر جي ڪتب فروش مسٽر هريسنگهه ۱۸۸۸ع ۾ برپا ڪئي ۽ ۱۹۰۸ع ۾ بندر روڊ تي عمارت تعمير ڪرائي ويئي، سماج جي زير نگراني ويدڪ لائبرري، شرڌانند ڀئنڊ، هڪ ڪنيا پاٺشالا تعمير ڪرائي ۽ پرچار جو ڪم زور شور سان چالو ٿيو، بندر جي نمن وارو چونڪ آريا سماجي قلعو هو، حڪيم منگترام، مهاشيم کيمچند، مسٽر شيوارام سيڪريٽري هئا.

## اپاشنا منڊلي

۱۹۰۶ع ۾ ساڌو واسواڻي سکر پراڻي ۾ برپا ڪئي، جنهن جي عمارت عاليشان هئي.

## سناتن ڌرم سڀا

١٩١٥ع ۾ پنڊت ويلو رام شرما برپا ڪئي جنهن جي عمارت عاليشان هئي، منجهس سنسڪرت پاٺشالا ۽ هڪ لائبرري هئي، ڀائو نارائڻ داس آڏاسي چيئرمن ۽ مسٽر پرسرام سيڪريٽري هئا.

## راڌ سوامي منڊل

آگره جي مشهور ديال باغ جي اصولن تي مسٽر هاسي مل سيرو چونڪ تي کولي هئي.

## سري ستنام هري

١٩١٩ع ۾ سناتين کولي هئي، هميشه گيارس تي ميلا لڳرائڻ سڀا جو ڪم هو، مسٽر واپاري مل ۽ جشن مل مکيه ڪارڪن هئا.

## ست سنگهه سڀا

١٩١٩ع ۾ مسٽر لوٽيندا رام مهراج ۽ چند ٻين ڪارڪن غريب آباد ۾ کولي هئي. سڀا جو ڪم هو هندو اوتارن جون ورسيون ملهائڻ ۽ ايشور جي هستيءَ جو پرچار ڪرڻ.

## آڏاسين منڊل

١٩٢٠ع ۾ آڏاسي ساڌن قائم ڪئي، ساڌ ٻيلي جو مهنت سوامي سنت پرساد پرڌان هو.

## سناتن ڌرم يووڪ سڀا

١٩٢٤ع ۾ مسٽر چوئٿرام برپا ڪئي هئي، ١٩٣٦ع ۾ هن سڀا بندر روڊ تي ميٺا رام لائبرري قائم ڪئي هئي. سڀا وٽ هڪ شوالو هو جنهن ۾ هندي زبان جو پرچار ڪرڻ مول متو هو، مهراج شوو ڪمار، سيٺ ڪوٽو مل ۽ مهاشيه گوپالداس ميمبر هئا.

## پاڻيا سهڪار منڊل

١٩٣٨ع ۾ هندو پاڻين پنهنجيءَ قوم جي بهبودي لاءِ قائم ڪئي، مسٽر ڪندن داس صدر ۽ مسٽر ڪلاچند وڪيل سيڪريٽري هو.

## هندو پرچارڪ ڌرم سڀا

١٩٣٥ع ۾ پاڻي پنجومل برپا ڪئي، سڀا جو متو هو هندو جاتيءَ کي بيدار ڪرڻ ۽ اتحاد پيدا ڪرڻ.

## آريو ويدڪ سڀا

١٩٣٨ع ۾ قائم ٿي، مقصد هو انگريزي دوائن بدران ويدڪ علاج ڪرايو وڃي، ويد نندلال صدر، ويد راج ڌرم سروپ سيڪريٽري هئا.

## شنڪر ڊراميٽڪ سوسائٽي

١٩٣٢ع ۾ سکر پراڻي ۾ قائم ٿي، سوسائٽي جا کيل هندن کي بيدار ڪرڻ لاءِ هئا، جهڙوڪ: قتل حقيقتراءِ، هريشچندر ڪامياب کيل هئا، سوسائٽي جو صدر ڊاڪٽر منگهارام هاسانند، ٽيڪمداس سيڪريٽري ۽ موٽنداس ڪارڪن هو. سوسائٽي وٽ پنهنجو سامان هو.

## هندو ميڊيڪل ائسوسيئشن

هندو ڊاڪٽرن جي تڪليفن کي منهن ڏيڻ لاءِ ١٩١٥ع ۾ قائم ٿي، جنهن جو صدر سول سرجن هو. ڊاڪٽر منگهارام ڪلاڻي، ڊاڪٽر هيرانند ڪيسواڻي ڪارڪن هئا، ڊاڪٽر هيرانند اڄ به موجود آهي، مٿين منڊلين کانسواءِ پيون به انيڪ منڊليون ۽ سڀائون هيون جهڙوڪ: گرسنگت، گرواڻي پرچارڪ سڀا، هندو اپڪارڪ منڊل، نوجوان جل، ڪنيا وغيره وغيره. هرهڪ گهٽي ۽ چونڪ ۾ ڪو نه ڪو ڌرمي يا سماجي دفتر ضرور هو.

## پارسي انجمن

پارسي هن شهر ۾ ۱۸۳۸ع ۾ اچي ويٺا، جڏهن پهرين
ڪابل جي ويڙهه شروع ٿي ۽ ملٽري ڪاٽي جا ٺيڪا شروع ٿيا،
ليمجي چاڙهي پارسين جو مسڪن هو، جو اڄ به ساڳي نالي سان
سڏجي ٿي، پارسي انجمن ۱۹۱۷ع ۾ قائم ٿي، جنهن پارسين لاءِ
جدا ڪالوني، اسڪول ۽ آتشخانو تعمير ڪرائڻ جو ارادو ڪيو،
خان بهادر ڊاڪٽر پيٺيگرا هردلعزيز سول سرجن سکر ۽ سکر
ميونسپالٽي جو سرڪاري چونڊيل ميمبر هو. هندن توڙي
مسلمانن ڪي هن لاءِ بيحد عزت هئي، ڊاڪٽر شاپورجي اسسٽنٽ
سرجن هو. ميونسپالٽي پارسين ڪي بندر ويجهو برف شاپ لڳ
اسڪول ۽ آتشخاني جوڙائڻ لاءِ زمين ڏني، جتي اسڪول ۽
آتشخانو اڄ به قائم آهن، سول اسپتال هيٺان ڪين رهائش لاءِ
ڪالوني ڏني، جتي رستم جي، مانڪ جي، ڪاوس جي ريلوي
ملازمن ۽ مسٽر شاپورجي جايون جوڙايون، سيڪريٽري
مسٽر مانڪ جي هو. وقت گذرڻ ڪان پوءِ ڪي سري ڪپي ويا
۽ ڪي واپار جي سانگي جايون وڪڻي ڪراچي ڏانهن هليا ويا،
باقي ڪالوني ۽ آتشخانو جنهن ۾ ماما هاءِ اسڪول ۽ خان بهادر
مارڪر جي چندي سان جايون جوڙايون ويون، سي اڄ به
موجود آهن، جن ڪي ڏسي چئي سگهبو ته ڪو وقت هن شهر ۾
پارسي رهندا هئا، انهن جاين جي سنڀال هڪڙو پارسي مـلا
ڪندو آهي، ڪالوني وارا بنگلا خان بهادر نظام الدين ۽ ميجر
عطا محمد ۽ ڪن وڏيرن خريد ڪيا پر ڪالوني اڃا تائين پارسي
سڏجي ٿي، پارسين جو پهريون قبرستان ميشن ڪورٽ جي
پر ۾ ٽڪري تي آهي، ٻيو قبرستان آدم شاهه ٽڪريءَ جي
هيٺان آهي، پهرين جي حالت درست آهي ٻيون ويران آهي.

## خالصا ينگ مين ائسوسيئشن

خالصا ائسوسيئشن، خالصن ۱۹۲۷ع ۾ قائم ڪئي، سکر ۾
سکن جا ٻه گردوارا هئا هڪ نئين پنڊ ۾ ريلوي ٺهرايو هو ۽

پيو غريب آباد ۾ هو. انسوسيئشن جو سيڪريٽري سردار بلونت سنگهه ريلوي جو هڪ ڪلارڪ هو. گردواري ۾ ديوان لڳرائڻ انسوسيئشن جو ڪم هو، جڏهن ڪا سکن جي ٽولي ٻاهران ايندي هئي ته گروگرنٿ جو پاٺ ٿيندو هو. گردواري جي ٻاهرين دڪانن ۾ سکن جو تنور هو. گردواري لڳ سک ٺيڪيدار سردار بوڙ سنگهه گرسکي تعليم جي پاٺشالا به تعمير ڪرائي هئي. ١٩٢٥ع ۾ گردوارو سکن تعمير ڪرايو.

## مسلمانن جون انجمنون

### انجمن اسلام

١٩ صدي جي پڇاڙي ۾ ١٨٩٨ع ۾ پير غوث علي شاهه گيلاني "انجمن اسلام" قائم ڪئي هئي. صدر خان بهادر پير بخش ۽ سيڪريٽري شيخ بابو سليمان انجمن هو جڏهن ته پير غوث علي شاهه ١٩٠٥ع ۾ وفات ڪئي، هن انجمن هڪ سنڌي اسڪول، ڊسٽرڪٽ مدرسو ۽ عيدگاهه جهڙا نمايان ڪم ڪيا، سيد ڪرم علي شاهه پير غوث علي جي پاٽي ١٩١٠ع ۾ هڪ مخالف انجمن اسلام قائم ڪئي پر خان بهادر پير بخش جي موجودگي ۾ پير ڪرم علي شاهه جي انجمن ڪامياب ٿي نه سگهي. ١٩٣٥ع ۾ خان بهادر پير بخش جي وفات کان پوءِ پٽس منشي ميان رحيم بخش پراڻي انجمن اسلام جو صدر ٿيو پر پير علي محمد شاهه راشدي، سيد حسام الدين، راقم الحروف، جنرل غلام نبي بروهي پير ڪرم علي شاهه جا معاون هئا؛ ان ڪري ميان رحيم بخش گهڻو ڪامياب ٿي نه سگهيو ڇاڪاڻ جو انجمن اسلام جا ڪانڌي سياسي جماعتن جا ميمبر بڻجي چڪا هئا.

### انجمن حسيني

سکر پراڻي جا معصومي ۽ ميرڪي سادات اڪثر شيعا آهن، جن ١٩٠١ع ۾ "انجمن حسيني" قائم ڪئي ۽ هر جمعرات امام بارگاهه ۾ مجلسون امام حسين جي يادگيري ۾ ڪندا رهيا،

سيد علي شاه معصومي انجمن جو انتظام ڪندو هو. محرم ۾ هڪڙو تابوت اڄ تائين ڪڍندو آهي، شيعن جون پيون به انجمون هيون.

## انجمن حيدري

١٩١٧ع ۾ ميان عبدالرحمان شاه قائم ڪئي هئي.

## انجمن حسيني

١٩٠١ع ۾ نئين سکر ۾ سيد قاسم علي شاه واري تڙ تي قائم ڪئي، سندس وفات کان پوءِ پٽس ميان نور شاه انجمن کي زنده رکندو آيو ۽ محرم جون مجلسون منعقد ٿينديون رهيون، ليڪن ڪا مستقل امام بارگاه مومنن وٽ ڪونه هئي، وري جڏهن آغا حسن علي خان پبلڪ پراسيڪيوٽر ٿيو، تڏهن سندس ڪوشش سان واري تڙ ڪوارٽر ۾ سکر ميونسپالٽي شيعن کي پلاٽ ڏنو، جتي هاڻوڪي امام بارگاه تعمير ٿي، سيد نور شاه پيش امام هو، جنهن ١٩٦٢ع ۾ وفات ڪئي، آغا حسن علي خان اڄ تائين امام بارگاه جي نگراني ڪري ٿو. امام بارگاه جي تعمير جو خرچ مير علي نواز خيرپور واري ڏنو هو.

## انجمن خيرخواه اسلام

هن انجمن کي چنيوٽي خواجن ١٩٢٠ع ۾ قائم ڪيو. جنهن جو نگران سيٺ اسماعيل ميمڻ هو. انجمن ”خواجه لائبرري“ غريب آباد ۾ قائم ڪئي ۽ لاوارث لاشن جي ڪفن ۽ دفن جو ڪم به ان جي سپرد هو.

## انجمن اماميه

١٩٢٢ع ۾ شيعن قائم ڪئي، جنهن جو الله ڏنو خان خاص رڪن هو.

## انجمن سيرت النبي

حضور سرور ڪونين صلعم جي سيرت پاڪ کي ملهائڻ لاءِ اهل سنت جماعت وارن انجمن سيرت النبي ١٩٢٨ع ۾ قائم ڪئي،

هن انجمن جو ڪم اڄڪلھ حڪيم حاجي عطا محمد ايڊيٽر شمشير سنڌ جي نگراني هيٺ هلي رهيو آهي هر سال شان ۽ تجمل سان جلوس نڪرندو آهي ۽ سيرت النبي تي واعظ بہ ٿيندا آهن، هن انجمن جو پايو بابو عبدالله خان رکيو هو.

## انجمن مسلم ايجوڪيشن سوسائٽي

تقسيم هند کان پوءِ مسلمانن جي بيداريءَ لاءِ مٿئين تعليمي انجمن ١٩٤٨ع ۾ سکر جي ماڻهن جي تعاون سان هڪڙي مهاجر ماستر مسٽر نسيم الهديٰ قائم ڪئي ڇاڪاڻ جو گورنمينٽ ۽ ميونسپل اسڪولن جو تعداد ٿورو هو. پهريان پرائمري اسڪول کوليو ويو جو ١٩٥١ع ۾ هاءِ اسڪول بنجي ويو. مسٽر نصرت حسن ڪليڪٽر جي زير نگراني ١٩٥٥ع ۾ سوسائٽي جو ادارو آرٽ ۽ ڪامرس ڪاليج بنجي ويو. هن سوسائٽي پاران ١٥ پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪول هلن ٿا. سيٺ حاجي محمد عثمان صدر ۽ مسٽر محمد يوسف سيڪريٽري آهن.

## ميمڻ انجمن

انگريزي راڄ ٽوڙي آزادي کان پوءِ سکر شهر جي ميمڻ واپاري حضرات کان مسلمانن کي گهڻو فائدو پهچندو رهيو. ڪجهي ميمڻ منشي خاندان جو بيان ڏيندا رهيا آهيون نو وارد ڪاٺياواڙي مهاجر ميمڻن اچڻ شرط پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪول کوليا ۽ ١٩٥١ع تائين هڪ لائبرري ۽ آزاد ريڊنگ روم کوليائون. ١٩٥٣ع ۾ ڇوڪرين لاءِ سبق ۽ پرت جي هنرن سيکارڻ لاءِ ادارو ۽ فري اسپتالون کوليائون. ١٩٥٧ع ۾ مڊل اسڪول کي هاءِ اسڪول جي درجي تي پهچايائون. انجمن اڻ ٿڪ ڪوشش سان ڪم ڪري رهي آهي.

## انجمن شوڪت اسلام

١٩٤٨ع ۾ هن انجمن يتيم خانو کوليو، جنهن ۾ ٣٥ يتيم رهن ٿا. ١٩٥١ع ۾ يتيمن جي تعليم لاءِ انجمن پرائمري

اسڪول کوليو. يتيمن لاءِ هڪ شفاخانو ۽ ريڊنگ روم به انجمن کوليو آهي.

## آل پاڪستان ومن ائسوسيئشن

هيءَ ائسوسيئشن بيگم لياقت علي رعنا پاڪستاني خواتين لاءِ جاري ڪئي. اهو ناممڪن آهي ته سکر جهڙو صدر شهر ائسوسيئشن کان محروم رهجي وڃي. چنانچه ۱۹۴۹ع ۾ اپوا لاءِ سکر ميونسپالٽي ليوڪس پارڪ لڳ پلاٽ ڏنو ۽ ۱۹۵۱ع ۾ ڪليڪٽر سکر مسٽر مظفر حسين اپوا جو دفتر کوليو ۽ بيگم لياقت علي خان خواتين لاءِ هنري ادارو کوليو ۽ غريب ڇوڪرين جي تعليم لاءِ اسڪول کوليو ويو. ۱۹۵۴ع ۾ آل پاڪستان اپوا ڪانفرنس جو اجلاس بيگم لياقت علي خان جي زير صدارت ٿي گذريو. ۱۹۵۷ع ۾ ۽ خواتين لاءِ فري ريڊنگ روم کوليو ويو ۽ "اپوا ڪلب" کوليو ويو. وري جڏهن بيگم مهدي حسن اپوا ڪلب جو ڪم سنڀاليو ته مينابازار ۽ آل پاڪستان مشاعره آمدني مان نئين بلڊنگ تعمير ڪئي وئي آهي ۽ لياقت ميمورئل اسڪول کي نئين جاءِ ۾ منتقل ڪيو ويو. اپوا ڪلب ترقي ڪري رهيو آهي. ميونسپل ڪاميٽي کان امداد ملي رهي آهي ۽ مينا بازارين مان وقت بوقت آمدني ٿئي ٿي. بيگم ظفر هاشمي انجمن جي سيڪريٽري آهي.

## سکر جا ڪارخانا

### مدينته الاوالياء

سکر هر صدي سنڌ جي سري ۾ صنعت ۽ تجارت ڪري مشهور رهندو آيو آهي. انگريزي دور ۾ مشينن تي ڪارخانا هلڻ لڳا ۽ ڪاريگر بي روزگار بنجي وياه پراڻي تهذيب منجهي وئي، جديد تهذيب ۽ ڪلچر دنيا کي نئين ايجادن کان واقف ڪيو. فنڪار بيڪار ٿي ويا ۽ نئين انقلاب اقتصادي بدحالي جو دور آندو. اڳ سادگي جو دور هيو. ڪوٺاٺان نير ۾ ٻڌل ڪپڙا پائيندا هئاه سکر ۾ نيروڻين جا

دڪان هئا، ولايتي رنگين ڪپڙن اچڻ ڪري رنگريزن کي نقصان پهتو. مارواڙي بازار جا مارواڙي موچي گهيتلا تيار ڪندا هئا. هڪ سنڌي جوتو سالن تائين هلندو هو. دولتمند طبقو گهيتلن تي نقرئي ڪم ڪرائيندا هئا ۽ ملتاني گهيتلا جن تي ريشم جو ڪم ڪيل هو اڪثر شرفا پائيندا هئا. انگريزي بوٽن ۽ سليپرن جي اچڻ ڪري هن ديسي هنر کي ڌڪ لڳي ويو. چمڙي جي دٻن ۾ گيهه سڄو سال تازو رهندو هو، ٽين جي دٻن اچڻ ڪري چمڙي جي دٻن جو هنر ختم ٿي ويو. خواتين گهرن ۾ ريشمي ٽوپيون تيار ڪنديون هيون. شڪارپوري ٽوپيون مشهور هيون اڪثر شرفا پائيندا هئا، اهو رواج ختم ٿي ويو ۽ گهرو هنرن جو خاتمو ٿيو. مغربي تهذيب ۽ پوشاڪ پائڻ کان عوام نفرت ڪندو هو. بافتو في گز ٣ پئسا، محمودي اوچي في گز ٦ پئسا، چڪنو في گز ٩ پئسا. سادي زندگي جا اهي ڪپڙا هئا. مغربي تعليم جي واڌاري ۽ پهرين عالمگير جنگ کان پوءِ مغربي تهذيب ۽ لباس اهڙو زور ورتو، جو زندگي ماڻهن لاءِ مهانگي بنجي ويئي. اڳ هڪ ڀاتي ڪمائيندو هو ته اٺ کائيندا هئا. هينئر اٺ ئي ڪمائين ٿا ته به گهر جي ضروريات جي پورت ڪرڻ کان عاجز آهن. مغربي تهذيب ۽ سائنس جي ترقي ڪري ننڍي ٿي ويئي. وارن مان سانجهه موڪلائي ويئي بلڪ سوسائٽي ۽ سماج جي مزاج ۾ ڦيرو اچي ويو. اڳ سکر جي مياڻي روڊ تي پيڙين جا ڪارخانا هئا. اڄ به آڳاٽا اهڃاڻ نظر اچن ٿا پر اڄ آتي خاموشي ڇانيل آهي. اڳ بازار ۾ ناٿي ڏيڻ سان خالص شيون ملنديون هيون. هرڪو شهر واسي صحتمند هو. نئين تهذيب شين ۾ ملاوٽ جو مرض پيدا ڪيو، جنهن ڪري بيمارين منهن ڪڍيو، جن جو شمار ڪونهي. ڪارخانا ترقي ڪندا رهيا ان سان گڏ بيماريون وڌڻ لڳيون. بڪ، بي روزگاري ۽ مهانگائي عوام جي ڇيلهه ڇٻي ڪري ڇڏي. ١٩٦٣ع جي پڇاڙيءَ ڌاري انگور

جي في سير جي قيمت سوا رپيو ۽ گوار جي في سير جي قيمت هڪ رپيو هئي!

١٨٩٥ع ۾ ڀهرين پليگ پئي، ماڻهو بيمارن کي گهرن ۾ ڏٺو ڪري ٻاهران قفل هڻي هليا ويا. ١٩١٥ع ۾ ٻيهر پليگ منهن ڪڍيو شهرواسي شهر ڇڏي ڀڄي ويا. ١٩١٩ع ۾ انفلوئنزا سنڌ کي نپوڙي نيست ڪري ڇڏيو. مسلمان مئلن کي رلين ۾ لپيٽي پورڻ لڳا ۽ هندن جي مسائن ۾ ڪاٺين جو قحط هو جو مردن کي ساڙي پسم ڪن. ١٩٦٢ع جي رپورٽ موجب ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر جهڙن وڏن شهرن ۾ چاليهه سيڪڙو شهرواسي سلهه جا مريض هئا. ويهن صدي ڏاري سکر صنعتي مرڪز بنجي ويو. چنانچه صابڻ سازي، برتن سازي، ڏجوڙيون ۽ لوهي سامان جهڙوڪ: ڍلائي، خراد، چانور ڇڙڻ جون مشينون، گنجيون ۽ جوراب، بسڪوٽ فئڪٽريون، ڪپڙي سازي، دوا سازي، سگريٽ سازي، قفل سازي جا جابجا ڪارخانا کلي ويا. ١٩٤٧ع ۾ مهاجرن جي اچڻ ڪري گهرو هنرن ويتر ترقي ڪئي، جهڙوڪ لوهي ٽرنڪ، انگوڇا، چادرون آٽڻ، بوٽ پالش، قفل سازي، ڪير مان مکڻ ڪڍڻ جون ڊائريون ۽ فراسيون ۽ رنگريزي جي هنرن گهوٽن ناهڻ جي هنرن ترقي ڪئي.

## جي- بي منگهارام فئڪٽري

سيٺ منگهارام، سيٺ جيوڻ داس، سيٺ ڀالچند گڏجي ٻه ڪارخانا باغ حيات علي شاه ۽ شڪارپور روڊ تي کوليا جن جون عمارتون عاليشان آهن. منجهن خوبصورت لذيذ بسڪيٽ، ڪنفيڪشنري، چاڪليٽ، الميونم جا ٿانءَ، دوائون ۽ پيون شيون جڙڻ لڳيون. جي- بي منگهارام جا بسڪيٽ ولايت تائين مشهور هئا. انهن ڪارخانن ۾ نامي ۽ پتل جون چادرون ٺهڻ لڳيون. تقسيم هند کان پوءِ باغ حيات علي شاه وارو ڪارخانو هڪ مهاجر خاتون کي الاٽ ٿيو ۽ شڪارپور روڊ وارو ڪارخانو مهاجر سيٺ يعقوب کي الاٽ ٿيو. جي- بي منگهارام وارو

محلات پاور هائوس جي پُٺ ۾ آهي، جنهن جي هڪ حصي ۾ اسلاميه ڪاليج آهي.

## ڪنهيالال نانڪرام ڪمپني

هي ڀائر سکر پراڻي جا سيٺ هئا، جن جو بسڪيٽ ۽ ڪنفيڪشن جو ڪارخانو پراڻي برف شاپ وٽ هو. اهو هينئر ايوب ڀائرن کي مليو آهي.

## سکر بسڪيٽ فئڪٽري

پراڻي سکر ۾ ريل جي رستي جي لڳ آهي. جا سيٺ دولترام ۽ سيٺ ويروملس تعمير ڪرائي، جن دهلي جي سيٺ نواب احمد سعيد سان جائداد جو تبادلو ڪيو.

## سنڌ سوديشي هائوزري مل

سيٺ چوئٿرام ۽ سيٺ رامداس مياڻي روڊ تي تعمير ڪرائي هئي جنهن ۾ عمدا مفلر ۽ سوئيٽر تيار ٿيندا هئا، جن جو سنڌ ۽ پنجاب ۾ کاپو ٿيندو هو. سال ١٩٣٩ع واري هندو مسلم فساد ۾ سڙي ٻري ويئي.

## سکر ٽائيلس فئڪٽري

سکر پراڻي ۾ ميان نعمت الله قريشي دهلي وارن ١٩٣٤ع ۾ کولي. صوبي اندر واحد فئڪٽري آهي جنهن ۾ ٽائيلس تيار ٿين ٿا. منجهس سيمنٽ جون ڪونڊيون ۽ پائيپ به تيار ٿيندا آهن. راقم ١٩٦٢ع ۾ قريشي صاحب جي دعوت تي فئڪٽري جو معائنو ڪيو هو.

## گنيش ٽائيلس فئڪٽري

سکر پراڻي جي سيٺ منو مل چوهڙمل پارڪ وٽ کولي هئي، تقسيم هند کان پوءِ مسٽر نعمت الله قريشي فئڪٽري جي مشينن کي خريد ڪيو ۽ هي هلن ٿيون.

## ڊيمبلا ۽ ڪرشنا فلور ملون

ڊيمبلا مل شمس آباد ۾ ۽ ڪرشنا مل پراڻي برف شاپ وٽ هندو سيٺين تعمير ڪرايون، جن ۾ روزانو سوين

مڻ اٽو، سوجي ۽ ميدو تيار ٿيندو آهي جو سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان ڏانهن وڃي ٿو.

## اپر سنڌ سگريٽ فئڪٽري

هندو سيٺين شڪارپور روڊ تي نئين ڳوٺ ۾ تعمير ڪرائي، جنهن ۾ سگريٽ ۽ چروٽ ٺهندا هئا، جن جو سنڌ ۽ پنجاب ۾ کپو ٿيندو هو. مگر بازار جي چٽاڀيٽي سان ڪارخانو مقابلو ڪري نه سگهيو. مکيہ حصيدار راءِ بهادر اڇمنداس هو. تنهن کان پوءِ ڪارخاني ۾ لوهه جون شيخون تيار ٿيڻ لڳيون. تقسيم کان پوءِ لکا پتي ڪاٺياواڙي سيٺ ستار جي ملڪيت بنجي ويو. اڄڪلهہ يعقوب آئل مل جي نالي سان تيل پيڙهڻ جي مل آهي، جنهن ۾ صابڻ جڙي ٿو.

## گڻيش ڪوپرا مل

ڪوپري جي تيل جو ڪارخانو نئين ڳوٺ پريان شڪارپور روڊ تي سيٺ دنيچند ڪوليو ۽ سيٺ پنجومل مئنيجنگ حصيدار هو. هن مل جو پڪل ڪوپري جو تيل سنڌ ۽ هند ۾ مشهور هو. تقسيم کان پوءِ بند ٿي ويو.

## ڪنيالال هريرام سلڪ فئڪٽري

پٽنچاتي ٿلهي وٽ کولي وئي. هن ڪارخاني جو زالاڻو ريشمي ڪپڙو مقبول عام هو.

## گرونانڪ سلڪ فئڪٽري

ليوڪس پارڪ وٽ زنانن ڪپڙن تيار ڪرڻ جو ڪارخانو هو.

## گانڌي هوزري فئڪٽري

بندر تي پوسي گدام سامهون هئي.

## پريسنگ مشين

هي ڪارخانو ڪپهہ ۽ پشم کي پريس ڪري ڳنڍڙيون تيار ڪندو هو، جو سيٺ دوارڪا داس ڪاٺ مڏي طرف کوليو هو.

### چمڙا پريسنگ مشين

نئين ڳوٺ ۾ چمڙا فروش خواجن چمڙي کي پريس ڪري بنڊل ٺاهڻ لاءِ کولي هئي ۽ اڄ به چالو آهي.

### سردار علي شاهه جو ڪارخانو

ڊيمبلا ميل جي سامهون سيد سردار علي شاهه جو ڪارخانو آهي، جنهن ۾ ڍلائي، خراد ڪان سواءِ مشينن جا پرزا ٺهن ٿا، جن مزورن ۽ ڪاريگرن هن ڪارخاني ۾ ڪم ڪيو سي اڳتي هلي پاڻ ڪارخانن جا مالڪ بنجي ويا.

### غلام حسين صادق علي آٽو موبائل انجنيئرس

شيخ حاجي غلام حسين ۽ حاجي صادق علي ٻه ڀائر آهن، جن جو موٽر ريپئرس جو ڪارخانو غريب آباد ۾ مشهور آهي، وٽن موٽرن صاف ڪرڻ، پيٽرول پمپ ريس ڪورس روڊ تي آهي.

### جمال الدين ڪارخانو

سکي تلاءَ تي موٽرن جي مرمت جو ڪارخانو آهي، ٻيا به شهر ۾ ڇپيا ڇپيا تي ڪارخانا آهن جهڙوڪ: گلٽ سازي، رنگسازي وغيره جن جي بيان کي نظرانداز ڪريون ٿا.

### نواب انڊسٽري

١٩١٨ع ۾ کولي ويئي، جنهن ۾ علي ڳڙه قسم جا قفل ٺهن ٿا، سڄي شهر جي ڪارخانن جو تعداد ٢٣٠ آهي.

### واپڊا جو ڪارخانو

واپڊا جو ڪارخانو بئراج ڪالوني ۾ آهي، جنهن ۾ ٽرانسفارمر ۽ مشنري سامان جڙي ٿو.

### سئنيمائون

سئنيمائن کان اڳ ناٽڪن (ڊرامن) جو رواج هو، ١٩-صدي جي پڇاڙيءَ ۾ سکر ۾ فقط هڪڙو ماڊوو ناٽڪ

ڪمپنين لاءِ هو، غريب آباد جي اڇي مسجد جي پر ۾ ڏکڻ
طرف هو، جو ٽارو مل ۽ ڀانها مل ٻن هندن جي ملڪيت هو،
ٽارو مل دڪاندار هو ۽ ڀائس ڀانهو مل ريلوي ۾ بئلسٽ
انسپيڪٽر هو، انهيءَ ڀانهي مل غريب آباد سڪي تلاءَ جي
اتر اولهندي طرف جل آشرم ۽ شوالو ۽ کوهه کٽايو هو،
بدقسمتي سان کوهه جو پاڻي ڀاڙو نڪتو، اهي جايون اڄ به
موجود آهن، ٻيو مانڊوو هو ريلوي يورپين انسٽيٽيوٽ، جنهن ۾
هر ڇنڇر شام جو پيانو جي ساز تي منڊمون نچنديون هيون،
هال سينٽ ۽ لويينڊرن جي خوشبوءِ ڪري پرستان بڻجي
ويندو هو، فقط يورپين نچندا هئا. ويهين صدي ۾ مارڪيٽ
مسافرخاني جي سامهون هڪڙي هندو سيٺ ڪالڪا ٿيٽر
تعمير ڪرايو، ٻاهرين ڪمپنين کان علاوه سکر پراڻي جي
شنڪر ڊرامينڪ سوسائٽي به هن مانڊووئي ۾ کيل ڏيکاريندي هئي،
ازانسواءِ بمبئي، دهلي، لاهور ۽ ڪاٺياواڙ جي ڪمپنين جا
کيل راقم چوئٽرام ڪالڪا ٿيٽر ۾ ڏٺا هئا، هيئنر اهو
ٿيٽر هائوس حفيظ ٽاڪيز سڏجي ٿو. ١٩٢٩ع ۾ لڪشمي ٽاڪيز
سڏبو هو، ڪارونيشن ڪمپني، نانڪ چند ڪمپني ۽ سري
واڪانير ڪمپني چڱو نالو ڪڍيو هو، چنانچه ڪارونيشن
ڪمپنيءَ ۾ عبدالرحمان ڪابلي هيرو جو عمدو پارٽ ادا
ڪندو هو، نانڪ چند ڪمپنيءَ جي ائڪٽر ڦوسيا لال مشهور هئي
واڪانير ڪمپنيءَ جو گجراتي ۾ "راڌا پريم ڀڳتي" کيل
چڱو نالو ڪڍيو، حفيظ ٽاڪيز جي سامهون ١٩٢٨ع ۾ امپيرل
ٽاڪيز هائوس تعمير ٿيو، اڳ ان هنڌ تي مارڪيٽ جو گند
اڇلائيندا هئا، ١٩٢٦ع ۾ بئراج جي ڪم شروع ٿيڻ کان پوءِ
شمس آباد ۾ منروا ٽاڪيز هائوس تعمير ٿيو جو اڄ نشاط سڏجي ٿو.
تنهن کان پوءِ جڏهن سئنيما جو شوق وڌندو ويو ته نوان
هائوس تعمير ٿيڻ لڳا، واٽر ورڪس ٽڪريءَ هيٺان موتيرام
جي ٽڪاٽي پٺيان ريجينٽ سئنيما تعمير ٿي، جنهن جي هال جي

ديوارن تي مشرقي آرٽ جي نموني تي تصويرون نڪتل هيون جي هينئر منهجي ويون آهن. بعد سکر چڪلي جي پر ۾ فردوس سئنيما عمارت تعمير ٿي. پويون سئنيما هائوس سکر پراڻي ۽ سکر نئين جي وچ ۾ ميجر عطا محمد خان شاليمار سئنيما هائوس تعمير ڪرايو جنهن ۾ عاليشان عمارت ايئر ڪنڊيشنڊ آهي.

## ليوڪس پارڪ مسجد

ليوڪس پارڪ جي آتر اوڀرندي ڪنڊ تي هڪ ٽڪنڊو ٽڪرو ١٩٣٧ع ۾ زالن لاءِ پارڪ جوڙيو ويو هو. گاهه جي پوٽن سان چوطرف پردي جي ديوار ڏنل هئي. تقسيم کان پوءِ مسلمانن هن پارڪ ۾ عاليشان مسجد تعمير ڪرائي آهي. هينئر ليڊيز پارڪ عيد گاه جي سامهون لئرسي ٽاور واري ٽڪري تي آهي.

## ڊسٽرڪٽ ريڊڪراس آفيس

ريڊ ڪراس عام جي ڀلي لاءِ آهي. انجمن صليب احمر ضلع سکر ڳوٺن کي مليريا ۽ سلهه جي خلاف دوائن پهچائڻ لاءِ ١٩٦١ع ۾ ١٩ هزارن روپين جي خرچ سان ائنبيولنس ڪار خريد ڪئي هئي ۽ ڊپٽي ڪمشنر جي بنگلي جي هيٺان آتر طرف ضلع آفيس ٥٠ هزارن روپين جي خرچ سان تعمير ڪرائي آهي، جا مليريا خلاف مرڪز آهي. چنانچه آبڪلاني جي منڊ کان پوءِ هر سال سنڌ جي ڳوٺن کي موسمي بخار کان نقصان پهچي ٿو. ميجر عطا محمد خان ١٦ سال ان جو سيڪريٽري ٿي رهيو. سکر ضلع جو ڊپٽي ڪمشنر صدر رهندو آهي.

## ڇاپخانا

١٩ صدي جي آخر ۾ ماستر هريسنگهه وٽ ڇاپخانو هو، جنهن ۾ عشقيه آکاڻيون ڇپبيون هيون- ١٩١٧ع ۾ سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ ڪم ڪندا رهيا. تقسيم کان پوءِ هريسنگهه جو ڇاپخانو ختم ٿي ويو.

## محموديہ پريس

حافظ عبدالحميد ايڊيٽر محموديہ پريس ۾ ڪي آڪاٽين جا ڪتاب ۽ ڪي مذهبي ڪتاب شايع ڪيا.

## حبيب ڇاپخانو

١٩٥٤ع ۾ فريئر روڊ تي کوليو ويو، جتي شيخ اياز، شيخ عبدالرزاق راز، بدوي ۽ بشير موريائي جا ڪتاب شايع ٿيا.

## عجائب اسٽور

ڪتب فروش گهڻو ڪري ٻاراڻا ۽ تعليمي ڪتاب شايع ڪرائي ٿو. تعليم کاتي لاءِ تجارتي ايجنسي آهي ۽ مشهور آهي.

## گل بڪ ڊيپو

عجائب اسٽور وانگي گل بڪ ڊيپو به تعليم کاتي جا ڪتاب شايع ڪرائي ٿو.

مٿين ڇاپائيندڙن کان علاوه مڪتب انسانيت، عليگڙه بڪ ڊيپو، حسيني بڪ ڊيپو، روئوف برادرس ۽ ڪياني بڪ ڊيپو وٽان انگريزي، اردو ۽ سنڌي رسالا ۽ ڪتاب ملي سگهن ٿا.

## اخبارون

١٩ صدي جي پڇاڙي ۽ ويهين صدي جي شروعات ۾ سکر جي مسلمانن وٽ به روزانيون سنڌي اخبارون آفتاب ۽ الحق هيون. الحق حيدرآباد ڏانهن کجهي ويئي هئي، سا ١٩٠٧ع ۾ پيهر سکر کان شايع ٿيڻ لڳي. هن جو ايڊيٽر شيخ محمد سليمان هو ۽ انگريزي ڪالم مسٽر محمد علي دهلوي بار ائٽ لا لکندو هو. جو پوءِ بمبئي کاتي جو وزير ٿيو هو. ١٩٠٨ع ۾ شيخ محمد سليمان جي وفات کان پوءِ پٽس عبدالعزيز ايڊيٽر ٿيو. ١٩١٥ع ۾ الحق بند ٿي ويئي.

## سنڌ زميندار

زميندار لاهور وانگي سنڌ جي زميندارن اپر سنڌ لاءِ مسٽر ايم - اي کهڙو ۱۹۲۷ع ۾ جاري ڪئي جا سه روزه سنڌي ۾ هئي. شروعات ۾ ايڊيٽر ميان عبدالوهاب هو، پوءِ احمد علي عليگ غلام نبي، آغا نظر علي، پير علي محمد راشدي ۽ مولوي سيتائي عبدالغفور ايڊيٽر ٿي رهيا. ۱۹۶۰ع ۾ اخبار بند ٿي ويئي. آفتاب جو بيان موقعي سر ڏبو.

## دعوتِ اسلام

هيءَ هفتيوار سنڌي اخبار ۱۹۲۸ع ۾ ڊاڪٽر محمد يامين قريشي دندان ساز جاري ڪئي ۽ مسلمانن جي حقن لاءِ لڙندي هئي. پوءِ مسلم ليگي پرچو بنجي ويو. دعوتِ اسلام بيباڪي ڪري مشهور اخبار هئي.

## المنار

پهريان ماهوار رسالو سنڌي ۾ شايع ٿيندو هو، ايڊيٽر مسٽر عبدالرحيم ڪرل هو، جو پوءِ خيرپور جو چيف جج ٿيو. رسالو ۱۹۳۰ع ۾ جاري ٿيو. حافظ عبدالحميد پنهنجي پرنٽر ۽ پبلشر هو. ۱۹۳۳ع ۾ المنار حافظ عبدالحميد جي ايڊيٽري ۾ هفتيوار بنجي ويئي. اخبار جي پاليسي سنڌ جدائي جي فائدي ۾ هئي. رسالي واري زماني ۾ پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي، راقم مکيم مضمون نگار هئا.(۱) المنار اڄ تائين هفتيوار شايع ٿئي ٿي.

## ستاره سنڌ

۱۹۳۴ع ۾ سکر مان پهريان هفتيوار پير علي محمد شاه راشدي جاري ڪري پاڻ ايڊيٽر ٿيو. بعد روزانه ٿي. هن اخبار سياست ۽ ادبي دنيا ۾ چڱو نالو ڪڍيو. ان جو مزاحيه ڪالم

---

(۱) ڪريم بخش خالد: سنڌي صحافت ۱۴۲ - ۱۴۳.

”ملا لٽر“ مشهور هو. سيد حسام الدين، لطف الله بدوي ۽ راقم مضمون نگار هئا. ١٩٣٨ع ۾ بند ٿي ويئي. ستاره سنڌ کي پنهنجي پريس هئي.

**انقلاب**

آغا بدرالدين ٻڙهي ياسين واري سکر مان ڪوئينس روڊ تان ١٩٤٥ع ۾ سنڌي زبان ۾ روزاني جاري ڪئي. مرحوم درمحمد اويسي ۽ علي احمد بروهي ايڊيٽر هئا. اخبار ڪانگريسي اخبارن جي مقابلي ۾ مسلم ليگ جي حامي هئي. اپر سنڌ جي مسلمانن کي بيدار ڪرڻ ۾ چڱو حصو ورتو. ڪن سوشل خرابين جي خلاف به محاذ ڪڙو ڪيائين حڪومت به دفعا مٿس بندش وڌي تاهم ١٩٥٨ع تائين جاري رهندي آئي. وٽس پنهنجي پريس هئي ۽ هيئر نوائي انقلاب جي نالي سان روزانه شايع ٿئي ٿي.

**پاڪستان ڪان پوء**

١٩٤٧ع ۾ هندن جي لڏپلاڻ کان پوء سکر مان اُردو اخبارون شايع ٿيڻ لڳيون جن جا نالا ڏجن ٿا.

**ڪليم**

مسٽر مهرالاهي شمسي بريلوي اردو ۾ هفتيوار جاري ڪئي. اخبار جي پاليسي آزاد هئي. ١٩٥٩ع ۾ روزانه ڪئي وئي.

**مجاهد**

مسٽر محمد اختر فاروقي ١٩٥١ع ۾ اردو ۾ هفتيوار شايع ڪئي. هيءَ آزاد اخبار آهي جا اڄڪلهه هفتي ۾ ٻه دفعا شايع ٿئي ٿي.

**نعره حق**

سکر جي جهوني اُردو اخبار هفتي ۾ ٻه دفعا ١٩٣٨ع کان سکر ۽ ڪوئيٽا مان شايع ٿيندي آهي. مسٽر گلزار احمد ايڊيٽر آهي.

**رهنما**

١٩٥٤ع ۾ هفتيوار اردو ۽ سنڌي ۾ شايع ٿيڻ لڳي. ١٩٥٨ع ۾ خيرپور ڏانهن منتقل ٿي ويئي پر هڪ سال کان پوءِ واپس سکر آندي ويئي. ١٩٦٠ع ۾ پيکر نقوي جي ايڊيٽري هيٺ روزانو اردو ۾ شايع ٿئي ٿي. پيکر صاحب نوجوان آهي.

**بشارت**

١٩٥٤ع ۾ مسٽر بشارت بي-اي جاري ڪئي جا ١٩٥٦ع ۾ حيدرآباد ڏانهن منتقل ٿي ويئي، مشرف رضا جعفري ان جو ايڊيٽر آهي.

**نمود سکر**

١٩٦٠ع ۾ شاگردن پاران اردو ۾ شايع ٿي ۽ شاگردن جي تڪليفن کي پيش ڪندي هئي. ليڪن ١٩٦١ع ۾ بند ٿي وئي.

**سرچ لائيٽ**

مسٽر بشارت انگريزي ۾ شايع ڪئي، ٻن سالن کان پوءِ ١٩٥٨ع ۾ حيدرآباد ڏانهن کڄي ويئي.

**منشور**

مسٽر علي احمد بروهيءَ سنڌي ۾ هفتيوار ١٩٥٢ع ۾ شايع ڪئي. هڪڙو صفحو خبرن جو انگريزيءَ ۾ شايع ٿيندو هو. اخبار چڱي مقبوليت حاصل ڪئي پر ١٩٥٣ع ۾ بند ٿي ويئي.

**روشني**

هفتيوار سنڌي ١٩٥٠ع ۾ حاجي محمد عالم مگريو جاري ڪئي جا اڄ به شايع ٿئي ٿي.

**شمشير سنڌ**

هفتيوار سنڌي ١٩٥١ع ۾ حڪيم حاجي عطا محمد شايع ڪئي جا اڄ تائين جاري آهي.

**الخير**

سنڌي هفتيوار ايڊيٽر عبدالله خان بلوچ جي ايڊيٽري هيٺ شايع ٿئي ٿي.

## هندو اخبارون

**ڌرم وير**

مهراج امرداس ١٩٠٨ع ۾ جاري ڪئي جا ١٩٤٠ع تائين چالو رهندي آئي. سنڌيءَ ڪان پوءِ ٻيو نمبر اخبار هئي.

**هندو ليگ گزٽ**

١٩٣١ع ۾ مسٽر آرت مل جي ايڊيٽري هيٺ جاري ٿي.

**سکر گزٽ**

١٩٣٥ع ۾ مسٽر بيڪچند جي ايڊيٽري هيٺ جاري رهي.

**ڪانگريس**

١٩٣٧ع ۾ جاري ٿي. مسٽر ٺاڪرداس ايڊيٽر هو. اخبار جي پاليسي سنڌس نالي مان ظاهر آهي.

**سڄاڳي**

١٩٣٧ع ۾ جاري ٿي. مسٽر نرسومل ايڊيٽر هو. ١٩٤٨ع ۾ هندن جي لڏپلاڻ ڪري سڀ هندو اخبارون بند ٿي ويون.

## هوٽلون

**ڪالي خان**

شڪارپوري روڊ تي چاءِ جي هوٽل هئي. ڪالي خان کان پوءِ مٽجي ويئي.

**گل خان**

حاجي گل خان هوٽل مارڪيٽ لڳ ڪاڏي پيٽي جي شين جي هوٽل هئي.

**اسٽار هوٽل**

سکر ۾ رهائش لاءِ اسٽيشن روڊ تي پهرين وڏي هوٽل

آهي جنهن ۾ لاجنگ ۽ بورڊنگ جو انتظام ڪيل آهي. مالڪ مارواڙي آهي. مسافرن جي سهوليت لاءِ آهي.

**رائل هوٽل**

مارڪيٽ ٽاور وٽ جديد نموني جي هوٽل آهي.

**محمدي هوٽل**

ٽي ماڙ هوٽل نئين ٺهي آهي، مارڪيٽ ويجهو آهي.

**افغان هوٽل**

مارڪيٽ ويجهو عمدي هوٽل آهي.

**نياز هوٽل**

غريب آباد ۾ چاءِ ۽ ڪباب جي عمدي هوٽل آهي.

**المنظر**

اسٽار هوٽل هيٺيان جديد نموني تي چاءِ جي هوٽل آهي.

**گلستان هوٽل**

بئراج روڊ تي سٺ ڪمرن واري هوٽل آهي، جنهن ۾ اندر ننڍڙو لان به آهي.

**پرنسيز هوٽل**

معصوم شاهه مناري هيٺان عمدي چاءِ جي هوٽل آهي.

**ڪيفي ايران**

ليوڪس پارڪ وٽ ايراني ڪاڏي پيتي جي شين جي هوٽل آهي. اهڙي قسم جي هڪڙي هوٽل ڪوئينس روڊ جي منهن وٽ آهي، جا هڪڙو مهاجر هلائي ٿو، هوٽل نشاط سڏ جي ٿي.

**المهراڻ**

انٽر پاڪ ان سکر آثار قديمه جو شهر تاريخي حيثيت رکندڙ آهي ۽ ڏارين ملڪن جي سياحن لاءِ آماجگاهه آهي، اهڙي تاريخي اهميت جي ڪري سياحن جي سهوليت لاءِ بئراج

ڪالوني ۾ بئراج پل جي ساڄي پاسي واري منهن وٽ "لبِ مهراڻ" هوٽل ٺن لکن روپين جي لاڳت سان سکر ميونسپالٽي تعمير ڪرائي آهي، جتان لاهور، ڪراچي ۽ ڪوئيٽا شاهي رستو لنگهي ٿو، قدرت پاڻمرادو سکر کي سندس طبعي بيهڪ ڪري سينگاري رهي آهي ۽ نئين شهر جي جڙڻ کان پوءِ گوسڙجي کي وڃي دنگ ڪندو، ڪيڊٽ ڪاليج ۽ ميڊيڪل ڪاليج تعمير ڪرڻ لاءِ تياريون زير ويچار آهن.

## لبِ مهراڻ

بئراج وٽ درياهه جي ڪپر تي ايريگيشن ڊپارٽمينٽ وارن هڪ تفريح گاهه ٺاهيو آهي، جنهن ڪراچي جو ڪلفٽن آهي. ماڻهو اونهاري ۾ تفريح جي خيال سان شام ۽ رات جو وقت اتي گذاريندا آهن.

## روٽري ڪلب

١٩٥٦ع ۾ سکر روٽري ڪلب کي تيار ڪرڻ لاءِ مسٽر آفتاب احمد ڊپٽي ڪمشنر جي نگراني هيٺ ٢٤ ميمبرن جي هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي ۽ سيد مصطفيٰ اڪبر سيڪريٽري چونڊيو ويو، ڪلب جو مقصد آهي تعليمي ۽ صحت جي ادارن کي مدد ڪرڻ، ڪم کي پسندگيءَ سان ڏٺو ويو ۽ هڪڙي خير خواهه سماجي ورڪر سيد حسن ميان کي امدادي گورنر چونڊيو ويو، ڪلب جو صدر مرزا افضل حسين ۽ ڊاڪٽر محمد شريف اعزازي سيڪريٽري آهي، ڪلب جي عمارت المهراڻ ڪاچر جي پر ۾ زير تعمير آهي، ٣٠ هزار خرچ لڳندو.

## آفيسر جيمخانا

سکر ١٨٣٨ع کان پهرين ڪابل ويڙهه وقت فوجي ڇانوڻي بڻجي چڪو هو، ١٨٤٣ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ يورپين عملدارن منگل باغ جي پر ۾ هڪ جيمخانا کوليو هو،

جنهن ۾ لائبرري به هئي، ان جو هڪ حصو اسٽيڊيم (راندين جي ميدان) ۾ اڃي ويو، تنهنڪري سموري عمارت کي ڍهرائي هڪ لک روپين جي لاڳت سان نئون جيمخانو تعمير ڪرايو ويو جنهن جو افتتاح پاڪستان جي اُن وقت جي وزير ذوالفقار علي ڀٽي ١٩٦٢ع ۾ ڪيو.

## ادبي سرگرميون

سکر هر صديءَ ۾ علميت جو مرڪز رهندو آيو آهي ۽ هتي جي خاڪ مان اديب ۽ شاعر پيدا ٿيندا رهيا، سنڌي ادبي سنگت شيخ اياز ايڊوڪيٽ قائم ڪئي، جنهن ۾ شيخ عبدالرزاق راز، مقبول صديقي، رشيد ڀٽي، شيام سندر، راقم ميمبر هئا، انهن ميمبرن مان شيخ اياز ۽ شيخ راز شاعري ۽ ناول نويسي ڪري مشهور آهن، مقبول صديقي ۽ شيام ڪمار به ناول نويس آهن، رشيد ڀٽي مزاحيه مضمونن لکڻ ۾ هوشيار آهي، راقم صحافي ۽ تاريخ جو ڄاڻو آهي، ٻهرين سنڌي ادبي ڪانفرنس ١٩٥٣ع ۾ مسٽر اي - ڪي بروهي مرڪزي وزير جي زير صدارت ٿي گذري، جولاءِ ١٩٥٤ع ۾ سچل سرمست جو عرس جوهر پارڪ ۾ زير صدارت راقم جي ٿي گذريو، جنهن ۾ مقالا پڙهيا ويا ۽ خيرپور ڊويزن جي راڳيندڙن حصو ورتو، هن موقعي تي مشاعرو مسٽر غلام قادر قيس جي زير صدارت ٿيو (١). عرس جي ڪارروائي خطبه صدارت شايع ڪيو ويو.

## پاڪ ڪلچر سوسائٽي

اپريل ١٩٥٥ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر سکر آفتاب احمد خان سوسائٽي جو چيئرمين ٿيو ٻن سالن کان پوءِ سوسائٽي تي ”لطيف

---

(١) شيخ عبدالرزاق راز: سکر قديم ۽ جديد ص ٦٨-٧٠ انقلاب پريس سکر ١٩٦٢ع.

ايڪيڊمي" نالو رکيو ويو. شيخ راز ان جو چيئرمين ۽ آفاق صديقي سيڪريٽري هو.

## انڊو پاڪ مشاعره

١٩٥٦-٥٧ع ۾ ريڊ ڪراس سوسائٽي جي امداد لاءِ هڪ انڊو-پاڪ مشاعره منعقد ٿيا.

## رائٽرس ڪلب

١٩٥٩ع ۾ پاڪستان رائٽرس گلڊ قائم ٿيو، جنهن ۾ لطيف ايڪيڊمي مدغم ٿي ويئي، سکر رائٽرس گلڊ جو سيڪريٽري آفاق صديقي ۽ شيخ اياز صاحب ائڊووڪيٽ، شيخ راز صاحب، رشيد ڀٽي، سيد حسن ميان صاحب، شهزاده اياز صاحب، حميد عظيم آبادي صاحب، اشتياق اظهر صاحب، صمد رضوي صاحب، حسين حميدي صاحب، راقم، مهر الاهي شمسي صاحب وغيره. فيبروري ١٩٦٠ع ۾ ڪلچر شو ملهائڻ جو فيصلو ٿيو جنهن ۾ ڪلچرل ايسوسيئيشن جو مسٽر جمشيد رضا رحيم ڊپٽي ڪمشنر ايسوسيئيشن جو صدر سيد حسن ميان سيڪريٽري ۽ ڪلچرل ايسوسيئيشن جو صدر ڪي-اين ذاڪر حسين ميونسپل ايڊمنسٽريٽر ڪلچر شو منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ ڊاڪٽر جي-وي-برائين آمريڪن ڪلچر اتاشي ۽ سيمينٽ فئڪٽري روهڙي جي جنرل مئنيجر ايم-ايچ انصاري حصو ورتو. نومبر ١٩٦٠ع ۾ المهراڻ آڊيٽوريم جي خوبصورت عمارت تعمير ڪئي ويئي، سکر سب ريجن رائٽرس گلڊ پاران وقت بوقت ڪنووڪيشن ٿيندا رهيا، جن ۾ پروفيسر وقار عظيم، جميل الدين عالي، صوفي غلام مصطفيٰ تبسم، ڊاڪٽر فقير محمد حاجره مسرور، طفيل احمد جمالي حصو وٺندا رهيا، سنڌي ۽ اردو جو پاڻ ۾ سنگم چڱو نتيجو ڪڍيو. شيخ عبدالرزاق راز سب ريجن پاران "ماروئي ڪي ديس ۾" اردو زبان ۾ ڪتاب شايع ڪرايو ۽ آفاق صديقي "ريگزار ڪي موتي" لکيو جو سب ريجن شايع ڪيو. شيخ اياز کي سنڌي ڪتاب "ڀونر ڀري آڪاس"

جو سنڌ ريجن رائٽرس گلڊ شايع ڪرايو، ان لاءِ هڪ هزار روپيا مليا. ۱۹٦۰ع ۾ مسٽر نعماني جي صدارت هيٺ ”مجلس ادب“ قائم ڪئي ويئي. سيد حسن ميان جي زير صدارت ”انڊو-پاڪ“ مشاعرو سڏايو ويو هو، جنهن ۾ چوٽيءَ جي شاعرن جوش مليح آبادي، فيض احمد فيض ۽ معين احسن جا نالا سکر شهر جي ادبي سرگرمين لاءِ يادگيري طور رهنداه مجلس ادب پاران سه ماهي رسالو ”جام جم“ به نڪري ٿو. ازانسواءِ شاعر شاد عظيم آبادي جو ديوان به شايع ٿيو، جو اڳ جو شايع ٿيل هو. مهاجرن جي اچڻ ڪري شاعريءَ جي بازار گرم ٿيڻ لڳي آهي.

## براڊ ڪاسٽنگ اسٽيشن

۱۹۵۴ع ۾ سکر ميونسپالٽي شهر واسين جي تفريح لاءِ براڊ ڪاسٽنگ اسٽيشن ميونسپالٽي جي هڪڙي دفتر ۾ کولي، جنهن جو اعزازي سيڪريٽري مسٽر مهر الاهي شمسي آهي. عبدالرزاق راز ۽ راقم اعزازي ميمبر آهن. حڪومت سکر ۾ ريڊيو اسٽيشن کولڻ لاءِ ويچار ڪري رهي آهي.

## ٽيلي پرنٽر

سيپٽمبر ۱۹۵۹ع ۾ ڊويزنل ڊولپمينٽ بورڊ اخبارن جي سهوليت لاءِ ۽ تسرت خبرن پهچائڻ لاءِ اي-پي-پي خبر رسان ايجنسي جي ٽيلي پرنٽر دفتر کولڻ لاءِ ۱۹ هزار روپيا منظور ڪيا ۽ صوبائي حڪومت به اوتري رقم ڏيڻ منظور ڪئي. ائسوسيئيٽيڊ پريس پاڪستان جي ٽيلي پرنٽر جو دفتر ميونسپل اسپتال ويجهو کولي، مسٽر بشارت کي پهريون نمائندو مقرر ڪيو.

## ايوب پل

لئنسڊائون لوهي پل کي ۷۳ سال گذري چڪا هئا، ۽ پوڙهي ٿي چڪي هئي. حڪومت سنڌ پير ۾ نئين پل تعمير ڪرائڻ جو ارادو ڪيو، جنهن جي ڊزائين آمريڪن انجنيئر ڊاڪٽر اسٽين مئن تيار ڪئي ۽ ۲٦ نومبر ۱۹۵۹ع ۾ نئين پل جو ڪم شروع ٿيو ۽ پهرين ڊسمبر ۱۹٦۱ع ۾ ٻن ڪروڙ روپين جي

لاڳت سان هيءَ ريلوي پل تيار ٿي، جنهن جو افتتاح اُن وقت جي صدر پاڪستان فيلڊ مارشل ايوب خان ڪيو ۽ مٿس ايوب پـل نالو رکيو ويو. هيءَ پل هڪڙي ڪمان تي بيٺل آهي. آسٽريليا ۽ متحده آمريڪا جي هڪ ڪماندار پلين ڪان پوءِ هيءَ پل دنيا ۾ ٽيون نمبر آهي ۽ لئنسڊائون پل وانگي عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿي.

## ٿرمل پاور اسٽيشن

سکر جي ماڻهن لاءِ هڪ وڏي نعمت آهي. اهو پاور هائوس درياه جي ڪناري سکر پل جي پرسان آهي. هن مان لاڙڪاڻي، جيڪب آباد، ضلع خيرپور ۽ سکر ضلع جي ڳوٺن تائين بجلي پهچائي ويئي آهي سکر شهر جي ميونسپل ڊي سي پاور هائوس کان شهرين جي جان آجي ٿي آهي.

## مهراڻ مرڪز

وڪٽوريا مارڪيٽ جي سامهون اڳوڻي ميونسپل مسافرخانه ۾ مهراڻ مرڪز تعمير ڪيو ويو آهي. اهو ڪم سکر ميونسپالٽي طرفان ٿيو. هي مرڪز ٽن ماڙين تي آهي، هيٺان دڪان آهن ٻي ماڙ تي آفيسون آهن ۽ ٽين ماڙ تي رهڻ جا فليٽس آهن جيتوڻيڪ سکر ميونسپل لاءِ آمدني جو ذريعو آهي، پر اقتصادي ۽ معاشي طور ماڻهن جي سهوليت کي مدنظر رکيو ويو آهي هن مرڪز ۾ دڪانن جـو تعداد ۱۱۰، آفيسون ۴۸ ۽ فليٽس ۲۶ آهن.

## راڳ رنگ

مهراڻ جي ماٽري جي خاڪ ۾ راڳ رنگ جو خمير ڳنڍيل آهي. سنڌي شاعر جي، خدا رسيده بزرگ به هئا. جهڙوڪ شاهه ڀٽائي، شاهه نصير، سچل سرمست ۽ بيدل. تن جي ڪافين ۽ بيتن سنڌي ٻولي کي جادو بنائي ڇڏيو. سنڌي ساز بہ سادا آهن يڪتارو، گهڙو، سرندو ۽ نڙ. جن جو آواز شهري مجلسن کان وٺي ٻاروڻن جي ماڳن ۽ پنوهارن جي پکن تائين ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. سکر جي اوائلي راڳيندڙن مان شاه دوران پٺاڻ،

پائي چيلو، منو مارواڙي ۽ رحمون جان جا ناﻻ ياد اچن ٿا. اهي جتي به ڳائيندا هئا، ماڻهن جا هشام لڳي ويندا هئا. خوشحالي جو دور هو، هر ماه پهرين سومر يا مهيني جي يارهين تاريخ ڏينهن رات اوليائن جي خانقاهن تي ميلا ملاکڙا لڳندا هئا. ڳائيندڙن لاءِ عوام کي عزت هئي. رحمون جان قداور پارسي ڪمپني جي ناٽڪ سان بمبئي کان سکر پهتي، هتي جي آب و هوا اهڙو ڪيس موافق لڳي جو سکر جي مٽيءَ ۾ پيوند ٿي ويئي. شيرين فرهاد جي ڊرامي ۾ شيرين جو پارٽ ادا ڪندي هئي. سندس نقرئي آواز پري تائين پهچندو هو. مطلب ته ڪلڪتي ۾ گوهر جان ۽ سکر ۾ رحمون جان مشهور هيون. رحمون جان جا رڪارڊ هر هنڌ وڄندا هئا. هوءَ سنڌي ۾ ڪافيون به چوندي هئي ۽ وڏن ماڻهن جي مجلسن ۾ ڳائيندي هئي. عمر جي آخري منزل تي پهچڻ وقت گداگري گذر سفر لاءِ ڪندي هئي ۽ شهري ڪيس جهجهو ڏيندا هئا. شاه دوران باگڙجي جي پٽاڻ سان مشهور راڳيندڙ هو.

منو مارواڙي ميلن تي ڪافيون چوندو هو. عبدالرحمان هندوستاني ٻه پهريان ناٽڪن ۾ ائڪٽر هو، پوءِ خوشيءَ جي موقعن ۽ مجلسن ۾ ڳائيندو ۽ نچندو هو. سکر جا اهي اوائلي راڳيندڙ هئا. گراموفون نڪرڻ کان پوءِ راڳيندڙن جي ڪاروبار ۾ رخنو پئجي ويو. جن مجلسن کي راڳيندڙ گرمائيندا هئا، اتي سندن مسند گراموفون والاري ورتي. هندو هر سال هوليءَ جي ڏڻ تي پنڊت نارائڻ راءِ وياس، پٽوردن، اومڪرناٿ، وسنت راءِ، عاشق علي خان، پائي لال ۽ سينڌو خان کي راڳ لاءِ گهرائيندا هئا. سائين بچل شاهه جي ميلي تي هر سال پنجاب جون رقاصائون اچي ناچ ۽ راڳ ڪنديون هيون. ميلو ڌوم ڌام سان لڳندو هو. سکر جي معصومي ساداتن مان ماسٽر منور علي شاه کي راڳ سان بيحد دلچسپي هئي، جنهن کي عاشق علي پٽيالا واري ٽي سال وٽس رهي تعليم ڏني هئي. شاه صاحب هر سال برصغير

جي استادن مان جهڙوڪ: عبدالوحيد خان، مبارڪ علي خان، مراد علي خان ۽ ٻين راڳيندڙن ڪسي سکر ۾ گهرائي تعليم وٺندو رهيو. نتيجي طور منور علي شاه پاڻ استاد بنجي ويو. هڪ لڳا سکر پراڻي ۾ برصغير جي چوٽيءَ جي راڳيندڙن راڳ جي مجلس ۾ حاضري ڏني هئي، راڳ هندن جي ڌرم جو جزو آهي، سکر جا هندو هر سال ڏڻن تي راڳيندڙن کي گهرائي راڳ ڪرائيندا هئا. بندر تي نواب جو ڪارخانو، جو ان وقت ميونسپل مڊل اسڪول هو. ان جي ڪمپائونڊ ۾ اهڙيون مجلسون برپا ٿينديون هيون. دسهڙي جي موقعي تي شهر جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رام ليلا جا ڊراما ٿيندا هئا. اڳ ناٽڪن ۾ زنانو پارٽ ڇوڪرا ادا ڪندا هئا، پر ويهين صدي جي ٢٧ سالن گذرڻ بعد جڏهن فلمي هنر ترقي ڪئي ته فلمن ۾ عورتون حصو وٺڻ لڳيون ۽ اسٽيج تي طبقہ نسوان قبضو ڪيو. تقسيم هند کان پوءِ راڳ جي هنر اڳي کان وڌيڪ ترقي ڪئي. علمي ادارن ۾ ڇوڪرين کي راڳ جي تعليم ملڻ لڳي. ادبي مجلسن توڙي ريڊيو جي مجلسن ۾ زالون حصو وٺڻ لڳيون. سکر لطيف اڪيڊمي ١٩٥٧ع ۾ ادبي ڪانفرنس منعقد ڪرائي، جنهن ۾ ڪراچي ۽ حيدرآباد جي راڳيندڙ هنرمندن حصو ورتو. ١٩٦٠ع ۾ تهذيبي مجلس ضلع ائسوسيئشن جي زيرنگراني فيبروري ۽ نومبر ۾ ٻه ترنم خيز مجلسون منعقد ٿيون. پهرين راڳ جي مجلس ۾ روشن آرا، مختار بيگم، نزاڪت علي، سلامت علي، فريده خانم ۽ فردوسي بيگم بنگالي راڳيندڙ خاتون حصو ورتو ۽ فلمي ستاره اقبال بانو سامعين کي ناچ سان خوش ڪيو. ٻي اجلاس ۾ ته چوٽيءَ جي آرٽسٽ جي حصي وٺڻ ڪري المهراڻ جو اسٽيج پوري موج ۾ اچي ويو، جڏهن طوفان زده جي فنڊ گڏ ڪرڻ لاءِ هن مجلس ۾ ”رائل ايرانين اڪيڊمي“ جي آرٽسٽن حصو ورتو هو.

تقسيم کان اڳ سکر جا ٻہ سازندہ مينگهراج جاجڪ ۽ پيسومل مشهور طبلچي هئا، سارنگي نوازن ۾ صالح محمد ۽ حاجي مشهور هئا، لالو نوناري ۽ پٽس الله ڏنو ۽ انور جان راڳ ڪري مشهور هئا، منور علي شاہ ريڊيو سنگر آهي ۽ سندس شاگردن مان عصمت بانو ۽ رسول بخش ڀٽ جو مستقبل شاندار نظر اچي ٿو. پاڪستان اسلامي جمهوريہ بنجڻ لاءِ ڪوشان آهي، ڏسجي تہ اسلامي جمهوريہ بنجڻ کان پوءِ آرٽ ڪهڙو ٿو پاسو بدلائي.

## هوائي ميدان

١٨٩٤ع ۾ آدم شاهہ جي مقبرہ پريان هڪ انگريز دوشيزہ گئس سان ڀريل غبارن جي وسيلي اڏامي هئي ۽ ريلوي ورڪشاپ جي مزورن کان چندو اڳاڙيو ويو هو. آسمان هيٺان پهچڻ کان پوءِ ڇوڪري غبارہ کي ڇڏي ڇٽيءَ ذريعي هيٺ پهتي هئي، ان کان پوءِ هوائي جهازن جو سکر ۾ پهريون ميدان انگريزي دور ۾ نئين ڳوٺ جي قبرستان پنيان تعمير ڪرايو ويو. مگر اُن هنڌ جي زمين ڪلراٺي هئي ۽ انگريز ٺيڪيدار پورو ڪم ڪونہ ڪرايو هو جنهنڪري مينهن وٺي کان پوءِ ڪلر اُڀامي پوندو هو. هوائي جهازن جي سهوليت لاءِ آدم شاہ جي مقبرہ جي ڀر ۾ سرچ لائيٽ جي بتي کوڙي ويئي جا رات جو گول چڪر هڻندي هئي، هڪ لڳا مينهن وسڻ کان پوءِ هڪڙو هوائي جهاز ميدان. تي لٿو پر ڪلر ۾ گپي پيو. جهاز جي عملي هزار حيلا ڪيا پر جهاز نڪري نہ سگهيو، لاچار جهاز ڇڏي هليا ويا، جڏهن زمين خشڪ ٿي تڏهن جهاز کي ڪڍي ويا، انهيءَ واقعي کان پوءِ هي ميدان بند ڪيو ويو باقي سرچ لائيٽ جو ٿنڀو گهٽائي ڏينهن لڳل هو*.

---

* نوٽ: هندوستان ۾ ١٩١٣ع ۾ الہ آباد ڪانگريس جي ساليانہ ڪانفرنس. جي . موقعي تي انگريزن پهريون دفعو هوائي جهاز آندو هو، سکر ۾ هوائي اڏو بئراج ڪاڻ کان پوءِ چالو ٿيو هو، پاڪستان کان پوءِ آرائين جو اڏو ٺهيو هو.

## نئون هوائي ميدان

قيام پاڪستان کان پوءِ سکر کان ٽن چئن ميلن جي فاصلي تي آرائين ڪوٽ لڳ ڀڪي زمين تي حڪومت پاڪستان تعمير ڪرايو، جنهن جو رستو شڪارپور سان ڳنڍيل آهي، انهيءَ ميدان کي وڌايو ويندو ڇاڪاڻ تہ هن ميدان کي هوائي سروس جي آمد ورفت لاءِ اسٽيشن بنايو ويندو ۽ اهڙو منصوبو حڪومت جي زير ويچار آهي.

## ١٩٤٧ع کان اڳ سکر جون هندو سياسي جماعتون

## ڪانگريس ڪاميٽي

هن ڪاميٽيءَ جو بنياد هندن ١٩٠٥ع ۾ رکيو هو ۽ ١٩٠٨ع ۾ ٻهريون سوديشي ڪپڙي جو دوڪان فريئر روڊ تي کوليو ويو، جنهن جي بورڊ تي "بندي ماترم" لکيل هو، انڊين نيشنل ڪانگريس جو مول متو هو، هندوستان ۾ رام راڄ قائم ڪيو وڃي ۽ هندو پاڻ کي برصغير ۾ برتر تصور ڪرڻ لڳا، تقسيم کان اڳ هن ڪاميٽيءَ جو صدر مسٽر چوئٿرام وليچا هو، جو ڪٽر ڪانگريسي هو ۽ سيڪريٽري مهاشيہ گوپالداس هو، هي منظم جماعت هئي.

## هندو مهاسڀا

١٩٣٣ع ۾ برپا ٿي، مسٽر ويرومل بيگراج ايڊيٽر روزانہ سنڌي مهاسڀا جو پرڌان هو ۽ مهاشيہ گوپالداس گدومل پرچار منتري هو. مهاسڀائي سورما جڏهن ٻاهر نڪرندا هئا تہ "جئي گنگي" جا نعرا هڻندا هئا.

## هندو وديارٿي منڊل

سيٺ لئومل راڌاڪشنداس هندو اسڪولي شاگردن جي سياسي بيداريءَ لاءِ ١٩٣٢ع ۾ قائم ڪئي، اهڙي مقصد لاءِ شهر جي هر ڪنڊ ۽ ڳليءَ ۾ لائبريريون قائم ڪيون ويون.

## هندو نوجوان سڀا

١٩٣٥ع ۾ مهاشيہ لال چند آريا سماج پرچار ڪرڻ لاءِ قائم ڪئي هئي. هي سڀا ”هندو يووڪ سڀا ناگپور“ جي هڪ شاخ هئي، جنهن جو مددگار ڊاڪٽر مونجي هو.

## فارورڊ بلاڪ

هي ڪاميٽي ١٩٣٩ع ۾ ڪانگريس هل چل کي زور وٺرائڻ لاءِ قائم ڪئي ويئي، جنهن جو تعلق بابوسباش چندر بوس بنگاليءَ سان هو. ڊاڪٽر پرسرام پوچراج بلاڪ جو صدر هو.

## ڀارت ايڪتا منڊل

سوديشي شين جي وڪري کي زور وٺرائڻ لاءِ ١٩٣٨ع ۾ قائم ڪئي ويئي، مهاشيہ ماڌو داس منڊل جو مکيہ ڪارڪن هو، هندن وٽ جيڪي بہ منڊل، سڀائون ۽ ڪاميٽيون هيون، تن وٽ پروپئگنڊا ڪرڻ لاءِ اشتهار، جهنڊا، بئنڊون، لائوڊ اسپيڪر ۽ اخبارون هيون، انهن جون پاڙون دکن، ناگپور، ڪلڪتي، سابرمتي ۽ پرياگ (الله آباد) جي انند ڀوم سان گڏيل هيون، وٽن خرچ پکي جي حساب ڪتاب رکڻ لاءِ باقاعده رجسٽر هئا.

## مسلمانن جون سياسي جماعتون

## مجلس احرار

١٩٣٤ع ۾ ڊاڪٽر شيخ محمد عمر سماج ورڪر برپا ڪئي، منندس معاون مرزا عبدالغفور هو، ڏهن سالن کان پوءِ مسلم ليگ ان جو خاتمو ڪيو.

## انجمن اتحاد ملت

هندو مسلم اتحاد لاءِ قائم ڪئي ويئي، پر ١٩٢٨ع ۾ مسئلہ منزلگاہ ان جون ڏچيون اڌائي ڇڏيون، يعني تہ هڪ سال بہ جٽاءَ ڪري نہ سگهي، انجمن اسلام بہ ساڻس شريڪ هئي.

## خاڪسار تحريڪ

شروعات ۾ چپ، راست جون شهرن ۾ پريڊون ڪيون ويون. ليڪن سکر ۾ سواءِ ايڪڙ ٻيڪڙ جي هن شهر ۾ ان جو هنگامو سرد رهيو.

## مسلم ليگ

خلافت تحريڪ جا ۱۹۱۴ع ۾ ٻهرين عالمگير جنگ ۾ جيڪا مقبوليت حاصل ڪئي، سا ۱۹۲۳ع ۾ ڪمزور ٿي ويئي، مسلم ليگ پراڻي جماعت جنهن ۱۹۰۶ع ۾ جنم ورتو هو، ٻهريان دولتمندن جي تفريح طبع لاءِ مشغلو هو پر پوءِ قائد اعظم جي رهنمائي هيٺ مکيه پارٽ ادا ڪيو، سکر ۾ ۱۹۳۸ع ۾ مسٽر احمد علي عليگ ان جو صدر هو، ۲۳ مارچ ۱۹۴۰ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ڪانفرنس جي لاهور واري اجلاس جي موقعي تي قائد اعظم محمد علي جناح پاڪستان جي آزادي جو اعلان ڪيو. ۱۹۳۸ع ۾ سکر جي ليوڪس پارڪ ۾ مسلم ليگ جو ٻهريون اجلاس منعقد ٿيو، ان سال کان پوءِ مسلم ليگ مکيه سياسي جماعت بنجي ويئي، سندس مقبوليت ۾ اضافو ٿيندو ويو.

## جمعيت اسلامي

جميعت اسلام سکر ۾ سياسي جماعت ڪڙي ڪئي ويئي، توڙي جو مٿس حڪومت بندش وڌي هئي پر هر سال جميعت جي ساليانه اجلاسن سنڌ ۽ پنجاب تائين بيداريءَ جي پيغام کي بلند ڪيو، مسلمانن وٽ پروپئگنڊا لاءِ نه دهل هئا نه شرنايون نه وري چندن جا باقاعده رجسٽر، الله جي سڏ تي مٿن سان ڪفن ٻڌي ميدان ۾ نڪرڻ سندن ايمان هو، منجهان فائدو فقط مسلمانن جي سياسي ليڊرن پرايو جيڪي پنهنجي مفاد لاءِ وقت جا پورا فرعون ثابت ٿيا.

---

# باب تيرهون

## سکر جي مسلمانن جي سياسي حالت

### ١٩ صدي

سنڌ انگريزن ١٨٤٣ع ۾ فتح ڪئي هئي. تنهن کان پنج سال اڳ پهرين ڪابل جي ويڙهه وقت انگريز ڪراچي، ٺٽي ۽ بکر جي قلعي ۽ سکر تي ١٨٣٨ع ۾ قبضو ڪيو هو ۽ سکر جي فوجي ڇانوڻي ١٨٤٥ع تائين قائم هئي. مٿين پنجن سالن اندر نئين سکر جنم ورتو هو. سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ شڪارپور جي تجارتي شهر کي انگريزن ضلعو ڪيو پر ڪليڪٽر ڪپتان پوپ سکر واري ڇانوڻي ۾ رهندو هو. سکر سول ۽ ملٽري مرڪز هئڻ ڪري ستت ترقي ڪئي. ١٨٥٧ع واري پهرين آزاديءَ واري جنگ ۾ سنڌ جي ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور جي ڇانوڻين ۾ ديسي فوجن ٿوري شورش ڪئي هئي پر سکر ۾ امن امان هو. ١٨٧٢ع ۾ شهر جي آبادي ١٣،٣١٨ هئي. ١٨٨٣ع ۾ جڏهن سکر، ضلعي جو هيڊڪوارٽر مقرر ٿيو تہ اُن وقت آدمشماري ٢٧٣٨٩ هئي. روينيو عملدار بہ فوجي گورا هئا چنانچہ سکر جو ڪليڪٽر آلفريڊ ميفيوبہ ڪرنل هو. ١٨٨٥ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو بنياد پيو، جنهن ١٩٠٥ع ۾ هندو لباس پهريو. ساڳي وقت مسلمانن جي بهبودي لاءِ هڪ پاسي ديو بند ۾ ديني تعليم جو آغاز ٿيو ۽ ٻي پاسي انگريزي تعليم سکڻ لاءِ سر سيد احمد علي ڳڙهہ تحريڪ شروع ڪئي. آريا سماج جو باني ديانند سرسوتي ١٨٢٤ع ۾ ڪاٺياواڙ ۾ ڄائو سنڌس آريا سماج تحريڪ زور وٺندي وئي. ١٨٨٨ع ۾ ماستر

هري سنگهہ سکر ۾ آريا سماج جو دفتر کوليو هو. اڳ هندو ۽ مسلمان اتحاد سان رهندا هئا. ميلن ۽ ملاکڙن ۾ گڏجي حصو وٺندا هئا. مسلمان ملڪ هارائي ويٺا هئا پر ڳوٺن ۽ شهرن جي آسپاس سندن زميداري هئڻ ڪري سندن دٻدٻو هو. هندو عورتون پڙا پائينديون هيون ۽ پورهيو ڪري گذر سفر ڪنديون هيون مسلمان ان هندو غريب طبقي جي زالن کان في آن جو سير چار پايون ڏيئي پيهائيندا هئا. مسلمانن کي انگريزي تعليم کان نفرت هئي. مون کي جڏهن والد سڳوري آخوند جي مڪتب کان ڪڍي اسڪول ۾ ويهاريو ان وقت ڪلاس ۾ پنجاه شاگردن ۾ مسلمانن جو تعداد فقط ٽي هو.

سال ١٨٧٨ع ۾ ترڪي ۽ روس جي پلونيا جي جنگ لڳي جنهن ۾ خليفتہ المسلمين شڪست کاڌي. انگريز وچ ۾ ٽپو ڏيئي برلن ڪانگريس جي اجلاس مطابق بلقان جي رياستن کي آزادي ڏياري ۽ دلاليءَ ۾ سائپرس ٻيٽ تي قبضو ڪيو مسلمانن کي دلاسا ڏنائون تہ برطانيہ، ترڪيءَ کي بچائي ورتو. ١٨٩٧ع ۾ ترڪي ۽ يونان جي جنگ لڳي ترڪن ٿيسلي فتح ڪيو پر يورپ وچ ۾ دخل ڏيئي يونان کي بچائي ورتو. ترڪيءَ جي سلطان جو مسلمان خطبو پڙهندا هئا پر سلطان اميرالمومنين، خادم الحرمين الشريفين جي حالت ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندي ويئي. سکر جي مسلمانن کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ وٽن آفتاب ۽ الحق بہ اخبارون هيون پر مسلمانن ۾ تعليم جي گهٽتائي هئڻ سبب منجهن اِها خامي هئي. اها هئي اندروني ۽ بيروني ١٩ صديءَ جي حالت، مسلمانن ۾ عام طرح مايوسي ڇانيل هئي. واپار ۽ تعليم کي هندو ڇهٽيل هئا.

## ڀيريون هندو ۽ مسلم فساد

١٨٩٢ع ۾ محرم جي ڏهين تاريخ تي مسلمانن تازيا ڪڍيا. سکر جو هندو فوجدار گهوڙي تي چڙهيل تازين سان گڏ هو. ماتامين اعتراض ڪيو تہ فوجدار گهوڙي تان هيٺ لهي هلي پر فوجدار

انگلندو مسلمانن کي ڏبائڻ لڳو جنهن تي مسلمانن هن کي گهوڙي تان هيٺ ڪيراڻي لتن ۽ مڪن سان سندس تواضع ڪئي. هن واقعي ڪري گهڻا ئي مسلمان گرفتار ٿي ويا، جن ۾ ڪي وڏا ماڻهو به هئا. هن فساد کان پوءِ سنت هندو مسلم تعلقات سڌري ويا توڙي جو شهر ۾ هندن جو تعداد وڌيڪ هو مثلاً ۱۹۰۱ع ۾ شهرواسين جو تعداد ۳۱۳۱۶ هو، جن مان هندن جو تعداد ويهه هزار هو پر شهر ۾ مسلمان محلن ۾ هندو به رهندا هئا. مثلاً ڪمانگرن، پٺن، ميمڻن، ملوانن، ڏبگرن وغيره مسلمانن جا محلا هئا، ان ڪري تفرقي پوڻ هوندي به جلد صلح سايو ڪيو (۱).

## پادري مبلغ

ويهين صدي جي شروعات ۾ سکر مشن سوسائٽي پاران عيسائي پادري شهر جي چونڪن خاص ڪري هاٿوڪي گهڻا گهڙ چونڪ تي کليو کلايو تبليغ جي پرده پٺيان اسلام ۽ باني اسلام تي حملا ڪرڻ لڳا، وري جڏهن مسلمان علمائن اعتراض ڪيو تہ پادري پوليس ساڻ ڪري تبليغ ڪندا رهيا. مشن سوسائٽي وارا سنڌي ۾ عيسائيت تي لٽريچر شايع ڪري سستو وڪڻڻ لڳا. بعض انگريزي ڪتاب مفت ورهائيندا هئا. اهو لٽريچر بي حد جاذب هو. پهرين عالمگير جنگ تائين عيسائي مشنري جو هنگامو قائم رهيو پر پادري ڪامياب ٿي نہ سگهيا.

## هندوستان جي بيچيني ۽ سکر

۱۸۷۵ع ۾ حسن علي آفندي سنڌ مدرسته اسلام کوليو، مرحوم الله بخش ابوجهو ۽ شمس الدين بلبل شعر ۽ قلم ذريعي سنڌ جي مسلمانن کي انگريزي تعليم پرائڻ لاءِ دعوت ڏني،

(۱) راقم جو مضمون اخبار آفتاب سکر ص ۶۳-۶۴ روزانہ مهراڻ سالگره نمبر جنوري ۱۹۶۲ع ڪراچي.

۱۸۸۹ع ۾ خان بهادر حسن علي "معاون" اخبار جاري ڪئي، انڊين نيشنل ڪانگريس تي جاه پرست گروه جو قبضو رهيو ۽ اهو سلسلو ۲۵ ورهين تائين جاري رهيو، ڪانگريس کان اڳ ۱۸۷۶ع ۾ بنگال ۾ "انڊين ايسوسيئيشن" قائم ٿي چڪي هئي، ۱۸۸۴ع ۾ مدراس ۾ هندن "مهاجن سڀا" برپا ڪئي هئي، ۱۸۸۸ع سر سيد احمد خان "انجمن اسلاميه" قائم ڪئي، ديوبندي علمائن مان حضرت مولانا رشيد احمد گنگوهي ڪانگريس جي حمايت ڪرڻ لاءِ فتويٰ صادر ڪئي، ڪن مولوين سر سيد احمد خان تي نيچريه جو الزام مڙهيو هو، انگريز پنهنجي اباڻي حڪمت عملي يعني "ڦوٽ وجهو ۽ حڪومت هلايو" تي دستور موجب ڪاربند هئا، نتيجو اهو نڪتو جو ۱۸۸۹ع کان ۱۹۴۷ع تائين هندو-مسلم اتحاد برصغير ۾ قائم ٿي نه سگهيو، هرهڪ صوبي ۾ هندن جون منظم جماعتون هيون، خود بمبئي جتي ڪانگريس جنم ورتو هو، اتي لوڪمانيه تلڪ جي ڪيسري اخبار هندن کي "شيوا جي تحريڪ" جو سبق ياد ڏياري رهي هئي ۽ سڄو مهاراشٽر هن جي اشاري تي نچي رهيو هو. بنگال ۾ نريندر ناٿ دت جو بعد ۾ سوامي وويڪانند جي نالي سان مشهور ٿيو، بنگالين کي حريت ۽ استقلال جي دعوت ڏني ۽ ۱۹۰۲ع ۾ وفات ڪيائين. ڪانئس پوءِ سسٽر برنندرا ۽ سندس ڀاءُ اربندا گهوش مٿئين تحريڪ کي زور وٺرائڻ لڳا، ۱۹۰۵ع ۾ تقسيم بنگال جي اعلان کان پوءِ بنگالي شورش جو اثر بهار ۽ اوڙيسا تي پيو. ۱۹۰۸ع ۾ آسام ۾ خفيه هٿيار پهچڻ لڳا، اهڙو ثبوت برما سازش وارن مقدمن مان پيو، سي-پي تي به شيوا جي تحريڪ جو اثر پيو، چنانچه ۱۹۰۷ع ۾ اتي جي مشتعل نوجوان مرهٽن ڪانگريس کي اجلاس ڪرڻ نه ڏنو، مهاراشٽر ۽ بنگال جي شورشن جو مدراس تي به اثر پئجي چڪو هو، چاڪاڻ ته ساڳئي سال سري نواس ائنگر جي اخبار "انڊيا" ضبط ڪئي ويئي، پنجاب

۾ آزاديءَ جي نوعيت ٻيءَ طرح هئي، پر ٻين صوبن کان گهٽ ڪونه هئي، ١٩٠٧ع ۾ لالا لجپترام ۽ اجيت سنگهه کي جلاوطن ڪيو ويو، تنهن کان اڳ ١٩٠٠ع ۾ ڀائي پرمانند انقلابي ليڊر کي ٻيو دفعو سزا ملي هئي، بمبئي، مدراس، ڪلڪتو، ناگپور، دهلي ۽ لاهور سياسي تحريڪن جا مرڪز بنجي ويا هئا، يو-پي ۾ به ڌاڙا ڪانه هئي، ١٩٠٨ع ۾ بنارس سازش ڪيس ۾ ڪيترين اخبارن کي ضبط ڪيو ويو ۽ ڪيترين تي ضمانتن ڏيڻ کان پوءِ به پابنديون وڌل هيون. ١٩١٠ع ۾ لارڊ هارڊنگ وائسراءِ هند تي گولو ڦٽو ڪيو ويو پر هو بچي ويو، هن سازش جو مرڪز به لاهور هو، هندوستان ۾ جيڪي به تحريڪون جاري ٿينديون هيون، تن جو اثر سنڌ جي شهرن ڪراچي، حيدرآباد ۽ سکر تي پوندو هو، ڪراچي بمبئي کي ويجهو ۽ سکر لاهور کي قريب هو، سنڌ بمبئي سان شامل هئي.

## زبان جو مسئلو

هندوستان جي برهمڻن جيئن ڪانگريس جي قوميت کي بدلائي رام راڄ قائم ڪرڻ لاءِ رستو صاف ڪيو، تهڙيءَ طرح هندوستان جي مقبول عام اردو ٻوليءَ کي به مٽائڻ لاءِ زبان جي مسئلي کي ڪڙو ڪيائون، سال ١٨٦٧ع ۾ پهريون دفعو بابو فتح نارائڻ سنگهه جي زير صدارت ڪاشي (بنارس) ۾ هندن جو اجلاس منعقد ٿيو، جنهن ۾ رٿ پيش ڪئي ويئي ته سرڪاري عدالتن ۾ اردوءَ بدران هندي ڀاشا ۽ ديوناگري خط کي جاري ڪيو وڃي.

هن فيصلي کان پوءِ هندوستان جي سڀني صوبن ۾ هندن مقامي ٻولين جي خلاف هندي تحرڪ شروع ڪئي. بنگالي عدالت ۾ بنگالي زبان رائج هئي، ان آڙ ۾ هندن بهار ۾ بهاري (پوربي) ٻولي ۽ خط جاري ڪرائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي، مٿئين تحريڪ جو پنجاب تي به اثر پيو. ١٨٨٢ع ۾ هندن ٻيو دفعو

"ايجوڪيشنل ڪميشن" اڳيان اردو ٻولي ۽ خط خلاف ميمورئل پيش ڪيو پر خوش قسمتي سان ان زماني ۾ سر سيد احمد خان وائسراءِ جي ڪائونسل جو ميمبر هو، جنهنڪري هندو پنهنجي مهم ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا، ١٨٩٨ع ۾ هندن حڪومت کي پارسي ۽ اردو ٻولين خلاف ميمورئل پيش ڪيو، جنهن جي جواب ۾ مسلمان الهٰ آباد ۾ اردوءَ جي حمايت ۾ هڪ ڪاميٽي قائم ڪئي ۽ پنجاب جي مسلمانن "انجمن حمايت اردو" قائم ڪئي سنڌ جي هندن هن تحريڪ جي مخالفت ڪئي، سکر جي روزانه سنڌي اخبار جا خالص ڪانگريسي هئي ان جي ايڊيٽر ويرومل بيگراج مخالفت ڪئي هئي، ١٨٨٤ع ۾ سنڌ ۾ "سنڌ سڀا" رسالو جاري ٿيو، جنهن ۾ صوبائي ۽ ملڪي سماچار کان سواءِ، سنڌي شاعرن جا سوزون اشعار شايع ٿيندا رهيا، جن مان محمد قاسم هالائي، فاضل شاه حيدرآبادي، غلام محمد گدا، مير علي نواز علوي شڪارپوري، مشتاق متعلوي، محمد اسلم ۽ حافظ حامد ٽکڙائي وغيره جا نالا قابل بيان آهن. هي رسالو ادبي تنقيد ۾ وڏي چڪو هو، ازانسواءِ سکر جي ٻن اخبارن آفتاب ۽ الحق به سنڌي ٻولي جي فائدي لاءِ چڱي محنت ڪئي، آفتاب جو ايڊيٽر جناب شمس الدين "بلبل" ته پنهنجي شعر ۽ سخن جي ڪري سنڌ جو "اڪبرالهٰ آبادي" ڪوٺبو هو(١). ١٩٣٦ع ۾ مهاتما گانڌي وري اردو جي خلاف تحريڪ شروع ڪئي هئي جنهن جو بيان موقعي سر ڏبو. ١٨٥٧ع کان پوءِ مسلمان ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا هئا، هڪ سر سيد احمد خان جي پارٽي جنهن ۾ مسلمان هندن جي خوف ڪري شامل ٿيا هئا ۽ انگريزن سان تعاون ڪرڻ لاءِ آماده هئا ٻيا ديو بندي علماءِ جيڪي انگريزن جا جڳري دشمن هئا ۽ ڪانگريس جا حامي هئا، وقت گذرڻ سان انگريزن جا پير هندوستان ۾ اکڙڻ لڳا تاهم علماءَ پڇاڙي تائين هندن سان

---

(١) ڪريم بخش خالد: سنڌي صحافت ص ١٩١.

تعاون ڪندا آيا، جي انهن صدين جي طويل عرصي کان ڇوٽ ڇات جي ڪري مسلمانن سان عدم تعاون جي اصول تي پابند هئا، اهڙن سببن جي ڪري حڪيم مشرق کي چوڻو پيو:”ز ديو بند حسين احمد اين چه بوالعجبي است“۔ اهو ئي سبب هو جو فيلسوف شاعر ويهين صدي جي شروعات ۾ مسلمانن جي صحيح اسلامي تحريڪ جو آغاز ڪيو ۽ قائد اعظم محمد علي جناح جنهن پوليٽڪل زندگيءَ جو وڏو حصو ڪانگريس ۾ گذاريو هو، هندو نواز پاليسين کان تنگ ٿي مسلم ليگ جي قيادت ڪئي۔

## تقسيم بنگال

عيسائيت ۽ سنڌي صورت خطي جي فتنن کان سکر جا مسلمان مس آجو ٿيا ته ۱۹۰۳ع ۾ تقسيم بنگال جو سوال جاڳيو۔ بنگال جي هندن جو قدم سياسي ميدان ۾ اڳرو هو۔ خاص طور تعليم يافته طبقو خفيه ڪاروائين ۾ رڌل هو۔ سندن طاقت کي ڏورڙڻ لاءِ وائسراءِ لارڊ ڪرزن تقسيم بنگال جو اعلان ڪيو۔ سياسي ڪورو جيڪو اندر ڪاسي رهيو هو، سو هڪدم پيڪو ڏيئي ڦاٽو۔ بنگالين حڪومت خلاف جلسا ڪيا، لڪين صحيحون ورتائون، سڄي صوبي اندر هنگامو مچي ويو۔ لارڊ ڪرزن جي صبر جو پيالو به ڇلڪڻ لڳو۔ فيبروري ۱۹۰۵ع ۾ ڪلڪتي يونيورسٽي جي ڪنووڪيشن جي موقعي تي تقرير ڪندي هن هندوستانين تي دل کولي ڇوه ڇنڊيا، بنگالين جو جوش به اپامڻ لڳو۔ مارچ ۱۹۰۵ع ۾ هنن لارڊ ڪرزن جي پاليسيءَ جي مذمت ڪئي، نواب سليم الله به ورها ڱي جي خلاف اعلان ڪندي وائسراءِ جي پڌرائي کي وحشانيه فعل ظاهر ڪيو۔ لارڊ ڪرزن سڌو ڍاڪا پهچي هڪ جلسي ۾ مسلمانن کي خطاب ڪندي ڄاڻايو:

”تقسيم بنگال مان هي مقصد آهي ته حڪومت بنگال جي انتظامي بوجهي کي هلڪو ڪيو وڃي، سراسر

غلط آهي، پر هڪ اسلامي صوبو ڦاهڻو آهي، جنهن ۾ مسلمانن جو غلبو هجي."

غرض ته ڍاڪا جيڪو اسلامي شهر ۽ صنعتي مرڪز هو، تنهنجا بخت ١٩٠٥ع ۾ کلي ويا ۽ شهر کي وڌايل مقام حاصل ٿيو ۽ مسلمانن کي هندن جي گرفت کان ڇوٽڪارو ملي ويو، انگريزن کي بنگالي هندن جي اجتماعي قوت کي ڪمزور ڪرڻو هو ۽ ڪلڪتي جي سياسي برتري کي گهٽائڻو هو، اها تبديلي انقلاب پسند هندن لاءِ ناگوار هئي، تنهنڪري سنڌ جي هندو اخبارن بہ اخبار اسٽيٽسمين جي بيان ته "انگريزن مشرقي بنگال کي اسلامي صوبو بنائي ڇڏيو" جي پوئواري ڪندي تقسيم خلاف غوغا آرائي شروع ڪئي ۽ مسلمان اخبارن تقسيم جي تائيد ڪئي، تولا رام ٻالاڻي جي اخبار "ماتا" کي حڪومت ضبط ڪيو، ليڪن ايجيٽيشن کي جاري رکندي هندن حيدرآباد مان انگريزي اخبار "وائس آف سنڌ" ۽ هڪ سنڌي اخبار "صداءِ سنڌ" جاري ڪري لوڪمانيہ تلڪ جي تحريڪ سوديشي شين واپرائڻ لاءِ "بندي ماترم" پنهنجي بورڊ تي لکرايو هو، سکر جي فريئر روڊ تي بہ هن موقعي تي هڪڙي دڪان جي بورڊ تي پهريون دفعو بندي ماترم عبارت نظر آئي، حيدرآباد جي ڪليڪٽر مسٽر اسٽيل سٽيون ٻئي اخبارون بند ڪيون، هندن سکر جي روزانہ اخبار "الحق" تي سازش جي تحت ڪيس داخل ڪيو هو ڇاڪاڻ تہ الحق تقسيم جي فائدي ۾ هئي، لطف هي ڇئبو ته هن ڪيس ۾ هندن سيٺ هرچندراءِ وشنداس ڪراچيءَ جي مشهور وڪيل کي پيروي ڪرڻ لاءِ گهرايو هو، بنگال جي هندن جا ٻہ پروگرام هئا، (١) دهشت انگيزي، (٢) ولايتي مال جو بائڪاٽ.

## آريا سماج تحريڪ

هندوستان ۾ جيڪي بہ هندو ۽ مسلمان تحريڪون شروع ڪندا هئا، تن جو اثر سنڌ جي رهواسين تي پوندو هو،

مثلاً سر سيد احمد خان ١٨٨٨ع ۾ "جماعت اسلام" تحريڪ جو پايو وڌو ١٨٩٨ع ۾ سيد غوث علي شاه انجمن اسلام قائم ڪئي، اها تحريڪ ١٩٠٥ع ۾ سيد غوث علي شاه جي وفات کان پوءِ ڪمزور ٿي ويئي ١٩٠٧ع ۾ شيخ محمد سليمان "جماعت اسلام" نالي انجمن قائم ڪئي، ونّس الحق اخبار هئي، تنهنڪري هن تحريڪ جلد زور ورتو، پيرزادو عبدالرحمان ۽ شيخ حبيب الله ۽ ماستر محمد اسحاق پشاوري سند س معاون ۽ مددگار هئا، سڀني چندا گڏ ڪري عيدگاه تعمير ڪرائي جو سکر جهڙي شهر ۾ سکر جي مسلمانن وٽ عيدگاه ڪونه هئي، مسلمان مسجد منزلگاه واري ميدان ۽ ٻين مسجدن ۾ عيد نماز ادا ڪندا هئا، ١٩ صدي جي آخر ۾ هندوستان ۾ جيڪي "گنپتي ديوتا" جي اعزاز ۾ منعقد ٿيندا هئا، تن ۾ جيڪي سلوڪ ڳايا هئا، سي مسلمانن جي صريحاً خلاف هئا، چنانچه ١٨٩٥ع ۾ ٻال گنگا ڌر تلڪ، راءِ ڳڙه ۾ شيواجي جي سماڌي تعمير ڪرڻ لاءِ چندي لاءِ گهر ڪئي ته هڪدم هندن کيس ويهن هزارن جي ٿيلهي پيش ڪئي ۽ پڇن جيڪي ڳايا ويا سي هن طرح هئا (١).

> "ضرورت آهي ته هندو شيواجي ۽ باجي راءِ وانگي جان بازي ڏيکارڻ تي آماده ٿين، بهرحال توهان کي ڍال ۽ ترار سان مسلح ٿيڻ گهرجي ڇوته اسان دشمن کي آزمائڻ جو فيصلو ڪيو آهي، قومي جنگ ۾ اسين پنهنجي زندگيءَ کي جوکي ۾ وجهنداسون ۽ دشمن جي رت سان زمين کي ڳاڙهو ڪنداسون ..."

هاٿي کن پتي ديوتا جي ميلن واري پڇنن ۾ گئو ماتا جي پڪار پڌو:

---

(١) پروفيسر دربارا سنگهه: دي انڊين نيشن ص ١٤٥ لاهور.

”نهايت ڏک ٿئي ٿو تہ توهان کي پنهنجيءَ غلاميءَ تي ذرو بہ افسوس ڪونهي، بهتر آهي تہ خودڪشي ڪريو. بد نيت ماڻهو جلادن وانگي بي رحميءَ سان ڳائن ۽ وهڙن کي ڪُهن ٿا. اٿو! ڳئو ماتا جي مدد ڪريو....“ (۱).

انقلابي تحريڪن جو مقصد هو ”هندو ازم“. هندن جا جيڪي ليڊر هئا، سي مذهبي ليڊر هئا. مثلاً بنگال جو مشهور ليڊر سوامي رامڪشن جنهن ۱۸۸٦ع ۾ انتقال ڪيو، سو سوامي ويويڪا نند جو گرو هو. سندس اپديش هو تہ ”ڪالي روحاني طاقت جي ديوي آهي“ ڪالي سندس عقيدي مطابق سڄي ڪائنات جي ماتا آهي.

سوامي ويويڪانند ۱۸۹۷ع ۾ شڪاگو جي مذهبن جي ڪانفرنس ۾ هندو ڌرم جي نمائندگي ڪئي هئي. هن ڪانفرنس ۾ ڄاڻايو تہ ”دنيا جو آئينده مذهب ويدانت هوندو ۽ شڪتي ماتا جي مدد تي ڀروسو ڪري غير ملڪي حڪومت کان آزادي حاصل ڪريو“(۲). ويدانت جي تخيل ڪري هندو انقلابي پارٽي ”انوسلين سمتي“ ۾ فقط هندو نوجوانن کي کنيو ويندو هو ڄاڪاڻ تہ انهن کي ڪاليءَ جي بت اڳيان حلف کڻڻو پوندو هو. هندو مهاسڀا جو رڪن مسٽر ساورڪر بہ ۱۹۰۵ع ۾ انقلابي سوسائٽي قائم ڪئي هئي. ۱۹۰٦ع ۾ ڪانگريس کي

---

(۱) رولٽ ڪاميٽي جي رپورٽ ص ۱۲-۱۳.

(۲) ايضاً ص ۳۵.

نوٽ:- ۱۸۵۷ع کان پوءِ هندستان جي هندن انگريزن کي ترڙي ڪيڻ ۽ مسلمانن کي مدغم ڪرڻ لاءِ مهاسڀا ۽ بعد ۾ آريا سماج تحريڪون شروع ڪيون. سنڌ جي بمبئي کان عليحده ڪرڻ وقت اٺ هٽي بينا انهيءَ طرح تقسيم هند وقت پاڪستان جي مخالفت ڪرڻ لڳا.

ولايتي شين جي بانڪات ڪرڻ جي طرفداري ڪرڻي پيئي پر هندو - مسلم اتحاد آئي نہ سگهي. سکر آريا سماج جو بنياد ١٨٨٨ع ماستر هريسنگهہ وڌو. ١٩٠٨ع ۾ سماج جي بندر تي مستقل عمارت جوڙي ويئي. آريا سماج بہ هٽلر جي نازي جماعت وانگي هئي هن جو گنپتي ديوتا جو جهنڊو هو جنهن تي سواسٽيڪا جو نشان هو. ٻاهريان ڪو هندو ليڊر ايندو هو تہ آريا سماج وارا ليڪچر ڪرائيندا هئا ۽ اهڙن اجلاسن جا اڳواٽ شهر ۾ پوسٽر ورهايا ويندا هئا. اهڙن ليڪچرن ۾ اسلام ۽ اسلام جي باني رسول اڪرم جي شان ۾ گستاخيون ڪرڻ سماج جو مکيہ پروگرام هو. اهڙن ليڪچرن جي ڪري هندو مسلمان اوليائن جي خانقاهن تي وڃڻ بند ڪيو. اڳ هندو مسلمان هڪ مٽ مان پاڻي پيئندا هئا.

## سنڌ پروانشل سکر ڪانفرنس ١٩٠٨ع

سکر جي هندن جي بيداري لاءِ هئي. ڪانفرنس تاريخي يادگار آهي، جا راءِ صاحب ديوان پيسو مل ذوقيرام نائب صدر سکر صوبي سنڌ جي هندن ۾ اتحاد آڻڻ لاءِ ڪوٺائي هئي. هن موقعي تي هندن سنڌ جي مسلمان ليڊرن کي بہ دعوت ناما مڪا هئا، پر مسلمان ليڊرن شرڪت ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو هو. انهيءَ مان معلوم ڪري سگهندا تہ هندو- مسلم اتحاد ۾ انتشار پئجي چڪو هو. سکر جي انجمن اسلام شيخ محمد سليمان جي وفات ڪري ڪمزور ٿي ويئي هئي تاهم سڌ، صلح تي پڙهيل يا جاهل مسلمان جسم ۽ جان ٿي ويندا هئا. ڪانفرنس جو اجلاس فقط هندن ڪيو.

## پان اسلام ازم

هن اسلامي تحريڪ جو داعي سيد جمال الدين افغاني هو، جو پنهنجي وقت جو مجدد هو. هن اسلامي دنيا، روس ۽ يورپ جو دورو ڪري ايران، مصر ۽ ترڪيءَ کي يورپ جي

عيسائي طاقتن جي مقابلي ۾ اسلامي عالمگير برادريءَ جو وسريل سبق ياد ڏياريو. سنڌ س مول مقدس هو تہ دنيا جا مسلمان گڏجي هڪ بلاڪ ٿاهي پاڻ کي يورپ جي گرفت کان آزاد ڪرائين. تـوڙي جو سيد جمال الـدين افغاني کي استنبول ۾ زهر ڏنو ويو پـر عربن، ايرانين ۽ ترڪن تي سنڌس دعوت جو چڱو اثر پيو.

١٩١١ع ۾ سلطان عبدالحميد خان ثاني يورپ جي سياسي ارادن کان متاثـر ٿي ڪري "الاخوة الاسلاميہ" جـي تحريڪ شروع ڪئي هئي تـہ دنيا جـا ٽيهہ ڪروڙ مسلمان "اسلامي فيڊريشن" ۾ شامل ٿين. مولانا سلطان اسلامي ڪانگريس ڪوٺائڻ جو بہ ارادو ڪيو هو پر نوجوان ترڪن جي "انجمن اتحاد ۽ ترقي" وارن غازي انور پـاشا ۽ نيازي بڪ جـي قيادت ۾ سلطان موصوف کي معزول ڪيو. هن تحريڪ کي زور وٺرائڻ لاءِ سکر جي الحق اخبار ڪارڊ ڇپرايـا هئا، جـن تي سلطان عبدالحميد خان ۽ ڪابل جي امير حبيب الله خان جون تصويرون ڏنل هيون. سکـر ۾ ڪوبہ اهڙو مسلمان ڪونہ هـو، جنهن جي گهر ۾ اها تصوير لڳل نہ هجي. پان اسلام ازم جو ڇرچو اڄ بہ اسلامي دنيا ۾ موجود آهي، ڪڏهن "اخوان المسلمين" جي نالي سان پڌرو ۾ آيو ٿي ۽ ڪڏهن عرب ليگ جي نالي سان موجود آهي ۽ ڪڏهن موتمر اسلامي جا جلسا نيل کان وٺي مهراڻ تائين پڌرون ٿا (١).

## ديوبندي ۽ مراد آبادي

١٩١٠ع ۾ شيخ الهند مولانا محمود الحسن ديوبند ۾ جلسو ڪوٺايو هو، جنهن ۾ برصغير جي شهرن جي مسلمانن ٽيهن هزارن جي تعداد ۾ شرڪت ڪئي. ١٩١١ع ۾ "جميعت الانصار" جـو

(١) Walter themer: The Political Dictionary, Panislamism, Middlesex.

ڦهريون دفعو مراد آباد ۾ منعقد ٿيو ۽ جلسي جي صدارت مولانا احمد حسن امروهي ڪئي هئي. ١٩١٣ع ۾ حضرت شيخ الهند دهلي ۾ هڪ سياسي پارٽي ”نظارة المعارف“ قائم ڪئي، جنهن جي سرپرستن ۾ حڪيم اجمل خان ۽ نواب وقار الملڪ شامل هئا.

## انجمن هلال احمر

سال ١٩١١ع ۾ انجمن اتحاد ۽ ترقي، ترڪيءَ ۾ دستوري حڪومت قائم ڪري، سلطان عبدالحميد خان جي ڀاءُ ارشاد خان کي محمد خامس جي لقب سان تخت تي ويهاريو. ٢٧ آڪٽوبر ١٩١١ع ۾ اٽليءَ طرابلس الغرب تي قبضو ڪيو. هي واقعو مسلمانن لاءِ هيجان انگيز هو. ٻي سال ١٩١٢ع ۾ انگريز ۽ سندس همنوا حڪومتن جي اشاري تي بلقان جي عيسائي رياستن گڏجي ترڪيءَ سان جنگ شروع ڪئي. اسلامي دنيا تي هڪ نئين مصيبت نازل ٿي، ١٩١٣ع ۾ مسجد ڪانپور جي هولناڪ واقعي ۽ جنگ بلقان ڪري مسلمانن جي مجروح دلين ۾ غم ۽ غصي جو سمنڊ ڇوليون هڻڻ لڳو. حڪيم اجمل خان، مولانا محمد علي جوهر ۽ ڊاڪٽر انصاري ڪي. بلقان جي زخمي مجاهدن جي دوا درمل ڪرڻ لاءِ ترڪي رواني ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ اهڙي عمل لاءِ وڏن شهرن ۾ انجمن هلال احمر جون شاخون کوليون ويون. سنڌ ۽ سکر جي مسلمانن دل کولي اخوت اسلامي جو ثبوت ڏنو. اهڙي طرح اعليٰ مسلمانن ۾ بيداري پيدا ٿي.

# سکر جي مسلمانن جي مذهبي حالت ۽ مسئلہ خلافت (١).

صوبي سنڌ ۾ جيڪي بہ مذهبي ۽ سياسي ادارا هئا، تن وانگر "مدينتہ الاوليا" سکر بہ مرڪزي حيثيت رکندڙ هو. خود مولانا حضرت عبدالرحمان جي عرفان ۽ فيض عام ڪري سکر باغ و بهار هو ۽ سندس پسگردائي وارا گهوٽ بزرگان دين جي مسندن ڪري بغداد، دمشق ۽ قاهره کان ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ حيثيت نہ رکندا هئا. انهن علمي ۽ روحاني مرڪزن تي طائرانہ نظر وجهڻ ضروري آهي. هر صدي ۾ هي شهر علمي ۽ روحاني مرڪز رهندو آيو. آگسٽ ١٩١٤ع ۾ پهرين عالمگير جنگ جو طبل وڳو. سنڌ جي مسلمانن جون دليون جنگ طرابلس ۽ جنگ بلقان ڪري مجروح هيون ويتر جو ترڪيءَ جرمني جو طرف ورتو تہ انگريز کي مسلمان پنهنجو دشمن سمجهڻ لڳا، جنهن جنگ طرابلس ۾ اٽلي جي طرفداري ڪئي هئي ۽ جنگ بلقان ۾ عيسائي رياستن جي حمايت ڪري يوروپين ترڪيءَ جو سمورو علائقو ترڪن کان کسي ورتو. فقط استنبول، ائڊريانوپل ۽ ٿريس جو ٽڪر وڃي ترڪن وٽ رهيو هو. ٻي عالمگير جنگ کي هڪ سال مس گذريو تہ انگريزن ١٩١٥ع ۾ شريف حسين سان مٺڪماهن جو خفيہ عهد نامو ڪري عربن کي سبز باغ ڏيکاري ترڪن

---

(١) پهرين عالمگير جنگ کان ٿورو اڳ ترڪيءَ جي وزير جنگ غازي انور پاشا هندوستان ۾ بلوه وجهڻ لاءِ قسطنطنيہ مان هڪ اخبار "جهان اسلام" عربي، ترڪي ۽ اردوءَ ۾ شايع ڪرائي هئي. هندي نوجوانن جي مالي ۽ هٿيارن سان مدد ڪرڻ لاءِ حڪومت ترڪيءَ برما ۾ قونصل خانو بہ کوليو هو پر وقت سر نوجوانن کي امداد ملي نہ سگهي.

خلاف ڪرڻو ڪيو، جنهن ڪري ”خلافت“ جو سوال ڪرڻو ٿيو. سنڌ جي هر هڪ ضلع ۾ خلافت ڪاميٽيون قائم ٿيون ۽ بزرگان دين جي شموليت ڪري مسئلي خلافت کي وڌي تقويت پهتي. ابوالڪلام آزاد جي اخبار ”الهلال“ ڪلڪتو ته واڇڻ وچائي ڇڏيا. علي برادران بمبئي ۾ دفتر کوليو ۽ خلافت اخبار جاري ڪئي. شيخ الهند مولانا محمود الحسن جو اُن وقت حج ڪرڻ مڪه معظمه ڏانهن ويو هو، تنهن کي انگريزن قيد ڪري مالٽا ۾ نظربند رکيو. اهڙين حالتن ۾ سنڌي ڪيئن خاموش رهي سگهن ها، جيڪي پاڻ کي ”حر“ جي نالي سڏائيندا هئا. سکر ته بزرگان دين ڪري ”خلافت اعظميٰ“ تحريڪ جو مرڪز هو.

## سکر جي ثقافت

سنڌي ٻولي ۾ پهاڪو آهي ته ”ٻارهين ڪوهين ٻولي ۽ سو ڪوهين حڪومت“ ٻولي جو لب ۽ لهجو هر هڪ شهر ۾ پنهنجو نمونو آهي ۽ لفظن جي معنيٰ به ٿوريل گهريل معلوم ٿئي ٿي. ٻولي ته سموري سنڌ ۾ سنڌي ئي آهي پر لب ۽ لهجي ۽ لفظن جي ڦيرگهير ڪرڻ هڪ حصي جو ٻئي حصي ۾ فرق معلوم ڪري سگهبو. هر شهر ۽ قريه ۾ ڪجهه نه ڪجهه تفاوت ڏسڻ ۾ ايندو. سکر جي ٻولي سنڌي آهي ۽ تقسيم کان پوءِ مهاجرن جي قيام کان پوءِ اردو ٻولي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي ۽ اردو ٻولي جو مزاج به مختلف آهي ڪي بمبئي ڪي ڪاٺياواڙ ڪي دهلي ۽ ڪي لکنو وغيره جو انداز استعمال ڪن ٿا ٻولي اردو آهي پر لب ۽ لهجي جي خيال کان سندن ٻولي هڪ ٻئي کان جدا سمجهڻ ۾ اچي ٿي تنهنڪري سکر ۾ سنڌي سان گڏ اردو ٻول جو به چڱو اثر آهي ۽ ڪٿي ته اردو ۽ سنڌي کي خلط ملط ڪيو ويو آهي.

پوشاڪ تي به گهڻو اثر ٿيو آهي. اڳ پٽڪي جو عام رواج هوندو هو معزز ماڻهو پٽڪو ٻڌندا هئا ۽ ان سان گڏ

ترڪي ٽوپي جو به رواج هوندو هو، جناح ڪئپ جو رواج آهي ۽ ٻروچڪي ٽوپي نوجوان عام طرح پائيندا آهن. عام طرح ڪوٽ ڏگهو پائيندا هئا جنهن جو ڳلو بند هوندو هو، انگريزن جي اچڻ کان پوءِ انگريزي ڪوٽ رائج ٿيو ۽ چولن جي بدران قميصن جو رواج پئجي ويو، سلوار سنڌين جي قديمي پوشاڪ آهي. ڪي سلوارون گربي جون هونديون هيون ۽ ڪي سلوارون سوسيءَ جي ڪپڙي جون هونديون هيون. اڪثر معزز ماڻهو ۽ سادات اهي سلوارون پهريندا هئا، عام ماڻهو اڇيون سلوارون ڍڪيندا هئا ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو پاجامو يا پينٽ پائيندا هئا. جُتي ۽ پمپ شو جو رواج هوندو هو. هن وقت ٽلهي تري واري ۽ وڏي ڪڙي جي بوٽن جو رواج آهي. عام طرح رنگين ڪپڙا پسند ڪيا وڃن ٿا ۽ پراڻي وضع وارن ماڻهن اڇن ڪپڙن تي اڪتفا ڪئي آهي. زالن به ڪجهه فيشن خاطر قميص ۽ سلوار جو نمونو بدلائي ڇڏيو آهي بهرحال زالن جي منڍ کان وٺي ساڳئي نموني جي پوشاڪ آهي ۽ اها پوشاڪ زالن ۾ نهايت مقبول آهي. ساڙهي ۽ غراري جو رواج به پيو آهي پر اهو رواج گهٽ آهي.

شهر ۾ اڪثر پڪيون جايون آهن اڳ مسلمانن جي جاين ۾ وڏا صحن هوندا هئا جتي هو ڳئون ۽ مينهون رکندا هئا. هينئر هرڪو واڙن تان ڪير وٺي رهيو آهي، ڳئون ۽ مينهن جي ٽهل ٽڪور لاءِ ماڻهن کي وقت ڪونه آهي، تنهنڪري لسي، ڏؤنري ۽ مکڻ جو رواج نڪري ويو آهي جايون به چڻ سوڙهيون ٿي ويون آهن. هندن جون ڇڏيل اڪثر جايون ڪَنڌَ تي ڪنڌ هيون جن کي مهاجرن ڪليم ۾ والاريو آهي ۽ انهن تي اڪتفا ڪئي آهي. ڪچيون جايون غريبن جي رهائش لاءِ موجود آهن. ڪٿي ڪٿي شاهوڪارن ۽ زميندارن جا بنگلا آهن.

زيورن ۾ ٽڪي، جهومر، والين، پنڙن ايرينگن، نٿ، بولو، ڦلي، هارگلوبند، چندن هار ۽ ڪنمال جو رواج آهي.

ادبي دنيا جي لاءِ هي شهر هڪ زرخيز علائقو ٿي رهيو آهي. عربن جي دور کان وٺي هي علائقو علم ۽ عرفان جو گهوارو رهيو آهي.

## سکر ضلع جا بزرگان دين ۽ سنڌ جي مجاهدانه ڪارناما

### پير محمد راشد

سکر جي پر واري ڳوٺ "ڪنگري" ۾ ١٢٣٣هه ڌاري حضرت روضي ڌڻي پير محمد راشد رحه وفات ڪئي. روضي ڌڻي جي فيض عام ڪري سکر ضلع جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ روحانيت ۽ معرفت جا چشما ڦٽي نڪتا. سکر ظاهري ۽ باطني علمن جو مرڪز بنجي چڪو. ڪنگريءَ جي چمن جي مهڪ سکر کي زنده جاويد مقام بخشيو. چنانچ "ڪنگري" مان "سوئي" سيراب ٿي ۽ سوئي مان "پرچونڊي" پرجي نڪتي ۽ پرچونڊيءَ مان "آمروٽ" ضلع سکر ۾ ۽ دين پور سابق رياست بهاولپور علم ۽ عرفان جا اڏا پيدا ٿيا (١).

رموز خاصگان عامان چه دانند
حديث پختگان خامان چه دانند

---

(١) مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جو مضمون "سنڌ جي علم ۽ عرفان جي مهراڻ جا موتي" ص ٢٧ روزانه مهراڻ جو سالگره نمبر ٥ جنوري ١٩٦٢ع ڪراچي. سيد احمد بريلوي ۽ سيد اسماعيل جي شڪست جو سبب هو مسلم جماعتن جو پاڻ ۾ نفاق ۽ اميرن جو پاڻ ۾ اختلاف. پشاور جا پٺاڻ امير وفادار رهن ها ته اڄ هندوستان جو نقشو ڪو ٻيو هجي ها. انتشار ڪري بريلوي تحريڪ ناڪام ثابت ٿي. معارف اعظم ڳڙه ص ١٢ - جولاءِ ١٩٦٢ع.

## سيد صبغت الله

هندستان ۾ مغليہ شنهشاهت زوال پذير هئي ۽ مسلمانانِ هند جي طاقت جو شيرازو ٽٽي چڪو هو. ١٩ صدي ۾ سکن سڄو پنجاب فتح ڪري پشاور تي قبضو ڪيو هو. قبائلي ۽ افغان مغلوب ٿي ويا. اها حالت ڏسي مجاهد اعظم شهيد احمد بريلوي، دارالحرب هند ۾ سکن خلاف جهاد جو جهنڊو کڙو ڪيو، ۽ پنهنجن رفيقن جي هڪ جماعت وٺي راجپوتانا کان ٿيندو حيدرآباد پهتو هو. ٽالپرن اميرن سندس خاطرخواه عزت ۽ مهماني ڪئي. پر مدد ڏيڻ ۾ تامل ڪيو، انهيءَ خيال سان تہ متان رنجيت سنگهہ سنڌ تي ڪاهي نہ اچي. اها حالت ڏسي سيد احمد، پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاه بن حضرت محمد راشد رحہ سان ملاقات ڪئي. پير صاحب پاڻ حريت پسند هو، تنهن سيد احمد سان مڪمل اتفاق ڪري، سڄي سنڌ ۾ تحريڪ هلائي، ۽ مسلمانن کي جهاد جي ترغيب ڏني، ۽ پاڻ هڪ درزين جي جماعت سڏائي، مجاهدن لاءِ فوجي يونيفارم ٺهرائي، کين ڏنائون. نيٺ پنهنجن مريدن ۽ محبن مان هڪ جماعت ٺاهي کين سيد احمد بريلوي سان گڏ روانو ڪيو، انهي جماعت جو نالو "حر" رکيو ويو، جنهن جي معنيٰ "آزاد" آهي. پاڻ وڏي پيماني تي آزاديءَ جا پروانا گڏ ڪرڻ لڳو. پير صاحب جي سڏ تي ڪيترائي عالم ۽ فاضل حرن جي جماعت ۾ شريڪ ٿيا، جن مان قاضي عثمان سنڌي جيڪو شوڪاني جي شاگردن مان هو ۽ محمد بن عبدالوهاب رحہ جي تعليمات کان متاثر هو. اڃا جهاد مڪمل ئي ڪونہ ٿيو هو تہ ١ رمضان مبارڪ ١٢٤٦ هہ ۾ پير صاحب پاڳاري وفات ڪئي، گويا سيد احمد جو سڄو بازو ڀڄي پيو.

سيد احمد بہ ذوالقعد ١٢٤٦ھہ ۾ غدارن هٿان شهيد ٿي ويو. هي واقعو ١٨٢٩-٣٠ع جو آهي. اها پهرين حر تحريڪ هئي (١).

## سيد حزب الله

حرن جيڪو جهاد ۾ حصو ورتو هو، سو انگريزن جي اپرندڙ حڪومت کان ڳجهو ڪونہ هو. تيرهن ورهين کان پوءِ جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن پير صاحب پاڳاري جي خاندان کي اک ۾ رکيائون. پير صاحب پاڳاري حزب الله شاه رح جي وقت ۾ ١٨٩٠ع ڌاري حرن جو رخ ڦري انگريزن جي خلاف ٿيو. حرن جي ليڊرن مکيءَ جي ڏنڊ کي پنهنجو مرڪز ٺاهيو. بچو بادشاه ۽ پيرو وزير ۽ "ٻارنهن ڀهروٽيا" سڄي سنڌ ۾ مشهور ٿي ويا. پير پاڳاري ۽ جماعت جي خلاف انگريزي حڪومت منظم طور تي ڪارروايون ڪيون. جماعت جي هر سگهي ۽ صحتمند نوجوان کي ڳولي ڳولي لوڙهن منجهہ بند ڪيو، ۽ هر طاقتور شخصيت کي ويساپور ضلع احمد نگر ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. هيءَ ٻي "حر تحريڪ" هئي- ١٣١٠ھ ١٨٩٤ع ۾ سيد حزب الله شاهہ وفات ڪئي ۽ سندس فرزند پير علي گوهر شاه مسند نشين ٿيو. بچو بادشاه ۽ پيرو وزير جي ڌمڪاءُ ڪري پوليس سرڪاري ٿاڻا ڇڏي ڀڄي ويئي. انگريزن پير صاحب پاڳاري جي نظربنديءَ جو اعلان ڪيو. جنهنڪري ١٨٩٨ع ۾ بچو بادشاه سردار محمد يعقوب وٽ پيش پيو، جتان کيس گرفتار ڪري ميرپورخاص ڏياري موڪليائون، جتي اسپيشل جج مسٽر هارٽ ڊيويز کيس ڦاسي ڏني.

---

(١) شيخ محمد اسماعيل روزانہ مهراڻ سالگره نمبر "پير پاڳارا صاحبان ۽ آزادي جي تحريڪ ص ١٣٠-١٣١، ٥ جنوري ١٩٦٢ع ڪراچي.

## مولانا محمد صديق

زمان حال ماضي جو ثمر آهي ۽ مستقبل لاءِ تخم جي حيثيت رکي ٿو. حضرت شيخ الهند مولانا محمودالحسن صاحب ١٣٣١ هه ١٩١٣ع ۾ جيڪا سياسي جماعت ”نظارة المعارف“ تيار ڪئي هئي، تنهن ۾ سنڌي اڪابر به هئا، مولانا محمد صديق سنڌي، مولانا احمد علي سنڌي، جنهن لاهور ۾ ”انجمن خدام الدين“ قائم ڪئي هئي ۽ مولانا عبيدالله سنڌي جن جا نالا صفحئه تاريخ تان نه مٽجندڙ آهن. اسين اڳ لکي آيا آهيون ته بطلحا جو چشمه علم جيڪو ڪنگري مان ڦٽي نڪتو هو، ان مان هڪ بوٽو پرچونڊي ۾ رشد ۽ هدايت جو اپريو هو ۽ انهيءَ شجر طوبيٰ جي سايه ۾ مولانا عبيدالله فيض پاتو هو. حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊي، جو پنهنجي وقت جو جنيد ۽ سيد العارفين هو، تنهن جي دست مبارڪ تي مولانا غازي عبيدالله سنڌي، قادري ۽ راشدي طريقن جي بيعت ڪئي هئي ۽ سيد العارفين کي پنهنجو ديني پيءُ سمجهندو هو. حضرت عبيدالله صاحب سکر جي اسلاميه اسڪول جي ماستر مولوي محمد عظيم يوسف زئي جي دختر نيڪ اختر سان ١٣٠٨هه ۾ شادي ڪئي هئي.

## شيخ محمد حيات

شيخ محمد حيات ولد ملا ڦلاريو، عادلپور تعلقه گهوٽڪي ۾ پيدا ٿيو ۽ اڳتي هلي عرب عجم جي استاد هجڻ جي عزت حاصل ڪيائين. جواني جي زماني ۾ سنڌ مان سفر ڪري حرمين شريفين طلب علم لاءِ هليو ويو، شيخ ابو الحسن محمد بن محمد صادق ڪبير کان علوم حاصل ڪيائين ۽ سندس وفات کان پوءِ مسجد نبوي ۾ درس حديث ۽ وعظ فرمائيندو هو جنهن ۾ هزارين ماڻهو اچي شريڪ ٿيندا هئا. حديث ۽ وعظ جي مسند جي مالڪ جي خدمت ۾ شام، مصر، مراڪش ۽

۽ هندوستان جي سون علمائن حديث جي علم جي تحصيل
ڪئي- سندس شاگردن جي فهرست تمام طويل آهي مگر مشهور
مسلمانن مان تاريخ ۾ هيٺين ماڻهن جا نالا اچن ٿا: شيخ احمد
بن عبدالرحمان، شيخ محمد سعيد صغير، شيخ عبدالقادر خليل
ڪدڪ، سيد عبدالقادر بن احمد، سيد غلام علي آزاد بلگرامي،
شيخ محمد فاخرالله آبادي ۽ شيخ ابوالحسن صغير، شيخ
غلام حسين ٺٽوي مدني، وغيره حجج الڪرام جي مصنف شيخ
محمد حيات کي مجددن ۾ شمار ڪيو آهي- مولانا محمدفاخرالله
آبادي شيخ جي تعريف ۾ هڪ وڏو نظم لکيو آهي- مولانا
جا چند شعر هي آهن-

| | |
|---|---|
| بابزروي صفحه دواران | بحديث نبي قومي پيوند |
| محفل آراءَ حلقهِ انسان | سرمن خاکِ پاءَ او بادا |
| شيخ اسلام عصر علامه | جان من در رضا او بادا |
| در فنون حديث فهامه | (مثنوي زائر) |
| موشگاف دقائق ايمان | |
| راز دان حقائق ايمان | |
| رسته از جس ربقه تقليد | |
| بسته بر راجتهاد رامزيد | |
| ان محمد حيات بخت بلند | |

شيخ محمد حيات قرآن ۽ حديث ۾ ايڏو ملڪہ ۽ جتمعاد پيدا
ڪيو هو جو هن کي تقليد جي ضرورت ڪانہ رهي هئي،
جنهنڪري هن عام ماڻهن کي عمل بالحديث جي دعوت ڏني
۽ ان باب ۾ هڪ رسالو بہ لکيائين ۽ سموري زندگي انهي
مسلڪ تي گذاريائين- شيخ محمد حيات جا مخدوم محمد هاشم
ٺٽوي سان ڪن مسئلن تي مناظرا بہ رهيا آهن ۽ هڪ ٻئي
تي انهن بزرگن بيحد سنجيدگي سان رد ڪد ڪيا آهن-
شيخ محمد حيات جي تصنيفات مان هيٺيان ڪتاب معلوم ٿيا آهن:

(۱) تحفتہ الانام في العمل بحديث النبي عليہ الصواة و السلام ، (۲) الايقاف علي سبب الاختلاف ، (۳) شرح ترغيب ترهيب منذري، (۴) شرح اربعين نووي ، (۵) رسالہ رد بدعت تعزيہ ، (ان ۾ علامہ معين تي رد ڪيل آهي) ، (٦) النهي عن عشق المردان والنسوان (عشق مجازي تي رد) ان رسالہ جو گهڻو حصو نواب صديق حسن خان ڪتاب هدايتہ السائل ۾ نقل ڪيو آهي ، نواب صاحب ڪتاب اتحاف النبلاءَ ۾ لکيو آهي تہ بعض رسائل شيخ محمد حيات فقيرازه و كهمكرور آورده للہالحمد ، ڪي رسالہ جناب پير صاحب جهنڊه واري ڪتبخانہ ۾ بہ موجود آهن ۽ بلڪل ناياب آهن ، صفر سنہ ١١٦٣ هہ ۾ مدينہ منوره ۾ وفات ڪئي ۽ جنت البقيع ۾ هميشہ لاءِ وڃي آرامي ٿيو ، سندس شاگرد سيد غلام علي آزاد بلگرامي سندس تاريخ "رحله شيخي" مان ڪڍي آهي (۱) .

## حاجي فقيرالله علوي

حاجي فقير الله بن عبد الرحمان حنفي جلال آبادي شڪارپوري ، جلال آباد (افغانستان) جي هڪ ڳوٺ روتاس ۾ ڄائو ، سندس سلسلہ نسب امام محمد بن حنيفہ سان ملي ٿو ، ظاهري علومن کان فارغ ٿي شاه محمد مسعود پشاوري ۽ حاجي محمد سعيد لاهوري کان خرقو خلافت ڊڪيائين ، ١١٥٠ هہ ۾ پنهنجي وطن مان هجرت ڪري شڪارپور ۾ اچي رهيو ، ظاهري علمن جي تعليم سان گڏ باطني علومن جو بہ درس ڏيندو هو ۽ هزارين ماڻهو سندس ظاهري ۽ باطني علمن مان فائدو پرائڻ لڳا ، حاجي صاحب جي زندگي جو وڏو حصو بار بار حرمين شريفين جي سفر ۾ گذريو ۽ ان زماني ۾ جڏهن سفر جون ڪنهن بہ قسم جون سهولتون ڪين هيون ، پورا ست

---

(۱) الوحيد اسپيشل ايڊيشن "سنڌ آزاد نمبر" ص ۳۵-۳٦ جون ١٩٣٦ع ڪراچي .

دفعا حرمين شريفين جو سفر ڪيائين، جو گهٽو ڪري ايراني نار کان يمن مان لنگهي حجاز ويندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سورت بندر تان جده به ويندو هو، سنڌ جي حاڪمن مان ميان سرفراز خان ولد ميان غلام شاه خان ڪلهوڙو سندس بيحد معتقد هو ۽ وقت بوقت حاجي صاحب جي خدمت ۾ سوکڙيون ۽ تحفا موڪليندو رهندو هو، اهڙي طرح بلوچستان جو خان مير نصير محمد خان بروهي به سندس مريدن جي زمره ۾ داخل هو، سنڌ تي انهيءَ زماني ۾ احمد شاه ابدالي جي ڪاه ٿي تہ هن کي به حاجي صاحب جي روحاني ڪشف کهلي آندو ۽ احمد شاه وفات تائين حاجي صاحب جو معتقد ٿي رهيو ۽ ان کان پوءِ احمد شاه جو فرزند تيمور شاه به سندس مخلصن جي خانہ ۾ شامل هو. حاجي صاحب اگرچہ چئني طريقن ۾ مريد ڪندو هو ۽ چئني طريقن ۾ کيس شيخ محمد مسعود کان سواءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي کان به اجازت حاصل هئي ۽ هڪ وڏو عارف ڪامل هو مگر سندس زور اتباع شريعت ۽ سنت جي زنده رکڻ تي هو. هن حديث جي علمن جي پهريان سند ۽ اجازت مخدوم محمد هاشم کان حاصل ڪئي ۽ ان کان پوءِ مڪه شريف جي سفر ۾ دوباره سڌي طرح مخدوم صاحب جي شيخ سيد عبدالقادر مالڪي کان به ورتي، حديث جي اتباع ڪري بعض مسئلن ۾ هن جو پنهنجو جدا مسلڪ آهي، اگرچہ هو هڪ وڏو صوفي هو ۽ محي الدين ابن عربي جا ڪتاب مطالع هيٺ رهندا هئس جن ۾ همہ اوست جي مسئلي جو بنياد وڌل آهي ۽ علامہ معين ٺٽوي همہ اوست جي نعره کي بلند ڪرڻ وارو به سندس دوست ۽ مخلص هو، پر ان هوندي به جڏهن جهوڪ جي درويش شاه عنايت الله صوفي همہ اوست جو آواز بلند ڪيو تہ سڀ کان پهريان حاجي فقيرالله علوي هو جنهن وقت جي حاڪم جو صوفي صاحب جي دبي ديني ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو، "همہ اوست" کي الحاد ۽ بي ديني

سڏيو، هڪ دفعي حج جي سفر کان موٽندي جڏهن مسقط بندر تي معلوم ٿيس ته شاه عنايت صوفي قتل ٿي ويو تڏهن تمام گهڻي خوشي جو اظهار ڪيائين، حاجي صاحب تصوف جي راه رسم ۽ ظاهري علومن کان سواءِ علميات جو به وڏو ماهر هو ۽ سندس علميات جو تاثير تمام جلد ظاهر ٿيندو هو، هن کي ڪتابن جمع ڪرڻ جو بيحد شوق هو، جنهنڪري سندس ڪتبخاني ۾ عرب ۽ عجم جا ناياب ڪتاب اچي جمع ٿيا هئا، انهن سڀني ڪمالات هوندي هو هڪ وڏو شاعر به هو، سندس بعض شعر فارسي ۽ عربي ۾ نظر مان گذريا آهن جي سندس پختگي ۽ قادر ڪلامي تي دلالت ڪن ٿا، حاجي صاحب جي تصنيفات مان هيٺين ڪتابن جا نالا معلوم ٿيا آهن:

(۱) قطب الارشاد، (۲) طريق الارشاد، (۳) جواهرالاوراد، (٤) تڪميل المومنين والا ولاد، (۵) فتوحات غيبيه شرح عقائد صوفيه، (٦) فتح الجميل في مدارج التڪميل (۷) فتوحات الهي، (۸) براهين النجات من مصائب الدنيا و العرصات، (۹) منتخب الاصول، (۱۰) وثيقته الاڪابر، (۱۱) قصيده مبروره، (۱۲) مڪتوبات. حاجي صاحب ۳ صفر سنه ۱۱۹۵ه ۾ شڪارپور ۾ وفات فرمائي، سندس شاگردن مان حڪيم محمد وفا لڪوي قطع تاريخ وفات لکيو جو سندس گنبذ تي ثبت آهي:

ولي غوث خدا حاجي فقيرالله شده بخلد مرجع نشين
الي الله امر وفا مه و شب و تاريخ و وقت و سال
وصال بگو سويم صفر و نصف ليلته الاحد (۱)،
۱۱۹۵ه.

## مولانا ابوالحسن تاج محمود

مولانا ابوالحسن تاج محمود صاحب، جنهن مڪر ضلع جي ڳوٺ امروٽ ۾ رشد ۽ هدايت جي درسگاه جاري ڪئي هئي،

---

(۱) الوحيد اسپيشل نمبر ص ۳٦-۳۷ جون ۱۹۳٦ع ڪراچي.

مولانا محمد صديق ڀرچونڊي جا خليفا هئا، سنڌ جي هن پوئين زماني ۾ جيڪي باڪمال بزرگ ٿي گذريا آهن، تن ۾ مولانا تاج محمود ولد سيد عبدالقادر امروٽي جنهن مرتبي جو بزرگ هو، ان جو مثال موجوده زماني ۾ ملڻ مشڪل آهي، مولانا صاحب جي ولادت تعلقي روهڙي جي هڪ ڳوٺ ڳاڙهي موري ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد وٽان حاصل ڪري ان کان پوءِ پير پاڳاري جي ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت فارسي جا ڪتاب پڙهندا رهيا، عربي علومن جي تحصيل لاءِ ڪجهه وقت جواني جي زماني ۾ مولانا حاجي عبدالقادر صاحب پنهواري (تعلقه روهڙي) جي درس ۾ داخل ٿيا، جتي درسي ڪتابن کان فراغت حاصل ڪري ۽ پنهنجي والد وٽان سلوڪ جي راه حاصل ڪئي والد جي وفات کان پوءِ وقت جي ولي ۽ قطب مولانا حافظ محمد صديق صاحب جي فيض عام ۽ عرفان جي چشمي مان چاليهن ڏينهن اندر سيراب ٿي خلافت جو خرقو ڍڪي مرشد جي ارشاد مطابق امروٽ وڃي رهيا هتي ظاهري ۽ باطني علم جا طالب وٽن اچڻ لڳا ۽ هزارن جي تعداد ۾ مسجد ۾ اجتماع ٿيڻ لڳا، ظاهري ڪا وڏي آمدني ڪانه هوندي هئي پر سوين ماڻهو کاڌو کائيندا هئا، دنيا جو بين الاقوامي ليڊر ۽ عالم مولانا عبيدالله صاحب مهاجر مڪي بزرگن جي خدمت ۾ ننڍپڻ کان آيو ۽ اتي ئي رهي وڏو ٿيو ۽ اتي ئي سکر مان پهرين شادي ڪيائين، امروٽ مان ئي دارالعلوم ديوبند ۾ تحصيل علم لاءِ ويو.

سکر سياست جو مرڪز پڻ اخبارن آفتاب ۽ الحق جي اشاعت ڪري هو. الحق کي ساڳي پوزيشن سنڌ ۾ هئي، جيتري الوحيد بعد ۾ حاصل ڪئي هئي، الحق سنڌ جي ماڻهن جو آواز هو، جنهن ويهين صدي جي شروعات ۾ صور اسرافيل وانگي سنڌ جي مسلمانن کي سياسي اسٽيج تي آڻي کڙو ڪيو هو، اهڙ سنڌ ۾ سکر انقلاب جو مقام هو، ١٩١٩ع ۾ خلافت ڪاميٽي برپا ٿي، جنهن جو صدر مولانا تاج محمود

امروٽي هو، جو جميعت العلماءَ سنڌ جو به صدر هو، خلافت ڪاميٽي والنٽيئر ڀرتي ڪرڻ شروع ڪيا.

## تحريڪ عدم تعاون

انهن ڏينهن ۾ ڪانگريس جي خاص اجلاس ۾ مهاتما گانڌي ”عدم تعاون“ تحريڪ جو سوال پيش ڪري ان کي مقبول عام بنائڻ لاءِ سکر جو ١٩٢٠ع ۾ دورو ڪيو، ساڻس مولانا شوڪت علي، مولانا ابوالڪلام آزاد، لوڪمانيه تلڪ ۽ مولانا تاج محمود گڏ هئا، سنڌ ۾ سکر عدم تعاون هل چل جو مرڪز بنجي ويو، ١٩٢٣ع ۾ ڪن ليڊرن ڪانگريس جي دائره اندر سوراج پارٽي قائم ڪئي، جنهن ڪري هندو- مسلم اتحاد کي لوڏو اچي ويو، ١٩٢١ع ۾ مولانا محمد علي جامع مليه جو بنياد وڌو، جنهنڪري علي ڳڙه يونيورسٽي جي گهڻن شاگردن خلافت هل چل ۾ حصو ورتو، مولانا محمد علي ١٢ سنڌي شاگردن کي خلافت تحريڪ کي زور وٺرائڻ لاءِ سنڌ ڏانهن ڏياري موڪليو، جن مان پير الاهي بخش، قاضي فضل الله، نعمت الله قريشي ۽ دين محمد عليگ جا نالا مثالي آهن، عدم تعاون ۽ خلافت تحريڪون ڪو وقت سنڌ ۾ گڏجي چڱو ڪم ڪيو پر اهڙو ماحول ١٩٢٤ع تائين قائم رهيو (١).

## شدي ۽ سنگهٺن

خلافت ۽ عدم تعاون تحريڪون جن هندو- مسلم اتحاد کي مضبوط ڪيو، دراصل برٽش امپيرئل ازم لاءِ کليو چئلينج هو،

---

(١) شيخ عبدالرزاق راز: سکر قديم ۽ جديد ص ١٥٦-١٥٧.

نوٽ: ١٩٢٠ع ۾ ڪانگريس جي ڪلڪته واري اجلاس ۾ ڪانگريس مانٽيگو- چيلمسفورڊ رفام ۽ جليانوالا ڪوس جي جاچ جي مذمت ڪرڻ سان گڏ قطع تعلقات جو فيصلو ڪيو هو.

دهلي ۾ سوامي شرڌا نند انگريزن جي اشارن تي ملڪاڻه راجپوتن کي هندو ڌرم ۾ آڻڻ لاءِ شڌي ۽ سنگهٽن تحريڪون شروع ڪيون(١)• خوف هو ته سنڌ جا سنجوڳي شيخ ڦري نه وڃن• بيان ڪيل هندن جي خطرناڪ تحريڪن جي جواب ۾ هندوستان جي مسلمانن ”تنظيم ۽ تبليغ“ نالي تحريڪ شروع ڪئي• خلافت جو زور گهٽجي ويو، جو ١٩٢٣ع ۾ غازي ڪمال پاشا اتاترڪ نئين ترڪيءَ کي جمهوريت جو جامو ڍڪائي ”مجلس عاليه مليه“ جو بنياد وڌو، جنهن ڪري خليفته المسلمين جي وجود منجهان ڪري خلافت جو خاتمو ٿيو•

سکر جي نوجوان سماجي ڪارڪنن مان مرحوم ڊاڪٽر محمد يامين ۽ حاجي گل خان هوڏل واري جماعت تنظيم ۽ تبليغ شروع ڪئي ۽ پنهي سرگرم ڪارڪنن ١٩٢٧ع ۾ ”انجمن اتحاد ۽ ملت“ سکر ۾ قائم ڪئي ڇاڪاڻ جو مسلمانن جو ويساه ڪانگريس مان صفا نڪري ويو فقط ڪي علماء ڪانگريس جا حامي هئا• سنڌ ۾ ڪي سنجوڳي شيخ مرتد ٿيا پر مولانا تاج محمود رحه جي روحاني فيض جوئي اثر هو ته وٽن جيڪو به مسلمان ٿيو، سو وري اسلام مان ڪڏهن به خارج ڪونه ٿيو• سال ١٩٢٢ع ۾ جميعت العلماء جو جيڪو ساليانو اجلاس منعقد ٿيو، تنهن جي صدارت حضرت تاج محمود صاحب ڪئي•

## مسجدن جي حفاظت ڪرڻ

١٩٢٣ع ۾ سکر براج جي واهن جي کوٽائي جو ڪم شروع ٿيو ۽ واهن لڳ جيڪي مسجدون اچي پيون تن کي

(١) شڌي ۽ سنگهٽن جي مفصل بيان لاءِ ڏسو منهنجو مضمون ”شڌي ۽ سنگهٽن جي تاريخ“ نواءِ سنڌ ٧ فبروري ١٩٥٤ع ڪراچي• شڌي ۽ سنگهٽن جي زماني ۾ هندن باگڙجي ريلوي اسٽيشن تي مولانا تاج محمود صاحب کي مارڻ لاءِ حملو ڪيو هو ۽ تبليغ متعلق مٿن به مقدما داخل ڪيا پر فتح هن بزرگ جي ٿي هئي•

براج ڪاٺي وارن ڍهرائڻ جو ارادو ڪيو. حضرت تاج محمود صاحب جي، توڙي جو آخري عمر هئي، پر سندن جماعت ڪاٺي ڪندڙ مشينن اڳيان ستياگره ڪري مسجدن کي بچائي ورتو. اهڙيون مسجدون اڄ تائين واهن جي وچ تي يادگار طور موجود آهن.

## قرآن پاڪ جو ترجمو

آخر وقت ۾ ”الهام الرحملن“ نالي قرآن پاڪ جو ترجمو ڇپيو جو خالص بامحاوره سنڌي زبان ۾ آهي، جنهن مان سنڌ جي هزارن ماڻهن کي فائدو ۽ فيض حاصل ٿيو آهي. اهو سندن هڪ خير جاري آهي، جو قيامت تائين قائم رهندو ۽ هن ڪان پوءِ قرآن شريف جا جيترا به سنڌي ۾ ترجما ٿيندا تن کي هميشه لاءِ امروٽي ترجمي مان فائدو وٺڻ جو احتياج پوندو رهندو. بزرگن جا بلند ترين اخلاق ۽ خدا ترسي ۽ ڪرامتن جا ايترا ته چشم ديد واقعا آهن، جو جيڪڏهن انهن جي اپٽار ڪجي ته دفتر پرجي وڃن. هي سندن مقدس زندگي جي مقدس داستان جو هڪ تمام ٿورڙو گوشو بيان ڪيو ويو آهي ته سکر شهر جي تاريخ تبرڪ کان خالي نه رهي.

سکر جي بزرگ ترين ۽ فياض هستي ٥ نومبر ١٩٢٩ع (مطابق ٣ جمادي الثاني ١٣٤٨هه) ۾ فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. حضرت صاحب امروٽي جي وفات تي ڪيترن شاعرن ۽ عالمن عربي، فارسي، سنڌي مرثيا ۽ قطعات تاريخ لکيا. هت فقط مولوي عبدالله صاحب فارسي ۾ هڪ قطع تاريخ وفات لکيو هو، جنهن جي هيٺين شعر جي پوئين مصرع مان تاريخ جو ماده ملي ٿو:-

”از براءِ شاه ڪامل مهتر و بهتر نزاد ڪرد رضوان
”جاءِ اندر روضهٔ“ دارالسلام“ (١٣٤٨هه)

## خليفن جو حلقو

امروٽي استاد جي خليفن جو حلقو سکر جي چوڌرد آهي، جن مان مولانا حماد الله صاحب هاليجوي، مولوي حاجي

عبدالعزيز صاحب ٽريچاڻي، خليفو حاجي محمد صالح صاحب بائجي، مولانا عبدالڪريم صاحب واعظ اسلام ۽ ٻيا ڪيترا بزرگ موجود آهن جي اڄ به سنڌ کي پنهنجي برڪات ۽ فيض مان مالا مال ڪندا رهن ٿا ۽ سکر جي شان لاءِ باعث فخر آهن، انهن بزرگن جي دم مسيحائي جي ڪري سکر دستور موجب علم ۽ فيض جو مرڪز آهي. اٽڪل ست هزار ماڻهو جدا جدا وقتن تي سندن تبليغ جي طفيل غيرمسلم اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيا، جنهن لاءِ اڄ به امروٽ جو رجسٽر موجود آهي(١).

سکر شهر ۾ ضلع خلافت ڪاميٽي جو دفتر سيد محبوب علي شاه جي بلڊنگ جي هڪڙي ڪمري ۾ هو. ميمڻ حضرات مان سيٺ عبدالستار ۽ نعمت الله قريشي سرگرم ڪارڪن هئا ۽ مولوي تاج محمد صاحب احمد پور شرقيه پروپئگنڊا سيڪريٽري هو. ١٩١٩ع ۾ رولٽ ائڪٽ پاس ٿيڻ ڪري ملڪ ۾ ڏڦا ڏڦ گرفتاريون ٿيڻ لڳيون. اهڙي هولناڪ ماحول ۾ حضرت تاج محمود صاحب کي جهاد في سبيل الله جو ايترو شوق هو جو ڪيترا گهوڙا سندس رفيقن وٽ تيار بيٺل هوندا هئا، هن ارادي سان ته ڪڏهن نه ڪڏهن اهي گهوڙي جهاد ۾ ڪم ايندا(٢).

خلافت تحريڪ کي زور وٺرائڻ لاءِ ڪراچي جي مخير سيٺ سر عبدالله هارون اپريل ١٩٢٠ع ۾ ڪراچي مان هڪ روزانه سنڌي اخبار الوحيد سلطان وحيدالدين جي نالي پٺيان جاري ڪئي هئي.

---

(١) الوحيد اسپيشل نمبر سنڌ آزاد ص ١٤١-١٤٣، جون ١٩٣٦ع ڪراچي.

(٢) رولٽ بل جي هندوستانين مخالفت ڪئي، ١٣-اپريل ١٩١٩ع ۾ جلان والا باغ ۾ وڏو اجتماع ٿيو جنرل ڊيئر ماڻهن تي گولين هلائڻ جو حڪم ڏنو ٣٧٩ ماڻهو قتل ٿيا ۽ ١٢٠٠ زخمي ٿيا جملہ ١٦٥٠ رائونڊ ڇوڙيا ويا هئا. پروفيسر دربارا سنگهم: دي انڊين نيشن ص ١٦٤.

## تحريڪ هجرت

۱۹۱۹ع ۾ خلافت تحريڪ سان گڏ تحريڪ هجرت شروع ٿي. عالمگير جنگ جي زماني ۾ ترڪي، جرمن وفد ۽ ديوبند پاران مولانا عبيدالله سنڌي ڪابل پهچي امير حبيب الله خان کي هندوستان تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني هئي پر هن انڪار ڪيو هو. هندي نوجوانن ۱۹۰۵ع ۾ برلن ۾ ”انجمن انقلاب هند“ نالي سان قائم ڪئي هئي. هن انجمن جا مکيه ڪارڪن مجتبيٰ حسن، علي احمد صديقي، حڪيم فهم علي، حسن خان ۽ هرديال دهلوي هئا. ازان سواءِ سک ۽ هندو به انجمن ۾ شامل هئا. ۱۹۱۳ع ۾ هرديال سئنفرئنسسڪو (آمريڪا) مان ”غدر“ نالي اخبار جاري ڪئي هئي، جنهن جون ڪاپيون وڏي تعداد ۾ هندوستان پهچنديون هيون. انجمن جون شاخون استنبول، قاهره، آمريڪا، سينگاپور، فلپائن، هانگ ڪانگ، چين، ڪابل ۽ ٻين ملڪن ۾ پکڙيل هيون(۱).

امير حبيب الله خان انگريزي دسترخوان تي پليو هو. پيو ته جرمن ۽ ترڪ عراق تائين پهتا هئا. ٿيو ته برلن - بغداد ريلوي جو ڪم به پورو ڪونه ٿيو هو، چوٿون ته ترڪي فوجون سوئيز واري لنگهه کي بند ڪري ڪونه سگهيون، انهن سڀن جي ڪري هو ظاهري دلاسا ڏيڻ لڳو ۽ سندس چوڻ هو ته هندوستان جا مسلمان ڪانگريس سان گڏجي ڪم ڪن، پنجون ايران ۽ افغانستان ۾ ايتري همت ڪانه هئي جو انقلاب پوڻ جي حالت ۾ هندوستانين سان شامل ٿي سگهن. ۱۹۱۹ع ۾ ڪابل ۾ انقلاب پيو امير حبيب الله خان جلال آباد ۾ مارجي ويو ۽ امير امان الله خان ڪابل جي تخت تي ويٺو. پنجاب ۽ سنڌ مان مسلمان هجرت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا. سنڌ جي مقتدر علمائن مان حضرت محمود امروٽي رحه، مولانا محمد صادق

(۱) رولٽ ڪاميٽي رپورٽ ص ۲۲۶ - ۲۴۱.

ڪـڏه (ڪراچي)، مولانا حڪيم محمد معاذ (نواب شاه)، پير تراب علي شاه راشدي ۽ سنڌ جو جهونو سپاهي شيخ عبدالمجيد انگريزن خلاف جهاد جون تياريون ڪرڻ لڳا. لاڙڪاڻي جي مجاهد وڪيل جان محمد جوڻيجي جي زيرنگراني مسلمان زمينون ڍور، ڍڳا وڪڻي ڪابل ڏانهن هجرت ڪري ويا. امير امان الله خان مهاجرن کي پنهون ڏيڻ جو وعدو ڪيو پر انگريزن جي ريشه دوانين ۽ وزيـر ڪابل محمود طرزي جي پـاليسي ڪري هجرت تحريڪ ناڪام ٿي. مهاجر دربدر ٿي موٽي آيا. ميان جان محمد جوڻيجي زنـدگيءَ جا پويـان ڏينهن اجمير شريف ۾ پـورا ڪيا. ١٩١٧ع ۾ روس ۾ انقلاب پيو. رومناف خاندان جو خاتمو ٿيو، بالشويڪ حڪومت قائم ٿي. مولانا عبيدالله سنڌي ١٩٢٢ع ۾ ڪابل کان ماسڪو پهتو. ١٩١٨ع ۾ جنگ جي خاتمي بعد برٽش حڪومت بالفور پڌرائي مطابق فلسطين ۾ يهودي حڪومت ڪڙي ڪئي. انگريزن عربن کي برغلائڻ لاءِ ساڻن جيڪي وعدا ڪيا هئا، تن کان ڦري ويا. مسلمانن "انجمن خدام ڪعبه" قائم ڪئي.

## هوم رول تحريڪ

١٩١٦ع ۾ ٿياسافيڪل فرقي جي سربراه مسز ايني بيسينٽ "هوم رول" تحريڪ شروع ڪئي ته هندو ۽ مسلمان گڏجي هندوستان کي آزاد ڪرائين. هن تحريڪ کي زور وٺرائڻ لاءِ ١٩١٧ع ۾ مسٽر جيٺمل پرسرام روزاني سنڌي اخبار "هندواسي" شروع ڪئي، جنهن جي مقابلي ۾ رئيس غلام محمد ڀـرڳڙي اخبار "الامين" حيدرآباد مان جاري ڪئي جنهن جو ايڊيٽر ڪهنه مشق صحافي شيخ عبدالمجيد صاحب هـو. جميعت العلماء هند جي ڪلڪته واري اجلاس ۾ مولانـا تـاج محمود امروٽي سنڌ جي جدائي جي سوال کي پيش ڪيو. شيخ عبدالمجيد به الامين ذريعي سنڌ جي سوال کي دهـرائڻ لـڳو. ١٩٢٢ع ۾

مسز اينـي بيسينٽ، علي برادران ۽ مهاتما گانڌي جي گرفتاري
ڪري هوم رول تحريڪ دٻجي ويئي.

## سکر ۾ هندو مسلم فساد

سکر ۾ پهريون هندو - مسلم فساد ١٩ صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ محرم جي عاشورن واري ڏينهن ۾ ٿيو هو، هندو - مسلم اتحاد ته ١٩٢٤ع ۾ ختم ٿيو هو، جڏهن شڌي ۽ سنگهٺن جي تحريڪ هندن شروع ڪئي، پهريان اسلام ۽ باني اسلام عليه الصلوات والسلام تي هندن حملا ڪرڻ شروع ڪيا، جيئن ميرپور خاص گزٽ، سکر جي نمن جي چونڪ ته آريا سماجين لاءِ آکاڙو، پر هندو اخبارن جي مسلمان صحافين اڳيان دال ڳري نه سگهي، چنانچه ١٩٢٣ع ۾ ڪراچيءَ مان مولوي دين محمد وفائي ماهوار توحيد ۽ محمد هاشم مخلص ميرپورخاص مان مسلمان اخبار جاري ڪئي ۽ ٻين مسلم اخبارن جهڙوڪ: مرغ - فلڪ، طيرا ابابيل، تنظيم ۽ الراشد، دعوت اسلام اخبارن جيڪو پارٽ ادا ڪيو، سو سنڌي صحافت جي فن جو ڪمال چئبو، مثلاً هفتيوار مسلمان جو ”حافظ ڪرڙ بزرخي“، نورالاسلام جو ”ڪنڌو ڪوهستاني“، وغيره نه صرف سياسي نظرين کي هٿ نه ڏيئي نموني ۾ فروغ ڏنو ۽ صحافت ۾ هزل ۽ ظرافت جو نئون رجحان پيدا ڪيو ۽ اهڙي ڪيفيت ۽ ماهيت سندن نالن مان عيان آهي، اسان جي ظريف ايڊيٽرن مان مخلص، بلبل، مولوي نور محمد نظاماڻي، مولانا حڪيم محمد صادق، مولانا دين محمد وفائي، مولانا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پير علي محمد راشدي، شيخ عبدالمجيد هن دور جا بهترين طنز نگار، بحث ۽ مباحثه جا ماهر، سنڌي نفسايت جا ڄاڻو تسليم ڪيا وڃن ٿا، ١٩٢٥ع ۾ سکر جي ”انجمن - اتحاد - ملت“ وجود ۾ آئي، جنهن ١٩٢٨ع ۾ مسجد منزلگاه لاءِ مطالبو ڪيو، مسجد ساڌ ٻيلي جي سامهون هئڻ ڪري سخت مخالفت ڪئي،

١٩٢٩ع ۾ خلافت ڪاميٽي مسجد جي حصول لاءِ ستياگره ڪرڻ لاءِ ارادو ڪيو. ٻئي طرف ڪانگريسي هندن به فرقيوارانه ماحول کي اونداهو بنائي ڇڏيو، ويتر جو باگڙجي ريلوي اسٽيشن تي هندن مولانا تاج محمود امروٽي رحه تي خوني حملو ڪيو هو، تنهن حالتن کي نازڪ بنائي ڇڏيو، هندن وچ شهر سکر ۾ پير صاحب پرچونڊي جي فرزند کي بيگناهه ڌڪ هنيا، تنهن کان پوءِ ڏهين محرم ١٩٣٠ع ۾ عاشورن تي گولو اڇلايو ويو، جنهنڪري شهر ۽ پر وارن ڳوٺن ۾ هندو-مسلم فساد ڦهلجي ويو. حڪومت انجمن-اسلام جي معرفت مسجد منزلگاه کي قفل هڻائي چاٻيون ڪليڪٽر جي حوالي ڪيون ۽ مسجد جي چوگرد ڏنل پٿرن جي ديوار کي ٦ فوٽ اوچو ڪرايو، هن فساد ۾ شهر جي گهڻن ڪارخانن کي نقصان پهتو.

## سنڌي زبان سان هندن جي بغاوت

١٩١٦ع ۾ سنڌ جي هندن سنڌي عربي صورت خطي کي مٽائڻ لاءِ ناجائز مهم شروع ڪئي، ٢٧ نومبر ١٩١٦ع ۾ حيدرآباد سان هڪ هفتيوار هندو اخبار ”هندو“ ديو ناگري اکرن ۾ شايع ٿيڻ لڳي، هڪ سال آزمائش وٺڻ کان پوءِ به ڪامياب ٿي ڪونه سگهيا، پهريون هفتيوار هئي پوءِ سه روزه ٿي، ١٩٣٤ع ۾ ڪراچي مان روزانه شايع ٿيڻ لڳي، ٻي هندو روزانه اخبار سنسار سماچار هئي، جنهن عربي اکر صورت خطي مان ڪڍي سنڌي صورت خطي کي قطعي بيڪار ڪري ڇڏيو، صورت خطي جو جهڳڙو به ڪافي عرصو هليو ۽ پوءِ ١٩٣٦ع ۾ مهاتما گانڌي ناگپور ۾ اردو خلاف ”ڀارتيه ساهتيه پرشد“ جو بنياد رکيو محض ان لاءِ ته اردو رسم الخط لکجڻ ۾ اچي ٿي جنهن ۾ قرآن ڪريم لکيل آهي، مسلمان ان کي پڙهي بچائين پر ڀارت ۾ هن لاءِ ڪو مقام ڪونهي، باباءِ اردو مولوي عبدالحق جو مهاتما گانڌي جي مٿين تحريڪ ۾ بحيثيت ممبر جي موجود

هو تنهن دهلي موٽڻ کان پوءِ مسلمانن کي هن خطري کان آگاه ڪيو هو (١). سال ١٩٣٩ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه سنڌ جو ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن ٿي آيو ته هندو اديبن مان مسٽر ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي ۽ مسٽر ڄنيا روزانه اخبار ”سنڌ آبزرور“ انگريزي ۾ توڙي سنڌي هندو اخبارون علامه دائود پوٽه خلاف ڇوه ڇنڊڻ لڳيون ڇاڪاڻ ته ڊاڪٽر صاحب ”سنڌي-عربي“ صورتخطي جو حامي هو، مسلمان اخبارن به هندو اخبارن جي مخالفت شروع ڪئي ۽ مسلمان اديب به عربي-سنڌي خط جي فائدي ۾ مقالا لکڻ لڳا. آخر هندن جي مٿين تحريڪ ڪامياب ٿي نه سگهي (٢). ١٩٤٦ع هندو اخبار جو نالو ”هندوستان“ بدلايو ويو.

## مسلم ليگ جي ڪاميابي

مسلم ليگ ١٩٠٦ع ۾ ڍاڪا ۾ جنم ورتو ۽ نواب سليم الله جي ڪوشش سان هڪ جماعت جي تشڪيل ڪئي ويئي جنهن تي ”آل انڊيا مسلم ليگ“ نالو رکيو ويو، ١٩٣٠ع ۾ جيڪو اجلاس زير صدارت علامه اقبال ٿيو، تنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو ته ”مسلمان اسلامي نظريه زندگي ۽ ثقافتي قدرن جي تحت هڪ جدا رياست حاصل ڪن، جنهن جي آبادي مسلمانن تي مشتمل هجي ۽ نه صرف هندوستان بلڪ ايشيائي مسائل کي حل ڪري“ خوش قسمتي سان مسٽر محمد علي جناح جهڙي دانشور مسلم ليگ جون واڳون سنڀالي ورتيون جنهن ٢٣ مارچ ١٩٤٠ع ۾ پاڪستان جي مڪمل آزاديءَ جو لاهور

---

(١) روزانه اخبار جنگ ”يوم پاڪستان“ نمبر ٢٤ مارچ ١٩٦٣ع ص ٨، ڪراچي.

(٢) ڏسو منهنجو مضمون ”ابيات سنڌي ۽ مسٽر ڀيرو مل جا خط“ روزانه الوحيد ١٣ جنوري ١٩٤٠ع ڪراچي.

۾ اعلان ڪيو. هن اجلاس ۾ هندوستان جي پرڳڻن جي قومي ليڊرن سنڌ جي ليڊر سيٺ عبدالله هارون مٿين فيصلن کي منظور ڪيو. سکر مسلم ليگ جماعت جا ميمبر ميان احمد علي عاليگ، حافظ عبدالحميد، حڪيم عبدالحق، سيد محبوب علي شاهه، حڪيم تاج محمد، ڊاڪٽر محمد يامين، غلام نبي خان بروهي عرف جنرل، ميان نعمت الله قريشي، آغا نظرعلي، حاجي گل خان، حافظ محمد صديق غلام سرور انصاري سکر جا اهي سرفروش نوجوان مسلم ليگ جي جهنڊي کي بلند رکندا آيا، ١٩٣٧ع ۾ مسجد منزلگاه متعلق سيد محبوب علي شاهه جلسو ڪوٺايو ۽ مولانا ظفر علي خان ايڊيٽر زميندار کي صدارت لاءِ دعوت نامو مڪو پر مولانا ڪونه آيو، جنهن تي ڪوڙا وارنٽ سندس خلاف ڪڍرايا ويا ۽ مولانا کي وارنٽن ڇڪي آندو تڏهن جلسي جي صدارت ڪيائين ۽ حڪومت مسجد منزلگاه متعلق جيڪا پاليسي اختيار ڪئي هئي، مولانا موصوف کليل لفظن ۾ مذمت ڪئي.

## سنڌ جي علحدگي ۽ هندو

١٩١٩ع ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌ جي علحدگيءَ جو سوال پيش ڪيو هو. تنهن کان اڳ ١٧-١٩١٨ع ۾ وزير هند مسٽر مانٽيگو سان سنڌ جي محب وطن ليڊرن صوبي سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪرڻ لاءِ ملاقات ڪئي هئي، ١٩١٩ع انڊين نيشنل ڪانگريس جي پراونشل پوليٽيڪل ڪاميٽي، تحقيقات ڪرڻ کان پوءِ رپورٽ ۾ سنڌ جي جدائي لاءِ سفارش ڪئي هئي ۽ هندن جي مکيه ليڊر پنڊت مدن موهن مالويه سنڌ جي علحدگي جو

---

نوٽ: ١٩٣٠ع واري فساد ۾ حڪومت پاران ريلوي کاتي جا فوجي والنٽيئر هٿيارن سان شهر جي گلين ۾ گشت ڪرڻ لڳا، اهي والنٽيئر گورا هئا، مسٽر ڪو ريلوي ورڪشاپ جو لوڪو آفيسر هن دستي مٿان نگراني ڪري رهيو هو.

ڏهراءِ پاس ڪيو هو. مسلم ليگ آل پارٽيز ڪانفرنس ۽ ٻين سياسي جماعتن به تائيد ڪئي هئي، انڊين نيشنل ڪانگريس جي ٤٢ اجلاس ۾ فيصلو ڪيو ويو ته سنڌ آزاد صوبو ٿيڻ ضروري آهي، ١٩٢٨ع ۾ سنڌ جي مسلمانن، هندن ۽ پارسي ليڊرن ڪشاده دلي سان سنڌ جي جدائي کي تسليم ڪيو ۽ "سنڌ آزاد ڪانفرنس" جو مسلمانن بنياد وڌو. ١٩٢٩ع جي شروعات ۾ سائمن ڪميشن جي ڪراچي ۾ وارد ٿيڻ جي موقعي تي "سنڌ محمدن ائسوسئيشن" سنڌ کي علحده پرڳڻي بنائڻ لاءِ گهر پيش ڪئي ۽ لنڊن جي ٻن گول ميز ڪانفرنسن ۾ مسٽر محمد علي جناح، سر غلام حسين هدايت الله ۽ سر شاهنواز ڀٽي سنڌ جي علحدگي جي تائيد ڪئي، ١٩٣١ع جي وچ ڌاري هند سرڪار هڪ جاچ ڪاميٽي ڪراچي موڪلي جنهن ۾ مسٽر مائيسل اورنگ ۽ مسٽر هئرس عملدار هئا، سنڌين پاران مسٽر محمد ايوب کهڙي نمائندگي ڪئي سنڌ جي علحدگي جو فيصلو ٿيو.

## هندن جي مخالفت ۽ سنڌ آزاد ٿي

اوڙيسا جي جدائي وقت اتي جي اقليت وارن مسلمانن ڪا مخالفت ڪانه ڪئي، سنڌ ۾ هندو اقليت عادت جي مجبوري ڪري مجبور هئا، ١٩٢٨ع نهرو ڪاميٽي، مئي ١٩٢٨ع نيشنل ڪنوينشن لکنوءَ، آڪٽوبر سائمن ڪميشن ۽ ٧ مئي ١٩٢٩ع ۾ هندن جي چرچ تي بمبئي جي ميمبرن مخالفت ڪئي، حالانڪ مسٽر گوکلي پرنسپال مالي جاچ ڪاميٽيءَ اڳيان انگن اکرن سان فائدي ۾ شاهدي ڏني، سمجهدار هندن مان مسٽر جيٺمل پرسرام ۽ سنتداس وڪيل اخلاقي مدد ڪندا رهيا، ١٩٣٢ع ۾ حيدرآباد جي هومسٽيڊ هال ۾ علامه عبدالله يوسف علي جي صدارت ۾ سنڌ آزاد ڪانفرنس وڏي پيماني تي ڪوٺائي، جنهن ۾ هندن کي حقن جو يقين ڏياريو ويو. ريزوليشن سيڪريٽري اسٽيٽ ۽ وزير اعظم انگلنڊ کي موڪليا ويا. ورڪنگ ڪاميٽي ۾

سيني ضلعن جي نمائندگي رکي ويئي ۽ سر شاهنواز کي صدر، خان بهادر کهڙو نائب صدر ۽ ميران محمد شاهہ جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيا ويا (١)۔ ٢٦- جنوري ١٩٣٣ع ۾ سنڌ جي جدائي جي مخالفت ڪندي سنڌ هندو ڪانفرنس سخت اعتراض اٿاريا ۽ سخت ايجيٽيشن شروع ڪئي ويئي، بلڪ هندن لنڊن ۾ هڪ آفيس کولي جنهن جو خرچ سنڌ مهاسڀا تي هو۔ مسلمانن کي سر آغا خان ۽ ڊاڪٽر شفاعت احمد تسلي ڏيندا رهيا، ڊاڪٽر گربخشاڻي تہ برٽش کي چتاءُ ڏنو تہ سنڌي، بلوچ، پٺاڻ ۽ ايراني گڏجي هندوستان تي حملا ڪندا، ان لاءِ هندو والنٽيئر ڀرتي ڪرڻ لڳا، ليڪن شيخ عبدالمجيد الوحيد ذريعي، پير علي محمد شاهہ راشدي ستاره سنڌ ۾، حافظ عبدالحميد المنار ۾، ڊاڪٽر يامين دعوتِ اسلام ۾، آغا نظر علي سنڌ زميندار ۾ ۽ پير حسام الدين راشدي ستاره سنڌ جي مخصوص ڪالم ”ملاڻٽر“ ۾ مخالفن جي چڱي لاک لاٿي، سکر جي اخبارن هن اهم مهم ۾ جيڪو پارٽ ادا ڪيو، سو يادگار رهندو۔ دنيا ڏٺو تہ ١٩٣٦ع ۾ سنڌ بمبئي کان جدا ٿي، ١٩٣٧ع ۾ سنڌ جدا صوبي جي حيثيت سان پنهنجي ليجسليٽو اسيمبلي حاصل ڪئي ۽ سر لانسيلاٽ گراهم پهريون گورنر مقرر ٿيو۔

## سر غلام حسين وزارت

سنڌ جي جدا ٿيڻ سان عهدن مائڻ لاءِ ڏاڙهي پٽ شروع ٿي، شروعات ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ صوبي جي بهتري لاءِ غيرفرقيوار ۽ اقتصادي بنيادن تي هڪ سنڌي جماعت قائم ڪجي، جنهن جو آل انڊيا هنگامن ۽ آئيني مسئلن سان ڪو واسطو نہ هجي، مگر انتشار جي وبا ڪري طبقن ۾ گروه بندي پئجي ويئي (١) سر غلام حسين گروه، (٢) سر شاهنواز گروه، (٣) ڪانگريس پارٽي، (٤) آزاد پارٽي

---

(١) سيد ميران محمد شاهہ: سنڌ جي علحدگي جي تاريخ الوحيد سنڌ آزاد نمبر ص ١١٥-١١٧ ڪراچي ١٩٣٦ع۔

(٥) مسلم نيشنل پارٽي، (٦) اتحاد پارٽي پهرين اليڪشن ۾ سر شاهنواز ڀٽو ۽ سر حاجي عبدالله هارون اتحاد پارٽي جا ليڊر نا ڪامياب ٿيا.

## مسجد منزلگاه جو سوال

انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ست ٿي انتظامي سهوليت لاءِ ان کي بمبئي سان ملائي ڇڏيو، هن زبردستي واري ڳانڍاپي جو دور اسي سالن کان رهيو، بنيادي ۽ فطرتي تفاوتن، جهڙوڪ: جاگرافي، آب و هوا، زبان، زراعتي ۽ اقتصادي حالتن، گذشته تاريخ ۽ نسل جي ڪري هي ميلاپ صوبي جي مادي تعمير خواه سياسي ترقيءَ لاءِ رڪاوٽ ثابت ٿيو، سنڌ جون خاص حالتون ۽ سنڌس جدا گانه مسئلا بمبئي جا سياستدان يا حڪومت چڱيءَ طرح سمجهي نه سگهيا ۽ نه ڪي وري سنجهن سنڌ جي معاملن لاءِ دلچسپي ۽ همدردي پيدا ٿي سگهي، مگر هينئر وقت پاسو بدلايو هو، سنڌ بمبئي کان ڌار آزاد صوبو ۽ پهرين وزارت به مسلم ليگي هئي، اهڙي اميد سان سکر جي بيدار مسلمانن منزلگاه جي سوال کي حل ڪرڻ لاءِ پنهنجو وفد سر غلام حسين وٽ مڪو پر دستور موجب هندن جو وزن ڳرو هئڻ ڪري وڏو وزير مسلم ليگي به فيصلو ڪري نه سگهيو، ٢٢ مارچ ١٩٣٨ع ۾ اتحاد پارٽي جي ليڊرن مان خان بهادر الله بخش سومرو ڪانگريس پارٽيءَ جي مدد سان وزارت جون واڳون هٿ ڪيون.

## الله بخش وزارت

الله بخش وزارت جي ڏينهن ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي ڇڪتاڻ هڪ طرف هئي ته مسلئه منزلگاه جي فرقيوارانه فساد جا ڪڪر سکر جي آسمان تي چڪر هئي رهيا هئا، جون ١٩٣٨ع ۾ سر عبدالله هارون پراونشل مسلم ليگ جو چيئرمن مقرر ٿيو، آگسٽ جي ٽئين هفتي خان بهادر الله بخش

سولانا ابوالڪلام آزاد، سردار ولڀ ڀائي پٽيل ۽ ڪانگريس مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن کي مڪاني ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي رهبري ڪرڻ لاءِ گهرايو. اهي ڪراچي ۾ ڪجهه ڏينهن رهيا، حالتون ڏسي سواءِ ڪنهن فيصلي جي موٽي ويا.

## مسلم ليگ ڪانفرنس

آڪٽوبر ١٩٣٨ع ۾ صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪانفرنس جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ٿيو. قائد اعظم جناح، سر سڪندر حيات خان، مولوي فضل حق ۽ ٻيا ڪيترا آل انڊيا مسلم ليگ جا مشهور ليڊر ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا، قائد اعظم، سر عبداللهٰ هارون، راجا محمود آباد ۽ ٻيا ليڊر سکر آيا ۽ سکر مسلم ليگ پارٽي جا ميمبر نئين سر چونڊيا ويا، احمد علي عليگ، ميان نعمت اللهٰ قريشي، ڊاڪٽر محمد يامين صاحب، محمدصالح پٺو ، فقير محمد حسن غلام نبي خان بروهي، سيد محبوب علي شاهه، حافظ محمد صديق عبدالحميد خان وغيره. اتحاد پارٽي جو خاتمو ٿيو سرغلام حسين ليڊر ۽ مسٽر کهڙو سيڪريٽري چونڊيا ويا، مسٽر جي - ايم - سيد، مير بنده علي خان به ڪانفرنس جي موقعي تي حاضر هئا، انڪل ٢٤ مسلمان اسيمبلي ميمبرن مسلم ليگ جي مسودن تي صحيحون ڪيون، اڃا مس به ڪانه سڪي هئي ته سر غلام حسين ۽ ڊپٽي ليڊر مير بنده علي خان، اللهٰ بخش وزارت ۾ وڃي شامل ٿيا، ڪانفرنس جي موقعي تي هندو اخبارون مسلم ليگ خلاف دل کولي سخت پروپيگنڊا ڪرڻ لڳيون، جنهن ڪري فرقه وارانه فساد لاءِ رستو صاف ٿيڻ لڳو.

## اوم منڊلي ۽ هنومان مندر

سال ١٩٣٩ع ۾ ٻه اهم واقعا ٿيا، اوم منڊلي جو آشرم جو هندو بيواهن عورتن ۽ مصيبت زده هندو زالن لاءِ هڪ منڌورڪي دادا ليکراج نالي ڏرمي ۽ اخلاقي تعليم لاءِ حيدرآباد ۾ کوليو ويو. هن درسگاهه ۾ ايتريون هندو عورتون اچي

گڏ ٽيون جو پائيبند ڪلاس جي هندن کي پنهنجي گهرو زندگيءَ جي درهم برهم ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿيو. هنن گهر ڪئي ته حڪومت منزلي تي بندش وجهي مگر مسلم ليگ هن سوال تي غيرجانبداري اختيار ڪئي ۽ حڪومت سان به ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو، آخر هندو پاڻ ۾ ٺهي ويا.

ڪراچي جي آرٽلري ميدان ۾ هڪ هندو پائي سواءِ اجازت وٺڻ جي هڪڙو مندر تعمير ڪرايو هو. حڪومت مٿس منع نامو ڪڍيو پر هندن شاهي سرگذشت ڪڍي حڪومت تي دٻاءُ وڌو. هن معاملي ۾ به مسلمان غير جانبدار رهيا. هندن معاملو ٺاهي ڇڏيو. مگر مسجد منزلگاه جي واپسي ڪرڻ ۾ ميان الله بخش مسلمانن کي سکٿا دلاسا ڏيڻ لڳو.

## حڪومت جي ناڪامي ۽ ريسٽوريشن ڪاميٽي

مارچ ١٩٣٩ع کان اڳ هن معاملي ۾ فقط سکر جا ماڻهو دلچسپي وٺندا هئا ۽ ان کي صوبه وار اهميت حاصل نه هئي. هينئر مسلمانن ڏٺو ته هندو جماعتون جهڙوڪ هندو مهاسڀا، هندو پنچائتون ۽ ساڌ بيلي جو مهنت ميدان ۾ نڪري نروار ٿيا، تڏهن انجمن اتحادِ ملت ۽ انجمن اسلام جي ميمبرن گڏجي ريسٽوريشن ڪاميٽي ستياگره ڪرڻ لاءِ قائم ڪئي، جنهن ۾ هيٺيان ميمبر هئا:-

(١) احمد علي (عليگ) صاحب صدر مسلم ليگ ۽ ميونسپل ڪائونسلر.

(٢) سيٺ محمد اسماعيل ميمڻ صاحب نائب صدر ملسم ليگ.

(٣) حافظ محمد صديق صاحب " " مسلم ليگ.

(٤) سيد محبوب علي شاه صاحب سيڪريٽري ريسٽوريشن ڪاميٽي.

(٥) مير غلام نبي خانصاحب بروهي ميمبر ريسٽوريشن ڪاميٽي ۽ ميونسپل ڪائونسلر.

(٦) آغا نظر علي خان صاحب سيڪريٽري مسلم ليگ ۽ ايڊيٽر سنڌ زميندار.

(٧) ميان نعمت الله صاحب قريشي سيڪريٽري انجمن اسلام.

(٨) حاجي گل خان صاحب صدر مجلس اتحاد ملت.

(٩) ڊاڪٽر محمد يامين قريشي سيڪريٽري ۽ ايڊيٽر دعوت اسلام.

(١٠) حڪيم عبدالحق عمدة الحڪماء ميمبر.

(١١) حڪيم تاج الدين صاحب محاسب انجمن اتحاد ملت.

(١٢) ماسٽر غلام سرور انصاري. معاون ڪاميٽي ٽيلر ماسٽر.

ريسٽوريشن ڪاميٽي مسجد منزلگاه جي سوال کي سنڌ مسلم ليگ جي حوالي ڪيو، جنهن جو چيئرمين سيٺ سر عبدالله هارون ۽ سيڪريٽري خان بهادر کهڙو هئا. انهن ڏينهن ۾ حيدرآباد دکن خلاف هندن جا جٿا دکن ڏانهن روانا ٿيا ۽ سکر جي هندن به جٿا روانا ڪيا. مسجد منزلگاه جو مسئلو خالص مذهبي هو، جنهن جو سياسي پهلو هو الله بخش وزارت کي ڪيرائڻ. تنهنڪري علماء ڪرام به مسجد کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ميدان ۾ ٽپي پيا. مسلمان اخبارون خان بهادر الله بخش جي خلاف ليک شايع ڪرڻ لڳيون ۽ سکر جي اخبار دعوت اسلام کي روزانو ڪيو ويو (١).

٨ - آڪٽوبر ١٩٣٩ع ۾ چيف پارليامينٽري سيڪريٽري استعيفا ڏني. سکر شهر فرقيوارانه فساد لاءِ پرندڙ جبل وانگي دونهون ڪڍڻ لڳو. جي - ايم سيد صاحب مسلم ليگ ريسٽوريشن

---

(١) راقم جا ٣ مضمون "خانبهادر الله بخش جي غلط پاليسي" جي عنوان سان "سنڌ زميندار" سکر ۾ شايع ٿيا هئا.

ڪاميٽيءَ تي مقرر ٿيو، جنهن حڪومت کي پهرين آڪٽوبر ١٩٣٩ع ستياگره ڪرڻ جو نوٽيس ڏنو، ڇاڪاڻ ته حالتون نازڪ ٿيڻ لڳيون هيون. هندن پرچونڊيءَ جي پير جي پٽ کي شهر ۾ سخت مار ڏني، مسلمانن ستياگره شروع ڪيو. ڪنهن شاهينگ پگهت ڪنور کي گولي هڻي قتل ڪري ڇڏيو. هندو سندس ڪائي کي مسجد منزلگاه واري رستي کان ڪٽي لنگهڻ جو ارادو ڪيو. نومبر ١٩٣٩ع جي وچ ڌاري سکر جي هندن ڊاڪٽر مونجي کي گهرائي ليڪچر ڏياريا. هن واقعي پرنـدڙ باهه تي تيل ڇڙڪيو.

## ستياگره ۽ هندو-مسلم فساد

١٩- نومبر ١٩٣٩ع ۾ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ مسٽر ٽي-ٽي ڪوٽا والا مسجد منزلگاه کي والنٽيئرن کان خالي ڪرائڻ جو حڪم ڏنو ۽ والنٽيئرن جي انڪار ڪرڻ تي پوليس لاٺي چارج ۽ ڳوڙهن آڻڻ واري گئس جا گولا اڇلايا ۽ مسجد تي پهرو ويهاريو ويو. مجاهدن عيدگاه کي ڪئمپ بنايو. شهر ۽ پسگردائي وارن ڳوٺن ۾ هندو-مسلم فساد شروع ٿي ويا. الله بخش وزارت جا هندن جي آڌار تي بيٺل هئي، ڊهي پيئي. ١٨ مارچ ١٩٤٠ع ۾ مير بنده علي خان وزارت جون واڳون سنڀاليون. هندو-مسلم فساد ۾ مسلمانن کي وڏيڪ نقصان پهتو. يوروپين عملدار ١١٠ قلم هيٺ امن امان جي پردي پٺيان مسلمانن کي گرفتار ڪندا ويا. ڳوٺاڻا ڪورٽن ۾ نـڌ ٽڪن وانگي دربدر ٿيا. ليڊرن ڪوبه پوئنو ڪونه پاريو. ڪي مسلمان شهرواسي خوف کان شهر ڇڏي سالن تائين گم رهيا. مسجد کي مسلمانن آزاد ڪرايو. خانبهادر الله بخش کي ڪنهن خبيث ١٤- مئي ١٩٤٣ع ۾ شڪارپور ۾ روالور هڻي شهيد ڪري ڇڏيو.

## حرن جو انگريزن خلاف جهاد

نوجوان پير پاڳاري صبغت الله شاه دوم کي انگريزي حڪومت سکر ۾ ڪيس هلائي اٺ سال سزا ڏني. هن تاريخي

ڪيس جي روئداد ڊاڪٽر محمد يامين صاحب ڪتاب جي صورت ۾ دعوت اسلام پريس سکر مان شايع ڪئي هئي. پير صاحب کي انهيءَ سزا جي عرصي ۾ هندوستان جي مختلف جيلن ۾ رکيو ويو هو، جتي جيل جي زندگيءَ جون تڪليفون، آفيسرن جي نامناسب روش، سياسي انقلابين جي ملاقاتن هن جي زندگيءَ تي گهڻو اثر ڪيو. جڏهن جيل کان ٻاهر نڪتو ته انگريزن جو وڏو دشمن بنجي پيو. حر بغاوت ڪيتري قدر ملڪ ۾ پکڙيل هئي، ان جو اندازو هيٺين ڳالهين مان ڪري سگهبو.

(١) سنڌ سرڪار جي طاقت کان امن امان رکڻ زور تي ويو، جنهن ڪري مرڪزي حڪومت کي ملٽري موڪلي سنڌ جي انڪل ويهه هزار چورس ميل ايراضيءَ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري حڪومت هلائڻي پيئي مارشل لا هڪ سال جي عرصي تائين قائم رهيو، جو دنيا جي موجوده دور ۾ هڪ خاص مثال آهي. ذڪر ڪيل مارشل لا واري ايراضي ۾ گهڻي ڀاڱي رات جو ڪرفيو آرڊر رهيو.

(٢) سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي حرن ٧- اپ ڪراچي ميل کي ڪيرائي وڌو، جنهنڪري هڪ سال تائين ريلوي ٽرينون رات جو هلائي نه سگهيون هيون.

(٣) مسلح آهني موٽرڪارون، هوائي جهاز، پئرا شوٽون بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا ويا. چوڻ ۾ اچي ٿو ته هڪ وقت ٽيهه هزارن کان مٿي فوج رائفلن ۽ مشين گنن سان هن تحريڪ کي دٻائڻ ۽ فنا ڪرڻ لاءِ ڪم آندي ويئي.

(٤) پير صاحب جي رهڻ جو مڪان پير ڳوٺ وارو ۽ سانگهڙ وارو بنگلو بارود سان تباهه ڪيو ويو ۽ پير صاحب جي ملڪيت ضبط ڪئي ويئي. سندس صاحبزادن کي جلاوطن ڪري ولايت موڪليو ويو ۽ پير صاحب جي گادي ختم ڪئي ويئي.

(٥) حرن جون انڪل ١٥ ڪئمپون قائم ڪيون ويون، جن ۾ هو نظر بنديءَ جي مصيبتن جي زندگي گذارڻ لڳا. چوڻ

۾ اچي ڦـو تـہ انهن ڪئمپن ۾ ۱۲ هزار ماڻهو رهايـل هئا .
پير صاحب کي انگريزي حڪومت خلاف منظم بغاوت ڪرڻ
جي الـزام ۾ مارشل لا ڪورٽ اڳيان ڪيس هلائي ڇـوڙ ۾
اچي ڦو تہ سزاءِ موت ڏني ويئي. انگريزن جا ثنا خوان يا طرفدار
ڀلا بہ چون، ليڪن اگر اسان انگريزن جي سنڌ تي قبضي کي
غاصبانہ تسلط سمجهون ٿا، تہ انهن جي برخلاف ملڪ ۽ قوم خاطر
بغاوت ڪرڻ ۽ لڙڻ بہ جهاد ۽ ثواب قبول ڪرڻو پوندوسون.
انهيءَ ڪري پير صاحب جو تـاريخ ۾ درجـو مجاهد اعظم ۽
رئيس الاحرار جو ٿيندو، پر زماني جي بي قدري جي اها حالت
آهي تہ جيڪي ظالم سان مقابلو ڪن ۽ ملڪ جي آزاديءَ
لاءِ لڙن، تن کي گور ۽ ڪفن بہ نصيب نہ ٿئي، ۽ انهن جو
نالو وٺڻ بہ ڏوهہ سمجهيو وڃي ۽ جيڪي ملڪ کي غلام بنائڻ
يا ان ۾ مدد ڪن، انهن کي وڏن لقبن سان ياد ڪري، انهن
جون يادگارون قائم ڪيون وڃن ٿيون!

آزاديءَ کـان پوءِ حڪومت پاڪستان شهيد پير صاحب
جي صاحبزادن کي ولايت کان گهرائي راشديہ خانـدان جي
گاديءَ کي قائم ڪري حضرت پير صاحب پاڳاري شاهہ مردان
شاهہ ثاني جي دستاربندي جي رسم ادا ڪئي ۽ حرن کي آزادي
ڏياري جنهنڪري حر پرامن زندگي بسر ڪري رهيا آهن . ايوبي
حڪومت حـرن جـي ضبـط ڪيل زمين کين موٽـائـي ڏيئي
رهي آهي .

## مهراڻ جي مستي

۱۹۴۴ع سال سکر جي تاريخ ۾ خاص اهميت وارو سال
هو. هڪ طرف حرن جو جهاد ۽ مارشل لا جون عوام تي مصيبتون،
ٻي طرف اپر سنڌ ۾ غيرمعمولي ٻوڏون، جن جي ڪري ۵ لکن
ماڻهن تي مصيبت آئي ۽ اٺ هزار چورس ميل ايراضي مهراڻ
جي مستيءَ ڪري ٻوڏ ۾ آئي ۽ ملڪ کي ويهن ڪروڙن روپين
جو نقصان پهتو.

## بکر جي قلعي ۾ بئرڪون

۱۹۳۱ع ۾ بکر جي قلعي ۾ ملٽري بئرڪون تعمير ڪرائي ملٽري رکي ويئي ڇاڪاڻ جو قلعو سنڌ جي سرحد تي آهي. ۱۹۴۳ع ۾ نيم ملٽري پوليس "سنڌ پوليس رينجرس" کي قلعي ۾ رهايو ويو. تنهن کان پوءِ رزرو پوليس هٿيار بند ۱۹۶۰ع تائين قلعي کي وسايو.

## پاڪستان کان پوءِ سکر ميونسپالٽي

هندن جي لڏ پلاڻ ڪري سکر ميونسپالٽي جو انتظام ۱۹۴۸ع ۾ درهم برهم ٿي ويو. حڪومت پاڪستان انتظام کي درست ڪرڻ لاءِ هڪڙي رٽائرڊ ڪليڪٽر مسٽر علي بخش چنا کي ميونسپالٽي جو ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو، جنهن آگسٽ ۱۹۴۸ع ۾ عهدو سنڀاليو. ۱۹۵۰ع ۾ مسٽر چنا مسٽر محمد حفيظ ميمڻ کي چارج ڏني. هن رد و بدل ۾ مسٽر عبدالرزاق راز سکر ميونسپالٽيءَ جو پهريون مسلمان چيف آفيسر مقرر ٿيو، جنهن ۱۹۵۸ع ۾ پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏني. مسٽر محمد حفيظ مارچ ۱۹۵۱ع تائين رهيو ۽ سندس جاءِ تي ماه ڊسمبر تائين مسٽر مظهر علي شيخ ايڊمنسٽريٽر رهيو ۽ ۱۹۵۲ع ۾ سيد قوت علي شاهه معصومي صدر چونڊيو ويو. تقسيم هند کان اڳ سکر ميونسپل جي ميمبرن جو تعداد ۳۸ هو جيڪي ستن وارڊن مان چونڊبا هئا. ۱۹۳۸ع کان اڳ ميونسپل ميمبرن جو تعداد ۴۵ هو جن مان ۳۸ چونڊيل ۽ ست ناميل ميمبر هوندا هئا، پر ۱۹۳۸ع ۾ ناميل ميمبرن جي رسم کي ختم ڪيو ويو. ۱۹۴۷ع ۾ هندو ميمبر لکين روپيا کڻي ميونسپالٽي کي کوٽ ۾ وجهي ويا. هندن جي هٿن ۾ واپار هو سندن وڃڻ ڪري واپار بيهجي ويو. ميونسپل کي ڊيپٽي ڪسٽوڊين پاران به مدد ملي نه سگهي پر پوءِ واپار آهستي آهستي ترقي ڪرڻ لڳو. مسٽر چنا ايڊمنسٽريٽر جو نئون دفتر محمد علي هال لڳ تعمير ڪرايو. حڪومت پاران ڪيس صلاحڪار ڪاميٽي ڏني ويئي،

جنهن جو چيئرمن خان بهادر آغا نظام‌الدين هو. ۱۹۵۲ع واريءَ چونڊ ۾ ۳۶ ميمبر چونڊيا ويا. هڪ هندو ۽ ۾ خواتين ميمبر هئا. قوت علي شاه صدر ۽ مسٽر حامد حسن نائب صدر ٿيا. ۱۹۵۵ع ۾ سنڌ جي سياست ۾ رد وبدل ڪري ميان قوت علي شاه جي صدارت جو خاتمو ٿيو ۽ ڪليڪٽر مسٽر نصرت حسن سي - ايس - پي سکر ميونسپالٽي جو ايڊمنسٽريٽر ٿيو جو برجستو عملدار هو. مسٽر امير بخش شيخ ايڊيشنل ايڊمنسٽريٽر وٽس هو. مسٽر نصرت حسن کان پوءِ مسٽر آفتاب احمد سي - ايس - پي ايڊمنسٽريٽر ٿيو. ميان قوت علي شاه جي رٽ درخواست منظور ٿي ۽ هو پيهر صدر ٿيو. بعد مارشل‌لا جاري ٿيڻ کان پوءِ نومبر ۱۹۵۸ع ۾ نوجوان سي - ايس - پي مسٽر ذاڪر حسين ايڊمنسٽريٽر مقرر ٿي آيو.

عبدالرزاق کان پوءِ محمد نور الله چيف آفيسر هو. ۱۹۶۰ع ۾ بنيادي جمهوريتن جي قائم ٿيڻ کان پوءِ شهر جي ۹ يونين ڪاميٽين مان ۹ ميمبر ميونسپل ڪاميٽي لاءِ چونڊيا ويا ۽ مسٽر سرهيو چيف آفيسر ٿيو. ستت مسٽر امير بخش شيخ پي - سي - ايس سينئر آفيسر آڪٽوبر ۱۹۶۰ع ۾ مقرر ٿيو ۽ خواجه غلام نبي وائيس چيئرمن ٿيو. هن واقعي کان پوءِ سکر ميونسپالٽي کي پهرين درجي ۾ آندو ويو، جنهن ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي واري عملدار محمد خان سومري کي ڊپٽي چيئرمن ڪيو ويو. سندس موڪل تي وڃڻ ڪري ميونسپل ڪاميٽيءَ مٿان ڊپٽي ڪمشنر مسٽر جمشيد رضا رحيم سي - ايس - پي چيئرمن جو عهدو سنڀاليو. شمس‌الدين چناٽي چيف آفيسر ٿيو ۽ آغا رفيق احمد سي - ايس - پي چيئرمن ٿيو ۽ اتي ڪمن تي خاص ڌيان ڏنو. سندس ڏينهن ۾ معصوم شاهه لئبرري تعمير ٿي ۽ ايوب گيٽ ٺهيو. ۽ ٽوئرسٽس هوٽل جو بنياد پيو. مهراڻ مرڪز ابتدائي مرحلن ۾ هو ته آغا صاحب خيرپور جو ڊي - سي بڻيو.

## سکر ريلوي ڊويزن

سکر ڪراچي ريلوي ڊويزن ۾ شامل هو، هتي اسسٽنٽ ٽرانسپورٽ آفيسر رهڻ لڳو، پر پوءِ ڪم جي وڌي وڃڻ ڪري ريلوي کاتي سکر ڊويزن ڌار ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ڊويزن جي ملازمن لاءِ نوان ڪوارٽر تعمير ٿيا. پهريان ريلوي جو ارادو هو ته بکر جي قلعي جي بئرڪن کي دفتر ڪيو وڃي، جيسين نئين ڊويزنل عمارت تعمير ٿي. بعد ۾ سکر ورڪشاپ، جا ١٩٣٠ع کان خالي پئي آهي، تنهن جي ڪيرج شاپ ۾ عارضي دفتر کوليو ويو. اپريل ١٩٦٣ع ۾ نئين ڊويزن ڪم شروع ڪندي.

---

# باب چوڏهون

## سکر جا قديم رهاڪو ۽ معزز ماڻهو

### سادات ڪرام

اسلام جي ڪاهه کان پوءِ بکر ۽ سکر بعد ۾ روهڙي سادات ڪرام جو وطن بنجي وياءِ بکر ۽ سکر کي خاص طور مير علي شير قانع ٺٽوي صاحب تحفته الڪرام ۾ ”اولياءُن جي کاڻ“ يعني ”مدينته الاولياءَ“ جي لقب سان لکيو آهي ۽ سادات ڪرام جي روحاني فيض ۽ علوم جي ڪري، هي شهر هر صدي سنڌ جي درسگاه رهندو آيو ۽ اڄ تائين علمن جو مرڪز آهي. هتي جون خانقاهون، گنبذ ۽ منارا سادات جون يادگارون ۽ آخري آرامگاهون آهن. ڪي نشان ۽ عمارتون ته صفا مٽجي ويون آهن ۽ اولياءُن جي قبرستانن ۾ ڪارخانا کلي رهيا آهن. جيڪڏهن محڪمي آثار قديمه پورو توجهه ڪونه ڏنو ته رهيل نشان به مٽجي ويندا.

### رضوي

سکر ۾ جيڪي سادات موجود آهن، تن مان رضوي سڀني کان جهونا آهن. مير محمد مڪي رضوين جو ڏاڏو مير محمد مڪي رح ڪليڪٽر جي بنگلي هيٺان ابدي ننڊ ۾ آرامي آهي، جنهن جي دعا سان هن علم ۽ روحانيت جي فيضستان تي بکر نالو پيو. سيد حيدر حقاني، مير ميران، مير جان محمد ۽ مير جان الله جي روهڙيءَ شهر ۾ آرامي آهن ۽ رضوي پير جو اولاد آهن. شاه بيگ ارغون ۱۵۲۱ع ۾ بکر جي رضوي سادات کي روهڙيءَ ۾

جاگيرون ڏنيون ۽ اڄ تائين ڪوٺائي سيد ڪوٺجن ٿا. انهن ڪوٺائي سيدن مان سيد مير يعقوب خان متوفي ١٠٩١هه-١٠٨١هه کان ١٠٨٥هه تائين مغلن جي عالمگيري دور ۾ بکر مٿان نواب هو. انهن ڪوٺائي سيدن جي ڏاڏي سيد صدرالدين جي خانقاه بکر جي قلعي اندر موجود آهي ۽ اها خانقاه بيحد فيض ۽ برڪت واري آهي. رضوي پير جو اولاد هندستان، يو-پي ۽ سنڌ ۾ نصرپور تائين پهتو. ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪوٺائي سيدن جي ڪوٽ وٽ جنهن جامع مسجد جا نشان موجود آهن، سا نواب مير يعقوب خان ١٦٧٧ع ۾ جوڙائي هئي. رضوين جو شجرو سيد محمد مڪي جي بيان ۾ ڏيکاري آيا آهيون (١).

## بخاري

هندستان جا سمورا بخاري سادات سيد جلال الملت والدين جلال الدين سرخ بخاري رحہ بن ابي المويد علي بن جعفر بن محمد بن محمود بن احمد عبدالله بن علي اصغر بن عبدالله جعفر ابن امام علي نقي عليہ السلام (٢). پاڻ مادرزاد ولي الله هئا. کين ٣ فرزند هئا: (١) سيد احمد ڪبير (٢) سيد بهاء الدين

---

(١) نواب سيد يعقوب جي مزار ڪوٺائي ساداتن جي قبرستان ۾ آهي ۽ ڪتبو لڳل آهي.

(٢) مخدوم سرخ بخاري جو شجرو مخدوم جهانيان جهان گشت جي ملفوظات جي اردو ترجمي الدرالمنظوم ص ٥٠٦، دهلي ۾ آهي. سنڌ ي بزرگن مان محمد علي بن شيخ عبدالواسع صوفي شاعر بخاري ساداتن جو شجرو شعر ۾ آندو اٿس.

نوٽ: رضوين مان شاہ نصيرالدين رضوي، شاہ خيرالدين جو خليفو نصرپور ۾ وڃي رهيو. سندس فرزند شاہ عنايت الله قادري سنڌ جي نامور شاعر شاہ عبداللطيف ڀٽائي جو همعصر هو. گلستان لطيف ص ٥٦، اطلاعات کاتو ١٩٦٢ع حيدرآباد.

(۳) سيد محمد، سيد سرخ بخاري سيد بدرالدين رضوي جي دختر نيڪ اختر سان شادي ڪئي هئي. بخارا کان سڌو بکر آيو هو ۽ پوءِ قبۃ الاسلام ملتان ڏانهن ويو ۽ حضرت شيخ بهاءالدين ذڪريا ملتان جي دستِ مبارڪ تي بيعت ڪري خرقو خلافت ڏکيائين. سکر بخاري ساداتن جو قديم وطن هو، تنهنڪري گهڻائي بخاري پير هن شهر ۾ آرامي آهن. جهڙوڪ مخدوم نوح بخاري، جو قلعي بکر اندر ستل آهي، سيد سومر شاه، سيد لقا شاه، سيد بقا شاه وغيره جو بيان مٿي ڪري آيا آهيون.

## سيد علي رضا شاهه

سيد علي رضا شاه ولد مولا داد شاه بخاري جا وڏا ملتان کان آيا. علي رضا شاه اسسٽنٽ سول سرجن هاڻ رٽائرڊ غريب آباد ۾ رهي ٿو. خانگي اسپتال ۽ ملڪيت اٿس. راقم جو هم مڪتب دوست آهي. شاه صاحب جو ننڍو ڀاءُ سيد باقر علي شاه روهڙي سيمينٽ فئڪٽري ۾ مڪينڪ آهي.

## سيد پير علي شاهه

سيد پير علي شاه بخاري جو والد پير حسين شاه ملتان ۾ مريدن وارو هو. سيد پير علي شاه گهرو تڪرار سبب ۱۸۸۹ع ۾ سکر اچي حڪمت ڪرڻ لڳو. راقم جي وڏن جا پير صاحب سان دوستانه تعلقات هئا. پير علي شاه يوناني طب جو جراح مجيل طبيب هو. غريب آباد جو حڪيم هاسومل پير صاحب جو شاگرد هو. شاه صاحب ريلوي لوڪو ورڪشاپ مان چارج مئن جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيو ۽ ۱۹۲۹ع ۾ وفات ڪيائين. سندس هڪ پٽ پير غربت علي شاه هينئر نابينا آهي ۽ سندس ٻيو پٽ سيد رحمت علي شاه پوليس کاتي ۾ هيڊ ڪانسٽيبل آهي.

## سيد قاسم علي شاه

پير قاسم علي شاه نقوي پرهيزگار بزرگ هو. سندس تعويذن ۾ اڪثر مسيحائي اعجاز هو. اڪثر بيمار وٽانئس تعويذ وٺندا هئا.

انهن ڏينهن ۾ سکر شهر ۾ بينجامن غوث علي شاه ميونسپل اسپتال جو ڊاڪٽر هو ۽ ٻيو سول سرجن سکر هو. ماڻهو انهن ڏينهن ۾ انگريزي دوائن کان پرهيز ڪندا هئا ۽ وري ايتريون بيماريون ئي نه هيون. ماڻهو اڪثر تعويذ وٺندا هئا.

## سيد نور شاه

پير قاسم علي شاه جو پٽ هو ۽ واري تڙ واري امام بارگاه جو پيش امام هو. ١٩٦٢ع ۾ نماز جي سجدي ۾ سندس روح پرواز ڪري ويو. پير قاسم علي شاه جي ڪٽنب مان هن وقت سندس ناٺي پير حسين شاه موجود آهي.

## سيد سردار علي شاه

سيد سردار علي شاه جي زندگي سبق آموز آهي. پنجاب کان سکر پهچي ريلوي ورڪشاپ ۾ نوڪر ٿيو. ڪم سکڻ کان پوءِ انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪري ڪجهه وقت هڪڙي هندو سيٺ جو برف شاپ معقول پگهار تي هلائڻ لڳو. بعد ۾ ڍيمبلا سيل جي سامهون ڊلائي ۽ خراد جو ڪارخانو کوليائين جيڪو اڄ سوڌو سندس پوٽا هلائين ٿا. پير صاحب جو ڪارخانو پنهنجي قسم جو سکر ۾ پهريون ڪارخانو هو جنهن ۾ ماڻهو ڇنڇر جو اڌ ڏينهن ۽ آچر جو سڄو ڏينهن ڪارخاني ۾ ڪم ڪندا ۽ سکندا هئا. شاه صاحب خوش خلق، فياض ۽ مرنجان مرنج هو، حڪمت جو چاڙهو ۽ ڪتبخانو به وٽس هو. سير ۽ سياحت سان دلچسپي رکندو هو. ڪڏهن ڪشمير جي مرغ زارن ۾ گل سنگهندو هو ته ڪڏهن بغداد ۽ دمشق جا ديدار ڪندو هو. زندگي ڪيئن ڳاهجي اهو مثال پيش ڪري ويو. حڪمت جي لحاظ سان ڪيس ڪي صدري نسخا ياد هئا. خدا بخشيس عجيب آزاد مرد هو.

## پير محبوب علي شاهه

سيد سردار علي شاهه کي ٻه پٽ هئا، محبوب علي شاهه ۽ ناصر علي شاهه. محبوب علي شاهه جواني ۾ سياست جي

خاردار وادي ۾ پير پاتو، پنهنجي بلڊنگ جي هڪ ڪمري کي خلافت جو دفتر ڪيو هئائين ۽ ڪارخاني جي احاطي اندر هندستان جي چوٽيءَ جي ليڊرن کي گهرائي ليڪچر ڏياريندو هو. سندس ڪوشش سان مولوي تاج محمد احمد پور شرقيہ وارو خلافت تحريڪ جي تبليغ ڪرڻ لاءِ مقرر هو. هڪ دفعي مولانا ظفر علي خان کي اچڻ لاءِ دعوت نامون موڪليائين، مولانا ذاتي مصروفيتن جي ڪري معذرت نامون لکي موڪليو تہ سيد محبوب علي شاهہ مولانا جي نالي ڪوڙو وارنٽ ڪڍايو ۽ مولانا صاحب کي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيڻو پيو ۽ سکر واسين کي ليڪچر ٻڌڻ جو موقعو مليو. ٣٠-١٩٣١ع ۾ مولانا ظفر علي خان، مولانا ابوالڪلام ۽ حبيب الرحمان لڌيانوي ليڪچر ڏيڻ آيا هئا. محبوب علي شاهہ جو هڪڙو پٽ سيشن جج آهي. سکر جي سماجي ورڪرن ۾ محبوب علي شاهہ جو نالو سر فهرست رهندو. اڄڪلهہ شاهہ صاحب آرام جي زندگي گذاري رهيو آهي. گهڻو وقت ميونسپل ڪائونسلر رهيو.

## معصومي

سيد صفائي معصومين جي جداعلي ۽ سندس فرزند مير محمد معصوم عرف نظام الدين جو احوال اڳ ڏيئي آيا آهيون، سيد صفائي سکر جو شيخ الاسلام هو ۽ سندس لائق فرزند مير معصوم نواب، معمار، شاعر، طبيب، مؤرخ ٿي گذريو آهي، جنهن جون عمارتون سکر لاءِ سينگار آهن.

## مير بزرگ

مير بزرگ بن مير محمد معصوم بکريءَ جي مناري جي ڪم کي پورو ڪرايو. پٽس هن لاءِ چاليهہ لک روپيا ڇڏي ويو هو. مير محمد معصوم پٽ جي تعليم لاءِ تاريخ معصومي لکي ويو جا سنڌ جي مشهور تاريخ آهي.

## مير محمد ذڪريا ۽ اسدالله

پئي صاحب مير محمدمعصوم جا پوٽا آهن. مير اسدالله متخلص ساقي شاعر بيبدل هو. شاه خيرالدين جي گنبذ جي پيشاني تي جيڪو ڪتبو لکيل آهي سو حضرت ساقي جو چيل آهي. مير علي‌شير قانع ٺٽوي سان سندس ملاقات ٿي هئي. مير محمد ذڪريا، شاه خيرالدين گيلانيءَ جو مريد هو.

## مير ثابت علي شاهه

معصومي ساداتن مان پويون بزرگ هو، جو ڪمشنر سنڌ جو درباري هو. شاهه صاحب پراڻي وضع قطع جو بزرگ هو.

## سيد قنبر علي شاهه

سکر ۾ سنڌي اسڪول جو سينئر ماستر هو، جنهن کي هيڊ ماستر آخوند فقير محمد صديقيءَ ٻاراڻي ڪلاس جي ماستري ڏني هئي. قنبر علي شاهه خوش نويسي ۽ ستار وڄائڻ ڪري مشهور هو. ٻاراڻي ڪلاس جي نصاب ۾ جيڪو بمبئي تعليم کاتي منظور ڪيو هو، تنهن ۾ الف اک لکيل هو. قنبر علي شاه حڪم ڏنو ته الف الله پڙهو ۽ پنهنجي قلم سان شاگردن جي ڪتابن تي اک ڊاهي الف لکيائين، جنهن تي مشن جي عيسائي ميڊم گوڙ ڪيو، پر ميان قنبر علي شاهه پنهنجي حڪم تان نه مڙيو. آخر ديوان چترڀوڄ ايجوڪيشنل انسپيڪٽر انڪوائري ڪرڻ آيو ۽ ميان جي حڪم جي تائيد ڪري ويو. وري جڏهن ائنگلوور نيڪيولر اسڪول جي هيڊ ماستر ديوان ٻهارسنگهه شڪايت ڪئي ته سنڌي چوٿين درجي مان ڇوڪرا جيڪي انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿين ٿا، تن جي پيڙه ڪچي ٿئي ٿي، تنهن تي هيڊ ماستر ميان فقير محمد شاه صاحب کي چوٿين درجي تي رکيو.

## سيد سبحان علي شاه

پراڻي وضع قطع جو هي معصومي بزرگ سکر ميونسپالٽي ٻاران وڪٽوريا مارڪيٽ مٿان انسپيڪٽر هو. مارڪيٽ جي

اوپر واري وڏي دروازي جي مٿان وڏي رعب سان صندل تي ويهندو هو. هميشه وٽس بيد جو لڪڻ رهندو هو. ڪو به شهري مارڪيٽ جي دڪاندار خلاف وٽس شڪايت ڪندو هو ته مجرم جي ڀيريان بيد جي لڪڻ سان آجيان ڪندو هو. وٽس ڀنگين جو هڪ دستو رهندو هو. شاه صاحب صبح جو ڀاڃين، ميون وارن جون شيون چڪاسيندو هو، جيڪا شيءِ خراب ڏسندو هو ڀنگين معرفت درياه ۾ اڇلرائي ڇڏيندو هو.

## سيد قوت علي شاه

آزادي کان پوءِ ٻه دفعا سکر ميونسپالٽي جو صدر رهيو. هن وقت لئنڊلارڊ آهي.

## سيد امير علي

اوور سيئر آهي پر سنڌ جي قادرڪلام شاعرن ۾ سندس شمار آهي. سکر ادبي سنگت جو ميمبر آهي.

## سيد منور علي شاه

سيد منور علي شاه سکر جو مشهور راڳيندڙ ۽ ريڊيو سنگر آهي. وٽس طبِ نامي جا ڪي رسالا موجود آهن.

## ميرڪي

سکر جا ميرڪي سادات ٻه معصومين واڱر مشهور آهن. سندن ڏاڏو ميرڪ بايزيد ولد ميرڪ ابو سعيد سبزواري عربشاهي ۽ ڀاڻس ميرڪ شيخ محمود شاه بيگ ارغون سان گڏ سنڌ ۾ آيا ۽ ميرڪ بايزيد سکر مٿان شيخ مقرر ٿيو. هن سکر ۾ هڪ درسگاه کولي هئي، جنهن ۾ جاميٽري جي تعليم ملندي هئي. سنڌ ۾ هي پهريون مدرسو هو، جتي اقليدس جي تعليم پهريون دفعو رائج ٿي هئي. ميرڪ محمود پوراني ٺٽي ۾ رهڻ لڳو. ميرڪ بايزيد جو فرزند مير عبدالباقي وقت جو قطب ٿي گذريو آهي. افسوس! هن خاندان جو قبرستان گهٽي ڀاڳي

ڍهي ويو آهي. اڳ عبدالرشيد باغ کان وٺي ويندي بندر ڏانهن ويندڙ رياوي لائين تائين ميرڪين جو قبرستان هو. مير عبدالباقي جي مقبري پٺيان ٽڪريءَ تي به قبرون اچا موجود آهن پر خبر نه ٿي پوي ته ڪهڙن بزرگن جون آهن. ڪي گمنام قبرون غازي عبدالرشيد باغ ۽ سکر اسٽيڊيم جي اوڀرندي ڪنڊ تي گمنام موجود آهن. ڪي عمارتون ميرڪين جي قبرستان جون عبرت انگيز هيون جيئن حرامي ۽ حلالي جي مناره نما عمارت جا ڍڳل مسجد جي پر ۾ ١٩٠٣ع تائين راقم موجود ڏٺي جا پوءِ ڍهي ويئي. چون ٿا ته حلالي هن عمارت اندران لنگهي سگهندو هو ۽ حرامي لنگهي نه سگهندو هو. سيد قوت علي شاه صاحب پنهنجي ميونسپل جي صدارت جي ڏينهن ۾ ڪن قبرن جي مرمت ڪرائي هئي. ميرڪي سادات به معصومين وانگر نوابن جي خطاب سان بهرمند هئا.

## مير عبدالله

ميرڪ عبدالله شاهجهاني دور ۾ دهلي ۾ "عهده عرض مڪرر" تي فائز هو، جو معتمد ۽ مقرب ڪي ڏنو ويندو هو. ميرڪ عبدالله ولد ميرڪ عبدالباقي سمورو زندگيءَ جو عرصو هندوستان ۾ سرڪاري عهدن تي ممتاز رهيو مثلاً ١٠٠٤هه داري لاهور، ١٠٠٨هه ۾ آگره، ١٠١٠هه جونپور ۽ ١٠١٣هه الله آباد ۾ شيخ الاسلام جي عهدي تي جلوه گر نظر اچي ٿو. ١٦٤١ع ۾ شاهجهان کيس پني عاقل ۾ جاگير ڏني هئي. ميرڪ عبدالله ١٠٢٣هه ۾ موٽي وطن سکر آيو ۽ ١٠٥١هه ۾ وفات ڪيائين سندس قبر ڪٿي آهي. اهو سوال حل ڪرڻ محال آهي.

## مير عبدالاول

ميرڪ عبدالباقي جو پوٽو، سکر جو شيخ الاسلام ٿي گذريو آهي متوفي ١٠٩٣هه. نواب مير يعقوب رضوي جو همعصر

هو. اورنگزيب ١٦٦١ع ۾ کيس کڏهري تعلقي روهڙي ۾ جاگير ڏني هئي.

## مير غلام علي شاه

مير غلام علي شاه ولادت ١٢٢٢هه وفات ١٢٨٢هه وڏو جاگيردار هو. سندس جاگير ۾ سکر نئون، سکر پراڻو، ڀنڊي، ڏاريجا، قادرپور، کڏهري، علي واهڻ، صرفو، نصيرآباد ۽ وتار هئا. مير صاحب کي ٽئن ديرن مان چار پٽ هئا:

(١) مير ڏتل شاه، (٢) مير قادر بخش شاه، (٣) مير قلندر بخش شاه، (٤) مير ذوالفقار علي شاه، پڳ جو مالڪ مير ڏتل شاه هو، جو مير علي مراد خان جو همعصر هو.

## مير ڏتل شاه

ولادت ١٢٤٩هه. مير صاحب طلائي ۽ نقرئي سنجن وارن گهوڙن تي سواري ڪندو هو. ڏيڏهي جي هي حالت هئي جو هڪ دفعي هزهائينس مير علي مراد خان کيس دعوت ناسون مڪو هو. مير ڏتل شاه جواب ۾ لکي مڪس ته تون به مير ۽ آءٌ به مير پر مان سادات آهيان تنهنڪري بهتر ائين ٿيندو ته توهين منهنجي دعوت قبول ڪيو. مير صاحب وٽ ايتريون مينهون هيون جو شمار کان ٻاهر هيون ۽ ڪيتريون ته جهنگلي ٿي ويون هيون. مير صاحب جي پلنگ جا پاوا نقرئي هئا. نئين سکر ۾ ليمجي ۽ ڇپريءَ جون جايون ۽ سکر ضلعي جو وڏو حصو مير صاحب جون ملڪيتون هيون. مير صاحب جي روڪڙ جي موڙي سکر پراڻي جي مکي سيٺ ڏيونداس وٽ امانت رکيل هئي، جا سموري سيٺ ڏيونداس ڦٻائي ڏيوالو ڪڍيو. مير صاحب غلطي ڪري سموري جائداد اسٽامپن تي لکرائي پنهنجن دوستن کي ورهائي ڏني، ان خوف کان ته ڍل پيارڻ کان بچي وڃي. مگر دوستن جائداد ڦٻائي ورتي، اهي وڏا زميندار بنجي ويا ۽ ميرڪي سادات ڪرام جائداد کان محروم رهجي ويا. ٩ محرم الحرام ١٨٩٢ع ۾ مسلمانن تابوت ڪڍيو.

ماتامين سان سکر جو فوجدار گهوڙي تي چڙهيل سان هو. ماتامين اعتراض ڪري فوجدار کي هيٺ لهڻ لاءِ چيو، پر هن رعب سان انڪار ڪيو. جنهن تي ماتامين هن کي گهوڙي تان هيٺ ڪيرائي خوب مار ڏني ۽ هن جي هڪ اک نڪري ويئي. ماتامين کي مير ڏتل شاه سميت گرفتار ڪيو ويو، حالانڪ هو پيرسن هو. ڪيس هلڻ کان پوءِ ملزمن کي مير صاحب سميت حيدرآباد جيل ۾ رکيو ويو. سندس پائرن مان مير قلندر بخش شاه هڪڙو خط هز هائينس مير عبدالحسين خان ولد مير عباس علي خان ولد مير محمد نصير خان (١٨٥١ع کان ١٩٢٤ع) ڏانهن لکي موڪليو. مير صاحب گدو جي ٽنڊي کان ڏيڍ ميل کن ڏکڻ طرف درياه جي ڪپ تي رهندو هو ۽ وڏي پچندي وارو فرسٽ ڪلاس اسپيشل مئجسٽريٽ به هو. مير عبدالحسين سانگي صاحب بمبئي جي گورنر ڏانهن سفارش جو خط مڪو ۽ مير ڏتل شاه آزاد ٿي سکر پهتو ۽ مارڪيٽ پويان پنهنجي وچ شهر واري اوتاري ۾ رهڻ لڳو. هندو سيٺين اوتاري لاءِ کيس هڪ لک روپين جي آڇ ڪئي هئي پر مير صاحب انڪار ڪيو. راقم مير ڏتل شاه کي اوتاري ۾ درويشي حال ۾ ڏٺو هو. فقير جڳت علي هن جي ٽهل ٽڪور ڪندو هو. انهيءَ حالت ۾ ١٧ رمضان ١٣٢٢هه ۾ وفات ڪيائين ۽ سکر بسڪيٽ فئڪٽري جي سامهون ريل جي پٽي جي هن پر ميرڪڻ جي قبرستان ۾ آرامي آهي. قبر جو تعويذ ميناڻي پٿر جو آهي، جنهن تي آيتون ۽ عبرت انگيز رباعيون لکيل آهن. مٿس هر سال ميلو لڳندو هو پر هينئر خاموشي ڇانيل آهي.

## مير قلندر بخش شاه

ميرڪ قلندر بخش شاه موروثي جاگير جائداد لاءِ حڪومت کي درخواست ڪئي، جنهن جي جواب ۾ ڪپتان مارسٽين مير صاحب کي گذر سفر لاءِ هڪ سؤ جريب زمين ۽ شڪار ڪرڻ لاءِ هڪ اعليٰ قسم جي بندوق ڏني.

## مير غلام مصطفيٰ شاھ

ميرڪ غلام مصطفيٰ شاھ ميرڪ قلندر بخش جو پوٽو هڪ زميندار ۽ سنڌي اسڪول سکر پراڻي جو هيڊماستر آهي، مير صاحب وٽ سندس وڏن جو سمورو رڪارڊ شجرن سميت موجود آهي، جيڪڏهن ان کي مرتب ڪيو وڃي ته ميرڪي ساداتن جي تاريخ جو بي نظير نسخو تيار ٿي سگهي ٿو.

## مير محمد شاھ

ڇپري ۾ سندس عاليشان اوتارو آهي جنهن ۾ سندس مزار آهي. پڻ سندس مريد هئا. هر سال محرم ۾ تابوت نڪري ٿو. (١).

## گيلاني

گيلاني بزرگن مان پهريون بزرگ جنهن سکر ۾ فيض جاري ڪيو، سو شاھ خيرالله عرف شاھ خيرالدين قادري ٩١١هه ۾ بغداد ۾ ڄائو ۽ ١٤ ورهيه مدينہ طيبہ ۾ تعليم حاصل ڪري ٣٣ ورهيہ سير ڪري هالڪنڊي ۾ مخدوم نوح قدس سره ۽ سندس خليفي شاھ عبدالڪريم بلڙائي کان فيض حاصل ڪري سکر ۾ منزل ڪيائين. چاليهن ورهين جي عمر ۾ حج ڪرڻ لڳو ۽ ٻارهن دفعا حج ڪيائين. سکر ۾ ١١٦ ورهين جي ڄمار ۾ لاولد ١٠٢٧هه مطابق ١٦١٧ع ۾ وفات ڪيائين. سندس روضو سکر پراڻي ۾ آهي. اڳ هر ماھ چنڊ جي ١١ تاريخ رات جو مٿس ميلو لڳندو هو. قبو ميان غلام محمد مجاور ١٦٦٠ع ۾ تعمير ڪرايو.

---

(١) ميرڪين جو بيان ميرڪ غلام مصطفيٰ شاھ عرف الحاج وريل شاھ جي رڪارڊ تان ورتل آهي. مير حيات علي شاھ ميرڪي سيد جو باغ سکر ۾ هو اڄ اُن هنڌ کي باغ ڪوارٽر سڏين ٿا.

## نئين سکر جا گيلاني

ميان غلام شاھ ڪلھوڙي جي راڄ ۾ بغداد شريف کان حضرت پيران پير شيخ عبدالقادر جيلاني رحہ جي اولاد مان ٻہ ڀائر محمد شاھ ۽ احمد شاھ جي نالي سنڌ ۾ آيا، پر خديو سنڌ ميان غلام شاھ خان صمصام الدولہ کين رھڻ نہ ڏنو، ڇاڪاڻ تہ کيس شڪ ھو تہ ھو ترڪي جي سلطان جا جاسوس آھن ۽ ملڪ جو حال احوال معلوم ڪرڻ آيا آھن. ميان غلام شاھ جي وفات کان پوءِ اھي ٻئي ڀائر وري آيا ۽ سڏا کھڙن جي مخدوم احمديءَ صاحب جا مھمان ٿيا ۽ پورو سال وٽس رھيا. پوءِ مخدوم ميان احمديءَ گمبٽ ۽ راڻي پور جي زميندارن کي گھرائي کانئن جايون وٺي، وڏي پير ميان محمد شاھ کي گمبٽ ۾ ۽ ننڍي پير ميان احمد شاھ کي راڻيپور ۾ ويھاريو. اڄ تائين ٻنھي پيرن جو جيلاني (گيلاني) خاندان گمبٽ ۽ راڻيپور ۾ موجود آھي (١). سکر جا گيلاني سادات محمد شاھ جو اولاد آھن. سيد محمد شاھ جي قبر ڳوٺ وس پرسان ڳوٺ ڪنبوءَ ۾ آھي.

## پير غلام شاھ

سکر جي جيلاني ساداتن جو ڏاڏو پير غلام شاھ سکر ۾ پيري مريدي جي مسند قائم ڪئي. سندس قبر مناري جي سامھون واري ڏڻل ملڙي بنگلي جي پر ۾ آھي.

## سيد غوث علي شاھ

متوفي ١٩٠٥ع ۾ شيخ عبدالرزاق پنھنجي ڪتابچي ۾ ھن کي پنجاب کان آيل ڏيکاري ٿو، جو غلط آھي. سيد غلام شاھ

(١) تحفتہ الڪرام سنڌي ترجمو ج ٣، ص ٣٤٣ فوٽ نوٽ بيان کھڙا، سنڌي ادبي بورڊ.

پير غوث علي شاھ مسافرن جي سھوليت لاءِ ھڪ مسافرخانو تعمير ڪرايو ھو.

ڪان پوءِ پير غوث علي شاهه پيري مريدي جي سلسلي کي زور وڌرايو ۽ سکر ميونسپالٽي جو لائيف ميمبر هو. پير صاحب جو سکر شهر ۾ ايترو رسوخ هو، جو پنهنجي گهراڻي جي شخص يا ڪنهن به شهري ماڻهوءَ کي ميونسپالٽي جي ميمبري لاءِ کڙو ڪندو هو ته چونڊن ۾ سواءِ مخالفت جي ڪامياب ٿيندو هو. سکر جا قديم رهاڪو پڻ سندس مريد ۽ معتقد هئا. پيرصاحب وڏي شخصيت وارا ۽ پرهيزگار هئا. سندس سکر ۾ وڏي ملڪيت ڪان سواءِ ضلع جي هرهڪ تعلقي ۾ زمينون ۽ مريد هئا. سکر ميونسپل مناري هيٺان اسپتال تي غوث علي شاهه اسپتال نالو رکيو ويو.

## پير ڪرم علي شاهه

سيد غوث علي شاهه کان پوءِ مسند نشين ٿيا. پنجاهه سالن تائين ميونسپالٽيءَ جا اليڪٽيڊ ميمبر ۽ آنرري مئجسٽريٽ، انجمن اسلام جا صدر ۽ اوقاف ڪاتي جا به صدر هئا. پير صاحب راقم جو دلي دوست هو ۽ سندس رسوخ شهر ۾ ايترو هو جو سندس گهراڻي مان چار ميمبر يڪايڪ ميونسپالٽي ۾ چونڊيا هئا. پهرين عالمگير جنگ ۾ انگريز سرڪار کي رڪروٽ ڀرتي ڪري ڏيندا رهيا. هي خاندان هميشه حڪومت سان وفادار رهندو آهي. پير ڪرم علي شاهه کي چار پٽ آهن: (١) مرحوم سيد قوت علي شاهه (٢) سيد بهادرعلي شاهه (ميمبر مدرسه بورڊ ڪاميٽي) (٣) سيد تراب علي شاهه (٤) سيد آميد علي شاهه. هي جي جيٺري پاڙن جي پاڙ ۾ اٿيٽ ٿي پيئي ۽ ميان ڪرم علي شاهه جي وفات کان پوءِ ملڪيت پاڙ ۾ ورهائي ڏار ڏار ٿي ويا. سکر ميونسپل اسپتال کان جيڪو رستو شمس آباد ڏانهن وڃي ٿو اڳ جيلاني روڊ سڏبو هو. جانورن جي اسپتال پنيان اوتارو ميان همت علي شاهه جي بينڪ هئي. جانورن جي اسپتال کان وٺي شمس آباد جي حفيظ ٽاڪيز تائين ميان ڪرم علي شاهه جو باغ مشهور هو، جو اڄ به باغ ڪوارٽر سڏجي ٿو. سيد بهادرعلي شاهه

١٩٣٠ع کان ١٩٥٠ع تائين ميونسپل ڪائونسلر رهيو. پئراڊائيز سئنيما ۾ سندس حصو ۽ احاطو آهي. کيس چار پٽ هئا:
(١) زين العابدين شاهه (٢) محبوب علي شاهه (٣) مظهرعلي شاهه
(٤) سرفراز علي شاهه. سيد تراب علي شاهه کـي مـنـاره هيٺ جايون آهـن، کيس ٻـه پٽ آهـن: (١) هدايت علي شـاهـه
(٢) محڪم علي شاهه. سيد قوت علي شاهه حڪمت جو ڄاڻو هو
کيس ٻـه پٽ هئا: ١- حاجن علي شاهه، ٢- ثابت علي شاهه.
سيد اميد علي شاهه کـي خيرپور جي سئنيما آهـي ۽ هڪ پٽ
جاويد علي شاهه.

## پيرزادا

سکر پراڻي جا پيرزادا شاهه خيرالدين جـي خليفي ميان جمال الدين جو اولاد آهن. ساڳئي طرفان ميان جمال الدين ١٦٠٥ع ڌاري سکر پراڻي ۾ اچي ويٺو. انهن پيرزادن مان ميان غلام محمد جـو اديب هو، ١٦٧٠ع ۾ شاهه خيرالدين جـو ڪاشيءَ جـو گنبذ اڏايو. هاڻوڪا پيرزادا پـيءُ طرفان ميان شير محمد جي نسل مان آهـن جـو پنهنجي پيءُ ميان غلام محمد جـي وفات کان پوءِ سجاده نشين ٿيو هو.

## ميان عبدالرحمان

١٨٦٠ع ۾ ڄائو، ابتدائي تعليم خانقاه واري مدرسي مان حاصل ڪري سکر پراڻي جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيو، بعد ۾ وقت جي بزرگ مولوي عبدالرحمان جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. ميان عبدالـرحمان پيرزادو سماج ورڪر هـو ۽ انجمن اسلام جيڪا پير غوث علي شاهه قائم ڪئي هئي. ان جو ميمبر هـو. سکر ضـلـع مدرسه بورڊ جو پايو وجهندڙ ۽ بعد ۾ بورڊ جو سيڪريٽري رهيو ۽ عيدگاه جـي تعمير ۾ سندس هٿ هـو. سکر ميونسپالٽيءَ جو ميمبر هـو ۽ ١٩٦٢ع کـان ٻـه دفعا وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. سکر جي جهونن ليڊرن مان هندو توڙي مسلمانن جو مڃيل ليڊر هـو. ١٨٩٢ع ۽ ١٩٣٠ع ۾ سکر ۾

جيڪي هندو مسلم فساد ٿيا، انهن موقعن تي ميان عبدالرحمان پيرزادي جي همت ڪري سکر پراڻي ۾ امن امان رهيو. ۱۹۳۹ع واري موقعي تي سندس تقريرن چڱو اثر وڌو ۽ مسجد منزلگاه جي سوال تي هن پبلڪ جي رهنمائي ڪئي. هن وفات ۱۹۴۲ع ۾ ڪئي. سندس پاڻ پيرزادو عبدالغفار بئريسٽر هو ۽ سندس فرزند عبدالستار بئريسٽر ۱۹۳۶ع ۾ بمبئي کان سنڌ ڌار ٿيڻ وقت الله بخش وزارت ۾ وزير ٿيو ۽ ۱۹۵۸ع ۾ انقلاب اچڻ کان اڳ سنڌ جو وڏو وزير هو. سندس پٽ ميان عبدالحفيظ به بئريسٽر آهي، جو ۱۹۶۲ع ۾ صوبائي ڪائونسل لاءِ اميدوار بيٺو هو، پيرزادا وڏا زميندار آهن، شاهه خيرالدين جي درگاهه هن وقت اوقاف کاتي جي نگراني هيٺ آهي.

## صديقي

سکر پراڻي ۾ نئين جا صديقي غازي محمد بن قاسم جي دور اسلامي ۾ سنڌ ۾ آيا ۽ فتح اروڙ کان پوءِ تختگاهه شهر ۾ سکونت اختيار ڪيائون. اروڙ جي ويراني کان پوءِ سکر پراڻي جي ديهي واري حصي ۾ مستقل طور رهڻ لڳا ۽ درس ۽ تدريس جو ڌنڌو اختيار ڪيائون. اهڙي علمي فضيلت ڪري ”آخوند“ جي لقب سان مشهور ٿيا. عيدن تي امامت جا فرائض بجا آڻيندا هئا ۽ پڻ قضا جي ممتاز عهدن تي به فائز رهندا آيا. اهڙن علمي ۽ عملي ڪارنامن جي ڪري وقت جي حاڪمن وٽ ڪين عزت حاصل هئي ۽ فڪر معاش کان آزاد هئا.

## آخوند محمد پنجل

آخوند محمد بچل جو پيءُ آخوند محمد متو جيد عالم هئڻ کان سواءِ وڏي ملڪيت جو مالڪ هو. آخوند محمد پنجل سکر جو قاضي ۽ سرڪاري سب رجسٽرار به هو. پيدائش جو اڌ سرڪار کان ڪيس ملندو هو. رٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ سکر ميونسپالٽي جو ڪائونسلر ٿيو.

## آخوند فقير محمد

سکر نئين ۾ سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر هو، پوءِ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو ۽ رٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ ميونسپل ڪائونسلر رهيو. راقم سندس شاگرد آهي.

## آخوند عبدالغفور

آخوند فقير محمد جو فرزند ميونسپل ڪائونسلر ۽ زميندار هو وڏو مخير ۽ ملنسار ماڻهو هوندو هو. ١٩٣٦ع ۾ وفات ڪيائين.

## آخوند فيض محمد

آخوند فيض محمد ولد آخوند محمد پنجل غريب آباد سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر ۽ لئنڊلارڊ هو.

## آخوند نياز علي

آخوند نياز علي ولد آخوند فيض محمد لئنڊلارڊ ۽ غريب آباد نياز هوٽل جو مالڪ، ڪجهه وقت هفتيوار پاسبان جاري ڪيائين ۽ سماج ورڪر آهي.

## آخوند عبدالغفار

سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر آهي ۽ پڻس شاهنواز وڪالت ڪندو آهي.

## آخوند ولي محمد

سکر جي شاهي بازار ۾ ڪپڙي جو وڏو واپاري ۽ سيٺ هو ۽ ميونسپل ڪائونسلر به هو. سندس پوٽو آخوند انور علي ولد آخوند طيب پوليس کاتي سانگهڙ ۾ آفيس سپرنٽينڊنٽ آهي.

## آخوند نيباهو

نئين سکر جو وڏو لئنڊلارڊ هو. سندس جوڙايل مسجد ۽ کوهه اڄ تائين باغ حيات علي شاهه ۾ يادگارون آهن. پڻس

آخوند غلام محمد رينج فاريسٽر هو. غلام محمد جو پٽ بشير احمد
بي - ڊبليو- ڊي کاتي ۾ سرورئير آهي.

## آخوند ابوبکر

مختيارڪار هو رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ ليمجي چاڙهي تي
”گل بڪ ڊيپو“ سندس ڪتب فروشي جو دڪان آهي،
انهن کان پوءِ آخوند نور محمد، آخوند عبدالرحيم، آخوند
محمد اسحاق، آخوند فيض محمد، آخوند محمد ابراهيم، آخوند
الله ڏنو سمورا پڙهيل، لئنڊلارڊ، واپاري يا سرڪاري ڪامورا آهن.

## قزلباش مغل

سکر ۾ ترخاني ۽ جاليار مغلن جا محلا هئا اهي سري ڪپي
ويا فقط قزلباش مغلن جا ٿورا گهر سکر ۾ آهن، جن جو
ڏاڏو مرزا محمد جعفر بيگ سکر جي آرائين ڳوٺ جي پر ۾
پنهنجي جاگير ۾ جعفرآباد ڳوٺ ٻڌرايو هو. هن خاندان مان
رئيس ثابت علي شاهه معصومي ۽ خان بهادر خداداد خان پٺاڻ
شاديون ڪيون هيون (۱).

## مرزا عبدالمجيد خان

مرزا محمد جعفر بيگ جي وفات کان پوءِ سندس
اولاد لڏي اچي سکر ۾ ويٺو. جن مان مرزا عبدالمجيد خان
ولد مرزا سرفراز بيگ پوليس عملدار هو. سندس ڀيا پٽائر
مرزا غلام علي خان، مرزا بخشش خان، مرزا مراد علي خان سمورا
پوليس کاتي ۾ عملدار هئا. مرزا عبدالمجيد خان جو سالو ڪپتان

---

(۱) شيخ صفوي اردبيلي رح اردبيلي خاندان جي جداعلي
ايران ۾ پيري مريدي جو سلسلو شروع ڪيو. امير تيمور
گورگاني به سندس معتقد هو. شيخ صفوي پنهنجن مريدن لاءِ
ٻارهن ڪنگرن واري ڳاڙهي بنات جي ٽوپي ٻارهن امامن
جي نشاني طور ايجاد ڪئي، سندس مريد قزلباش سڏبا هئا
يعني ڳاڙهين ٽوپين وارا. صفوين ايران تي ڏيڍ بي سان
حڪومت ڪئي. — مرتب

ـسرزا حاجي خـان رياست خير پور جـي ڪئمل ڪارپس مثان ڪمانڊر هـو. جعفرآباد سکر کان ٤ ڪوهن جي مفاصلي تي شڪارپور واري رستي تي آهي.

## مرزا حسين بخش خان

مرزا حسين بخش ولد عبدالمجيد خان سکر جـي جانورن جي اسپتال جو ڊاڪٽر ۽ لئنڊلارڊ آهي. سندس جايون غريب آباد اچي مسجد جي پر ۾ آهن. سندس پٽ تعليم يافته ۽ سرڪاري عهدن تي آهن.

## مرزا عبدالحميد خان

ڪپتان مرزا حاجي خان جو سالو سکر ميونسپل اليڪٽريڪل انجنيئر هو ۽ سال ۱۹٦۰ع ۾ رٽائرڊ ٿيو. هينئر ٺيڪيدار آهي.

## مرزا رسول بخش خان

مرزا رسول بخش خان ميونسپل پاورهائوس جو سپرنٽينڊنٽ آهي.

## بيبي بيگم صاحبه

بيبي بيگم صاحبه مرزا عبدالمجيد خان جي همشيره ۽ ميان محمد بچل ميمڻ، شڪارپور جـي وڏي ٺيڪيدار ۽ ميونسپل ڪائونسلر سـان پـرڻيـل هـئـي. بيگم صاحـبـه غـريـب آبـاد گرلس اسڪول جي هيڊ مسٽريس هئي. سکر شهر ۾ غريب آباد گرلس اسڪول، پهريون ڇوڪرين جو اسڪول هو ۽ سکر جي مسلم خواتين مان مائي بيگم پهرين خاتون هئي، جا هيڊ مسٽريس جي عهدي تي فائز هئي. وقت جي شرفا جون نياڻيون سموريون مائي مغلياڻي بيگم جون شاگرديائيون هيون، تنهنڪري شرفا تـوڙي آفيسرن جـي حلقن ۾ قابلِ احترام هئي. هيڊ مسٽريس جـي عهدي کان پـوءِ محترمه بيگم صـاحبه انسپيڪٽرس آف اسڪولس جي عهدي تـي پهتي ۽ اتان رٽائرڊ ڪيائين ۽ ۱۹۳۱ع ۾ وفات ڪيائين ۽ شيخ شينهن جي قبرستان ۾ آرامي آهـي.

حاجي محمد بچل مخير انسان هو. سکر ۾ مسجد مناره جا آخوند محمد پنچل روڊ تي موجود آهي، سا حاجي محمد بچل جي جوڙايل آهي. مسجد جي سامهون سندس دولت خانو هو. سکر ۾ ڪٿين وارو حاطو ۽ ڪوس گهر جي پرسان آغا حسن علي خان جي گهر تائين زمين حاجي محمد بچل جي هئي جا پوءِ واڻين کي وڪڻي ڇڏيائين. شڪارپور کان ٻن ميلن تي ماڙي جي ڳوٺ ۾ سندس جوڙايل سراءِ، کوه ۽ باغ اڃا موجود آهن. سکر واري مناره مسجد جي ڪتبي تي سندس نالو لکيل آهي.

## برلاس مغل

### مرزا محمد دين

برلاس مغل امير تيمور هندستان جي مغل فرمانروائن جي نسل مان هئا چنانچه امير تيمور گورگان قبيلي ۽ برلاس خاندان مان هو. قزلباش ايراني مغل هئا ۽ برلاس ترڪستان (وچ ايشيا) کان آيا هئا. مرزا محمد دين سکر جو مشهور بندوق ساز ١٢٨٠هه ۾ جمون ۽ سيالڪوٽ جي وچ واري ڪنهن ڳوٺ ۾ ڄائو هو. هز هائينس مير علي مراد خان والي خيرپور پنهنجو ساٿهو موڪلي مرزا محمد دين کي گهرائي پاڻ وٽ ملازم رکيو. ١٩٠٨ع تائين مرزا صاحب خيرپور ۾ رهيو پوءِ سکر غريب آباد ۾ بندوق سازي جو دڪان کوليائين. انهن ڏينهن ۾ بندوق سازي جو ليسن حڪومت کان وٺڻ ڏاڍو ڏکيو هو. سنڌ ۾ مرزا محمد دين ۽ پنجاب ۾ مستري نظام الدين کي ليسن مليل هئا. ١٩١٠ع کان اڄ تائين "مرزا اينڊ سنز" جي انهيءَ ڪاروبار ذريعي سنڌ ۾ ٻاهر مشهوري هلندي اچي ٿي. مرزا محمد دين نه صرف ڪاريگر هو پر عربي ۽ پارسيءَ جو عالم ۽ فاضل هو. راقم سندس لکيل ڪتابن جو معائنو ڪيو، جيڪي سندس پٽ مرزا افضل حسين وٽ محفوظ آهن. انهن ڪتابن ۾ ڪي طب جا صدري نسخا به لکيل آهن. ائين چئي سگهجي ٿو ته

مرزا موصوف طب جو ڄاڻو هو. هڪڙو ڪتاب علم ڪيميا تي "تجارب شهر ياري" ۾ موجود آهي، جو ڪنهن ايراني جو لکيل آهي، ڪتاب ۾ ڪيميا تي گهڻائي نسخا لکيل آهن. مرزا صاحب شاعري ۾ به طبع آزمائي ڪندو هو. سندس بياض ۾ پسنديده اشعارن جو انتخاب درج آهي، جن مان بعض شاعرن جا غير مطبوعہ ڪلام لکيل آهن. ڪتاب "ديوان مراد" ۾ پين گهڻن سنڌي شاعرن ۽ صوفي درويشن جا چيده اشعار ڏنل آهن. ائين معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا دين محمد پاڻ بہ صوفي درويش هو. فن، طب، تصوف، شعر و شاعري کان سواءِ موسيقي سان بہ ڪيس والهانہ دلچسپي هئي. توڙي جو وٽس دنيوي نعمتون موجود هيون، پر پاڻ درويشانہ زندگي بسر ڪندو هو ۽ سڄي عمر شاهہ خيرالدين گيلاني جي درگاه تي حاضري ڏيندو رهيو. مرزا محمد دين ١٨٧٨ع ۾ سنڌ کي وطن جوڙيو ۽ ١٩٤٩ع ۾ وفات ڪيائين ۽ شيخ شينهن واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

## مرزا افضل حسين

مرزا محمد دين جو وڏو پٽ، جنهن کي سيٺ نارائڻ داس مارڪيٽ ٽاور جي پر وارو بندوقن جو دڪان وڪٽي، هندستان لڏي ويو. مرزا افضل حسين صاحب سکر جو مشهور سماجي ورڪر آهي ۽ رفاه عام جي ڪمن ۾ فراخدلي سان حصو وٺندو آهي. چنانچہ روٽري ڪلب، مسلم ايجوڪيشنل سوسائٽي جو ميمبر، اسلاميہ ڪاميٽي جو چيئرمن، ريڊڪراس سوسائٽي جو سرگرم رڪن، انسداد بيرحمي حيوانات ڪاميٽي جو سيڪريٽري، ڊسٽرڪٽ اسپورٽس ڪلب ۽ سول ڊفينس، قيام پاڪستان کان پوءِ جسٽس آف پيس بہ رهيو. پوءِ پوءِ پويون سلسلو ختم ڪيو ويو. ١٩٥١ع کان ١٩٥٩ع تائين "نيشنل ريڪنسٽرڪشن بيورو" ۾ سکر ضلع جي مئنيجنگ پارٽي تي ميمبر رهيو. مرزا افضل حسين

صاحب کي ٻه پٽ ۽ پنج نياڻيون آهن. وڏو پٽ منظورحسين متخلص "منظور" بي- اي، اردو ۽ انگريزي شاعري سان دلچسپي رکندڙ آهي. سندس مضمون اُردو ۽ انگريزي رسالن ۾ شايع ٿين ٿا ۽ پنهنجي ڏاڏي وانگر علم هيئت سان دلچسپي رکندڙ آهي ۽ علم هيئت تي سندس هڪ ڪتاب زير طبع آهي. آفريڪا ۾ يوگنڊا جي شهر ڪمپالا ۾ واپار ڪري ٿو. مرزا افضل جي وڏي نياڻي اديب امتحان پاس ڪيل آهي. ٻي نياڻي- ايم اي ۾ فائن آرٽس جي تعليم وٺي رهي آهي ۽ مشهور آرٽسٽ آهي، ٽين نياڻي بي- اي ۽ ٻه نياڻيون ايم- بي- بي- ايس آهن.

## مرزا انور حسين

مرزا محمد دين جو ننڍو پٽ انور حسين مغربي پاڪستان جو جوائنٽ ڊائريڪٽر آف انڊسٽريز جي عهدي تي فائز آهي ۽ ڪراچي ۾ رهي ٿو. مرزا محمد دين جي زندگي سبق آموز آهي.

## مغل پير بخش

سکر جي مغلن سان مستري پير بخش خان جو والد مرزا امير بيگ ١٩ صديءَ جي شروعات ۾ گهوڙن جي واپار سانگي پنجاب جي شهر وزير آباد پهتو، مگر سمورو قافلو سکن لٽي ورتو ۽ مرزا امير بيگ جان بچائي ملتان پهتو. انڊس فلوٽيلا ڪمپنيءَ جا جهاز ڪوٽڙي کان ملتان تائين ايندا ويندا هئا تن جي گورن ملازمن کي ڪاٺ ڪارائڻ جو ٺيڪو مرزا امير بيگ کنيو هو. ١٨٥٨ع ۾ ملتان کان ڪوٽڙي پهتو ۽ ١٨٨٣ع ۾ سکر جي ليمجي چاڙهي تي جاءِ جوڙائي سکر کي وطن جوڙي ويٺو. کيس ٽي پٽ هئا. الهڏنو خان، پير بخش خان ۽ وزير علي بيگ. پير بخش خان فن عمارت سازي جو ماهر هو. چنانچه خيرپور ڊويزن جون جيڪي ٻه وڏيون بلڊنگون آهن، جهڙوڪ سکر لائيڊ بئراج، جنرل پوسٽ آفيس، پارسي آتشخانو سکر ۽ فيض محل خيرپور وغيره سندس زير نگراني ۾ تعمير ٿيون.

وڏا وڏا ٺيڪيدار مستري صاحب کان صلاح وٺندا هئا. ١٩٦٢ع
جي شروعات ۾ ١١٠ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين.
سندس وڏو پٽ تاج محمد خان رٽائرڊ سب ڊويزنل آفيسر آهي
۽ سندس جايون سکر ريلوي اسٽيشن جي ڦاٽڪ جي لڳ آهن.
تاج محمد خان به فن عمارت سازي جو ماهر آهي.

## ميمڻ

ميمڻ معنيٰ "مومن". ميمڻ قوم جا ٽي طبقا آهن: (١)
هالاري (٢) اوڪائي (٣) ڪڇي. انهن مان سکر نئين جي بنياد
پوڻ وقت پهرين ڪابل جي ويڙهه ١٨٣٨ع ۾ ڪڇي ميمڻ
ڪمسريٽ جا ٺيڪا کنيا. اهي پهريان ميمڻ ڪڇي هئا.
تقسيم کان پوءِ ڪاٺياواڙي هالاري ۽ اوڪائي ميمڻن به سکر
کي وطن جوڙيو. اهي وڏا واپاري، رفاه عام جي ڪمن ۾ حصو
وٺندڙ ۽ مخير مومن آهن. هن ڪتاب ۾ اوائلي سکر جي ميمڻن
جو بيان ڏيون ٿا.

### سيٺ جان محمد

سيٺ جان محمد ولد حاجي محمد ذڪريا سکر جو اوائلي
وڏو ٺيڪيدار هو، جنهن بمبئي بئنڪ واري عمارت، پوليس
سپرنٽينڊنٽ جي آفيس، انڪم ٽيڪس آفيس، عبدالرشيد باغ جي
پٺيان مختيارڪار جي آفيس ۽ پٽر گودي جي پٺيان ريلوي ڦاٽڪ
جي پر وارو بنگلو تعمير ڪرايا ۽ اهي سندن جايون هيون.
تن ڏينهن ۾ سکر ۾ اهي وڏيون جايون هيون.

### سيٺ حاجي جان محمد

سيٺ حاجي جان محمد ولد خميسو جي فريئر روڊ تي
وڏو شاپ هو. سکر شهر ۾ هي پهرين ديسي شاپ هو،
جنهن تي ولايتي شيون وڪامنديون هيون. شاپ تي گورن ۽
مئڊمن جو هجوم رهندو هو. پيو تہ سيٺ صاحب بمبئي جا

ڇاپيل علمِ دينيات جا ڪتاب به گهرائيندو هو. سيٺ آدم ۽ سيٺ رحمت الله حاجي جان محمد جا ڀائر هئا ۽ ڪيس ۳ پٽ هئا: سيٺ حاجي موسيٰ، سيٺ محمد صالح ۽ سيٺ محمد صديق.

## سيٺ عبدالستار

سيٺ عبدالستار ولد سيٺ آدم صدر خلافت ڪاميٽي سکر هو. ۽ بنا مقابلي ميونسپل ميمبر چونڊيو ويو هو. هن نوجوان سماجي ورڪر ۱۹۲۵ع ۾ وفات ڪئي، سندس جنازي سان هزارين مسلمان شامل هئا. اهو سندس هردلعزيزي جو ثبوت هو. سندس ۳ پٽ عبدالڪريم، عبدالرحيم ۽ عبداللطيف ڪراچي ۾ رهن ٿا.

## سيٺ حاجي هاشم

سيٺ حاجي هاشم ولد سيٺ رحمت الله هن وقت گرين شاپ جو مالڪ آهي، ونس بيڪري به آهي. سيٺ محمد عثمان ولد سيٺ عبدالرحمان مڇين ڦاسائڻ جي ڪنڍين جو واپاري هو. هينئر سيٺ عبدالرحمان جا ڏهٽا اهو ڌنڌو ڪن ٿا.

## سيٺ حاجي عبدالرحمان

سيٺ حاجي عبدالرحمان ٽارياڻي جنرل مرچنٽ هو، جنهن کي ۳ پٽ هئا: سيٺ حاجي احمد، عبدالله ۽ محمد. سيٺ حاجي احمد وٽ فريئر روڊ تي آلبرٽ پرنٽنگ پريس هئي، جتان روزانه سنڌي آفتاب اخبار ۽ هڪ هفتيوار انگريزي اخبار "مرڪنٽائيل گزٽ" شايع ٿينديون هيون. آفتاب اخبار سکر جي مسلمانن جي پهرين اخبار هئي. سکر جا ميمڻ مخير ۽ سماجي ورڪر هئا، تنهنڪري سندن بيان ڏنو ويو آهي.

## منشي ميان محمود

منشي ميان محمود ولد عبدالرحمان ولد مولوي منشي حامد اصل ڪاٺياواڙي ميمڻ هئا ۽ پوءِ ڪڇ ۾ رهڻ لڳا. منشي پير حامد

جي قبر فولا ڳوٺ جوڙيا (ڪڇ) ۾ آهي. ڪيس بيشمار مريد هئا ۽ مزار تي ساليانو ميلو لڳي ٿو. منشي عبدالرحمان ولد مولانا حامد جو پهريان قاضي جي عهدي تي فائز هو ۽ اتان رٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ حڪومت ڪڇ هن کي حيدرآباد سنڌ ڏانهن مڪو، ڇاڪاڻ جو سرچارلس نيپئر کي هڪ فارسي ڄاڻوءَ جي ضرورت هئي، جو هندستاني ۾ ترجماني ڪري سگهي. ڪيس ۳ پٽ هئا: منشي علي محمد جو ۱۵ ريجمينٽ جو صوبيدار ميجر هو. ٻيو منشي گل محمد جو ڪاردار هو. ٽيون خان بهادر نجم الدين جنهن ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيو. ميان محمود جو ۱۸۳۹ع ۾ ڪڇ جي راءِ ڊيسلجي جي ڏينهن ۾ سنڌ آيو، سندس اولاد حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

منشي ميان محمود پهرين انگريزي دور ۾ ميرپورخاص ۾ پوليٽيڪل منشي ٿي رهيو ۽ بعد ۾ انڊس نيول سروس پاران سکر ۾ ايجنٽ ٿي رهيو ۽ پويان ۲۲ سال سپرنٽينڊنٽ ۽ سيٽلمينٽ کاتي جو اسسٽنٽ آفيسر ٿي رهيو. منشي خاندان مان هي پهريون خاندان جو مدبر هو، جنهن ۱۸۳۹ع کان سکر کي وطن جوڙيو. سال ۱۸۱۱ع ۾ ڪڇ جي شهر انجاد ۾ ڄائو ۽ ۱۸۷۵ع ۾ وفات ڪيائين. عربي، فارسي ۽ اردو جو ڄاڻو هو. سندس ”ديوان محمود“ سندس پٽ خانبهادر پيربخش ۱۸۹۸ع ۾ لاهور مان شايع ڪرايو. سندس ڪلام سنڌي، فارسي، اردو، هندي ۽ سرائڪي زبان ۾ آهي.

## منشي ميان پير بخش

ميان پير بخش ولد ميان محمود ۱۸۵۴ع ۾ ڄائو. سنڌي، فارسي ۽ انگريزي تعليم وٺڻ کان پوءِ پنهنجي قابليت جي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي کي پهتو ۽ ۱۹۰۶ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين. ۱۹۱۴ع ۽ ۱۹۱۸ع ۾ ٻه دفعا بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو سرڪاري ميمبر چونڊيو ويو. رٽائرڊ ڪرڻ کان پوءِ خانبهادر

ميان پير بخش "انجمن اسلام" قائم ڪئي، ضلع مدرسه ۽ عيدگاه انجمن اسلام جا ڪارناما آهن.

۱۹۱۴ع ۾ سکر ميونسپالٽي ۽ لوڪل بورڊ جو ۹ سالن تائين صدر رهيو. خدمت خلق ۽ حڪومت سان ايمانـدار ۽ وفادار رهڻ ڪري حڪومت کيس "ڪمپئينن آف انڊين ايمپائر" (سي-آئي-اي) جو خطاب ڏنو ۽ زمين بہ ڏني. خانبهادر منشي پير بخش کي هندو توڙي مسلمان احترام جي نظر سان ڏسندا هئا. آنرري مئجسٽريٽ بہ هو. هر سال يارهين جي وڏي خيرات ڪندو هو ۽ علمائن کي ڪارائيندو هو. سندس پٽ ميان رسول بخش منشي ۱۸۸۳ع ۾ ڄائو ۽ ۱۹۰۴ع ۾ روينيو کاتـي ۾ ڪلارڪ ٿيو پوءِ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو. ميونسپل ڪائونسل جو بہ ميمبر رهيو ۽ ڪو وقت سکر مسلم ليگ جو صدر رهيو. ۱۹۴۱ع ۾ حڪومت جي گڏيل لوڪل باڊيز جي چونڊن جي مخالفت ڪيائين. ميونسپل جي ميمبري جي زماني ۾ هندو سندس مخالف هئا. وفات ۱۹۴۷ع ۾ ڪيائين. ميان پير بخش جو پيو پٽ ميان نبي بخش انڪم ٽيڪس ڪليڪٽر هو ۽ بيجاپور ۾ رٽائرڊ ٿي سکر پهتو. فريئر روڊ تي رؤف برادرس جو ريڊيو جو دڪان سندس پٽن جو آهي. ۱۹۵۸ع ۾ انقلابي حڪومت ميان نبي بخش کي بنيادي جمهوريت جو ميمبر چونڊيو. راقم جـو دوست آهي. ميان رحيم بخش پهريان سکـر ۾ وڪالت ڪندو هو. پوءِ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. اتان ترقي ڪري سيشن جج ٿيو بعد ۾ چيف ڪورٽ جو جسٽس ٿيو ۽ ۳۱ جولاءِ ۱۹۶۱ع ۾ رٽائرڊ ٿيو.

ميان رحيم بخش ميان پير بخش جـو ننڍو پٽ آهـي. ميان محمد بخش ولد ميان پير بخش زميندار ۱۹۵۶ع ۾ وفات ڪئي. ميان محمود ولد ميان پير بخش سب ڊويزنل آفيسر هينئر رٽائرڊ آهي. ميان پير بخش جو اولاد سکر بندر تي پنهنجن جاين ۾ رهي ٿو. فقط ميان رحيم بخش ڪراچي ۾ رهي ٿو.

## سکر جا لـڪاڻي ميمڻ

### سيٺ اسماعيل

سيٺ محمد اسماعيل لـڪاڻي ميمڻ جو والد سيٺ آدم رالي برادرس ڪمپني طرفان ڇوڙي جي خريداري ڪرڻ لاءِ ۱۹۰۷ع ۾ دلال جي حيثيت سان سکر ۾ ڌنڌو شروع ڪيو.

سيٺ اسماعيل صاحب ڌنڌي ڪرڻ سان گڏ سکر جو مشهور سماجي ورڪر هو. ۱۹۲۲ع کان ۱۹۵۷ع تائين سکر ميونسپالٽي جو ڪائونسلر رهيو. سيٺ اسماعيل سيٺ آدم جي سئوٽ سيٺ حسيني جي دختر سان شادي ڪئي. کيس گهڻو اولاد آهي. هو مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽي جو سرگرم عمل ميمبر هو. ريس ڪورس روڊ تي مسجد جنازه گاه وارو پلاٽ سيٺ اسماعيل جي ڪوشش سان مسلمانن کي مليو. جو هڪڙي هندو ساڌو والاريو هو. سکر جي هندو ويرو مل جي روزانه اخبار ساڌوئن جي فائدي ۾ هئي، ٻي طرف روزانه دعوتِ اسلام ۽ سنڌ زميندار مسلمانن جي مطالبي کي دهرائڻ لـڳيون. آخر جنگ سيٺ اسماعيل کٽي ۽ مسلمانن جنازه نماز مسجد تعمير ڪرائي. سيٺ محمد اسماعيل جو اولاد سمورو برسر روزگار آهي. راقم سان دوستي هئس.

## سکر جا پٺاڻ

### سردار محمد علي خان

سـردار محمد علي خـان ولد امير شير علي خـان ذات محمد زئـي سکر جو پـوليٽيڪل پينشنر ۽ وڏو زميندار هـو. ٻي افغان ويڙهه وقت امير شير علي خان قنڌار جو والي هو، جنهن کي افغان حڪومت سياسي سببن جـي ڪري جلاوطن ڪيو جيڪو ۱۸۹۷ع ۾ ڪمشنر و ينگٽ جي ڏينهن ۾ ڪراچي پهتو ۽ حڪومت سردار شير علي خان کي ۵ هزار رپيا ماهوار

پينشن ۽ رهائش لاءِ ڪراچي ۾ زمين ڏني. ڪيس ٻه پٽ هئا سردار محمد علي خان ۱۹۰۳ع ۾ سکر ۾ ميونسپل ڪان عيدگاه لڳ اولهندي طرف زمين خريد ڪري بنگلو ۽ جايون جوڙائي رهڻ لڳو. حڪومت ڪيس چار سؤ رپيا ماهوار پينشن ۽ ميرپور ماٿيلي ۾ زمين ڏني. سردار محمد علي خان بلند اخلاق، پابند صوم و صلوات ۽ گوشه نشين بزرگ هو. عيد جي موقعن تي شهر جي شرفا کي ضيافتون ڏيندو هو. عبدالمجيد خان، پير ڪرم علي خان، ميان عبدالرحمان، بابو سليمان، پير بخش خان ۽ ماستر حبيب الله سان سندس برادري رستو هوندو هو. سندس وفات ڪان پوءِ سندس پويان سکر واريون جايون بلوچ زميندار صبح صادق ڪوسي کي وڪڻي وياه. سندس ميرپور ماٿيلي واري زمين سندس نائي ايراني پير صبغت الله شاه سنڀاليندو آهي. آغا غلام نبي خان به پوليٽيڪل پينشنر سکر بندر تي رهندو هو.

## خداداد خان

خان بهادر خداداد خان ولد رضا محمد خان ترين پشين جي پٺاڻن مان هو، جو اتان لڏي سکر پراڻي ۾ رهڻ لڳو. ڪيس ٻه پٽ هئا. الله داد خان، جنهن ۱۸۸۸ع ۾ وفات ڪئي. خداداد خان ۱۸۳۸ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم سکر جي ٻر واري ڳوٺ چمن ۾ آخوند الله بخش ڪان حاصل ڪري، جامع خيرالدين شاه جيلاني ۾ داخل ٿيو. انهن ڏينهن ۾ ميجر گولڊسمڊ سنڌي اسڪولن مٿان ”ناظرِ مڪتب“ هو، تنهن خداداد خان جي لياقت ڏسي، ڪيس سرڪاري ملازمت ڏني. ۱۸۵۳ع ۾ شڪارپور جي جوڊيشنل ڊپٽي مئجسٽريٽ جو منشي ٿيو ۽ پنهنجي قابليت جي ڪري ۱۸۵۷ع ۾ ڪمشنر سنڌ جي سيڪريٽريٽ ۾ داخل ٿيو ۽ اتان ترقي ڪري پوليٽيڪل سروس ۾ داخل ٿيو ۽ سرڪاري ڪميشن سان بغداد، دهلي، مڪران ۽ ڪوئيٽا تائين سفر ڪندو رهيو. پهريان خان صاحب جو خطاب مليس ۽

بعد ۾ ١٨٩٣ع ۾ خان بهادر جو خطاب مليس. ازانسواءِ ڏي سؤ ايڪڙ زمين ٻن پيڙهين تائين جاگير مليس. جڏهن ١٩٠٠ع ۾ ڪمشنر سکر ۾ دربار ڪئي هئي، تڏهن ١٨٩٨ع ڌاري ڪمشنر جيمس سنڌ ڇڏڻ وقت خان بهادر ڪي سنڌس علمي لياقتن جي ڪري هڪ نقرئي دستي سان ترار، تمغو ۽ سند ڏيئي جاگير لاءِ سفارش ڪري ڏيو. ١٨٩٦ع ۾ سرڪاري ملازمت کان رٽائرڊ ڪري پنهنجي بنگلي سکر پراڻي ۾ رهڻ لڳو، جتي سندس مسجد آهي. ١٩٠٣ع ۾ وفات ڪيائين ۽ پنهنجي بنگلي جي ڪمپائونڊ ۾ دفنايو ويو. مسجد جو ڪتبو هن طرح آهي:

آن خان بهادر خداداد خان چو ساختہ معبد عجائب
تاريخ لطيف گفت هاتف اللّٰه چہ مسجد عجائب

سکر جي خاڪ پاڪ مان گهڻائي عالم، فاضل، صحافي پيدا ٿيا. خان بهادر بہ مؤرخ هو. تصنيفات جي فهرست هي آهي:

### (١) لب تاريخ

سنڌ جي فارسي ۾ تاريخ آهي جا ١٩٠٠ع ۾ رياض الهند پريس امرتسر مان شايع ٿي. منجهس ڪمشنرن جو بيان ڏنل آهي. هن جو تازو نسخو سنڌي ادبي بورڊ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان تيار ڪرائي شايع ڪرايو آهي.

### (٢) وقائع سير جيسلمير

خان بهادر ١٨٥٩ع ۾ ميجر گولڊ سمڊ سان جيسلمير ويو هو. اهو ڪتاب ١٨٦٧ع ۾ شايع ٿيو.

### (٣) خليج نامه

ايراني نار جو احوال ڏنل آهي. جڏهن ١٨٦١ع ۾ خان بهادر ڪمشنر مينسفيلڊ سان گڏ بغداد ويو هو.

### (٤) مڪران نامه

١٨٦٢ع ۾ خان بهادر ميجر گولڊ سمڊ سان گڏ مڪران ۽ ايران جي حد بندي ڪرڻ ويو هو. ڪتاب ۾ ١٩ صدي

جي حالتن ۽ لس ٻيلي ۽ مڪران جو بيان ڏنل آهي، جو ١٨٦٢ع ۾ شايع ٿيو.

(٥) پل نامه

١٨٨٧-٨٦ع ۾ بمبئي جي گورنر لارڊ ري سکر جي لئنسڊائون پل جو افتتاح ڪرڻ آيو هو. ان موقعي تي بکر جي قلعي ۾ وڏي دربار لڳي هئي. سنڌ، پنجاب ۽ هندستان جا وڏا ماڻهو آيا هئا، مير علي مراد خان به آيو هو. سکر ميونسپل پاران گورنر کي سپاس نامو پيش ڪيو ويو. جلسي ختم ٿيڻ کان پوءِ گورنر ڪوئيٽا، چمن ۽ شالا باغ ڏانهن ويو هو. جلسي جو انتظام خان بهادر ڪيو هو. پل نامه ۾ مفصل بيان ڏنل آهي.

(٦) سياحت نامه

١٨٩٢ع ۾ خان بهادر سرڪاري دوري تي راجڪوٽ، احمد آباد، پونا، اجمير، دهلي ۽ امرتسر ڏانهن ويو هو. مٿين شهرن جو بيان سياحت نامه ۾ ڏنل آهي.

(٧) خيرپور نامه

مير سهراب خان ۽ سندس پٽن مير رستم خان، مير مبارڪ خان ۽ مير علي مراد جي جاگيرن، سياسي حالتن ۽ وفات جو بيان ڏنل آهي، جو ١٨٩٤ع ۾ ڪراچي مان شايع ٿيو.

(٨) سنڌ جي جاگيرداري جي تاريخ

خان بهادر سنڌ جي جاگيرن جي تاريخ مرتب ڪئي، جا ١٨٨٦ع ۾ ”هسٽري آف ايلينيشن اِن دي پراونس آف سنڌ“ جلد ١ ۾ انگريزي ۾ ڏنل آهي.

(٩) سنڌ جا شهر

ڪمشنر مسٽر ميري ويدر جي حڪم سان خان بهادر خداداد خان سنڌ جي ابتدائي ٽن ضلعن ڪراچي، حيدرآباد ۽

شڪارپور جي اهم شهرن ۽ بزرگن جا بيان ۱۸۶۹ع ۾ شايع ڪيا. ڪراچي ضلع جي منگهوپير، لاهوت، دروت، شاه بلاول ۽ حيدرآباد ضلع جي رني ڪوٽ، نصرپور، ٽنڊو فاضل، مخدوم نوح، رحمڪي بازار، اڏيرو لال، شڪارپور ضلع جي خواجه خضر، مناره مير معصوم، قاسم خاني ۽ بکر جا حالات قلمبند ڪيا. هن ڪتاب کي حڪومت سنڌ، سنڌي انگريزي ۾ ترجما ڪرائي سنڌ جي سرڪاري عملدارن ۽ برطانيه جي معززن کي ورهائي ڏنا. انهن ڪتابن کان سواءِ مڪلي نامه ۽ افسوس نامه به آهن. راقم جي ڪتبخاني ۾ فقط لب تاريخ ۽ خيرپور نامه موجود آهن.

## آغا عبدالحميد خان

خان بهادر خداداد خان جو ننڍو پٽ ۽ سکر جو سماجي ورڪر ۽ ليڊر هو. ابتدائي تعليم سکر ۾ حاصل ڪري ڪراچي جي سنڌ مدرسي اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ ۱۹۰۳ع ۾ انگلنڊ ڏانهن ويو ۽ اتي جي سينٽ پال اسڪول ۽ ڊائوننگ ڪاليج ۾ داخلا ورتي، مڊل ٽيمپل جو ميمبر ٿيو ۽ بئريسٽري لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو، پر پوءِ ڪن مجبورين جي ڪري ۱۹۱۲ع ۾ سکر موٽيو. سکر جي پبلڪ لائيف ۾ ميونسپل ڪاميٽيءَ جو ميمبر ٿيو. وائيس پريزيڊنٽ ۽ مختلف ڪاميٽين جو چيئرمن رهيو. صحت ۽ صفائي ڪاميٽي جي چيئرمن جي حيثيت ۾ هن ۳ اسپتالون جاري ڪرايون جن مان غريب‌آباد اسپتال تي عبدالحميد خان اسپتال نالو رکيو ويو. هينئر اهو نالو غائب آهي. ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو به وائيس پريزيڊنٽ رهيو. سکر شهر جي رفاه عام ڪمن ۾ سندس وڏو حصو هو. ۱۹۲۴ع ۾ سنڌ پاران مرڪزي ليجسليٽو اسيمبلي جو ميمبر ٿيو. انجمن صليب احمر جي پايه وجهندڙن مان هو ۽ بواءِ اسڪائوٽ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. ۱۹۳۶ع ۾ سکر پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ميمبر ۽ پهريرن چيئرمن ٿيو.

١٢ سالن تائين آنرري مئجسٽريٽن جي بينچ جو چيئرمن رهيو. سنڌي، آغا عبدالحميد خان کي احترام جي نظر سان ڏسندا هئا. راقم سان سندس دوستي هئي ۽ اڪثر خسخانه تي اچي ملاقات ڪندو هو. خوش اخلاق ۽ ملنسار هو. ڊسمبر ١٩٦٠ع ۾ وفات ڪيائين.

## بابر پٺاڻ

### آغا عطا محمد خان

ميجر آغا عطا محمد خان جو والد آغا جان محمد خان ايم-پي-اي سلطان ڪوٽ جي بابر دراني پٺاڻ زميندارن مان آهن. جان محمد خان ١٩٢٠ع ۾ تعلقه لوڪل بورڊ جو صدر هو ۽ ١٩٢٦ع کان ١٩٣٢ع تائين بمبئي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. سنڌ جي بمبئي کان علحدگي بعد سنڌ اڊوائيزري ڪاميٽي جو ميمبر رهيو. آغا جان محمد خان پراڻي وضع قطع جو بزرگ هو. خان بهادر کي سکر شهر پسند هو. اهڙي ڪري ١٩٢٩ع ۾ پارسي ڪالوني سکر ۾ هڪ عاليشان بنگلو تعمير ڪرايائين. خان بهار آغا جان محمد ١٩٣٨ع ۾ وفات ڪيي. پٺس ميجر آغا عطا محمد خان انجمن صليب احمر ۽ ٻين ڪيترن رفاه عام جي ڪاميٽين جو ميمبر آهي. سکر پراڻي ڏانهن ويندڙ رستي تي "شالامار" سئنيما، جا سکر جي بهترين سئنيما آهي، سندس ملڪيت آهي.

### آغا نظام‌الدين خان

خان بهادر آغا نظام‌الدين خان ولد آغا سيف‌الدين خان وڏو زميندار آهي. آغا سيف‌الدين خان ١٩١٩ع ۾ وفات ڪئي. ١٩٤٠ع ۾ آغا نظام‌الدين کي حڪومت پاران خان بهادري جو خطاب مليو ۽ ١٨٩٥ع ۾ تولد ٿيو. ١٩٤٥ع ۾ پارسي ڪالوني ۾ عظيم‌الشان بنگلو تعمير ڪرائي رهڻ لڳو. هو ڪيترا دفعا سکر ميونسپالٽي جو وائيس پريزيڊنٽ رهيو.

راقم جو هم مکتب دوست آهي. هر سال باقاعده محتاجن ۽ بيواه زالن کي زکوات ڏئي ٿو. آغا صاحب کي ٣ پٽ آهن. آغا نجم الدين سکر ۾ وڪيل ۽ سماجي ورڪر آهي، آغا آصف علي خان ولايت پاس بئريسٽر آهي. آغا فخرالدين ولايت ۾ بئريسٽري پڙهي ٿو. آغا نظام الدين خان وڏو مهمان نواز آهي.

## بارڪزئي پٺاڻ

### آغا در محمد خان

آغا در محمد خان بارڪزئي دراني، جنهن جي اوطاق ڪوئينس روڊ تي آهي، ڳڙهي ياسين جو وڏو زميندار هو. در محمد خان جو ڏاڏو خان صاحب الله بخش خان ۽ عبدالڪبير خان پاڻ ۾ ڀائر هئا. الله بخش کي به پٽ عبدالمجيد خان ۽ عبدالحميد خان هئا. آغا در محمد خان جو پٽ ۽ عبدالحميد خان لاولد هو. عبدالڪبير خان کي شمس الدين خان پٽ هو، جو لوڪل بورڊ ڊسٽرڪٽ جو ميمبر هو. کيس ٻه پٽ آغا بدرالدين ۽ آغا صدرالدين آهن.

### آغا بدرالدين خان

آغا بدرالدين بدر عالم وٽ ڳڙهي ياسين ۾ وڏو ڪتبخانو آهي ۽ پاڻ علم ۽ ادب جو شيدائي آهي. سندس دسترخوان وسيع آهي. هن صاحب ١٩٤٥ع ۾ ڳڙهي ياسين مان "آشيانهٔ ادب" ماهوار رسالو جاري ڪيو ۽ ١٩٣٧ع ۾ هفتيوار اخبار "پيغام-صلح" جاري ڪيائين جا ١٩٤٧ع تائين جاري رهي. آغا بدر عالم مسلم ليگ کي زور وٺرائڻ لاءِ سکر مان روزانه اخبار انقلاب ٤٥-١٩٤٨ع ۾ جاري ڪرائي جا مقبول رهي پر ٻه دفعا حڪومت طرفان مٿس بندش پئي. آغا بدر عالم ڪو وقت سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر رهيو ۽ ون يونٽ خلاف چڱو ڀرو ورتائين. سندس ٻه ڪتاب "مسافر حجاز" ۽ "تحفتہ الطاهرين" مشهور آهن. پوئين ڪتاب ۾ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي جيڪي بزرگ مدفن آهن تن جو مختصر احوال فارسيءَ ۾ ڏنل آهي.

## آغا تاج محمد

باگڙجي جي ترين قبيلي جو فرد، جنهن سکر گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ تعليم ورتي. پهريان، رياست خيرپور جي ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن جي عهدي تي رهيو سندس تعليم بي - اي، بي - ٽي تائين هئي. سنڌ يونيورسٽي قائم ٿيڻ کان پوءِ رجسٽرار مقرر ٿيو ۽ ۱۹۵۹ع ۾ وفات تائين انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. آمريڪا تائين مسافري ڪئي هئائين. سندس ڪوشش سان لطيف ڪاميٽي قائم ٿي، جنهن جو چيئرمن سيد ميران محمد شاه صاحب آهي. هر سال ڪاميٽيءَ پاران ڀٽ شاه تي ادبي ڪانفرنس منعقد ٿيندي آهي ۽ شاه عبداللطيف جي علم ۽ فڪر متعلق هر سال هڪ رسالو شايع ٿيندو آهي. آغا تاج محمد جو پٽ آغا شهاب الدين ايم - اي آهي.

## قزلباش پٺاڻ

### آغا خدا داد خان

آغا خدا داد خان قزلباش افغان سکر جو وڏو واپاري واري تڙ تي رهندو هو. غريب آباد ۾ وٽس گهٽيون جايون هيون ۽ نئين ڳوٺ جي اتر ۾ سندس ميويدار باغ هو، جنهن جا نشان به مٽجي ويا آهن.

### آغا غلام علي خان

آغا غلام علي خان ولد آغا خدا داد خان به واپار ڪندو هو ۽ فن حڪمت جو به ماهر هو ۽ آنربل سر غلام حسين جي همشيره سان شادي ڪيائين. کيس ٽي پٽ ڄاوا: حسين علي خان، حسن علي خان ۽ جعفر علي خان. خدا داد خان ۱۹۱۵ع ۾ وفات ڪئي.

### آغا حسين علي خان

درويش قسم جو ماڻهو هو، ڪربلا معليٰ ۽ نجف اشرف جي زيارت ڪئي هئائين. ۱۹۵۵ع ۾ وفات ڪيائين.

## آغا حسن علي خان

جنوري ۱۸۹۸ع ۾ تولد ٿيو. بمبئي يونيورسٽي مان بي۔اي، ايل۔ايل۔بي پاس ڪرڻ کان پوءِ ۱۹۱۶ع ۾ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو. ۱۹۲۰ع ۾ مٿئون عهدو ڇڏي سکر ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ ۱۹۲۳ع ۾ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو ۽ ۱۹۳۱ع ۾ ايڊيشنل سيشن جج مقرر ٿيو. ۱۹۳۷ع ۾ سيشن جج ۽ ۱۹۴۳ع ۾ ايڊووڪيٽ جنرل ٿيو. بعد ۾ چيف ڪورٽ ڪراچي جو جسٽس مقرر ٿيو، جتان ۱۹۵۵ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين. آغا صاحب ۽ سندس ننڍي ڀاءُ آغا جعفر علي خان، خانبهادر عبدالعليم برٽش وائيس قونصلر مقيم مشهد جي ٻن نياڻين مان شاديون ڪيون، جن مان ڪين اولاد ٿيو.

آغا حسن علي خان جي ڪوشش سان سکر ۾ امام بارگاه تعمير ٿي. آغا صاحب کي ڇهه پٽ آهن، سندن نالا هيٺ ڏجن ٿا:

آغا غلام علي — ۱۹۴۸ع ۾ سکر ۾ وڪالت شروع ڪئي ۽ اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر آهي.

آغا امداد علي خان — پهريان ڪراچي ۾ وڪالت شروع ڪئي هينئر جيڪب آباد ۾ سيشن جج آهي.

آغا خادم علي خان — وليج ڊولپمينٽ کاتي ۾ عملدار آهي.

آغا ارشاد علي خان — پاڪستان هوائي کاتي ۾ پائيلٽ آهي ۽ آمريڪا ۾ تعليم ورتل آهي.

آغا رضا علي خان ۽ آغا اسد علي خان ڪاليج ۾ تعليم وٺن ٿا.

## آغا جعفر علي خان

آغا جعفر علي خان ولد آغا غلام علي خان پهريان ايڪسائيز سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو، پوءِ وائيسريگل ڪميشن معرفت فوج ۾ سيڪنڊ ليفٽيننٽ مقرر ٿيو. ٻي عالمگير جنگ ۾ ڪپتان جي عهدي تي ڪونٽيا ۾ موومينٽ آفيسر ٿي رهيو. جنگ جي خاتمي کان پوءِ

ڊائريڪٽر ايڪسائيز ۽ ٽئڪسيشن مقرر ٿيو. ۱۹۶۰ع ۾ رٽائرڊ ٿي ڪراچي ۾ رهي ٿو. ڪيس ۾ پٽ آهن.

## قريشي

### ميان نعمت الله قريشي

سنڌ جو قومي ڪارڪن ميان نعمت الله قريشي سکر جو سماجي ورڪر، مسلم ليگ جو وائيس پريزيڊنٽ، مسجد منزلگاه ريسٽوريشن ڪاميٽي جو سرگرم عمل رڪن جو شمار سنڌ جي سياسي ليڊرن ۾ آهي ۽ اهڙين خدمتن جي ڪري ڪيس جيل ڀوڳڻو پيو. ميان نعمت الله صحافي به آهي. دعوت اسلام ڪي ۾ دفعا روزانو ڪڍڻو پيو ۽ هندو اخبارن کي دعوتِ اسلام ذريعي دندان شڪن جواب ڏيندو رهيو. وٽس ٽائيلس فئڪٽري آهي. ۱۹۶۲ع ۾ مارشل لا لهڻ کان پوءِ سکر ۾ پهريون سياسي جلسو سندس زير صدارت ٿيو.

### ڊاڪٽر محمد يامين

مرحوم ڊاڪٽر محمد يامين سکر جو قومي پبلڪ خدمتگار هو. سندس وڏا شاهجهان جي ڏينهن ۾ مڪه کان هند ۾ پهتا ۽ جالنڌر ۾ مستقل سکونت اختيار ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب ۱۹۱۲ع ۾ هجرت ڪري سکر کي وطن بنائي رهڻ لڳو ۽ دندان سازي جو ڪاروبار ڪندو هو. سندس دڪان فريئر روڊ تي هو ۽ هي پهريون دندان ساز ڊاڪٽر هو، جنهن سکر ۾ دندان سازي جو دڪان کوليو ۽ فڪر معاش کان آزاد هو. ۱۹۲۲ع ۾ خلافت تحريڪ ۾ شريڪ ٿيو. تنهن کان پوءِ آريا سماج جي شڌي ۽ سنگهٽن تحريڪ خلاف ڊاڪٽر صاحب ”انجمن تبليغ اسلام“ جاري ڪئي ۽ مولانا تاج محمود امروٽي صاحب، شيخ عبدالمجيد صاحب ۽ سيٺ عبدالله هارون سندس ساراهه ڪرڻ لڳا. ۱۹۲۷ع ۾ تبليغ ڪانفرنس ڪوٺائڻ جي ڊاڪٽر صاحب رٿ ڏني هئي. ۱۹۲۸ع ۾ پنهنجي پريس مان

اخبار دعوتِ اسلام جاري ڪيائون، جا آزادي سان پنهنجو پارٽ ادا ڪرڻ لڳي. وري جڏهن پير صاحب پاڳاري تي حڪومت سکر ۾ ڪيس هلايو، پير صاحب پاران مسٽر محمد علي جناح، مسٽر صاحب سنگهه ۽ مسٽر احمد علي وڪيل هئا تہ اهڙي اهم موقعي تي ڊاڪٽر يامين اخبار دعوتِ اسلام کي هفتيوار مان ڦيرائي روزانہ ڪيو ۽ هن ڪم ۾ ميان نعمت الله قريشي ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي قومي ڪم ڪرڻ لڳو. سنڌ جدائي واري تحريڪ ۾ دعوتِ اسلام پنهنجي فرض کي ڪاميابي سان ادا ڪيو. ۱۹۳۹ع ۾ ڊاڪٽر صاحب نہ صرف مسجد منزلگاه واري تحريڪ ۾ انجمنِ اتحاد ملت جو ميمبر ٿي رهيو، پر دعوتِ اسلام کي ٻيو دفعو پنهنجي سر روزانو ڪيائين ۽ حڪومت بغاوت جي ڏوهہ ۾ کيس ٻين ليڊرن سان گڏ جيل جي سزا ڏني. آزاد ٿيڻ کان پوءِ حڪومت هڪڙي مضمون شايع ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ڊاڪٽر صاحب کي هڪ سال قيد جي سزا ڏني، جنهنڪري سندس صحت تي گهڻو اثر پيو. اهڙي حالت ۾ ۱۹۵۸ع ۾ حج تي اسريا ۽ حج جي ٻئي ڏينهن مڪه معظم ۾ جان، جان آفرين جي سپرد ڪيائون ۽ اتي جي خاڪ کين نصيب ٿي. دعوتِ اسلام سنڌ جي صحافت ۾ چڱو نالو ڪييو ۽ دعوتِ اسلام پريس سکر، پير صاحب پاڳاري جي سموري ڪيس جي ڪارروائي کي ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو.

قيام پاڪستان کان پوءِ پهريون دفعو سکر جي مسلمانن ڊاڪٽر محمد يامين جي ورسي ميونسپل هال سکر ۾ زيرِصدارت راقم ملهائي. ميان نعمت الله قريشي ۽ راقم ڊاڪٽر مرحوم جي ڪارنامن تي ليڪچر ڏنا ۽ شاعر فيض بخشاپوري شعر پڙهيو. مرحوم ڊاڪٽر محمد يامين کي گهڻوئي اولاد آهي. وڏو پٽ ڊاڪٽر عبدالعزيز والد جي دڪان کي هلائي ٿو، قومي خدمت جو ولولو رکندڙ آهي. ٻيو پٽ مسٽر رشيد اختر ائڊووڪيٽ

سکر جو مشهور وڪيل آهي. ڪيس هاءِ ڪورٽ ۽ سپريم ڪورٽ تائين ڪيس هلائڻ جي اختياري آهي. انقلابي حڪومت جي مارشل لا دور ۾ اوٽ ڪمشنر به رهيو.

## مولانا غلام سرور انصاري

مولانا غلام سرور انصاري ڊيلر ماسٽر ويئل پنجاب جو سکر جي سرگرم قومي خدمتڪارن ۾ شمار ٿئي ٿو مسجد منزلگاه ريسٽوريشن ڪاميٽي جو ميمبر رهيو. حڪومت جن مسلمان مجاهدن تي بغاوت جو ڏوهه مڙهي مٿن ڪيس داخل ڪيو، تنهن فهرست ۾ مولانا غلام سرور جو نالو هو، جو ان وقت روپوش ٿي ويو ۽ سيٺ عبدالله هارون سندس پارڻ پچن لاءِ ڪجهه وقت ماهوار وظيفو گذر سفر لاءِ مقرر ڪيو هو. اهڙين مصيبتن کي سهندي مسلمان فتحمند ٿيا ۽ مولانا غلام سرور وطن سکر موٽي آيو. قيام پاڪستان کان پوءِ غلام سرور صاحب ۽ راقم مدرسه بورڊ تي ميمبر چونڊجي ويا ۽ مدرسه جي مسجد شريف کي مولانا غلام سرور چندا گڏ ڪري نئين سر تعمير ڪرائي سينگاري منجهس پيش امام به مقرر ڪيو.

## شيخ

## بابو محمد سليمان

بابو محمد سليمان سکر جي مشهور ليڊر جو والد نو مسلم شيخ جان محمد ڪراچي سولجر بازار ۾ فوج جي راشن اسٽور ۾ ملازم هو ۽ اتي ئي مولوي تاج محمد مقيم گهوٽڪي جي همٿ تي اسلام قبول ڪيائين جو سولجر بازار مسجد ۾ پيش امام هو. شيخ محمد سليمان سندس والد جي اسلام آڻڻ کان پوءِ تولد ٿيو ۽ سندس والده ننڍي جمار ۾ فوت ٿي وئي، جنهنڪري هن جي تربيت پنهنجي والد جي آغوش ۾ ۽ تعليم مولوي تاج محمد صاحب وٽ ٿي. ابتدا ۾ پارسي، عربي تعليم حاصل ڪري ان کان پوءِ ڪراچي جي مشن اسڪول ۾

۴ درجا انگريزي پڙهي ڏسپال ڪاتي ۾ ملازمت ڪيائين ۽
بوشهر، مسقط ۾ پوسٽ ماسٽر رهيو. اتان نوڪري ڇڏي
ايران هليو ويو، جتي فارسي ۽ انگريزي جو مترجم مقرر ٿيو.
ڪن سالن گذرڻ کان پوءِ اتان واپس اچي ڪوئٽي ۾ ريلوي
ڪلارڪ مقرر ٿيو، جتان ترقي ڪري سکر ريلوي اسٽور ۾
اسٽور ڪيپر مقرر ٿيو ۽ وري ڪوئيٽا جي ريلوي آفيس ۾
هيڊ ڪلارڪي تي پهتو، پر ستت ئي نوڪري ڇڏي ڪن
پائيوارن سان گڏجي پريس خريد ڪري سکر ۾ قائم ڪئي ۽
اُن جي شاخ ڪوئيٽا ۾ ڪڍي وئي. شيخ محمد سليمان
ڪوئيٽا مان ”بلوچستان گزٽ“ نالي اخبار جاري ڪئي، مگر
پوءِ ۱۸۹۳ع ۾ پائيوارن کان جدا ٿي پريس تي مڪمل قبضو
ڪيائين. ۱۸۹۵ع ۾ سکر ۾ سخت پليگ پئي، جنهن ۾ هزارين
ماڻهو مئا ۽ شهر ويران ٿي ويو، مگر شيخ محمد سليمان وڏي
همت سان شهرين جي خدمت ڪندو رهيو ۽ لاوارثن جي
ڪفن دفن ۽ رهيل ماڻهن کي راشن وغيره پهچائڻ جو سمورو
ڪم پنهنجي سر ڪندو رهيو. انهن خدمتن جي ڪري
سکر شهر جي مسلمانن هن کي پنهنجو ليڊر تسليم ڪيو.
۱۹۰۰ع ۾ مسلمانن هڪ فند گڏ ڪيو هو، جو نجم الدين
فند سان مشهور آهي، هن ارادي سان ته حيدرآباد ۾ ”مسلم هال“،
”لا ڪلاس“ ۽ اخبار جاري ڪئي وڃي. اخبار جي ادارت
۽ قانوني خدمات لاءِ مسٽر علي محمد دهلوي (بعد سر علي محمد
وزير حڪومت بمبئي) کي گهرايو ويو، مگر اڳتي هلي فند گڏ
ڪندڙن جو پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيو ۽ معاملو ڪورٽ تائين ويو.
ان وچ ۾ سردار محمد يعقوب خان، جو مٿين فند جو باني هو،
شيخ محمد سليمان کي گهرائي، چيو ته جيستائين ڪورٽ
جو فيصلو ٿئي، تيستائين اوهان سنڌ جي مسلمانن لاءِ اخبار
جاري ڪريو. سردار صاحب جي صلاح وٺي شيخ صاحب سنڌي
۽ انگريزي ۾ سکر مان ”الحق“ اخبار جاري ڪئي، جنهن جي

انگريزي حصي جي ايڊيٽري مسٽر علي محمد بار ائٽ لا ڪندو رهيو. ١٩٠١ع ۾ الحق کي سکر کان حيدرآباد آندو ويو. مگر پوءِ ١٩٠٧ع ۾ پريس وري واپس سکر آندي وئي. شيخ محمد سليمان سکر ۾ رهي جيڪي مسلمانن جون خدمتون ڪيون، تن مان ڊسٽرڪٽ بورڊنگ هائوس، مدرسته الاسلام ۽ "انجمن اسلام" قائم ڪرڻ نمايان خدمتون آهن. هو انهن جماعتن جي وفات جي دم تائين سيڪريٽري رهيو ۽ سنجيدگي سان خدمت ڪندو رهيو. سکر جي عيدگاه اڄ ڪلهه پنهنجي گلريزي ڪري "گلشن عيدگاه" سڏجي ٿي ۽ سندس هميشه قائم رهڻ واري يادگار آهي. هي مسلمانن جو خادم بزرگ انهيءَ وقت تائين قوم جي خدمت ادا ڪندي، ٨- جون ١٩٠٨ع ۾ وفات ڪري ويو ۽ سکر جي شيخ شينهن جي قبرستان ۾ دفن ٿيو. ڪيس ٣ پٽ هئا، جن مان شيخ عبدالعزيز ۽ شيخ عبدالحڪيم مالڪ اخبار الحق وفات ڪري ويا، ڊاڪٽر شيخ عبدالباقي ڊپٽي ڇام ائگريڪلچر کاتي جو وڏو عملدار آهي. شيخ محمد سليمان شڪل شبيه ۾ رعبدار هو ۽ سندس شخصيت پيشانيءَ مان پڌري هئي.

## ماستر حبيب الله

شيخ حبيب الله ولد شيخ ملان عبدالله بکري ١٨٦٢ع ۾ سکر پراڻي ۾ ڄائو. ماستر صاحب جا وڏا هندو خيرپور رياست جا رهاڪو هئا. هن خاندان جي جداعلى ليلارام اسلام اختيار ڪيو ۽ سندس اسلامي نالو ڏاتر ڏنو هو، جو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ننڍي عهدي تي مامور هو. ملان عبدالله سندس چوٿين پيڙهي مان هو. ماستر حبيب الله صاحب ابتدائي تعليم فارسي ۽ عربي ۾ شاه خيرالدين گيلاني رح جي مڪتب جامع مسجد ۾ ورتي. بعد ۾ سرڪاري سنڌي اسڪول نئين سکر ۾ داخل ٿيو. هتان فارغ ٿي سکر جي وڏي بزرگ مولانا عبدالرحمان

کان تعليم وٺي سکر مين اسڪول ۾ سنڌي ماستر ٿيو ۽ ترقي ڪري هيڊ ماستر ٿيو. ٩٥-١٨٩٦ع واري پليگ ۾ خدمت ڪندي ليڊر تسليم ڪيو ويو ۽ شيخ سليمان جو مددگار ٿي رهيو. اخبار الحق کي سڌاري سکر مدرسه جي اسڪيم ۽ عيدگاه جي تعمير لاءِ فنڊ گڏ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ ١٩٣٧ع ۾ وفات تائين عيدگاه جو متولي ٿي رهيو. عيدگاه جي آتر وارو عاليشان دروازو ماستر صاحب پنهنجي خرچ سان تعمير ڪرايو. شيخ حبيب الله مدرسه بورڊ جو ميمبر به هو. ١٩٣٥ع ۾ خان بهادر پير بخش منشي جي وفات کان پوءِ انتظامي ڪاميٽي جو ميمبر ٿيو ۽ بورڊ جو اعزازي آڊيٽر ٿي رهيو. ١٢ سال سکر ميونسپالٽي جو ميمبر ۽ ورهين تائين پرائمري اسڪول بورڊ جو چيئرمن رهيو. ١٩١٩ع ۾ خان بهادر محمد ابراهيم وزير خيرپور "آل انڊيا مسلم ايجوڪيشنل ڪانفرنس" جو اجلاس خيرپور ۾ گهرايو، جنهن ۾ سکر ضلع پاران ماستر حبيب الله نمائندو ڪانفرنس لاءِ نامزد ٿيو. حبيب الله صاحب هندستان جي گهڻن ئي اوليائن جي درگاهن جي زيارت ڪئي هئي. وفات کان اڳ حج به ڪري آيو ۽ زندگيءَ جا پويان ڏينهن گوشه نشين ٿي رهيو. وقت جي بزرگن جهڙوڪ سخي قبول محمد سجاده نشين درگاه سچل سرمست راڻي پور، مولانا عبدالغفور همايوني، پير صاحب پاڳارو ۽ مخدوم صاحب هالا سان سندس تعلقات هئا. ١٩٣٧ع ۾ وفات ڪيائين. پنهنجي قبرستان ۾، جو سکر اسٽيشن جي اتر اوڀر ندي واري ٽڪريءَ تي آهي، سپرد خاڪ ڪيو ويو.

## شيخ عبدالواحد

شيخ عبدالواحد ولد شيخ خدا بخش، شيخ حبيب الله جو ڀائٽيو، راقم جو هم مڪتب، انڪم ٽئڪس کاتي ۾ انسپيڪٽر هو، جتان ١٩٥٢ع ۾ رٽائرڊ ڪيائين ۽ پنهنجون موروثي زمينون سنڀالڻ لڳو. ١٩٥٧ع ۾ وفات ڪيائين.

## عبدالرزاق

شيخ عبدالرزاق ولد عبدالرؤف ولد خدا بخش، سنڌ جو مشهور اديب ۽ شاعر متخلص "راز" ايم-اي سکر پراڻي ميونسپل هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر آهي. هن صاحب عليگڙهه ۾ تعليم ورتي ۽ اتان فارغ ٿيڻ کان پوءِ روزانه الوحيد اخبار جو مئنيجر ۽ هفتيوار ايڊيشن جو هڪ سال تائين ايڊيٽر رهيو. ۱۹۴۸ع ۾ موٽي وطن سکر آيو ۽ ست سال سکر ميونسپالٽي جو چيف آفيسر ٿي رهيو. ازانسواءِ حبيب پبليڪيشن جو سرپرست رهيو ۽ هفتيوار اخبار "رهنما" جو سنگ بنياد رکيائين ۽ سکر ۾ "ادبي انجمن" به قائم ڪيائين. اسلاميه ڪاليج سکر نئين ۾ سنڌيءَ ۽ اسلامي تاريخ جو پروفيسر آهي. سکر جي ادبي حلقن ۾ سندس خاص حصو رهندو اچي ٿو ۽ لطيف ايڪيڊمي جو چيئرمن ۽ مجلس ادب "رائيٽرس گلڊ" جو ميمبر آهي. راز صاحب ڪيترين ڪاميٽين جو ميمبر آهي. راز صاحب مصنف، مورخ، افسانه نويس ۽ شاعر به آهي سندس تصنيفات مان تاريخ سلطنت دهلي، ڊاڪ بنگلو، مارئي کي ديس مين، پيهي منجهه پاتال ۾ شايع ٿيا آهن. تازو ڪتاب انگريزي ۾ سکر قديم ۽ جديد آهي جو ۱۹٦۲ع ۾ شايع ٿيو.

## شيخ شرف الدين

روهڙي جي هڪ هندوءَ جو پٽ آغاز زندگي ۾ اسلام جو عاشق بڻجي پيو ۽ امروٽ جي بزرگن وٽ اچي اسلام اختيار ڪيو. سندس نالو شرف الدين رکيو ويو. شيخ صاحب هندو مذهب کان ايترو باغي ٿيو، جو پنهنجي پيءُ جو نالو آدم لکندو هو. امروٽي بزرگن جي ڪن دهلي جي معتقدن سان گڏجي هو دهلي روانو ٿيو، جتي تعليم حاصل ڪيائين. نهايت زيرڪ نوجوان هو. علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهن دهلي وارن جي سنگت ۾ حرمين شريف روانو ٿيو. نوجواني ۾

ڪيس حج ڪرڻ جي سعادت حاصل ٿي ۽ انهن جي سنگت ۾ دهلي موٽي آيو، جتي شيخ صاحب جي شادي جو بندوبست ٿيو. شادي ڪرڻ کان پوءِ هو وري وطن موٽيو ۽ سکر ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، جتي هن کي پوسٽ ماستر ڪري رکيو ويو. سندس وڏي نياڻي ماسٽر حبيب الله جي گهر ۾ هئي ۽ ٻه نياڻيون هرهڪ روهڙي ۽ شڪارپور جي شيخن ۾ پرڻيل هيون. حاجي صاحب کي پنج پٽ هئا: هڪ عبدالقادر نالي سندس پٽ دهلي ۾ رهندو آيو ۽ سندس وفات ڪراچي ۾ ٿي. ٻيو پٽ شيخ عبدالرحمان روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ هو جنهن جا ٻه پٽ هينئر سکر ۾ واپار ڪندا آهن، سندس ٽيون پٽ شيخ عبدالرحيم هو جو مختيارڪار ٿي رٽائرڊ ڪيائين، سندس وڏو پٽ واپڊا ۾ آفيس سپرنٽينڊنٽ آهي ۽ ٻيو پٽ شيخ عبدالڪريم انگلستان ۾ ٽيڪسيشن ڊپارٽمينٽ ۾ عملدار آهي؛ ٽيون پٽ عبدالقدوس قرآن جو حافظ آهي جو پنهنجي مال املاڪ کي سکر ۾ سنڀاليندو آهي. شيخ شرف الدين جي وصيت موجب ڪيس پنهنجي مرشدن سرهندي بزرگن جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو آهي.

## مستري غلام حسين

آٽو موبائيل انجنيئر الحاج شيخ غلام حسين صاحب جو ڏاڏو پنجاب جو هندو کتري هو، جنهن مولانا عبدالغفور صاحب همايوني جي هٿ تي بيعت ڪري اسلام قبول ڪيو ۽ مولوي صاحب مٿس اسلامي نالو غلام محمد رکيو. حاجي غلام حسين جو والد شيخ مولا بخش ريلوي کاتي ۾ پمپنگ مستري هو. شيخ غلام حسين مڪينڪ جو ڪم سکر جي دکڙي مسک ڪاريگر هربنسنگهه وٽان سکيو، پوءِ پنهنجي اڻٿڪ ڪوشش ۽ قابليت ڪري ترقي ڪندو ويو. هن وقت موٽر سازي جا ٽي ڪارخانا آهن، جن ۾ موٽرن جي مرمت

ڪرڻ ڪان سواءِ موٽرن جا پرزا بہ ٺهندا آهن. ريس ڪورس روڊ تي وڏس پيٽرول پمپ آهي. انهيءَ پمپ لڳ سروس اسٽيشن بہ آهي، انهن ڪارخانن ۾ انگل هڪ سؤ مزور روزي ڪمائين ٿا ۽ ڪم سکن ٿا. ايڊن ڪارخانن ۽ مزورن جي هوندي بہ شيخ غلام حسين ۽ سندس پاڻ حاجي صادق علي مزورن وانگي هٿن سان ڪم ڪندا ۽ ڪارخانن جي نگراني ڪندا آهن. ٻئي پائر سماجي ورڪر ۽ مخير حضرات آهن. سکر ۾ "موتي مسجد" شيخ غلام حسين صاحب جي نہ مٽجندڙ يادگار آهي.

## منشي عبدالله

سکر جي مشهور عريضي نويس شيخ عبدالله ولد مهرو مل هندو بيراڳي ڳوٺ خيرو جمالي جو زميندار هو. پٽس شيخ عبدالله حضرت تاج محمد امروٽي جي دست مبارڪ تي بيعت ڪري اسلام اختيار ڪيو. هندن پير صاحب تي صغير ڪي گم ڪرڻ ۽ ناحق بند جو ڪيس داخل ڪيو ۽ ٻيو هڪ هندو سونارو ڇوڪرو بہ مسلمان ٿيو ۽ هندن ڪيس داخل ڪيو هو پر اسلام جو نشو هيڪر جنهن تي چڙهندو هو مٽجڻ مشڪل هو. شيخ عبدالله ۱۹۶۲ع ۾ سکر ۾ انتقال ڪيو ۽ سوناري ڇوڪري جو نالو شيخ نورالحق هو. جو عربي جو عالم آهي. شيخ عبدالله نوجواني جي زماني ۾ ڪيترا سال ماسٽر حبيب الله جي اوطاق تي رهيو.

## ڊاڪٽر محمد عمر

ڊاڪٽر شيخ محمد عمر سکر جو مشهور سماجي ورڪر ۽ امروٽي بزرگ جو مريد آهي. پهريان جمعيت احرار ۾ شريڪ هو ۽ سکر جو مشهور ڊاڪٽر آهي.

# سرحدي پٺاڻ

## ماسٽر محمد اسحاق

ماسٽر محمد اسحاق صاحب پشوري آخوند فقير محمد ۽ شيخ حبيب الله جو همعصر سکر مين سنڌي اسڪول ۾ ماسٽر ۽ قومي ڪارڪن هو. شيخ محمد سليمان ۽ ماسٽر حبيب الله سان گڏجي ڪم ڪيائين، خاص طرح عيدگاه جي چندي گڏ ڪرڻ ۾ وڏي همت سان ڪم ڪيائين. هي پهريون سنڌي ماسٽر هو، جنهن ڪنڊرگارڊن امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. سکر جي سماجي ورڪر ليڊرن جي فهرست مان محمد اسحاق جو نالو ڪڏبو ته خال رهجي ويندو.

## محمد عمر خان

سندس پائر پهريان پشوري هئا، جن سکر جي چپري بازار ۾ پشوري ناس جا دڪان کوليا هئا. ناس جي ڪاروبار کان پوءِ محمد عمر خان ريلوي ۾ لوڊنگ جو ٺيڪيدار هو. خانبهادر محمد ابراهيم وزير خيرپور جي ڏينهن ۾ رياست خيرپور جي سرڪاري دفترن ۾ گهربل مال پهچائيندو هو. وفات به سکر ۾ ڪيائين ۽ پراڻي سکر جي شيخن جي مقام ۾ دفنايو ويو. ماسٽر حبيب الله، ماسٽر محمد اسحاق، شيخ محمد سليمان ۽ سردار محمد علي سان دوستي هيس.

## محمد عظيم خان

حاجي محمد عظيم خان پشوري سکر ۾ واپار ڪندو هو ۽ وٽس وڏو گدام هو، جنهن مان آمدني هيس.

## عبدالحق خان

عمدة الحڪماء ولد حاجي محمد عظيم خان جو وڪٽوريا مارڪيٽ لڳ حڪمت جو دڪان اٿس. حڪمت جي سند لاهور مان حاصل ڪيائين. حڪيم صاحب جو شمار سکر جي سماجي ورڪرن ۾ آهي ۽ ڪتب فروش به آهي. تجريد بخاري جا جلد مولوي

وفائي صاحب کان سنڌي ۾ ترجمو ڪرائي سنڌين تي احسان ڪيائين.

## راج ولي خان

هزارا کان نڪري پيدل سفر ڪري حج ادا ڪيائين. ديار حبيب کان موٽندي سکر کي ٽالپرن جي دور ۾ وطن جوڙي ويٺو. هو پنجارو هو ۽ دولت ڪمائڻ کان پوءِ خير جا ڪم به ڪرڻ لڳو. ڏڪ روڊ تي جاءِ جوڙائي هڪ مسجد به تعمير ڪرايائين ۽ ٽي جايون غريب آباد ۾ خريد ڪيائين. ۱۹۰۱ع ۾ وفات ڪيائين ۽ پٺيان چار پٽ امام بخش، رسول بخش، پير بخش ۽ حاجي خان ڇڏي ويو. انهن منجهان حاجي خان هن وقت زنده آهي.

## ڪمانگر

سکر پراڻي ۽ سکر نئين جا ڪمانگر شڪارپور کان آيل آهن. سندن ٽي پاڙا آهن گجراتي، لاڙائي ۽ ٽاٽائي. مستري پريل آرائين ۾ ديرو دمايو ۽ مستري پير بخش، مستري احمد ۽ مستري نور حسن اهي اوائلي ڪاريگر هئا، جن سکر پراڻي کي وطن جوڙيو. ڪمانگرن جو چوڻ آهي ته اهي علاؤالدين خلجي جي لشڪر سان سومرن جي صاحبي ۾ سنڌ ۾ آيا، والله اعلم. پر ايترو پتو پوي ٿو ته اهي نول غوري پير جا مريد آهن ۽ ان جي نالي تي منتون (باسون) باسيندا آهن.

## مستري خدا بخش

سکر جي ڪمانگرن مان پهرئين شخص مستري خدا بخش کي سرڪار ڇپري بندر جي گدامن جي مرمت ڪرڻ لاءِ گهرايو هو جو پنهنجن شاگردن سان اچي سکر ۾ ويٺو. اهي ڪمانگر ڪاٺيءَ تي نقاشي ۽ رازي جو ڪم به ڪندا هئا، جڏهن اجا گرڊرن جو رواج ڪونه هو. مستري خدا بخش ۱۹۱۸ع ۾ وفات ڪئي.

## ميان غوث بخش

ميان غوث بخش ولد مستري خدا بخش هن وقت بنيادي جمهوريت جو ميمبر آهي.

## مستري عبدالغفور

ڪمانگر، جيڪي غريب آباد جي ڪمانگرن جي محلي ۾ رهن ٿا، انهن ۾ مستري عبدالغفور چڱو ڪاريگر هو. ڪيس ٻه پٽ هئا. ميان عبدالمجيد جو جواني ۾ گذاري ويو، ننڍي پٽ ميان رسول بخش جو واڍڪو دڪان غريب آباد ۾ آهي.

## پٺا

پٺا سکر جي هڪ قديم قوم آهي، جن جي رهائش سکر جي جهنگلي حصن ۾ هئي. پٺا، جن کي آرائين به چون ٿا ۽ انڊو پاڪ برصغير ۾ پکڙيل آهن ۽ شام، عراق، اردن، يمن ۽ حجاز ۾ به موجود آهن.

آرائين مٿن نالو ان ڪري پيو جو سندن اصل وطن آريها ARRIHA شام ۾ هو ۽ غازي محمد بن قاسم جي لشڪر ۾ جهاد جي شوق ۾ پرتي ٿي ۷۱۲ع ۾ سنڌ فتح ڪيائون. ڪي چون ٿا ته پٺا حضرت سيلم مڪي جي اولاد مان آهن، جنهن مڪه معظمه مان هجرت ڪري مدينه طيبه ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سنڌ ۾ عربي حڪومت جي زوال کان پوءِ پنهنجي اباڻي ڪرت کيتي ڏانهن رجوع ٿيا. هو اصل شام جا رهاڪو آهن، تنهنڪري عباسي حڪومت ۾ پائنجي ٿو معتوب ٿي ويا ۽ پڇي گمنام جاين تي پناه ورتائون. سکر جو ڇپري بندر پٺن جون زمينون هيون. اهڙي ثبوت لاءِ وٽن ٻه يادگارون آهن، (۱) شيخ شينهن آرائين جي قبر، جا سکر شهر واسين لاءِ مشهور زيارت گاه آهي. هن بزرگ متعلق روايتون آهن ته شينهن تي سواري ڪندو هو. ٻي روايت آهي ته هر جمعي رات شينهن اچي پيچ سان آستانه کي جهاڙو گهمائي ويندو هو. بهرحال

شيخ جو لقب شينهن هوندو پر سنڌس نالو ڪو بيو هوندو جنهن ڪان پڻا قطعي بيخبر آهن. بي سکر ۾ پٺن جي يادگار ”ڇپري پٺا مسجد“ جا صرافڪي ۽ شاهي بازار جي وچ ۾ موجود آهي. پراڻن پٺن مان فقط محمد صادق پٺي جو نالو پڌجڻ ۾ اچي ٿو جو زراعت پيشه هو، پوءِ هندو زمينون وڪڻندا ڪپائيندا ويا.

## محمد اسماعيل

محمد اسماعيل پٺو واپاري ۽ زميندار هو. پٺا روڊ تي سنڌس حاطو هو، سنڌس پٽن مان محمد سليمان سپرنٽينڊنٽ انجنيئر پهريون ساڪرو مسلمان هو، جنهن ۱۹۳۴ع ۾ انگلنڊ مان انجنيئرنگ جو امتحان پاس ڪيو، بيو پٽ ڊاڪٽر غلام محمد جنهن جي اسپتال پٺا روڊ تي آهي. ۱۹۵۳ع ۾ ميونسپل ڪائونسلر، مسلم ليگ ميمبر ۽ جسٽس آف پيس هو.

## محمد حسن

حاجي فقير محمد حسن خير جي ڪمن ڪري فقير جي لقب سان سڏبو آهي. هو پنهنجي واپار جي ڪمپني جو ايجنٽ آهي، جنهن جون ڪراچي ۽ والس گنج سکر ۾ برانچون آهن جيڪي سنڌس ٻه پٽ هلائيندا آهن. وڏو پٽ محمد صالح سکر ۾ ۽ عبدالغفور ڪراچي ۾. حاجي فقير محمد حسن ڪي شمس آباد ۾ برف شاپ آهي جو سکر ۾ وڏو برف شاپ آهي ۽ منجهس ڪولڊ اسٽوريج به آهي جو خيرپور ڊويزن ۾ پهريون ڪولڊ اسٽوريج آهي، قرآن شريف جي سيپارن جو ترجمو ڪرائي مفت تقسيم ڪندو هو، فقير صاحب وفات ڪري ويو آهي.

## پٺن جا ڪارخانا

سکر ۾ پٺن جا پلٽ ۽ ليٽ جا گهٽائي ڪارخانا آهن، جهڙوڪ (۱) حاجي پير بخش جي بئراج روڊ تي فائونڊري جو

ڪارخانو، جنهن ۾ مشينن جا پرزا جڙن ٿا (٢) مستري رسول بخش جو پٽا روڊ تي ڪارخانو فائونڊري ۽ ليٿ ڪان سواءِ ڪٽر جون مشينون جڙن ٿيون (٣) مستري ڪريم بخش جي شيخ شينهن روڊ تي فائونڊري.

## بادل

حاجي بادل شيخ شينهن جو متولي هو. ڪانئس پوءِ پٽس عبدالله متولي ٿيو هو، سندس وفات کان پوءِ عبدالله جي پوين وٽ سندون نه هئڻ ڪري خانقاه شيخ شينهن اوقاف کاتي جي ماتحت آهي.

## مولوي محمد عظيم

مولوي محمد عظيم صاحب پنو غريب آباد جي اڇي مسجد جو پيش امام، پاڳناڙي جي پٽن مان وڏو عالم ۽ پرهيزگار ٿي گذريو آهي. راقم وٽس ابتدائي تعليم قرآن شريف جي حاصل ڪئي. اها مسجد به پاڳناڙي جي پٽن تعمير ڪرائي هئي، اج ڪلهه جامع مسجد آهي.

## سلواٽا

سکر جا سلواٽا ٻن طبقن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا جيڪي غريب آباد جي اڇي مسجد جي پر ۾ رهن ٿا، سي مارواڙ جي پوڪران شهر جا رهاڪو آهن، هن طبقي مان سلطان دولتمند آهي، جنهن جي سلطان هوٽل اسٽيشن روڊ تي آهي، ليمجي جي جاڙهيءَ تي رهندڙ سلواٽا اڪثر جيسلمير جا رهاڪو آهن. سکر ۾ سندن قدامت لاءِ ٿرپارڪر جي ننگر پارڪر تعلقي جي ڳوٺ پالوا ۾ جيڪا مارئي جي پٿر جي کونڊي پيل آهي اها سکر جي سلواٽن جي ڏهيل چئي وڃي ٿي، سکر جي نرم پٿر وارين ٽڪرين کي ٽڪي روزي ڪمائين ٿا، ڪن وٽ پنهنجون جايون آهن ۽ ڪي مالدار بنجي سرڪاري ٺيڪا کڻندا رهيا.

## مستري محمد عظيم

سلواٽن جي محلي جي هڪڙي گهٽيءَ تي سندس نالو آهي، پهريان سنگتراشي ڪندو هو پوءِ ٺيڪا کڻڻ لڳو. ڪيس نظر محمد اوورسيئر ۽ امام بخش ٻه پٽ هئا.

## مستري رضا محمد

مستري محمد عظيم جو نائي وڏو ٺيڪيدار هو، ڪراچي کان ڪوٽڙي ڊبل ريلوي لائين جو ٺيڪو ڪنيو هئائين. لاولد وفات ڪري ويو.

## حاجي امام بخش

حاجي امام بخش وڏو ٺيڪيدار هو ۽ پوڻ لاءِ وڏي ملڪيت ڇڏي ويو.

## محمد ابراهيم

ولد حاجي امام بخش لئنڊ لارڊ گهڻا سال ميونسپل ڪائونسلر رهيو. مناري هيٺان مارڪيٽ ڏانهن ويندڙ ڏاڪڻ جا ٽڪري ڪاٽي ٺاهي ويئي آهي، سندس رت سان ميونسپل ٺهرائي.

انهن کان سواءِ مستري مولا بخش حال حيات ٺيڪيدار هو. مستري شامو پي- ڊبليو- ڊي کاتي جو ٺيڪيدار هو.

## بروهي

بروهين جا سکر ۾ ٽي قبيلا رهن ٿا- شاهواڻي، محمد شهي ۽ پندواني. سراوان ۽ جهالاوان کان نڪري سنڌ ۾ پهتا ۽ محنت مزوري ڪري گذر سفر ڪندا رهيا، انهن منجهان جن تعليم حاصل ڪئي، سي آسودا ۽ پنهنجن جاين ۾ رهن ٿا ۽ جيڪي علم کان بي بهره آهن، سي ٽڪري مٿان جهوپڙين ۾ رهي مزوري ڪن ٿا.

## شير محمد خان

شير محمد خان ولد داد محمد خان تعليم يافته هئڻ ڪري انجڻ ڊرائيور هو. مزوري جي حالت ۾ سکر جي ليڊرن جهڙوڪ

غـوث علي شاهہ، پيرزاده عبدالرحمان، ماستر شيخ حبيب الله، بابو محمد سليمان، ماستر محمد اسحاق سان سندس دوستي هئي. عيدگاه لاءِ چندو گڏ ڪرڻ وقت هن وڏي رقم سکر انجڻ شيڊ جي مزورن ڪان گڏ ڪئي. ريلوي عملدارن ۾ کيس ڪافي رسوخ هو. سکر انجڻ شيڊ ڪوارٽرن واري مسجد سندس صلاح سان ريلوي عملدارن تعمير ڪرائي، جا اڄ به موجود آهي. کيس چار پٽ هئا: رحيم داد خان (راقم)، غلام محمد خان، غلام نبي خان ۽ لعل محمد خان. کيس هڪ نياڻي هئي جا هن شير محمد خان چانڊيو گارڊ سان پرڻائي هئي. شير محمد خان بروهي ١٩٣۵ع ۾ وفات ڪئي ۽ مرڻ کان اڳ پڻ لاءِ غريب آباد ريس ڪورس روڊ تي جاءِ جوڙائي ويو. غلام محمد خان انجڻ ڊرائيور هو. سندس ہہ پٽ غلام مرتضيٰ خان بنيادي جمهوريت جو ميمبر ۽ داد محمد خان ٺيڪيدار آهي. غلام نبي خان، جڪو جنرل غلام نبي جي نالي سان مشهور هو، گهٽا ورهيہ ميونسپل ڪائونسلر رهيو ۽ لئنڊلارڊ هو. مسلم ليگ جو سرگرم رڪن ۽ ريسٽوريشن ڪاميٽي جو منزل گاه جي سوال وقت ميمبر هو. لئنڊلارڊ دڪاندار هو. کيس ٽي پٽ آهن: امان الله خان، عنايت الله خان ۽ ظفر الله خان. اهي تعليم يافتہ آهن. لعل محمد خان هن وقت مغلپوره ريلوي ورڪشاپ ۾ فورمين آهي ۽ انگلينڊ بہ ويو هو. کيس ڪافي اولاد آهي.

## رحيمداد خان

رحيمداد خان ولد شير محمد خان ١٨٩١ع ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مولوي خدا بخش ابڙي ۽ مولوي محمد عظيم پٽي کان حاصل ڪري ۴ درجا سنڌي ۽ ٦ درجا انگريزي پڙهي، ١٩١٣ع ۾ انجڻ شيڊ روهڙي ۾ ڪلينر ٿيو، ١٩١۴ع ۾ فائرمين، بعد ۾ ٽرئفڪ کاتي ۾ ٽرين ڪلارڪ، يارڊ فورمين، سيڪنڊ گارڊ ۽ پوءِ گارڊ ٿيو. ١٩٣٩ع ۾ ريلوي کاتي کان رٽائرڊ ڪيائين. ١٩۴١ع ۾ خان بهادر الله بخش سومري وزير اعليٰ

سنڌ جي روزاني اخبار "آزاد" جو سب ايڊيٽر مقرر ٿيو. ريلوي ملازمت ڪندي سندس مضمون ستاره سنڌ، توحيد، المنار، الوحيد ۽ سنڌو ۾ شايع ٿيندا رهيا، پر اصلي نالي بدران "مولائي شيدائي" جي نالي سان شايع ٿيندا هئا. اهو نالو مولوي دين محمد وفائي، سيد علي محمد راشدي مٿس رکيو هو. روزاني "آزاد" ڪانگريسي اخبار هئي، تنهنڪري اتان ڇڏي ١٩٤٥ع ۾ روزاني "هلال پاڪستان" حيدرآباد جو ايڊيٽر ٿيو. ١٩٥٠ع ۾ سنڌ يونيورسٽي جو فيلو چونڊيو ويو ۽ پنجن سالن تائين اتي رهيو. ايوبي انقلابي حڪومت ١٩٦٠ع ۾ مولائي شيدائي لاءِ هڪ سئو رپيا ماهوار وظيفو مقرر ڪيو جو هڪ سال کان پوءِ بند ٿي ويو. ١٩٦٢ع ۾ رائيٽرس گلڊ ڪاميٽي سنڌ ريجن جي سفارش سان هن لاءِ وظيفو جاري رهيو. رحيمداد خان مولائي شيدائي سنڌ جو مڃيل اديب، صحافي ۽ پاڪستان پبليڪيشن جي ڪتاب "سنڌي ادب" ۾ محقق لچاٽايل آهي.

**تصنيفات**

(١) مختصر تاريخ بلوچستان - ١٩٤١ع ۾ سکر مان شايع ٿي، جنهن کي علامه ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي، ٽيچرس لائبرري ۽ سيڪنڊري اسڪولن لاءِ منظور ڪيو، حڪومت برٽش بلوچستان کان ٧٠ سؤ روپيا ۽ دربار قلات کان اڍائي سؤ روپيا انعام مليا.

(٢) جنت السنڌ- سنڌ جي تاريخي حوالن سان، جنهن لاءِ کيس هڪ هزار روپيا سنڌي ادبي بورڊ ڏنا ۽ ١٩٥٨ع ۾ شايع ٿي.

(٣) بلوچستان ۾ مهدوي تحريڪ- هي هڪ ڪتابچو آهي جو مهدوي جماعت شهدادپور، ڪراچيءَ مان اردو ۾ شايع ڪرايو.

(٤) فيلو شپ عرصي جا ڪتاب: (١) تاريخ تمدن سنڌ - جا ١٩٥٩ع ۾ سنڌ يونيورسٽي پريس حيدرآباد مان شايع ٿي.

(٢) روضة السنڌ جا تاريخي جاگرافي آهي. (٣) تاريخ هندو پاڪ ڊاڪٽر سي- ڊيويز ريڊر آڪسفورڊ يونيورسٽي جي انگريزيءَ جو سنڌي ترجمو.

(٥) موسوين جي مختصر تاريخ- ميرڪي ساداتن جي ابتدائي تاريخ آهي.

(٦) تاريخ خاصخيلي- خاصخيلين جي مختصر تاريخ آهي، جا حڪيم نور محمد ندوي خاصخيلي لکرائي شايع ڪرائي. مصنف کي پنج سؤ روپيا حڪيم ڏنا.

(٧) سر غلام حسين هدايت الله- خان بهادر نظام الدين پناڻ مصنف کي هڪ سؤ روپيا ڏيئي لکرائي شايع ڪرائي.

(٨) سنڌ جي اقتصادي تاريخ- سرگواسي ڊاڪٽر ايس- بي چبلاڻي ”سنڌ جي اقتصادي تاريخ“ انگريزي ۾ لکي آهي، جنهن کي سراج الحق ايم- اي سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪرائي آهي. ڪتاب ۾ ١٥٩٢ع کان ١٨٤٢ع تائين بيان ڏنل آهي، مولائي جا سوئن جي دڙي کان ١٥٩٢ع تائين لکيل تاريخ تي دستخط موجود آهن.

(٩) مقالات شيدائي- ٤ جلد مولائي شيدائي جا وقت بوقت رسالن ۽ اخبارن ۾ جيڪي مضمون شايع ٿيندا رهيا موجود آهن.

(١٠) سنڌ جا قديم شهر- جلد پهريون دستخط موجود آهن.

(١١) مڪتوبات شيدائي- مولائي شيدائي کي وقت بوقت جيڪي خط مليا سي ”ميخانهٔ مولائي“ جي عنوان سان موجود آهن.

(١٢) سوانح عمري- مولائي جي قلم سان خودنوشته زندگي جي سفر جو بيان آهي.

(١٣) تاريخ سکر- دستخط جي صورت ۾ موجود آهي مسٽر مولائي کي فقط هڪ نياڻي آهي. نرينه اولاد ڪونهي.

## حاجي شير محمد خان

حاجي شير محمد خان چانڊيو، شير محمد خان بروهي جو ناٺي ريلوي کاتي ۾ گارڊ هو. ريلوي کاتي کان رٽائرڊ ٿي

حج ڪري آيو ۽ باقي عمر جا ڏينهن گوشه نشيني ۾ گذاريائين. اسٽيشن روڊ تي جيڪا ريلوي ڪوارٽر وٽ وڏي مسجد آهي، تنهن جو سنگ بنياد حاجي شير محمد خان هٿان رکايو ويو. جامع عربي، جا ۱۹۳۳ع ۾ غريب آباد ۾ قائم ڪئي ويئي، ان ۾ حاجي صاحب چندي جي مدد ڪئي. کيس ٽي پٽ آهن، غلام بخش خان، واحد بخش ۽ حاجي شير محمد خان، هن ۱۹۵۳ع ۾ وفات ڪئي.

### رئيس علي بخش خان

رئيس علي بخش خان زميندار ۽ لئنڊلارڊ ولد حاجي شير محمد خان به ريلوي ۾ گارڊ هو. رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي زمين دادو واري جي سنڀال ڪري ٿو ۽ لاڙڪاڻه ۾ رالي باغ واري هنڌ تي سندس جايون آهن، کيس پنج پٽ ـ محمد اسلم، محمد اڪرم، محمد اشرف، محمد افضل ۽ محمد اصغر آهن. رئيس علي بخش کي سکر ۾ جايون آهن.

### غلام محمد خان

حاجي غلام محمد خان وڏيل چيري ميونسپل ڪائونسلر هو ۽ شخصيت رکندڙ هو. پڻس غلام رسول به ميونسپل ڪائونسلر هو. حاجي غلام محمد خان جو ڀائيجو حاجي رحمت الله خان ريلوي ورڪشاپ ۾ مستري هو.

## دهلوي ۽ پنجابي

### انعام الاهي

اصل دهلي جا رهاڪو هاڻ سکر سندن گهڻي عرصي کان وطن آهي. انعام الاهي صاحب ٺيڪيدار آهي.

### مهر الاهي

مستري حاجي مهر الاهي ريلوي ورڪشاپ ۾ مستري هو. کيس ٦ پٽ آهن: عمر الاهي، محبوب الاهي، مشتاق الاهي، مقبول الاهي، نور الاهي، بخش الاهي. حاجي مهر الاهي صاحب جو موٽ آهي.

## صوفي محمد رفيع

محمد رفيع صاحب رٽائرڊ ڊي-ايس-پي بئراج ۾ رهي ٿو، احمديه تبليغ جو وڏس مرڪز آهي.

## محمد ياسين خان

حاجي مهرالاهي مستري جو پٽ محمد ياسين خان وٽ سائيڪل ريپئرس جو دڪان آهي.

## غلام نبي

غلام نبي زين ساز سيالڪوٽي ڪي سکر جي فريئر روڊ تي زين سازي جو واحد دڪان هو، ڪيس وڏي ڪمائي هئي، هينئر سندس پٽ ڪي شڪارپور روڊ تي زين سازيءَ جو دڪان آهي.

## مستري روڙو

سکر بندر گاڏي حاطي ۾ مستري روڙي پنجابي جو لوهارڪو دڪان هو، دڪان چڱو رنگ ڄمايو، روڙو صاحب محنت ڪري دولتمند بنجي ويو ۽ خير خيرات چڱي ڪندو هو، محتاجن ۽ درويشن کي ڪونه موٽائيندو هو. گاڏي حاطي ۾ سندس جوڙايل مسجد نه مٽجند ڙ يادگار آهي. سندس پويان ٺيڪيدار آهن، سکر جا ڪاسائي جلندري آهن.

# قاضي

## قاضي سومر

سردار علي شاهه جي ڪارخاني لڳ مرحوم قاضي سومر جون جايون آهن، لئنڊ لارڊ هو.

## قاضي غلام دستگير

قاضي غلام دستگير ولد قاضي سومر گهڻن سالن تائين سکر ميونسپالٽي جو ڪائونسلر ۽ سينيٽري ڪاميٽي جو ميمبر هو، لئنڊ لارڊ هو.

## قاضي عبدالخالق

قاضي عبدالخالق صاحب روهڙي جي قاضين جو فرد سکر جو مجذوب پهريان روهڙي ۾ رمضان ٽيلر ماسٽر وٽ درزڪو ڪم سکندو هو. سندس والد پوسٽ ماسٽر هو، جنهن هن کي پڙهائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي پر عبدالخالق پاڻ کي پڄائڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ دفعي ڪو درويش روهڙي شهر ۾ آيو، استاد رمضان ۽ سندس شاگرد عبدالخالق ٻئي درويش جا مريد ٿيا. قاضي صاحب دڪان ڇڏي وعظ واري مسجد روهڙي جي پر ۾ وڃي ويٺو. جڏهن اهو هنڌ ناڙا ڇوڙ ۽ رفع حاجت سان پري ڇڏيائين ۽ ماڻهن سندس ڏيان ڇڪايو، تڏهن اتان اٿي عيدگاه واري ٽڪريءَ تي قاضين جي قبرستان ۾ وڃي ويٺو، جڏهن اهو هنڌ به پري ڇڏيائين، تڏهن سکر وڪٽوريا مارڪيٽ جي ڏکڻ پاسي واري ديوار ٻاهريان چمنداس حلوائي جي دڪان جي سامهون ديوار کي ٽيڪ ڏيئي ويٺو، ڪجهه وقت کان پوءِ مارڪيٽ جي شربت وارن اڳيان ناليءَ تي وڃي ويٺو. بعد ۾ غريب آباد سڪي تلاءَ ۾، جتي شهر جو ڪچرو اڇلائيندا هئا، اتي ويٺو. آخر وزير نالي هڪ ناڙي وال قاضي صاحب کي ڪٺي هڪ چوديواري ۾ بند ڪيو جتي ماڻهو مجذوب کي ڏسڻ ايندا هئا ۽ وزير جي روزي کلي وئي، قاضي صاحب هينئر سفيد ريش پنهنجي آستاني ۾ رهي ٿو ۽ مٿانس ماڻهن جو هروقت هجوم رهي ٿو.

## مڪراني

سکر جا مڪراني بلوچ جيڪي شيخ شينهن جي قبرستان پٺيان مڪراني محلي ۾ رهن ٿا ۽ پنهنجون ٻولين گون اٿن، ۱۹۰۸ع ۾ پشم جي ڌنڌي ۽ واپار ڪرڻ جي ارادي سان سکر اچي ويٺا. آهي اڪثر هوت، لاشاري، درزاده ۽ نقيب ذاتين مان آهن. ۱۹۴۷ع ۾ هندن جي لڏپلاڻ ڪري سندن ڌنڌي ۽ واپار کي نقصان پهتو.

## سيٺ داد محمد خان

سندس پاڻ سيٺ رحمت خان ولد خالق داد خان لاشاري لکاپتي سيٺيون هئا، ونن پشم جا ڪارخانا هئا، جن ۾ مزور مرد ۽ عورتون ڪم ڪندا هئا. ۱۹۴۷ع تائين ڪارخانا قائم رهيا.

## جمعدار

جمعدار داد محمد ڪي شڪارپوري روڊ تي هوٽل ۽ بلڊنگ هئي، ۱۹۳۷ع ۾ وفات ڪيائين، پٽس علي محمد خان ڪراچي ۾ پشم جو ڌنڌو ڪري ٿو. جمعدار محمد، جمعدار الياس، جمعدار محمد عيسيٰ ولد فيروز شاهه پشم جو ڌنڌو ڪندا هئا.

## مولوي احمد

مولوي احمد ۽ سندس پاڻ منشي جان محمد ۽ ڪي پيا عالم، فاضل ۽ پرهيزگار هئا، مولوي احمد ۽ جان محمد جو والد محمد بيت الله خان هو، بندر تي مڪرانين جي مسجد سکر جي مشهور مسجدن مان آهي، جنهن جو خرچ محلي وارن مڪرانين جي چندي مان هلي ٿو. مولوي احمد جو قرآني تعليم جو جيد عالم ۽ مفسر پيش امام هو، هينئر سندس نائي مولوي خير محمد ولد جان محمد پيش امام ۽ مسجد جي نگراني ڪري ٿو. ڪي موٽر ڊرائيوري ۽ ڪي مزوري ڪن ٿا.

# ڀٽي

## حافظ عبدالحميد

ڀٽي راجپوت چندرونسي ڪل مان آهن، جيسلمير جي راولن جي دعويٰ آهي ته پاڻ سري ڪرشن جو اولاد آهن. وري جيڪي مسلمان ٿيا، سي ڀٽي سڏجڻ لڳا. حافظ جان محمد بزرگ عالم هو جنهن المنار سکر مان شايع ڪئي ۽ مدرسو قائم ڪيو. سنڌ ۾ چوٽي آهي ته:-

”سنڌ سمو، ڪاڇو چنو، پٽي جيسلمير“ حافظ عبدالحميد ولد حافظ جان محمد، فاضل جامع عربيه ٽيڙهي ايڊيٽر هفتيوار المنار ۽ مالڪ محمود يه پريس اصل اروڙ جو رهاڪو هو، سکر جو جهونو صحافي ۽ قومي خدمتگار خلافت جي زماني کان خدمت ڪندو اچي ٿو. مسجد منزلگاه واري سوال تي پين مجاهدن سان جيل ڪاٽيو هئائين. حافظ سکر جو وڏو واپاري ۽ ڪتب فروشي به ڪري ٿو. سندس پٽ مسٽر رشيد پٽي ايڊووڪيٽ مزاحيه ناول نويس ۽ سنڌ جو اديب آهي. هن وقت سکر جي اخبارن مان ”المنار“ سڀني کان جهوني آهي.

## مولوي دين محمد وفائي

سکر جي علمائن بلڪ سنڌ جي علمائن ۾ مولوي دين محمد وفائي جو نالو مشهور آهي. سکر جو هي شهر واسي وڏو اديب، محقق، محدث، مفسر ۽ بي مثل صحافي ۽ سياستدان ٿي گذريو آهي. مولانا دين محمد صاحب ٢٧ رمضان ١٣١١ھ ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ نبي آباد تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو خليفو گل محمد هو جو ذات جو پٽي هو. ابتدائي تعليم مولوي صاحب والد وٽ پرائي، اڃا ٩ ورهين جو مس ٿيو ته پيءُ جو سايو سر تان کڄي ويس. پر مادر مشفقه جي ڪوشش سان تعليم کي جاري رکندو آيو. پارسيءَ جي رهيل تعليم پنهنجي عزيز ميان محمد عالم وٽ پوري ڪيائين ۽ عربي تعليم واسطي مولانا فيض عالم جتوئي وٽ ڳوٺ سوني جتوئي تعلقه لاڙڪاڻي ۾ پنجن سالن تائين شاگرد رهيو، پهريان ١٩ ورهين جي عمر ۾ ڪراچي مدرسي ۾ تعليم ڏيندا رهيا. انهيءَ وچ ۾ ڪيس مخدوم حاجي حسن الله پاٽائي جي صحبت مان بيحد فيض حاصل ٿيو. مولانا وفائي جي علمي شهرت کان سنڌ واقف ٿي. سندس پهرين اهليه وفات ڪئي. ١٩١٤ع ۾ ڪراچي چڏي راڻي پور جي جيلاني صاحبزادن جي تعليم ڏيڻ تي مامور ٿيو. ١٩١٦ع ۾ راڻي پور ڇڏي سکر پهتو ۽ ٻي شادي ڪيائين،

جنهن مان اولاد ٿيس. بعد ۾ ٺلاه شريف پهتو، جتي حاجي سيد امام الدين شاه راشدي جي فرزندن کي تعليم ڏيڻ لڳو. انهيءَ زماني ۾ قدوت العارفين پير سيد محمد رشدالله جهنڊي واري کان فيض پرايائين. خلافت تحريڪ شروع ٿيڻ سان مولانا ٺلاه شريف مان نڪري سکر جي اخبار الحق ۾ انگريزن خلاف پروپيگنڊا شروع ڪئي، چيو ته انگريزن ترڪن خلاف هڪ رسالو پاڙيتو ملن کان لکرائي مولوي عبدالحق حقاني دهلوي کان شريف حسين جي فائدي ۾ صحيحون وٺي مهر هڻائي هئي. انهيءَ رسالي جو نالو "تحقيق الخلافت" هو. جنهن جي رد ۾ صدر جميعت العلماء سنڌ مولانا تاج محمود صاحب امروٽي، مولوي وفائي صاحب کان رسالو "اظهار الڪرامت" لکرائي مارچ ۱۹۲۰ع ۾ لاڙڪاڻي جي خلافت ڪانفرنس ۾ مفت ورهايو. هن ڪانفرنس ۾ مولانا ابوالڪلام، مولانا عبدالباري لکنوي ۽ مولانا شوڪت علي شريڪ ٿيا هئا. اظهار الڪرامت شريف حسين جا وکا پڌرا ڪري ڇڏيا. هن تحريڪ ۾ مولانا کي جميعت العلماء جو ناظم مقرر ڪري ڪراچي ۾ رکيو ويو. انهيءَ دور ۾ سنڌي صحافت وجود ۾ آئي ۽ هن ڏس ۾ سکر صوبہ سنڌ ۾ پهريون شهر هو، جنهن ۾ مسلمانن جون ٻہ روزانہ اخبارون نڪرنديون هيون. راڻي پور واري زماني ۾ وفائي صاحب قاديانين جي رد ۾ ماهوار رسالو "صحيفہ قادري" جاري ڪيو هو ۽ ٺلاه واري زماني ۾ "لليڪاشفي" جاري ڪيو، جنهن جو سرپرست پير سيد عبدالغفار راشدي هو. مارچ ۱۹۲۰ع ۾ سيٺ عبدالله هارون ڪراچي مان روزانہ "الوحيد" اخبار جاري ڪري وفائي صاحب کي ايڊيٽر مقرر ڪيو. ۱۹۲۳ع ۾ مولانا هڪ ماهوار ادبي، مذهبي ۽ تاريخي رسالو "توحيد" جاري ڪيو. ۱۹۳٦ع ۾ سنڌ بمبئي کان آزاد ٿي هن موقعي تي مولانا الوحيد جو اسپيشل نمبر شايع ڪيو جو سنڌ س علمي لياقت جو ثبوت آهي. اهڙو نمبر اڳ سنڌ ۾ ڪونہ شايع ٿيو هو.

١٩٢٧ع مولانا وفائي پير سيد حزب الله شاه جي سرپرستي هيٺ سکر مان اخبار "الحزب" جاري ڪئي. ١٩٣٩ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي، سنڌ ۾ "عبدالاهي" تحريڪ شروع ڪئي. مولانا وفائي هن تحريڪ جو ڪارڪن ٿي رهيو. مٿين تحريڪ سان ايتري قدر والهانه محبت هئس، جو ١٩٤٣ع ۾ لاڳيتو ٢٣ سالن جي رشتن ڪي ٽوڙڻو پيس. ڪجهه وقت روزانه آزاد ڪراچي جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

**تصنيفات**

مولانا وفائي هوندءَ ته زندگيءَ جو وڏو عرصو اخباري دنيا ۾ صرف ڪيو. ان هوندي به سندس تصنيفات جي فهرست هن طرح آهي:

(١) تاريخ محمد مصطفيٰ (٢) فاروق اعظم (٣) صديق اڪبر (٤) سيرت عثمان (٥) حيدرِ ڪرار (٦) خاتون جنت (٧) غوث اعظم (٨) نو مسلم هندو راڻيون (٩) راحت الروح تذڪره مخدوم نوح هالائي (١٠) توحيد اسلام ترجمو تقويت ايمان (١١) اعتقاد صحيح (مذهب اهلِ حديث) (١٢) مقصد زندگي (فلسفهء علم نفس) (١٣) الختم علي فم الخصم (رد- قادياني) (١٤) لاجواب تحرير (١٥) قرآني صداقت (١٦) هندو ڌرم ۽ قرباني (رد- آريا هنود) (١٧) العالم الباري ترجمه تجريد بخاري ٥ جلد (١٨) ترجمه فتح الغيب (تصوفِ نامڪمل) (١٩) تذڪره مشاهير سنڌ (٢٠) اظهار الڪرامت (٢١) شاهه جي رسالي جو مطالع (٢٢) لطف لطيف. مولانا وفائي شاعري تي چڱو عبور رکندڙ هو.

١٩٤٢ع ۾ سنڌ سرڪار سنڌي ٻولي جي واڌاري ۽ ادبي ترقي لاءِ جيڪو سنڌي ادبي بورڊ قائم ڪيو، تنهن جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. ٢٢ جمادي الاخر ١٣٦٩هه مطابق ١١ اپريل ١٩٥٠ع ۾ مولانا دين محمد وفات ڪئي ۽ شهيد آدم شاهه

جي قبرستان ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو. راقم سان گهرا تعلقات هئس. دين محمد وفائي صاحب جا ٻه پٽ وڏو شفيع محمد آبڪاري کاتي ۾ انسپيڪٽر آهي ۽ ننڍو علي نواز وفائي ڪجهه وقت ڪراچي مان توحيد کي جاري ڪيو ۽ بعد ۾ هفتيوار آزاد ڪراچي مان جاري ڪيائين جا هن وقت بہ جاري آهي، جنهن ادبي ادارن ۾ چڱي خوشبو پيدا ڪئي آهي.

## چنيوٽي خواجا

سکر جا چنيوٽي شيخ زاده خواجا "مکو" ڪُل جا کتري آهن، جيڪي چهڙي جي واپار سانگي استيشن روڊ تي سکر جي شهر واسين کان زمينون خريد ڪري بلڊنگون جوڙائي چهڙي جو واپار ڪن ٿا. سمورا تعليم يافتہ ۽ مخير واپاري آهن، چنيوٽ جي سر زمين هون ۃ بہ نيڪ نامن جي ڪري مشهور آهي، چنانچہ حڪيم عليم الدين انصاري جو نواب وزير خان جي لقب سان تاريخي شخصيت آهي، ٻيو علامي سعدالله خان جو نواب وزير خان جي لقب سان تاريخن ۾ مشهور آهي، لاهور جي مسجد وزير خان ۽ وزير آباد سندس جوڙايل يادگارون آهن، سندس تعريف مائرالامرا ۾ ڏنل آهي. چنيوٽي شيخ زادن سيٺين مان سيٺ چراغ الدين ۽ سيٺ اميرالدين پاڻ ۾ پڦات ۽ ماروٽ هئا. سندن مورث اعليٰ ميان سلطان کي مهاراجا رنجيت سنگهہ جي دربار ۾ وڏي رسائي هئي. خالصا راج ۾ چنيوٽ ضلع شيخوپوره ۾ هو ۽ هينئر ضلع جهنگ ۾ آهي. ميان سلطان کي خالصا دربار مان جيڪي جاگيرون مليون هيون سي سندس پوين وٽ اڄ تائين موجود آهن، جن جي قيمت لکن روپين جيتري آهي ۽ اڄ مملڪت پاڪستان جي اقتصاديات ۾ سٺ في سيڪڙو چنيوٽين جو حصو آهي. چنيوٽي خواجا پنهنجو کاتو ناگري خط ۾ رکن ٿا.

## سيٺ چراغ الدين

الحاج سيٺ چراغ الدين صاحب جو واپار اعليٰ پيماني تي هلندو هو ۽ ميونسپل ڪائونسلر ۽ آنرري مئجسٽريٽ به هو. پراڻي وضع قطع جو بزرگ هو. نهايت مخير ۽ معقول شخص هو.

## سيٺ امير الدين

الحاج سيٺ اميرالدين صاحب به ميونسپل ڪائونسلر هو ۽ ١٩٣٦ع ۾ ميونسپل جي فيصلي موجب وڪٽوريا مارڪيٽ کان وٺي لوڻ گدام تائين ويندڙ رستي تي حاجي اميرالدين روڊ نالو رکيو ويو هو. سيٺ صاحب قرآن جو حافظ ۽ پابند صوم صلوات هو، سچي عمر فوٽو ڪونه ڪڍايائين. ١٩٥٥ع ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ محمد رفيق صاحب پنهنجي پيءُ جي ڊنڊي کي سنڀاليندڙ آهي.

## محمد صديق

حافظ محمد صديق صاحب سکر جو سماجي ورڪر آهي. ڪيترا سال سکر عيدگاه جي انتظام کي سنڀاليندو رهيو. اڄ به قومي خدمت ڪرڻ سندس شيوه آهي. پاڪستان جي قيام کان پوءِ ميونسپل ڪائونسلر رهيو.

## سيٺ محمد الدين

مٿين سيٺين کان سواءِ چنيوٽي سيٺين مان سيٺ فضل احمد صاحب، سيٺ محمد دين صاحب ۽ سيٺ نور حسين جا نالا به ناقابل فراموش آهن. نوجوان چنيوٽين خواجہ لائبرري قائم ڪئي. ١٩٣٠ع ۾ سکر جي هندو-مسلم فساد وقت ڪيترن هندن چنيوٽي سيٺين وٽ پناه ورتي هئي. اهي مخير سيٺيون وقت بوقت شهر واسي مسلمانن کي مدد ڪندا رهيا. ١٩٣٩ع ۾ مسجد منزلگاه واري موقعي تي جڏهن مسلمانن عيدگاه کي مورچو ٺاهي

ستياگره ڪرڻ لاءِ دستا موڪاڻ لڳا، تڏهن چنيوٽي سيٺين مجاهدن جي خوردنوش لاءِ دل کولي چندا ڏنا هئا.

## منگي

منگي عرب آهن ۽ بنوتميم قبيلي مان آهن. محمد بن قاسم جي لشڪر سان سنڌ ۾ پهتا. وري جڏهن سلطان محمود غزنوي ۱۰۲۵ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ عربن کي سنڌ مان نيڪالي ڏني تڏهن پيشه ور عربن پنهنجا ڌنڌا شروع ڪيا. منگي جراح هئا. اڄ ڪلهه ولايت پاس ڪيل جراحن ۽ ڊاڪٽرن کي فشن ايبل نالي سان سرجن ۽ فزيشن سڏين ٿا. حالانڪ منگين جو به ساڳيو ڌنڌو هو. فرق اهو جو ڊگري يافته جراحن وانگي ڪوٽ سوٽ ڪونه پائيندا هئا.

## محمد اسحاق

الحاج محمد اسحاق منگي اصل شڪارپور جو رهاڪو هو. ۱۸۸۳ع ۾ سکر ضلع جو هيڊ ڪوارٽر ٿيو ته گورا عملدار سکر آيا، تنهنڪري محمد اسحاق صاحب کي پنهنجي ڌنڌي سکر ڇڪي آندو. گورن جي ستوارت ڪرڻ مان کيس ڪافي آمدني هئي. ميان محمد اسحاق جهوني وضع تي پابند هو، پر پنهنجن پٽن کي تعليم ڏيارڻ لڳو.

## عبدالرشيد

ميان عبدالرشيد ولد محمد اسحاق، پوليس کاتي ۾ اڪائونٽنٽ جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو ۽ سول اسپتال سکر لڳ ڪنيار واڙي ۾ بنگلو تعمير ڪيائين. اڄڪلهه شڪارپور ۾ رهي ٿو. سندس پٽ پوليس کاتي ۾ عهدن تي آهن.

## عبدالحق

عبدالحق خان صاحب ولد محمد اسحاق منگي پوليس کاتي ۾ ملازمت اختيار ڪري ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جي عهدي تان رٽائرڊ ڪيائين.

### محمد حنيف

محمد حنيف صاحب منگي سکر ۾ وڪالت ڪري ٿو ۽ سکن جي گرد واري وٽ پنهنجون جايون اٿس.

### صالح محمد

الحاج صالح محمد صاحب منگي غريب آباد ۾ جراحي جو پيشو ڪري ٿو ۽ فن جراحت ۾ مڃيل استاد آهي. اسپتالن مان نا اميد ٿيل ڦٽن ڦرڙين وارا پري ڪان وٽس اچيو شفا حاصل ڪن ٿا. ميان صالح محمد پابند صوم ۽ صلوات آهي. سکر شهر جا وڏا ماڻهو پنهنجن ڇوڪرن جو ڪانئس ختنو ڪرائين ٿا.

### گل حسن

الحاج گل حسن منگي صاحب سکر ضلع مان چونڊيل صوبائي ڪائونسل جو ميمبر ۽ پنهنجي خلق ۽ اخلاص ڪري لاهور اسيمبلي ۾ سنڌين جي حقن لاءِ پوري طرح مطالبا ڪري فرض ادا ڪري ٿو. هن صاحب لاڙڪاڻي ضلع مان لڏي پنهنجي ڀاءُ علي حسن منگي سان گڏ سکر ۾ رهائش اختيار ڪئي.

## مهر

### امير بخش

خان صاحب امير بخش خان مهر زميندار ۽ سکر جي سماجي ورڪرن ۾ شمار ٿئي ٿو ۽ گهڻين ئي ڪاميٽين جو ميمبر آهي، خوش خلق ۽ ملنسار آهي. مير محمد خان سکر ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رهيو ۽ وفات ڪري ويو. سندس ڀاءُ پير بخش خان ليوڪس پارڪ جي سامهون ٽڪري تي رهندو هو. اڳ وڪالت ڪندو هو. هينئر زمينون سنڀاليندو آهي.

### عبدالرسول خان

عبدالرسول خان بيراج ڪالوني ۾ رهندو آهي، وڏو زميندار ۽ اثر رسوخ وارو ماڻهو آهي.

## ايراني

### پير صبغت الله

پير صبغت الله صاحب ايران جو مڃيل عالم ۽ مريدن وارو آهي، پهريان سکر بندر تي رهندو هو ۽ احياء دين جي تبليغ ڪندو رهيو سردار محمد علي خان محمد زئي پولٽيڪل پينشنر ۽ زميندار جي دختر نيڪ اختر سان شادي ڪيائين، پر پوءِ انگريزي حڪومت هن بزرگ کي جاسوسي جي شڪ ۾ فيض آباد (يو - پي) ڏانهن جلاوطن ڪيو. قيام پاڪستان کان پوءِ موٽي سنڌ ڏانهن آيو ۽ حيدرآباد رهي ٿو. سردار محمد علي خان جي ٻارن جي تعليم ۽ ميرپور ماٿيلي واريون زمينون سنڀالي ٿو. سندس خطبن ۾ تاثير آهي.

### عبدالرزاق

عبدالرزاق غفوري ولد عبدالخالق ايراني جي هوٽل جيڪا هن وقت "ڪيفي ايران" سڏجي ٿي، ڪراچي ۽ حيدرآباد جي بهائين سکر ۾ تبليغي مرڪز کولڻ جي ارادي سان ليوڪس پارڪ جي پر ۾ کولي. عبدالرزاق غفوري هوٽل جو مئنيجر آهي. ۱۹۴۷ع ۾ هي هوٽل بهائين کولي. بهائي فرقي جو باني سيد علي محمد بابِ شيرازي پاڻ کي ۲۵ سالن جي عمر ۾ ظهورِ عيسيٰ سڏائڻ لڳو ۽ ۱۸۵۰ع ۾ تبريز جي عالمائن جي فتويٰ سان شهيد ڪيو ويو. اٽڪل ۲۰۰۰۰ ماڻهن، جن بهائي دين اختيار ڪيو هو، جامِ شهادت پيتو. بعد ۾ مرزا حسين علي بهاءالدين جي لقب سان ۱۸۵۲ع ۾ مسيح ثاني يا ظهور حسين جي دعويٰ ڪئي. ليوڪس پارڪ جي اوڀرندي ۾ بهائي جماعت جو تبليغي مرڪز آهي. ايوبي دور ۾ شاهِ ايران به سکر گهمڻ آيو هو.

## بغدادي

### مولوي عبدالرحمان

سکر جي ارد گرد ڪنگري، سوئي، پرچوندي ۽ امروٽ شريف علم ۽ عرفان جا مرڪز هئا، جتان توحيد جي طالبن کي شرابِ معرفت جا لبريز جام ملندا هئا تهڙيءَ طرح ۱۹ صدي جي آخر ۾ حضرت مولانا عبدالرحمان جي وجود مسعود ڪري سکر شهر رحمت ۽ برڪت جو مرڪز بڻجي ويو. مولوي عبدالرحمان صاحب جا وڏا اصل بغداد کان آيا هئا. مولوي صاحب ظاهري ناس وڪڻندو هو پر باطني غيب جي خزانن جون وٽس چاپيون هيون. مولانا حضرت عبدالرحمان صاحب جي تعليم جو پتو ٻن ڪتابن مان پئجي سگهي ٿو:-

(۱) قدوه الواصلين حضرت خواجه محمد حسن صاحب قدس سره ولد عمدة العارفين حضرت خواجه عبدالرحمان صاحب فاروقي مجددي قدس سره جي مقدس نسب جو سلسلو ڏهن واسطن سان حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي سان ملي ٿو، ۽ حضرت امام رباني جو پاڪيزه سلسلو ٻٽيهن پيڙهين سان حضرت فاروق اعظم رضه سان ملي ٿو. حضرت خواجه عبدالرحمان مجددي ۽ سندس پٽ خواجه محمد حسن ٻئي مجاهد بزرگ هئا، خواجه عبدالرحمان مجددي جي وفات جو سال ۱۳۱۵هه ۱۸۹۷ع آهي ۽ سندس مزار ٽکڙ کان ۲ ميل اتر طرف گنجي ٽڪر تي آهي ۽ خواجه محمد حسن جي وفات جو سال ۱۳۶۵هه ۱۹۴۵ع آهي. سندس مزار پنهنجي قبلي گاه جي روضي جي اوپرندي ۾ آهي. خواجه محمد حسن جي شاگردن مان خواجه عبدالله جان مد ظلہ العالي ڪتاب "مونس المخلصين" لکيو، جنهن ۾ پوري تفصيل سان سندس سوانح حيات تي روشني وڌل آهي.

(۲) ڪتاب خواجه محمد حسن مجددي جو لکيل "تذڪرة الصلحا" آهي جنهن ۾ پنهنجي همعصر اهل الله بزرگن

جو ذڪر پوري تشريح سان بيان ڪيل آهي. هي رسالو نهايت قابل قدر ۽ اهڙو مقبول آهي جو اردو ۾ به ان جو ترجمو ڪري صوفي عبدالرحيم صاحب ڪلڪتي واري ڪراچي مان ڇپرائي مفت تقسيم ڪيو. هن رسالي ۾ ان دور جي عربستان، افغانستان، بلوچستان، هندستان ۽ سنڌ جي ڪن قابل ذڪر علما ۽ صلحا جو به ذڪر ڏنل آهي ۽ حضرت عبدالرحمان ساڪرو جو به قدري بيان ڏنل آهي. حضرت عبدالرحمان ساڪرو رحه مشهور عالم، فاضل ۽ ولي ڪامل هو ۽ سنڌن استاد مخدوم محمد صاحب مجذوب سيوهاڻي قلندري رحه هو، جو صاحب جذب هو ۽ ۱۳۱۷هه (۱۸۹۹ع) ۾ وفات ڪيائين. ۱۹ صديءَ جي آخر ۾ سکر ۾ به درسگاهون هيون، جتي ”قال رسول الله“ جو آواز ٻڌجڻ ۾ ايندو هو. پهرين درسگاه سکر پراڻي ۾ جامع خيرالدين گيلاني جي هئي ۽ ٻي سکر شهر جي قلب ۽ جگر ۾ مولانا عبدالرحمان جي جامع مسجد. انهن کان قديم بکر ۾ مخدوم نوح جو مڪتب هو، جو پوءِ انقلاب دهر ڪري منجهي ويو هو. سکر پراڻي ۽ سکر نئين جي مٿين ٻن درسگاهن ۾ فارسي ۽ عربي تعليم شاگردن کي ملندي هئي ۽ ٻئي درسگاهون حڪومت وٽ رجسٽرڊ هيون ۽ هتي جي فارغ التحصيل شاگردن کي سرڪاري دفترن ۾ جلد نوڪري ملندي هئي. ماستر شيخ حبيب الله مولوي عبدالرحمان صاحب جي درسگاه جو شاگرد هو. راقم جو ذاتي تجربو آهي ته ماستر صاحب فارسي اهڙيءَ طرح ڳالهائيندو هو، جڻ سندس گهر جي ٻانهي آهي. مولوي عبدالرحمان صاحب بين المملڪتي شهرت رکندڙ هو. چنانچه بمبئي، حجاز، عراق ۽ شام تائين سندس علميت ۽ برڪتن جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ ايندو هو ۽ انهن ملڪن ۾ سندس معتقدن جو بيحد گهڻو تعداد هو. جيڪي شاگرد يا معتقد مولوي صاحب سان حج ادا ڪرڻ ويندا هئا ۽ اتان موٽندي جهوليون روپين سان ڀري موٽندا هئا.

سال ۹۵-۱۸۹۶ع ۾ سکر شهر ۾ سخت پليگ پئي ماٺهو شهر ڇڏي ڀڄي ويا پر مولوي صاحب وڏي همت سان شهر واسين جي خدمت ڪندا رهيا ۽ لاوارثن جي ڪفن ۽ دفن جو انتظام ڪندا رهيا ڇاڪاڻ ته ماٺهو بيمارن کي گهرن ۾ ڇڏي ٻاهران تالو هڻي ڀڄي ويندا هئا جڏهن مردن جي بدبوءِ اٿندي هئي ته حڪومت قفل ڀڃرائي گهرن جا وسلا ساڙائي ڇڏيندي هئي. انهيءَ پليگ ۾ هن ڪامل بزرگ ۽ ولي الله وفات ڪئي. جنازه کي مسلمانن شيخ شينهن آرائين جي قبرستان ۾ دفنائڻ جو ارادو ڪيو پر ڊاڪٽرن ۽ حڪومت اعتراض آندو. توڙي جو شهر خالي ٿي ويو، پر جنازي سان هزارين مسلمانن جو هجوم هو. نوبت ايتري حد کي پهتي جو پوليس جو اٽالو اچي پهتو ۽ خونريز هنگامه جو امڪان هو مگر سکر جي مخلص ليڊر بابو شيخ محمد سليمان جي تدبير سان معاملو خير ۽ خوبيءَ سان ختم ٿيو. مسلمانن کي ڪليڪٽر شيخ شينهن جي قبرستان ۾ جنازه کي دفنائڻ جي اجازت ڏني.

انا الله و انا اليہ راجعون .

## حضرت عبدالرحمان جي همعصر بزرگن جا نالا

حضرت عبدالرحمان ساکرورح جي همعصر سنڌ جي بزرگن جا نالا ڏيون ٿا ته آنهيءَ وقت جا ڪهڙا بزرگ هئا.

(۱) السيد الحاج محمد عثمان شاه بخاري متوفي ۱۳۲۵هه (۱۹۰۷ع) لڳ ميرپور خاص (۲) حاجي آخوند سچيڏنو بختيارپوري تعلقه سيوهڻ وفات ۱۳۱۲هه (۱۸۹۴ع) (۳) حاجي محمد ابراهيم نظاماڻي ننڍو جو ڳوٺ (تعلقه ٽنڊو محمد خان) وفات ۱۳۲۰هه (۱۹۰۲ع) (۴) ميان محمد هاشم درس ڳوٺ ڪلڙي (تعلقه ٽنڊو محمد خان) وفات ۱۳۲۰هه (۱۹۰۲ع) (۵) حاجي آخوند عبدالواحد بوبڪ (تعلقه سيوهڻ) (۶) حضرت مولانا تاج الدين چوٽياروي

(ضلع سانگهڙ) ۱۳۳۸ھ (۱۹۱۹ع) (۷) حاجي محمد احسان جروار بلوچ ڳوٺ جروار (تعلقہ ٽنڊو الهيار) وفات ۱۳۲۰ھ (۱۹۰۲ع) (۸) حاجي حافظ ميان ابوبڪر سيوهاڻي جو واڍن جي پڙ حيدرآباد ۾ رهندو هو وفات ۱۳۱۲ھ (۱۸۹۴ع) (۹) حڪيم سيد الحاج ميران محمد شاه الحسيني ٽڪڙائي وفات ۱۳۰۹ھ (۱۸۹۱ع) (۱۰) حاجي سليمان ٽڪڙائي وفات ۱۳۱۳ھ (۱۸۸۹ع) (۱۱) حاجي ميان محمد طيب ميمڻ وفات ۱۳۰۷ھ (۱۹۱۲ع) (۱)۔ (۱۲) مولانا نور محمد شهدادڪوٽي وفات ۱۲۹۶ھ۔

## عطاالله

مولانا عطاالله صاحب مولانا عبدالرحمان ساکرو جو پاڻيجو، وقت جو ڪامل ولي ٿي گذريو آهي۔

## عبدالڪريم

مولوي عبدالڪريم ولد الحاج مولانا عبدالرحمان ۱۹۰۷ع کان عيدگاه جو پيش امام ٿي رهيو۔ سندس وفات کان پوءِ پوين ۾ ڪوبہ اهڙو عالم ڪونہ ٿيو جو پيش امامي ڪري سگهي۔ سندس فرزند مولانا غلام محمد عيدگاھ جو پيش امام ٿي رهيو۔

## عبدالحڪيم

مولانا الحاج عبدالرحمان صاحب جو ٻيو پٽ الحاج ميان عبدالحڪيم ٺيڪيدار هو۔ ڪيس ۾ پٽ عبدالعزيز ۽ عبدالغفور هئا۔

## غلام محمد

مولوي حڪيم غلام محمد ولد مولوي عبدالڪريم سکر بندر تي حڪمت جو ڪم ڪندو هو۔ راقم جو دوست هو۔

---

(۱) روزانہ مهراڻ جو سال نمبر جنوري ۱۹۶۲ع ڪراچي بيان خواجہ محمد حسن مجددي ص ۱۱۱-۱۱۳۔

**احمد**

مولوي احمد ولد مولانا عطاءُ الله صاحب هن وقت مختيارڪار آهي. ١٩٣٠ع ۽ ١٩٣٩ع کان متاثر ٿي مولانا عبدالرحمان صاحب جا پويان وچ شهر مان لڏي سکر پراڻي وڃي ويٺا، مسجد شريف قائم ۽ دائم آهي.

اڄ نہ اوطاقن ۾ سنڌي جوڳين ذات،
ساري سنياسين ڪي رنم ساري رات،
مون تَنَ جنهين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا.
(شاهه)

# باب پندرهون

## بکر سرڪار ۽ ضلع سکر جا فارسي شعراء

بکر ۽ سکر سنڌ جي سري ۾ آهن. هن خطي مان هر دور ۾ شعراء ڪرام پيدا ٿيا، جن جا بيان ڏيئي چڪا آهيون. هن باب ۾ سندن ڪلام جو نمونو ڏنو ويو آهي. سنڌي زبان، جا سنسڪرت کان به گهڻو جهوني آهي ۽ سندس قديم خط جو موئن جي دڙي جي مهرن تي ڏنل آهي تنهن کي پڙهي ڪونه سگهيا آهيون. سنڌ هڪ زرخيز صوبو آهي جنهن تي وقت بوقت ڌارين قومن ڪاهون ڪيون ۽ اهي مهراڻ جي مٽيءَ ۾ ضم ٿي ويون. ايراني آيا ته پاڻ سان ايراني زبان آندائون، بابلي آيا ته بابلي ٻولي آندائون. فنيقي آيا ته آنامي ۽ فنيقي خط کان هتي جي رهاڪن کي آشنا ڪيائون، سٿين، يو-چي ۽ ٻيون قومون ڪاهي آيون، مگر هن مٽيءَ سان گڏجي ويون. آرين اچي دراوڙن کي زير ڪيو پر دراوڙي زبان کي مٽائي ڪونه سگهيا. اڄ دراوڙي زبانون زنده آهن ۽ سنسڪرت مرده آهي. عرب آيا ته پاڻ سان عربيءَ ۾ زبان آندائون ۽ سنڌي عرب علمائن قرآن پاڪ جو هنديءَ ۾ ترجمو ڪيو. مهراڻ ماٿري جي سنڌي، ملتاني ۽ پنجابي ٻولين لهنڊا کي جنم ڏنو ۽ اها زبان اڳتي هلي اردو سڏجڻ لڳي. سومرا ۽ سما سنڌي هئا، سندن زبان سنڌي گهرو زبان هئي. ليڪن سمن جي صاحبي ۾ فارسي سرڪاري زبان بڻجي ويئي. ايترن انقلابن پوڻ ڪري سنڌي ٻولي مٽجي ڪونه سگهي ۽ سنڌين جي مادري گهرو زبان هئي. مغل وچ ايشيا کان آيا ته فارسي شعر و شاعري ۽ دفتري زبان بڻجي ويئي.

حڪمران قومن جو ماتحت قومن تي اثر پوي ٿو، تنهنڪري سنڌي ۾ فارسي ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳا ۽ اهڙو اعجاز ڏيکاريائون جو عراق ۽ عجم وارا حيران ٿي ويا. ڪلهوڙن جي دور ۾ به فارسي دفتري زبان هئي، پر سنڌي زبان سنڌ ۾ سدا جيئري شاعر ارتقا جي منزل تي آڻي جادو بنائي ڇڏيو، جنهن جي خود مغربي زبان دان تعريف ڪرڻ لڳا. ٽالپرن جي دفتري زبان به فارسي هئي تاهم سنڌي علمائن ۽ شعراء ڪرام وطن جي مادري ٻولي کي ڪين وساريو. انگريز آيا ته هن ٻوليءَ جو گرامر ۽ عربي-سنڌي خط تيار ڪرائي هن مٺي زبان کي سنڌ ۾ صحيح مقام تي پهچائي ان کي تعليمي ۽ دفتري زبان بنائي ڇڏيائون. ايترن انقلابن پوءِ ڪري سنڌي شاعرن جو ڪلام هر دور مطابق فارسي ۽ سنڌي ۾ ٻڌجي سگهي ٿو. سنڌي ٻوليءَ جي قدامت متعلق گهڻائي ڪتاب شايع ٿيا آهن پر اڃان پوري ڇنڊ ڇاڻ ڪانه ڪئي ويئي آهي، زبان جو مسئلو اڃان حل ڪونه ٿيو آهي.

## علي قلي بيگ

شاعر علي قلي بيگ تخلص "اميدي" عيسيٰ ترخان (۹٦۲هه کان ۹۷۴هه) ۾ فوج جو سپه سالار هو. ۹٦۲هه ۾ مرزا عيسيٰ ترخان بکر تي ڪاهي آيو، پر سلطان محمود ڪوڪلتاش بکر جي حاڪم هٿان شڪست کائي موٽيو. هن جنگ ۾ علي قلي بيگ مارجي ويو.

دست در کار عدو ناحق همت بخشد
شيرباشي اگر از جنگ نريزي سر خصم

## ميرالمڪارم

مير ابوالمڪارم ولد مير غياث الدين سبزواري پهريان مرزا شاه حسن ۽ بعد ۾ بکر جي حاڪم سلطان محمود بن مير فاضل ڪوڪلتاش ولادت ۸۹۸هه حڪومت بکر وفات ۹٦۲هه ياران ايران جي

شاه طهماسپ صفوي حکومت (۹۳۰هه کان ۹۸۴هه) جي دربار ۾ ايلچي ٿي ويو هو. مير صاحب فضل ۽ بلاغت کري مشهور هو ۽ شهنشاه ايران پاران محمود بن مير فاضل لاءِ سلطان جو خطاب وٺي آيو. شعر و شاعري سان به ذوق رکندڙ هو: تخلص مير هوس.

عاقبت سوختن و ساختنت کاري کرد
صقيل آئينه گر ديد کف خاکستر

## حسن قلي خان

حسن قلي خان تخلص "ابهت" مرزا عبدالرحيم خان خانان سان همراه ٿي سنڌ جي ڪاهه ۾ شريڪ ٿيو. مردانگي ۽ بهادري جو ثبوت دکن جي جنگين ۾ ڏيئي چڪو هو. ۹۹۹هه ۾ سيوهڻ جي جنگ ۾ شجاعت ڏيکاري چڪو هو، پر پوءِ ڪنهن ڳالهه تان ناراض ٿي خان خانان کي هي بيت لکي مڪائين:

از دست هر کسي که فتادم فتاده ام
سيماب وار نيست بکف اختيار ما

## محمد انوار لاهجي

محمد انوار لاهجي تخلص "انوار" اورنگزيب عالمگير (۱۰۹۹هه کان ۱۱۱۸هه) جي ڏينهن ۾ شهزاده محمد معزالدين ولد شاه عالم بهادر شاه سان گڏ جي بکر کان ۱۱۱۲هه ۾ سيوهڻ پهتو هو:

همچو سنگي که بهر تاب هوا بس افتد
از خود افتادن مائيست برايم مشکل

## مير ابوالبقاء امير خان

مير ابوالبقاء امير خان ولد مير ابوالقاسم خان النمڪين تخلص "نواب" جنهن جو نسل امير خاني سڏبو هو. مير ابوالقاسم نمڪين متوفي ۱۰۱۹هه جي قبر صفه صفحا (ستين جي ٿان روهڙي)

تي آهي، هڪڙي ڏينهن امير خان آئيني ۾ پنهنجي صورت ڏسي پاڻ کي سلام عليڪ چيائين. ماڻهن اڪبر بادشاه کي ٻڌايو ته مير صاحب کي سودا ٿي پيو آهي جو پنهنجو منهن آرسيءَ ۾ ڏسي پاڻ کي سلام ڪرڻ لڳو آهي. بادشاه مير صاحب کي گهرائي سبب پڇيو، نواب صاحب علم ۾ ڪمال رکندڙ ۽ فراست ڪري مشهور هو، عرض ڪيائين ته "غلام ظله سبحاني ۽ ساية ماطفت ۾ تربيت حاصل ڪئي آهي، هينئر جو ڏاڙهيءَ ۾ اڇا وار ڏٺا اٿم، تن جي تعظيم لاءِ انهن کي سلام ڪيم." شهنشاه جواب ٻڌي بيحد خوش ٿيو:

فلک بسوختان پيشتر همي سوزد است
ببين زغال که مخصوصِ بهرِ سوختن ست

## امين‌الدين خان حسين

مير امين‌الدين خان حسين بن سيد ابوالمڪارم شهود، جو ۱۱۲۰هه ۾ بکر ملتان فوجدار مقرر ٿيو متوفي ۱۱۲۷هه، اڳ بيان ڪري آيا آهيون ته مير امين‌الدين سکر شهر کي جامع مسجد جوڙائي سينگاريو هو. سخن دان ۽ سخن آشنا هو:

افسوس که بيدوست همه عمر بسر رفت
در صرفِ همه کارِ شتراشتر و خر رفت
حالاتِ همه صرفِ خرنقد، اطلس و ديبا
اوقاتِ همه در طلبِ نقرهٔ و زر رفت
بو تکيئه بادِ نفس اين همه مغرور
چشمي که بهم ميزني اين باد بدر رفت
بر بالشِ راحت نَسَزَد تکيه ز آنکه
از يک مژه برهم زدنت فيض سحر رفت

---

هردم که ميکشيم بياد تو ميکشيم
مارا بغير يادِ تو يک دم نميرود

## مير مرتضيٰ رضوي

مير مرتضيٰ ولد مير ڪمال الدين خان احمد رضوي، جو مخدوم ابوالقاسم نقشبندي قدس سره تخلص "الهام" فن سواري، ڪشتي ۽ شمشيرزني ۾ يڪتائي دهر هو. انهيءَ طرح صورت ۾ بہ يوسف ثاني هو. عين جواني جي عالم ۾ پنهنجا جوهر ڏيکارڻ لاءِ دهلي ڏانهن ويو، پر اورنگزيب ۲۸ ذيقعده ۱۱۱۸هہ ۾ وفات ڪري ويو هو. پٺس شاه عالم بهادر شاه تخت تي ويٺو هو. مير مرتضيٰ صاحب خوش خطي ڪري "هفت قلم" جي لقب سان سڏبو هو. ۲۶-۱۱۲۷هہ ۾ وفات ڪيائين. بادشاه سندس ڪرتب ڏسي خوش ٿيو هو پر عمر وفا نہ ڪيس شاعري پنهنجي والد جي سايہ ۾ سکيو هو.

اي آنکه بعالم سخن يکتائي
در انجمن کمال بزم آرائي
چون از تو مراست در سخن دسترسي
خواهم کہ تخلصم کرم فرمائي

تخلص جي جواب ۾ رباعي

بودم همه شب تا بسحر بي شک وريب
چون غنچه بفکر سر فرو برده بجيب
گل کرد لطيفه اي کہ از حسن قبول
"الهام" تخلص تو دادند زغيب

## محمد اشرف

محمد اشرف ٺاڪرو جا وڏا سلطان محمود حاڪم بکر جي ڏينهن ۾ وڏن عهدن تي مامور هئا. مير علي شير قانع هن کي ڪلهوڙن جي تختگاه محمد آباد ۾ ڏٺو ان وقت بلڪل پريشان حال هو ۽ هڪڙي بيت ۾ احوال هن طرح ڏنائين:

آن راکه نه چاشست ونه شام
چه صبح وطن چه شام غربت

## ملان اسحاق

آخوند ملان بکري سلطان محمود خان حاڪم بکر جي ملازمن مان هو. بعد ۾ مرزا غازي وقاري جو معلم ٿيو.

مـي تـپـد دل در بـزم در شـوقِ تـو
مـيگـذارد خـانـه را از ذوقِ تـو

## بالغ خراساني

بالغ خراساني، شاهِ خراسان جي خانقاه مشهد مقدس جي صفائي ڪندو هو. بالغ "قوانين انشا" کان واقف هو. سندس پيءُ به خانقاه جو جاروب ڪش هو، تنهن کي شاهجهان جي ڏينهن ۾ هندستان گهمڻ جو شوق دامنگير ٿيو. پيءُ ۽ پٽ جڏهن بکر پهتا ته پٽس وفات ڪئي، پئسي نه هئڻ جي ڪري گهڻو وقت بکر ۾ رهيو. بعد ۾ بيڪسي جي حالت ۾ هندستان جـي سير جي سانگي سرهند پهتو:

هر چند چـو پرکار همـه در تـگـ پـويـم
از دائـرهٔ عشقِ تـو بيرون نـکشم پـا

## عبدالباقي

ميرڪ عبدالباقي پوراني ولد شيخ ميرڪ محمود بن شيخ ابو سعيد پوراني جو بيان مٿي ڪري آيا آهيون، گهڻن ئي علمن ۾ ڪامل مهارت رکندو هـو. خـاص طرح علمِ هئيت ۽ حڪمت جو استاد هو. مولانا عبدالخالق گيلاني، جو مولانا مرزا جان ۽ شاه فتح الله جو هم صحبتي هو، سو بعض ڏکيا علمي مسائل ميرڪ پوراني کان حل ڪرائيندو هو. ميرڪ صاحب اقليدس (جاميٽري) جو ايتري قدر ماهر هو جـو اقليدس جون گهڻيون شڪليون ايجاد ڪيون هئائين، جي مقبول ثابت ٿيون.

دانـه تـسـبـيـح کـف حـق شـنـاس
رابـعـهٔ رهـروِ راهِ خـداسـت

## بايزيد بخاري

مير بايزيد بخاري، دور جهانگيري جي پنڌرهين سال ۱۰۲۸هه ۾ ٻه هزار پيادل ۽ پنج سوار ڏئي جو صوبيدار ٿيو، تنهن کان اڳ بکر جو صوبيدار هو:

عاشق از سوز درون بهره ورست
شمع را شعله بسر تاج زرست

## مير بزرگ

مير بزرگ ولد مير محمد معصوم نامي بکري ذکي الطبع ۽ فڪر رسا رکندڙ هو:

دوش سوداي سر زلف کسي کرده گذر
سحر از هر سر موحلقه بپايم پيچيد

## جان علي

جان علي اوچ جو رهاڪو هو. حج ڏانهن ويندي ڪجهه عرصو بکر ۾ رهيو هو:

کو هکن نوبت کاويدن دل
بغلط تيشه سر خويش زده مت

## سيد حسين

سيد حسين عرف امتياز علي خان تخلص ”خالص“ فضل ۽ ڪمال جو هي گوهر ايران کان سنڌ پهتو هو. سندس ارادو بيت الله جي زيارت ڪرڻ هو. عالمگيري عهد ۾ جڏهن ٺٽو شهزاده عظيم الشان بن شاه عالم بن اورنگزيب کي ڏنو ويو، تہ سيد حسين کي صوبي جي ديواني ڏني وئي. شهزاده شاه عالم بهادر شاه ۱۱۱۹هه-۱۱۲۴هه جي ڏينهن ۾ ايران وڃڻ لاءِ ارادو ڪيو، پر ۱۱۲۲هه ۾ شهيد ٿي ويو اهو سال مير غلام علي صاحب سرو آزاد ۾ ڏنو آهي تہ امتياز خان اصفهاني ولد ميرزا باقر قورچي حاجي حرمين شريفين بود شهيد ٿيڻ کان اڳ بکر ۾ علامہ مير عبدالجليل بلگرامي سان صحبتن ۾

رهيو ۽ پنهنجو ديوان بطور يادگار مير عبدالجليل بلگرامي کي ڏنو هئائين.

هم چو عينک بجهان صاف دلان يار هم اند
همه همسايهٔ ديوار بديوار هم اند

—

تلخ کامي لازم افتادست ظلم انديش را
مار دارد در دهن پيوسته زهرِ خويش را

—

هر گاه شيخ رامي سرشار مير سد
فصلِ شگوفه ريزيء دستار مير بد

—

طرزِ سخن زغنچهٔ گل استفاد کن
خاموش باش و معنئ رنگين افاده کن

—

اميدِ رفتنِ جنت ز صدره از خدا دارم
کم دستاويزي از تسبيحِ خاکِ کربلا دارم

—

بهر حالت کسي را همتم محروم نگذارد
کفم گر بود خالي بوسه دادم دستِ سائل را

—

بهر طرف کم نظر ميکنم چراغا نست
خدا زياده کند عمرِ عاشقانِ ترا

—

مانندِ نگين آمدنِ هند ز ايران
خوب است اگر نقشِ کسي بد ننشيند

—

همچو آن موي سياهي کو سفيد آخر شود
آخر از هندستان خود را بايران مي کشم

رقيبا! من نمي گويم گل و باغ و بهار از من
بهار از تو، گل ازتو، هر دوعالم ازتو، ياراز من
مرا اي باغبان از داغِ دل برگ و نوا باشد
چمن ازتو، گل ازتو، بلبل ازتو، لاله زاراز من

—

## محمد رضا

محمد رضا بکري تخلص "دانش" سلطان محمود حاکم بکر وٽ ملازم هو. سال ۹۸۲هه ۾ سلطان محمود جي مدح ۾ شعر چوڻ لڳو.

مرا در دولتِ سلطان محمود
خدا مستغني از گردون نموده

—

که اورا درِ سجودِ درگهِ وي
سرِ اخلاص را واژون نموده

## عبدالله

عبدالله تخلص "راجي" ساڪن سکر اصل ٺٽي جو رهاڪو هو، پر "سکر شهريست بزرگ درسند" هن کي وڻي ويو:

در آن ديار که از دردِ يار نيست اثر
اگر بهشت بود بهتر از ويست سقر

—

مانده در راهِ تو برطبقِ اثر
قدمِ سوده و دو ديدهٔ تر

## شيخ نقي

شيخ نقي تخلص "رافت" اصل ايراني هو، پر بکر جي خاڪ پاڪ ۾ ميرڪ عبدالوهاب پوراني ولد ميرڪ سيد محمود بن ميرڪ عبدالباقي قطبِ زمان جي صحبتن جو اهڙو مٿس رنگ چڙهي ويو جو وقت جي وڏن عالمن ۾ شمار ٿئي ٿو:

مروت نيست در اهلِ زمانه
ز مهرِ رفته کي يا بد نشانه
غلط گويند انسان از همه به
چو انسانيتش نبود چه ره به
نه انسان اعتبار از شخص باشد
برين پندار سر رامي خراشد
بود لطفِ خداي معنيء او
هر آنچه از صورتت افتاد نيکو

## شيخ محمد رضا

شيخ محمد رضا اصل ٺٽي جو رهاڪو هو، پر پوءِ مد ينتہ الاوليا بکر جي گلريز ۽ عنبر ريز مٽيءَ هن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي آندو ۽ هتي دارالعلوم ۾ عربي ۽ فارسي پڙهي عالمگير اول ١٠٦٨ هہ کان ١١١٨ هہ ۽ محمد شاهہ ١١٣١ هہ کان ١١٦١ هہ جي ڏينهن ۾ بکر جي سرڪاري عهدن تي فائز رهيو، تان جو فوجداري عهدي تي پهتو، علامہ مير عبدالجليل بلگرامي سان دوستي هئس، پوءِ نواب اعظم خان حاڪم ٺٽي جڏهن شاه عنايت اللّٰه صوفي جهوڪ واري سان جنگ ڪئي تہ شيخ محمد رضا نواب جي طرف هو. شيخ محمد رضا جا ہہ پٽ بکر ۾ رهندا هئا، جتي ١١٤٣هہ ۾ هن وفات ڪئي، هيٺيان ہہ بيت مير قانع "يد بيضا" تان ورتا آهن.

کارِ ما آخر شد و آخر زما کاري نشد
مشتِ خاکِ ما غبار کوچهء ياري نشد
سالها خونِ جگر درنافِ آهو شد گره
مشک شدا ماچه حاصل خالِ رخساري نشد

—

از دوست گريزان شده اي، هاي ستم هاي
دشمن بکه باجان شده اي، هاي ستم هاي

گل چون نه زند جامهٔ جان چاک تو بيدرد
بي مي بگلستان شده اي، هاي ستم هاي!
شائستهٔ تعليم ملايک بودي واز جهل
بازيچهٔ شيطان شده اي، هاي ستم هاي!

—

هر کہ ديديم درين دائره دمساز خود ست
ني کمر بسته بدل گرميء آواز خود ست
تابچشم و دلِ من گشته خيالِ تو مقيم
دل گرفتارِ خود و ديده نظر بازِ خود ست

—

کارِ بي تابان نباشد صحبت يکتا دلان
رشته باصد تاب جا در چشمِ سوزن گرم کرد

—

سرو هم در قيدِ آزادي مقيد مانده است
کيست اندر ملکِ بي قيدي نشيمن گرم کرد

—

”رضا“ با سرد مهري هاي گردون گرم ميجوشد
بهارِ خرّمي پندارد از افسردگي وي را

## محمد هاشم

مير محمد هاشم رضوي بکر جي ساداتن مان هو، جو پوءِ نصرپور ۾ رهڻ لڳو، ڪرامات جو صاحب هو، محمد حسين تخلص ”شوقي“ سندس مريدن مان هو، جيئن پاڻ فرمائي ٿو:

طالبِ دل شو کہ دل مرشد بود درراهِ حق
هر کہ اين معني ندارد قابلِ ديدار نيست

—

دلبرِ من چون بنازه جلوه فشاني کند
مرغ دلم درقفس، گرم عناني کند
پاز حنا ارغوان، چون بکند شاه من
رنگِ حنا برکفش، پاي گراني کند

دفترِ جرم چنان کرد پريشان نياز
آنچه ببرگ چمن، باد خزاني کند
چونکه بغارت شود "ترکِ نصرپور" من
عُشوه کند تيغِ کين، غمزه سناني کند
جذبهٔ غشقش ربود هوش و دلم از خود
کيست کہ غير از نگار دادستاني کند
رو"رضوي" بر درش مير، کہ ناگه نگار
آمده بر تربت فاتحه خواني کند

## اسدالله

مير اسدالله، تخلص "ساقي" مير معصوم "نامي" جي اولاد مان هو، مير قانع صاحبِ مقالاتِ الشعرا سان سندس ملاقات ڪلهوڙن جي تختگاه شهر مراد آباد ۾ ٿي هئي، حڪيم يعقوب خان ۾ سائس گڏ هو.

مست گردم زبادهٔ کوثر
اسدالله ساقيم باشد

## ساڪت بکري

خبر نہ ٿي پوي تہ هن بزرگ جو ڪهڙو نالو هو ۽ ڪير هو، مقالاتِ الشعرا ۾ فقط ساڪت بکري لکيل آهي جو تخلص هوندس.

عشق باليده زسر تا پايم
وقت آنست کہ او راجايم

## سروري بکري

هن شاعر جي نالي جي بہ خبر نہ ٿي پوي تہ ڪير هو، فقط تخلص ۽ بکري جو پتو پئجي سگهي ٿو.

محبت را تـوان در دل نهفتن
اگـر در اختيارم ديده باشد

## سيد محمد

مير سيد محمد ولد علامہ مير عبدالجليل بلگرامي تخلص "شاعر" محمد فرخ سير جي حڪومت جي پوين ڏينهن ۾ ۱۱۳۳هہ ۾ بکر ۾ سيوهڻ جو وقاع نويس ۽ بخشي گيري جي عهدي تي مقرر ٿي آيو. عربي، فارسي ۽ هندي جا ڪيترا اشعار، بيت ۽ دوهيڙا کيس ياد هئا. پاڻ شاعر هو. "ديوان رنگين" سندس يادگار آهي، هڪ مثنوي "بناز و نياز" بہ سندس سوز ۽ گداز سان چيل آهي:

تا "يأذن لي ابي" بخطت ديدم
گلهاي طرب از چمن دل چيدم
پروانہ صفت بخويشتن جنبيدم
اي شمع پدر گرد سرت گر ديدم

---

مثنوي ناز و نياز: رخِ او در ملاحت چون قمر بود
لبِ او در حلاوت چون شکر بود
نہ خال از آتش رخساره افروخت
سپندي از براي چشمِ بد سوخت
نزاکت خانہ زادِ جسمِ او بود
برنگِ برگِ گل دررنگ و بو بود
ميانِ نازکش از موئي باريک
چوسير مور در شبهاي تاريک
ز ساعد پنجۂ رنگين نمودار
چو شاخِ گل کہ آرد غنچها بار

---

دل درخم گيسوي نگارست ببينيد
در دامِ محبت چہ شکارامت ببنييد

### مير صمد

مير صمد نالو، تخلص "شاه" لا ابالي فقير هو ۽ بکر جي وڀجهو تکيو هوس:

در سوادِ ملکِ دل شاهي مراست
احمد الله الصمد شاهيم راست

### محمد شفيع

محمد شفيع دريلي جو رهاڪو هو. سندس باري ۾ وڌيڪ خبر پئجي نہ سگهي آهي:

در زمينِ عشق هر تخمي کہ کاري برد هد
خون فرهاد است تا امروز هر سالي انار

نوٽ: سيد جلال الدين ابوالحسين "مخدوم جهانيان جهان گشت" متوفي ۷۸۵هہ ۾ پنهنجي سياحت ۾ جبل بيستون پهتو، جتي فرهاد پاڻ کي تيشو هڻي پورو ڪيو هو. هن جو رت جنهن هنڌ تي پيو اتي ڏاڙهونءَ جو وڻ پيدا ٿيو جو هر سال ۾ ڏاڙهون ڏيندو آهي، هڪڙو پيو رت وانگي. شاعر آن ڏاڙهونءَ ڏانهن اشارو ڪري ٿو.

### محمد صالح

مرزا محمد صالح ولد مرزا عيسيٰ ترخان، سلطان محمود ڪوڪلتاش کان مدد گهرڻ بکر آيو هو، پر هڪڙي بلوچ هٿان مارجي ويو ۽ بهادري ۽ شعرگوئي ۾ عبور رکندڙ هو. "منتخب التواريخ" ۾ سندس هيٺيون بيت ڏنل آهي:

بران عزمم کہ در ملکِ جنون از سرقدم مانم
متاعِ هوش و دانش را ببازارِ عدم مانم

### سيد صفائي

سيد صفائي بن مرتضيٰ الترمذي، المنتسب اليٰ سيد شير قلندر ابن بابا حسن ابدال، جو صاحب ڪرامات ۽ علم ۽ عمل

جي لحاظ سان پنهنجي وقت جـي عالمن ۾ يگانه روزگار هو. فضلا ۽ علما جـي صحبتن ۾ رهندو هـو، سندس دسترخـوان مسافرن ۽ محتاجن لاءِ کليل رهندو هـو، بکر پهچڻ کان پوءِ شاهه قطب الدين بن شاهه محمود بن شاهه طبيب، جو بکر جو شيخ الاسلام هو، ۹۷۷هه ۾ سندس وفات کان پوءِ سيد صفائي بکر جو شيخ الاسلام ٿيو. وفات ۹۹۱هه. ميرمحمد معصوم قطعه وفات هن طرح چوي ٿو:

شـاه قـرشي لقب "صفائي"
کافر اخت فلک لواي نورش
افتـاده بآن جـهـان عبورش
تـاريخ بجستمش ز "نامي"
گفتا "پرنـور باد گورش" (۹۹۱هه)

هي بيت سيد صفائي ڏانهن منسوب آهي:

شجر عشق بهرجا که دواند ريشه
مژهٔ مور کند کار هزاران تيشه

## ملان طيب

ملان طيب ٺٽي جو رهاڪو هو، سيوهڻ ۽ بکر ۾ گهڻو وقت رهيو. حضرت لعل شهباز قلندر جي مدح ۾ وڏو قصيدو چيو اٿائين. ڪجهه سٽون نموني طور تبرڪن ڏجن ٿيون.

صحن پاک مرقد آن شاه دين
در صـفـا رشک گلستان ارم
نـاامـيـدان رابدگاهش رسـد
هر زمـانـي مژدهٔ رفـع الم

## عبدالرزاق

عبدالرزاق ولد امير خان بـن ابـوالقاسم نمڪين الهروي عقلي و نقلي علمن جو ماهر هـو. حافظو اهـڙو مضبوط ۽ تيز

هوس جو کهڙو به ذڪيو لفظ هجي لغت مطابق ٻڌائيندو هو
پر ابوحذيفه واصل بن عطا معتزلي ١٨٠هه-١٨١هه وانگي زبان
۾ ڪجهه ٻاتائي هيس. مير عبدالرزاق جا بيت هن طرح آهن:

مي فروزد جانِ ماچون دست سوي مي برد
ميفزايد حالِ ماچون لب بسوئي ني برد
مخفيم در جوهرِ معني چو معني در سخن
ديدن من هر که خواهد کو بمعني پي برد
درد مندم قطرهٔ خوي خواهم از زلفِ کجت
خواهشِ مبروص باشد تاز افعي قي برد

انهن بيتن جي جواب ۾ مير ابوالمڪارم ڪنزل جو مطلع
هي هو. بيت:

مست نوشِ لعلِ اوکي دست سوي مي برد
نغعه سازِ عشق اوکي دست سوي ني برد

## عبدالوهاب

شيخ عبدالوهاب ولد مير بايزيد ابن ابوسعيد پوراني،
مير محمود شيخ ميرڪ شيخ الاسلام جو پاڻيٽيو هو. شيخ
عبدالوهاب خصائل حميده ۽ شمائل پسنديده ۽ شرعي احڪامن
کان واقف هو. "جامع پوراني" سندس فتوائن جو ڪتاب هند
۽ سنڌ ۾ مشهور هو. وقت جي حاڪمن وٽ سندس قدر هو
متوفي ٩٩٠هه:

رهي بدوست زدل گر نيافتي هيهات
گلِ اين باغ ندانم که چه بوداشته است

## نجم الدين بکري

مير نجم الدين ولد مير محمد رفيع رضوي تخلص "عزلت"
مير محمد يوسف رضوي رحه جي اولاد مان هو. مير محمد يوسف
بن مير سيد جادم بکري، بکر ڇڏي وڃي ٺٽي ۾ قيام ڪيو ۽

مبارڪ شاه ٺٽوي مريد ميران محمد جونپوري جي بيعت ڪري "رضوي مهدوي" جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ مڪليءَ تي سندس قبر زيارت گاه آهي. نجم الدين مخدوم معين جو شاگرد ۽ پاڻيجو هو. مخدوم محمد معين جا سمورا شاگرد فتويٰ جا صاحب ۽ واعظ هئا. عزلت صاحبِ ديوان به هو. فارسي ۾ سندس "طوطي نامه" نخشبي کان بهتر آهي. نجم الدين عزلت ١١٦٠هه ۾ وفات ڪئي:

معشوق راز جوهرِ ناز آفريده اند
عشاق راز خاڪِ نياز آفريده اند

## علي بيگ

شيخ علي بيگ جلاير بابر باد شاه جي وفادار ملازمن مان هو، همايون معزول ٿي سنڌ پهتو ته علي بيگ به ساڻس همراه هو ۽ وفاداري ڪري سلطان محمود بکري ۽ ارغونن سان وفادار رهيو. هن ٩٥٠هه ۾ وفات ڪئي:

گفتم ڪه عدم گشت وجودم زغمِ تو
گفتا ڪه مساوي ست وجودو عدم تو

## علي رضا

شاه علي رضا درويش، حضرت پير دستگير رحه جي اولاد مان هو. اوائلي عمر ۾ ڪتاب اُن تي ڪٺي سير سياحت جي ارادي سان نڪتي پهتو، جتي مخدوم محمد معين سندس خدمت ۾ شيخ اڪبر ابن العربي جو ڪتاب "فصوص الحڪم" پيش ڪيو، جنهن جي پڙهڻ کان پوءِ صاحب شهود بڻجي ويو. بعد ۾ بکر جي پر ۾ پنهنجي تڪيه ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ نور محمد خدايار خان هن لاءِ وظيفو مقرر ڪيو هو. سندس هڪڙي شعر جي مصرع آهي:

بخويشتن نگريد اي گروهِ حق طلبان
ڪه غير نيست چو خود واقفِ رهِ جانان

## قطب الدين

شاه قطب الدين بن شاه محمود بن شاه طيب خراسان جي جليل القدر ساداتن مان هو. اوزبڪن جي خراسان تي ڪاهه ڪرڻ وقت سنڌ ۾ وارد ٿيو ۽ مرزا شاه حسن ارغون کيس بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو هو. هر جمع ڏينهن وعظ ڪري خلق کي فيض پهچائيندو رهيو ۽ پرهيزگار بزرگ هو. سندس تاريخ وفات "واغظ" آهي ٩٧٧هه:

جهادِ نفس به ست از جهادِ اسلامي
که در درون تو جايست دشمنِ دين را

## ڪامران مرزا

مرزا ڪامران بن بابر ١۴-٩١٥هه ۾ گلرخ بانو جي بطن مان ڄائو ۽ ٩٣٢هه ۾ ڪابل ۽ قنڌار، بابر سندس حوالي ڪيا ۽ ٻن سالن کان پوءِ ملتان جو صوبو به کيس ڏنو ويو. همايون شير شاه کان شڪست کائي ايران ڏانهن ويو. مرزا ڪامران مرزا شاه حسن ارغون جي دختر چوچڪ بيگم سان پاٽ جي شهر ۾ شادي ڪري ڪابل ڏانهن وٺي ويو. وري جڏهن همايون ايران کان موٽي قنڌار ۽ ڪابل فتح ڪيا ته ڪامران همايون ۽ سندس سردارن کي تنگ ڪرڻ لڳو. ٩٥۴هه ۾ ڪامران شڪست کائي گرفتار ٿيو ۽ شهنشاه جي حڪم سان غلام علي فراش خانه جي داروغي نشتر سان ڪامران جون اکيون ڪڍي ڇڏيون. هي ٩٦٠هه جو واقعو آهي. ٩٦١هه ۾ مرزا ڪامران سکر پهتو. مرزا شاه حسن ساڏيلي ٻيٽ تي جو نزهتگاه هنڌ هو، هن لاءِ عمارت جوڙائي ۽ ميرپور ٻٺوري جو پرڳڻو هن جي باورچي خاني جي خرچ لاءِ مقرر ڪيائين. مرزا ڪامران ڪجهه وقت اتي رهي حج جي ارادي سان ٻيڙيءَ تي چڙهي روانو ٿيو ته چوچڪ بيگم به مڙس سان رواني ٿي، توڙي جو مرزا شاه حسن ڏاڍي کي گهڻوئي سمجهايو پر چوچڪ بيگم مڙس کي نه ڇڏيو.

ڪامران ٽي دفعا حج ڪيو ۽ ٻارهين تاريخ ذي الحج منا ۾،
۹٦۴هه ۾ وفات ڪئي. مرڻ مهل همايون جي مدح ۾ هي غزل
لکي دهلي ڏانهن مڪائين:

حسن تو دمبدم افزون بادا  هر کہ گرد تو چو پرکار نگشت
طالعت فرخ و ميمون بادا  اوازيـن دائـره بيـرون بـادا
هر غباري کہ ز راحت خيزد  "کامران" تا کہ جهان راست بقا
نورِ چشمِ منِ محزون بادا  خـسـرو دهـر همايون بـادا

صاحبِ "هفت اقليم" جو بيان آهي تہ مٿين غزل سان گڏ
هيٺيون غزل بہ مڪو هئائين:

چشم بـر راهِ تـو داريم شـد ايامي چند
وقت آن شه کہ نهي جانبِ ما گامي چند
بهرِ صيدِ دلِ مادانهٔ خـال توبس است
هـر دم از زلف منه برسرِ مادامي چند
انکه هرگز نفرستد سـوي مـا پيغامي چند
چہ شودگر کندم شـاد بـد شنامي چند
تاکسي مـيـل دلـم را برخت پي نبرد
دولـتِ وصل تو خواهم و دلارامي چند
مـا خراباتي و رنديم تـو بـامـا منشين
حيف بـاشـد کہ نشيني تـو بدنامي چند
کامران ايـن غزلِ تو به همايون بفرست
باشد ارسال کند سـوي تـو انعامي چند

مرزا ڪامران کي پنج نياڻيون هيون. حبيبه بيگم، عائشہ سلطان،
گلرخ بيگم، حاجي بيگم ۽ گامذار بيگم ۽ هڪ پٽ ابوالقاسم
نهايت ذڪي ۽ مليح هو "شوڪتي" تخلص هوس، ۹٦۴ هہ ۾
اڪبر جي حڪم سان گواليار جي قلعي ۾ شهيد ڪيو ويو.
مرزا ڪامران جو ديوان بانڪي پور جي ڪتب خاني ۾ موجود

آهي، جنهن کي پروفيسر محمد محفوظ باهتمام ۽ مفيد مقدمي سان ۱۹۲۹ع ۾ ڪلڪتي مان شايع ڪرايو.

**مولانا قاسم**

مولانا قاسم تخلص "ڪاهي" ۸٦۸هه ۾ ڄائو. سمرقند ۽ بخارا جي وچ ۾ ڪوه هڪ جبل آهي، جنهنڪري "ڪوهي" تخلص هوس يا ڪاهي. سمرقند جي سيدن مان رند مشرب ۽ آزاد منش هو. ۱۵ ورهين جي عمر ۾ مولوي جامي جي خدمت ۾ پهتو ۽ گهڻو وقت وٽس ڪابل ۾ رهيو ان سبب ڪري پاڻ کي قابلي سڏائيندو هو فرمائي ٿو:

"ڪاهي" تــو بلبل چـــمــن آراي ڪابلي
زاغ وزغــن نــه اي ڪه بهندوستان شــوي

چاليهه سال ڪابل ۾ رهي هندستان آيو ۽ بکر ۾ شاه جهانگير هاشمي مصنف "مظهر الاثار" جي صحبت ۾، جنهن شاه حسن ارغون ۹۲۸-۹٦۲هه جي ڏينهن ۾ خراسان کان بکر ۾ اقامت اختيار ڪئي هئي، گذارڻ لڳو. شاه جهانگير هاشمي ۹۴۰هه ۾ مثنوي مظهر الاثار شاه حسن جي نالي تي چئي هئي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته "ڪاهي" ۹۳۵هه ۾ بکر ۾ پهتو هو. شاه جهانگير ۹۴۰هه ۾ مڪه ڏانهن ويندي ڪيچ ۽ مڪران واري رستي ٿورن هتان مارجي ويو ۽ ڪاهي ان سان گجرات ڏانهن هڪ هندو فقير جي تعريف ٻڌي سومنات ڏانهن ويو، جنهن جو بيان هڪ نظم ۾ ڏئي ٿو:

هـنـدو پيري بـدر سومنات خواند يکي بيت و من آمو ختم
حاصل عمر وسه سخن بيش نيست خـام بدوم پخته شدم ســو ختم

"ڪاهي" ۹۴۰هه کان ۹۵٦هه تائين گجرات ۾ رهيو ۽ اتي جي مظفريه تاجدارن سلطان غـازي بهادر شـاه ۳۲-۹۴۳هه ۽ سلطان غازي محمد خان ۴۳-۹۹٦هه جي مدح ۾ قصيدا چيا ۽

۹۵٦ﮪ ۾ ڪابل ڏانهن موٽي ويو ۽ ۹٦١ﮪ ۾ شهزاده اڪبر جي فوج سان همراه پيهر هندستان موٽي آيو ۽ بلڪي عمر اتي گذاريائين ۽ هڪڙي قصيده هاٿي جي، چوڻ جي صلي ۾ کيس ٿي سؤ ٽنڪا مليا هئا:

تابغيلاف ميل ديدم داستانِ خويش را
صرف واه فيل کردم نقد جانِ خويش را

خاک برسر ميکنم چون فيل هرجا ميرسم
گرنم بينم برسرِ خـود فيلبان خويش را

دمبدم تا عشق من افزون شود آن فيلبان
ميدوانـد برسرم فيلِ دمانِ خويش را

همچو فيلِ مست ميخواهم فروشم هر زمان
آشکار را تا کنـم رازِ نهانِ خويش را

باز ميگويم حديثِ عشق، پنهان خوشتراست
به کہ چون فيلان نگه دارم زبانِ خويش را

قاسمِ کاهي بپاي فيل آن شه رخ نهار
باخت آخر در بساطش خانمانِ خويش را

شاهِ فيل افگن جلال الدين محمد اڪبر است
آنکہ بخشد فيلِ زرين شاعرانِ خويش را

باد فيل چرخ زير چنگکِ فرمان او
تاشناسد خسروِ صاحبقرانِ خويش را

قصيدو ٻڌي شهنشاه اڪبر حڪم ڏنو تہ جڏهن مولانا حضور ۾ حاضري ڏيڻ اچي تہ هڪ هزار روپيا کيس ڏنا وڃن، پر مولانا ڪاهي دنيا کان ڪناراڪشي اختيار ڪري بنارس ۾ خان زمان جي ڀاءُ بهادر خان وٽ رهڻ لڳو. خان زمان جو نالو علي قلي خان هو، جنهن ۹٦۴ﮪ ۾ هيمو بقال کي پاڻي پت جي جنگ ۾ شڪست ڏني ۽ شهنشاه کيس خان زمان جو لقب

ڏنو هو. بهادر خان جي جاگير جونپور ۾ هئي. ڪاهي ڪڏهن ڪڏهن اوڏاهين به ويندو هو ۽ موٽي بنارس ايندو هو، چاڪاڻ ته خود خان زمان ادب نواز هو غزالي مشهدي کي ٻه هڪ هزار روپيا روانا ڪري دکن کان گهرايو هئائين. ”ڪاهي“ ٩٨٨هه ۾ آگره ۾ وفات ڪئي ۽ اڪبر آبادي دروازي وٽ هڪڙي گنبذ هيٺان سندس مزار آهي. پاڻ چوندو هو:

گاهي کشد بجانبِ مشرق مرا قدر
گاهي دگر بجانبِ مغرب مرا کشد

زين گونه کز قضا و قدر درکشا کشم
در حيرتم که کارِ من آخر کجا کشد

## احسن الله

شيخ احسن الله بکري ڪنهن مه جبين جي تخلص ”مايل“ پيشاني جي تلڪ کي ڏسي فرمائي ٿو.

برجبين آن ماه از شنجرف دارد قشقه اي
گوئيا شامِ غريبان راشفق پيدا ست اين

## محمد صلاح

محمد صلاح تخلص ”متقي“ بکر جي ڪنهن ڳوٺ ۾ رهندو هو:

چو گرد باد اگر لايق سفر نشدي
بپيچ بر خود و قربِ ديار را درياب

## سيد محمد

سيد محمد عرف سيد پهتو، مير محمد يوسف رضوي بکري جي اولاد مان سجاده نشين هو ۽ رضوي ساداتن جو قبلو هو. بکر جا رهاڪو مير سيد پهتو کي ڪمال عقيدت سان پيش ايندا هئا.

زخود نمائيها طرفه دين ماشده بود
مني وه ائي نفش نگين ماشده بود
هزار شکر کہ مارا، زمانشان دادند
اين باغ هزار خرمنِ گل دارد
در هر چمنش شگفتگي برو آرد
در وصف نشيمن و خيابانِ چمن
فواره بصد زبانِ گُهتر ميبارد

## ميرڪ محمود

ميرڪ محمود ولد ميرڪ عبدالباقي پوراني، پنهنجي خاندان جي نقشِ قدم تي ثابت قدم رهيو. ڪنهن شاعر سندس تاريخ وفات هن طرح چئي آهي:

يگانہ قدس نژادِ ممالڪ اسلام
کہ سايہ گستر ازو بود چتر مسعودي
گذشت سيز دهم از صفر ز عالمِ قدس
نداي ارجعي آمد بلحنِ داؤدي
ببزمِ گلشنِ جنت رسيد و رضوان گفت
خوش آمدي کہ تو شايانِ اين مکان بودي
ز پيرِ عقل چو تاريخِ فوتِ او جستي
بکو کہ "يافته ميرڪ مقامِ محمودي" (١٠٥٥هہ)
شيوهٔ آزادي از اربابِ دولت خوشنما ست
ورنہ هرنخلي کہ خالي از ثمر شد سرو هست

## جان شاه محمد

مير جان شاه محمد بکري رضوي تخلص "مير" مشائخ ڪرام زبدهٔ اولياء شاه عنايت الله صوفي جهوڪ شريف جو

مريد ھو. سندس ديوان ”ساقي نامه“ ۾ مرشد جي فيض ۽ تلقين جي ھن طرح تعريف ڪيل آھي: سندس ”ديوان مير“ پوين وٽ آھي:

دم تحقيق در خانم اثر کرد
بجست وجود دل ديوانه سرکرد
تفحص گير پيران گشتم از جان
نشان جستم زهر کوه و بيابان
جنون را مشتري گر ديد هوشم
شکيبائي بنغاوت داد جوشم
محبت کرد اسباب سفر راست
دل از حظ وطن في الفور برخاست الخ
شبي کم گرد کدورت نشستم در دل بود
سرشک بر مژه ام همچو مهرهٔ گل بود
”مير“ از ذوق دهانش کرد سر راه عدم
آرزوي مخزن اسرار دہدن داشت، ديد
شد از شهود روي تورفع خيال ماسرا
گرد خانه رفتم اوسينم بسينم لبب بلب
الاهي جوش طوفان بخش چشم اشکبارم را
سحاب دجله افشان کن رگ ابر بهارم را
بہ روز تشنم صاف محبت رويہم افروزي
بہ خون شعلہ سر سبز گردان کشتزارم را
خشو نتهاي نفسم را بہ لطف خويش پردازي
چمن پيراي گلزار تجلي ساز خارم را
دلم در سينم از شوق دم تيغ توميِ رقصد
ز گل صد بار رنگين ترکني مشت غبارم را

مشتاقان مــروت از نگاهي بـي تـوان کردن
بيک پيمانهٔ مـي رفـع کن رنـج خمارم را
ز سائل روي گردانيدن آئيـن کـرم نبـوَد
گلستان کن به داغ عشق جسمِ خاکسارم را
غلامِ همتِ عشقم که هردم "مير" گرداند
طـراز چنگـل شهباز کبکـ کوهسارم را

## جان الله شاهہ

مير سيد جان الله شاهہ مير سيد جان محمد شاهہ جو پوٽو تخلص "عاشق" ۽ ڪلام جو مجموعو "ديوان عاشق" آهي.

الاهي مـوج طوفان بخش اشکـ ديد گريان را
سحاب آسا بر افشان کن مدامم چشم گريان را
لطف خويش قـائـم کن براي درد مندان عشق
ز ابـر رحمتت ســر سبز گردان جان بريان را
خـيـالات وجـودم را هـمـه منسوخ گـرداني
بکن گـلـزار نوراني تجلي طـور طـريـان را
خـزان را ره مـده دردل بـه مشتاقان ديدارت
بهاري کن ز غنچه گل به پوشان جسم عريان را
نقاب از روئـي خـود بـردار بنما جلوهٔ حسنت
معطر کـن دمـاغ من زبوئ عشق سريان را
زبير حـمـي بـه مائل ديـدن آئين کرم نبود
بـده ساغر زمي احمر بنوشان ديـده تريـان را
عجائب عشق همت داد "عاشق" را درين منزل
بزير حکم خـود آورد جـن وانس و پريان را

## ميرڪ محمود

ميرڪ سيد محمود مشهود به شيخ ميرڪ بن ابو سعيد پوراني متوفي ٩٦٢ ھ ۾ بکر جو شيخ الاسلام ۽ مرزا شاه حسن جو همعصر هو:

گـر روزگار سفله نـواز است غم مخور
خسخانه رابـر اي حسيسان گـذاشـتيم

—

هر گه آن شمع پري پيڪرم از خانه رود
در پيش عاشقِ بيچاره چـو پروانه رود
پندِ ناصح چـه کند بـادل ويـرانـهٔ من
ايـن حڪايت هم باعـاقـل وفـرزانه رود
ز آشـنـا چـون منصور نـبـود منفعتي
سايل آن بـه کـه بـدريـوزهٔ بيگانه رود

## مير معصوم

مير سيد محمد معصوم ولد سيد صفائي الحسيني الترمذي بکري تخلص "نامي" جو بيان مٿي ڪري آيا آهيون، تصنيفات هن طرح آهن:

(١) تاريخ معصومي فارسي ١٠٠٩ ھ ۾ تصنيف ڪيائين جنهن ۾ اڪبر اعظم تائين بيان ڏنل آهي، سنڌ جي هن تاريخ جو ترجمو مسٽر جي-جي ميليٽ ١٨٥٥ع ۾ انگريزي ۾ ڪيو، سنڌي ۾ پهريان منشي نند يرام سيوهاڻي ١٨٦٢ع ۾ ڪيو ۽ ڊاڪٽر دائود پوٽه صاحب ١٩٥٣ع ۾ سنڌي ترجمو ڪيو جو ساڳئي سال سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيو.

(٢) سسئي پنهون جي قصي کي فارسي ۾ ١٠٠۴ ھ ۾ منظوم ترجمو ڪري مٿس مثنوي "ناز و نياز" نالو رکيو، اصلي نسخو ڪتبخانه آصفيه ۾ موجود آهي.

(۳) طب-نامي ۱۰۰۹ھ ۾ تصنيف ڪيائين.

(۴) رسالو مفردات مير معصوم نامي نمبر ۳۹۲ ۽ رسالو مفردات نامي نمبر ۳۶۹ بانڪي پور ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

(۵) مفردات نامي ڪتاب ۱۱۱۰ھ ۾ ڪتبخاني ايشياٽڪ سوسائٽي ۾ موجود آهي.

(۶) مفردات نامي ۱۱۸۲ھ نمبر ۱۵۵۰ھ.

(۷) خمسه معصومي جنهن جو هڪ حصو ناز و نياز آهي، ان جو سنگي نسخو جنهن تي سال ۱۰۱۳ھ لکيل آهي ۽ مير بزرگ جو نالو لکيل آهي، شيخ حميد الدين ناگوري جي درگاه تي موجود آهي.

ڊاڪٽر اسپرنگر جو بيان آهي ته مير صاحب "مخزن الاسرار" جي جواب ۾ "معدن الافڪار" لکيو.

"حسن و ناز" يوسف زليخا جي جواب ۾ لکيو اٿائين ۽ "راي صورت" ليليٰ مجنون جي جواب ۾ آهي.

"خمسهٔ متحيره"، هفت پيڪر جي مقابلي ۾ آهي، مثنوي حسن و ناز جو سال ۱۰۰۲ھ کان ۾ اڪ آهي باقي پين چئن جا سال ۱۰۰۵ھ کان ۱۰۱۳ھ آهي جن ۾ ڏهه هزار بيت ڏنل آهن. ڪي بيت تبرڪاً ڏجن ٿا:

معدن الافڪار:

بحر ز گرداب شده کامه گر　　تانمي از جو دتو يا بد مگر

حسن و ناز:

حديثِ لعل آن سر چشمهٔ نوش　　شده پيرايهٔ لب چون درِ گوش

اکبر نامه (اسڪندرنامه جي جواب ۾)

بگل چينيء آن گلستان شدم　　سراپا صبا وار دا مان شدم

راي صورت:

حسنت درم خسريده او　　خوبي گسل آفريدهٔ او

خمسهٔ متحيره :

هست بر نامت ابتداي همه بتو آغاز و انتهاي همه

خمسه نامي هن وقت ڪنهن به ڪتبخاني ۾ موجود ڪونه آهي، البت مثنوي "حسن و ناز" جو نسخو جنهن ۾ ۴ هزار بيت آهن، جن کي حسام الدين راشدي صاحب ڪابل ۾ نقل ڪيو هو، آغاز هن طرح آهي :

خداوندا دلي ده شعله افروز
درو جاني ز برقِ عشق در سوز
بدل ده شعلهٔ آتش گدازم
بريزان امژهٔ اشکِ نيازم
بخاشاکي تنم در آتش انداز
کہ دوزخ گرد دازوي شعلہ پرداز
درونم راچنان کن آتش افروز
کہ دوزخ را ازان آتش فتد سوز
چنان کن موج زن اشکم سويِ اوج
کہ گردون دون خسي باشد بران موج
چنان ده در درونِ سينه سوزم
کہ دروي خرمنِ هستي بسوزم
چنان زان آتشم دل زنده گردان
کہ از غيرت بسوزد آب حيوان
دلي ده سر بسر شايستهٔ درد
درونم چون جراحت خستهٔ درد
دلي کاو زخم از مرهم نداند
متاعِ خوشدلي از غم نداند
دلي خواهم ز درد آزرده و ريش
کہ از دردش بدرد آيد سر نيش... الخ

تقي ڪاشي جو بيان آهي ته مير معصوم به ديوان مرتب ڪيا هئا، هڪڙو خانداني نسخو ۱۹۳۱ع ۾ آقائي علي محمد شاه راشدي سکر پراڻي وارن معصومين وٽان هٿ ڪري نقل ڪيو هو. ٻيو ديوان، جو سال ۱۰۱۲هه جو لکيل ٽالپرن جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي. تقي ڪاشي جو چوڻ آهي ته مير معصوم ٻه ساقي نامه به مرتب ڪيا هئا، جن جو ڏس نٿو ملي. مير معصوم ۸۹۸هه ۾ ڄائو ۽ ۹۸۲هه ۾ وفات ڪيائين. "در بهشت آسود" تاريخ وفات.

## عبدالهادي بکري

ميرڪ عبدالهادي بن ميرڪ عبدالباقي المشهود بن سيد خواجه، بن ميرڪ سيد محمود المعروف شيخ ميرڪ بن ميرڪ عبدالباقي الموصوف بن ميرڪ ڪلان، بن ميرڪ سيد محمود، بن قدوته‌السالڪين شيخ پوراني.

خرم دليکه راه بکوي حبيب برد
بيمار آن به است کہ يا بد طبيب را

ميرڪ صاحب جو مقبرو مڪليءَ تي آهي هن تي ڪتبي جي عبارت تاريخ وفات ۱۰۸۶هه هن طرح آهي:

عيد قربان ز پي ماتم ان شه کہ زخق
هديده هر دم بسر تربتِ او باد درود
سال تاريخ ندا داد بگوشم هاتف
"هادي" اهل کرم يافت مقام محمود (۱۰۸۶هه)

## مير محمد شفيع بکري

مير محمد شفيع المخاطب بن لطف علي خان رضوي بکري، جو اولاد مير محمد يوسف رحم بهادري ڪري مشهور هو. غياث الدين

عطر خان عرف سعد خان بن سعيد خان ٺٽي جي صوبيدار ۱۱۲۴هه
کان ۱۱۲۶هه کي قتل ڪري ڪجهه وقت ڪامرانيءَ سان صوبيداري
هلائيائين ۽ ۱۱۲۷هه ۾ شجاعت علي خان جو خطاب حاصل ڪيائين •
نثر ۽ نظم ۾ يد بيضا هو تخلص ”همت“ هوس• متواضع ۽
خليق هو• محمد محسن ٺٽوي تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ سندس
خدمت ۾ رهيو هو• ۱۱۴۴هه ۾ وفات ڪيائين ۽ محمد محسن
تاريخ وفات چئي:

”آد خله في الجنات - بلا حساب“ (۱۱۴۴هه)

لاله گلگون ميشود گويا ز اشکِ خونيم
بسکه دارم داغ پنداري که داغستانيم

رونگر دانم من از تيغِ جفاي دشمنان
همچو اسماعيل در کوي تو من قربانيم

بسته ام چون خضر دامانِ سياحت بر کمر
رهنماي کاروا نها در شب ظلمانيم

کي مرا پروا ابود از دست صيادان دهر
يونسم در درهر امادر دهانِ ماهيم

هستم اکنون از غلامان عليء مرتضيٰ
در لقب ”لطف علي“ بنوشت در پيشانيم

## يار محمد

مولانا يار محمد ”ياري“ اصل هرات کان آيو• بلاغت ۾
ڪمال رکندو هو ۽ هو ان سان گڏ ڪتابت ۾ به مهارت رکندو هو• سلطان محمود
ڪوڪلتاش هن کي معزول شهنشاه همايون ڏانهن ايلچي طور
موڪليو پر ڪامياب نه ٿيو• پوءِ هو ڏينهن سيتپور ۾ وڃي رهيو
۽ اتي وفات ڪيائين• ڪلام مان ظرافت جي جهلڪ نظر
اچي ٿي• هڪڙو بيت تاريخ معصومي ۾ ڏنل آهي:

گجرات خوش دياري اما بشرط ياري
بي يار چون توان بُد راين چنين دياري

## مير محمد يونس

مير محمد يونس پهريان همايون وٽ ملازم هو بعد ۾ مرزا شاه حسن ۽ سلطان محمود بکري وٽ ملازم رهيو ۽ ٩٨٥هه ۾ وفات ڪيائين:
”رستم از قيد اين و آن اي دل“ (٩٨٥هه)
ترڪي ۽ فارسي ۾ شعر چوندو هو:

خوشم بعمر دو روزي چو گل درين گلشن
کہ عاقبت بنسيمي چو خس رود برباد

## علي نواز شاه

مير علي نواز شاه تخلص ”علوي“ شڪارپوري جا وڏا ڪلهوڙن جي صاحبي ۾ افغانستان کان سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا. مرحوم نهايت مخلص، صابر، نهٺو ۽ غريب پرور مرد هو ۽ سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربي ۾ اعليٰ مهارت رکندڙ هو. مرحوم ڪيترائي سال شڪارپور ميونسپالٽي جو چيئرمن ۽ مئجسٽريٽ بہ ٿي رهيو. حڪمت جي علم ۾ بہ چڱو ماهر هو ۽ وقت جي شاعرن ۾ نهايت عمدو شاعر ٿيو:

الغياث اي شاه خوبان الغياث
الغياث اي حسن سبحان الغياث
الغياث اي نُور ربّ العالمين
الغياث اي شان يزدان الغياث
الغياث اي قبلهٔ اسلام من
الغياث اي دين و ايمان الغياث
الغياث اي مرشد پيغمبران
الغياث اي پير پاکان الغياث

الغياث اي مخزن جـو دو کرم
الغياث اي کـان احسان الغياث

الغياث اي فرحت قلبِ حزين
الغياث اي راحتِ جان الغياث

الغياث اي دستگير بيکسان
رحم فرمائي گدايان الغياث

اي بشير کون و مکان در ازل
وي نذير جن و انسان الغياث

يک طرف جو زمانم کردزار
وزد گر سو نفس و شيطان الغياث

جرم و عصيانم شده از حد فزون
اي شفيع جرم و عصيان الغياث

نام خود وقتِ و فاتم ده بياد
تا روم ازدهر فرحان الغياث

کن منور باز قبر تار من
از فروغ روئي رخشان الغياث

از کرم شو دستگيرم روز حشر
ده امان از نار سوزان الغياث

روز محشر نار سوزان جحيم
بهرامت کن گلستان الغياث

"علوي" از فرط حوادث شد ملول
مشکلش فرمائي آسان الغياث

از ابر زلف برمه رويت نقاب چيست
بکشا ز رخ نقاب زعاشق حجاب چيست

شد مقتبس ز نور جمالِ تو آفتاب
پس ماه رابحسن رخت انتساب چيست

درروئي تست نــور خـدا جلوه گرعيانِ
بي ميم احمديِ تو درين ارنياب چيست
کردي تـو خود بحضرت خود آشنا مرا
بيگانه وار بـاز زمن اجـتـنـاب چيست
گفتي که من ز زلفش تو اقرب ترم بتو
باز اين قدر جدائي ازين دلکباب چيست
مــن بندهء تــو ام توشهء بنده پــروري
بـا بندهء کمينه و عـيـدِ عتاب چيست
”علوي“ چـو از الست سـگ آستـان تست
پــس باسگان خويس حساب و عذاب چيست

## قادر بخش

ميان قادر بخش تخلص ”بيدل“ جا وڏا روهڙي ۾ پانولڪو ڏنڏو ڪندا هئا. هن ڪامل درويش جو والد ميان محمد محسن قادري طريقي ۾ جهوڪ واري بزرگ شاه عنايت جي هڪ شاخ کان دست بيعت ٿيو هو. فقير بيدل ۱۲۳۰ھ ۱۸۱۴ع ۾ تولد ٿيو ۽ جمندي ئـي جام هـو. سندس نندي هوندي جـي هلت چلت ئي عام ٻارن بلڪ وڏيءَ عمر وارن ماڻهن کان نرالي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ هئي. قدرت فقير صاحب کي هڪ اثر پذير، صاف ۽ پاڪ دل ڏني هئي. سالڪن جي صحبت منجهس الاهي عشق جا مچ مچائي ڇڏيا هئا. فقير صاحب وقت جي عالم ڪامل مولوي عبدالرحمان صاحب سکر واري وٽ ”شرح ملا“ پڙهندي مٿس اهڙي ڪيفيت طاري ٿي، جو روئڻ ۾ ڇنڪيو ۽ چوڻ لڳو ته اسان کي عشق کان سواءِ ٻيو ڪجهه نظر نٿو اچي، قلندر شهباز جي زيارت ڪرڻ ويو ۽ اهڙو رنگ ۾ رنگجي ويو جو روحاني فيض حاصل ڪرڻ کان پوءِ شعر چوڻ شروع ڪيائين. پـيـر صبغت الله شـاهـ اول تجر ڏنـي وٽ رهيو، اتـان نياءَ ٽيس ته پريا لوءِ ۾ مخدوم محمد اسماعيل جي درگاه تي وڃ،

اتان فيض پرائي، روهڙي ۾ مجارڪو دڪان کولي ويٺو ۽ حسن پرستي ۾ مست رهيو. ١٢٨٩ هه ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس خانقاه روهڙي اسٽيشن جي اولهه ۾ زيارتگاه آهي، فقير صاحب حسن پرست هو روهڙي ۽ روهڙيءَ جي حسينن جي جن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي، سا خود سندس بلند معيار جي دليل آهي، شروع ڪري ٿو:

در وصف وسعت آباد، جنت معاد، نزهت بنياد،
لنهڙي ڪه مظهر آثار ڪمال بي زوال است،
و مطلع الانوار جمال باڪمال حرسها الله
عن الوادث:

زهي لنهري ڪه چون جنات عدن است
به عظمت او فلڪ دهشت دوتا شد،
سراپا مجمع آرام و امن است،
ملڪ بر آستانش جان فدا شد.

زيارتگاهه هر روشن ضميري،
ورائي آن جناب فيض بخشاي،
دليل راهي هر جان منيري،
بتهتر جا مترقد مردان يڪتاي.

ز آبستان شمالش تازه و تر،
فروغ آن شمس و نور آن ڪو اڪب،
ز ڪوهستان جنوبش صاف انور،
نمود اين خانه را روشن لبالب.

ز ريگستان بود شرفش مصفا،
به هنگام تماشا آن مزارات،
ز باغستان شده غربش مطرا،
تحرڪ مي رسد باقلب اموات.

در و گشتہ ظہور نور احمد،
بتہر آکناف او چندین نظارہ،
بروز شمہٗ آثار محمد،
ہزاران گون عشرت را اشارہ۔
بدان سرمایۂ سر خط این خاک،
در و درگاہ عالي را اسامي،
معینؒن شد مطاف اہل افلاک،
سزد گر خوانش یثرب لباسي۔
بہ خاک در گھش ہر راز داني،
زہر اطواف این دیر خرابات،
فتادہ با ادب بر آستاني،
رجال اللّٰہ رسد از رفع آیات۔
چو دولت یا فت این خاکِ مکرؒم،
ہمہ صاحبدلان با صفا را،
کہ شدہ فورہٗ نور معظؒم،
بود روئ ارادت سوئي اینجا۔
مگر این بلدہ چون بیت العتیق است،
بغمزہ، ناز دادہ درس تنبیہ،
کہ جاءِ طوف مردان طریق است،
بہ ہندوستانیان از وي نمویہ۔
و گر پرسي ز حال ساکنانش،
بہ ترکان دادہ سبق دلربائي،
سراسر جمع خاطر در امانش،
بہ اہل یزد تعلیم وفائي۔
ز حُسن مظہري ہر جاش غلغل،
ہم و حسن خدا دادہ ہم و ناز،
بتہر جا گل بتہر جا شور بلبل،
ہم و گفتار شیرین مخزن راز۔

پري رويان بہ زيور هاي خوبي،
بہ عشوہ ها بہ دام آرند در دم،
مجلاۃ رخ بہ تصفية القلوبي،
کرشمہ آنها پرداز وحشيان رم.

خرامان چون کبک نازک خرامي،
دل صاحب نظر در پي دوا نند،
صداي دادہ با يحيي العظامي،
کہ باغ سينہ را سرو روا نند.

شکر گفتار گل رخسار خوشخويءِ،
اگر چون مہ سريع السير باشند،
صفا کردار کم آزار مہ رويءِ،
چو خود بر گردن هر شير پاشند.

بہ نيکويءِ ز نيکويان عالم،
و گر در جلسہ آيند از تلطف،
ربو دہ گويءِ سبقت بي تکلم،
نشا نند آتش ارباب تکيف.

رخ غلمان خجل از روي ايشان،
کر اگر دد بت شيرين مقابل،
د گر خود حور مست از بويءِ ايشان،
شود اورا سلوک قدس جاهل.

کمان ابرو بدست و تير مژگان،
ز آئينہ ظهور حسن شان جان،
ز هر ناوک دل خستہ هزاران،
رسد در جلوہ گاہ نور عرفان.

دو چشم ايشان مگر چون تيغ و خنجر،
هزاران عاشقان را کردہ بي سر.

عشقش نہ منصبيء است کہ هر خس بد ورسد
بلکہ از هزار خاص يکي کس بد ورسد
سيّر رموزِ من لدّن و علمِ واردات
دور است ز اين کہ فکر مدرس بد ورسد
اين خرمين وجود نہ سوزد بہ قيل و قال
برقي مگر ز عشق مقدس بد ورسد
مخمور و اوفتاده دل از ياد چشمِ مست
فرخ دمي کہ ساقيءِ مجلس بد ورسد
تنها بماندہ عاشق دلداده مدتي
سبب آي خدا کہ آن مہ مونس بد ورسد
آن گنج بي نشان کہ کنايہ ز وصل اوست
لطفي کہ دست کوششِ مفلس بد ورسد
مقصود دورِ راهيہ دراز و مجال تنگ
يا ربّ کرم، کہ بيدلِ بيکس بد ورسد

## مولوي محمد عليءِ بکري

هي بزرگ بکر جو رهاڪو هو ۽ والد جو نالو محمد پناه هو. سندس تخلص ”طالب“ هو. سندس ڪتاب ”ظهور نامه“ جنهن ۾ روهڙيءَ جي وار مبارڪ جو بيان نظم ۾ ڏنل آهي ۱۲۷۴ھ جي تاليف آهي. سيد حيدر شاه حقاني کي حضور صلعم کان ارشاد ٿيو تہ موي مبارڪ عبدالباقي صديقي وٽ آهي ان واقعي کي هن طرح بيان ڪيو اٿائين. مولوي محمد علي حضرت نظام الدين سرهنديءَ جو مريد هو:

بود در آن قلعهٔ بکهر بلند
قطب يقين مرد بسي ارجمند
شاه کہ او حيدر حقاني ست
شيخ احمد مصدر نوراني ست

مـايـه‌ٔ صـد فـيـض ولـيِ خـدا
صاحـب ديـن رهـبر راه خـدا
بـود شـريعت هم گـفـتـار او
گـشـته طـريـقـت هم كـردار او
شيخ ابـل عـارف بـاﷲ خـوان
قطب احمد عـاشـق اﷲ خـوان
سيد عالي شـده رضـوي لـقـب
بـود ز آل شـهِ فـخرِ عـرب
قـلـعهٔ بكهر اگـرش مسكن ست
در شهر لڪو هريش مدفن ست
قبهٔ عـاليش زيـارت گـه ست
در نظير ديـده بصارت ده ست
نعمت عظمي چـو بـه بكهر رسيد
دردلـش از غيب نـدا در رسيد
آمـدش از درگـه يـزدان خطاب
هم ز شهِ احمد زين شان خطاب
بـنـدهٔ بـاقـي كه بـود بكهري
يـابي نـزدش چوبـر او بگـذري
زود خـطابي بـرسـان از مـنش
واقف از سـر حـقـيقت كـنـش

نوٽ: سيد محمد ضامن ڪنتوري ”عبرتڪده“ سنڌ ۾ مخدوم عبدالباقي صديقي جي سهري جو نالو نظام‌الدين ڏيکاريو آهي ”ظهورنامه“ ۾ نجم‌الدين لکيل آهي. ڏسو سه ماهي مهراڻ ۱۹۵۷ع، ص ۵۵-۵۷، حيدرآباد سنڌ.

## مولوي غلام رسول عرف محمد هاشم

مولوي غلام رسول ولد خليفو پير محمد شڪارپوري، مولانا حافظ صاحبڏني چشتيءَ جا پڙ پوٽا هئا.

۳ مارچ ۱۸۶۳ع ۾ سندن ولادت ٿي ۽ سيد بهادرعلي شاه لودين جو سيد محمد گيسو دراز جي اولاد مان هو، تنهن وٽ فارسي پڙهيا ۽ پنهنجي استاد قاضي سيد بهادر علي شاه ۽ مولانا خليفي پير محمد چشتيءَ جي مريدي اختيار ڪيائون. علم ادب سان دلچسپي رکندا هئا. جون ۱۹۲۶ع ۾ وفات ڪيائون. تصنيفات مان ٽي ڪتاب "تنبيه المسلمين"، "معراج نامه" ۽ "ميلاد نامه" ۽ هڪ ڪلام جو مجموعہ يادگار ڇڏي ويا. سندن تخلص "هاشم" هو. فارسي زبان تي چڱي دسترس حاصل هيس. علم عروض ۾ ماهر هو:

عالم کز شوقِ عشق يار شد مست
تنم از مهر آن دلدار شد مست

ازين ميخانهٔ پاڪان چشيد ند
حبيب و مالڪِ دينار شد مست

از ين ميخان چشيده جرعہ مقصود
انا الحق گفتہ و بردار شد مست

بگر ديدم همہ گلزارِ عالم مست
بہ نظر من همہ گلزار شد مست

اگر پرسي تو از "هاشم" حقيقت
ازين مئي خفتہ و بيدار شد مست

## عبدالرحيم

عبدالرحيم تخلص "ثابت" دربيلوي:

از هستيءِ من نماند باقي، الالله دو سه دم
انهم بفراقِ تو سر آيد، باسوز و الم

---

اج نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي آتي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.
(شاهہ رحہ)

---

# باب سورهون

## سڪر جا سنڌي، سرائڪي ۽ اردو شعراء

پارسي زبان جو چرچو سنڌ سونهاريءَ ۾ انگريزن جي راج ۾ ۱۸۵۸ع تائين قائم رهيو. سنڌ جي ڪمشنر سربارٽل فريئر جي ڪوشش سان هاٽوڪو سنڌي، عربي خط تيار ٿيو ۽ جرمن ماهر ڊاڪٽر ٽرمپ صاحب سنڌي گرامر تيار ڪيو. ائين چوڻ صحيح ٿيندو ته سنڌي گهرو زبان انگريزن جي اچڻ ڪان پوءِ سرڪاري زبان بڻجي ويئي ۽ سنڌي بولي پنهنجو مقام حاصل ڪيو. خود انگريزن جو چوڻ آهي ته سنڌ فتح ڪرڻ وقت ۱۸۴۳ع ۾ هن شاهوڪار بوليءَ ۾ بي انداز لساني سرمايو موجود هو ۽ هندستان جي بولين جي مقابلي ۾ سندس ادبي پهلو گهٽ ڪونه هو. بکر جي گلريز خاڪ مان گهڻائي سنڌي شاعر پيدا ٿيا، جن جي ڪلام جي سرهاڻ سنڌ جي زمين کي سرهو ڪري ڇڏيو. انهن سنڌي شاعرن سرائڪي، هندي ۽ اردو بولين ۾ به طبع آزمائي ڪئي.

### قاضي قاضن

سڪر جي سرزمين کي فخر آهي، ته سنڌي زبان جي اوائلي شاعر قاضي قاضن، جنهن جو شعر پهريائين لکت ۾ آيو، سو ڄام نظام الدين سمي ۽ مرزا شاه حسن ارغون جي ڏينهن ۾ ويهه سال بکر جو قاضي ٿي رهيو. ۹۲۷هه ۾ استعيفا ڏيئي مدينه منوره ويو ۽ اتي مدو سندس پاڻ مليو. سنڌي شاعريءَ جي تاريخ قاضي قاضن کان شروع ٿئي ٿي، جڏهن هو سيد ميران محمد مهدي جونپوري جو مريد ٿيو هو، تڏهن وقت جي

عالمن قاضي صاحب تي ڪفر جي فتويٰ مڙهي هئي، ان جي جواب ۾ قاضي صاحب سنجيدگيءَ سان مناظرو ڪندي، علمائن کي بيتن ذريعي جواب ڏنو هو، جن مان فقط ست بيت شاه ڪريم بلڙائيءَ واري جي رسالي ”بيان العارفين“ ۾ موجود آهن. ڪلام جو نمونو ملاحظو فرمايو:

”جوڳي جا ڳايوس ستو هوس ننڊ ۾“
”سيئي سيلهه ٿيام، پڙهيام جي پاٺان
اکر اڳيان اپري واڳون ٿي وريام“
”ڪنز قدوري ڪافيه پڙهي پروڙين سڀ
ته ڪرمنڊي ماڪوڙي ڪوه ۾ پئي ڪچي اڀ“.

## پير محمد لڪوي

لڪت ۾ جيڪو شعر مليو آهي، ان موجب هن سرزمين جو سڀ کان قديم شاعر مخدوم پير محمد متوفي (١٥٩٠ع يا ١٦٠٠ع) آهي. هي اصل ٺٽي جو وينل هو، پوءِ لڏي اچي لکي تعلقي سکر ۾ وٺو. سندس هڪ طويل نظم مليو آهي، جو ”الف“ جي قافيي تي مشتمل آهي. سنڌي شعر جي انهيءَ قديم صنف تي سچيءَ سنڌ ۾ پهريائين مخدوم صاحب جو شعر مليو آهي. کانئس پوءِ مخدوم ابوالحسن وغيره ان صنف تي طبع آزمائي ڪئي، مثال ملاحظو ٿئي:

”سنڌي ساڪن سنڌ جو شائق شفيتا
جنهن قسمت قيد ڪيو لکي جي لاما“.

## يارو ۽ حفيظ

يارو ۽ حفيظ صدري روايتن موجب هن ضلعي جا بيا به قديم شاعر ملن ٿا، جي مخدوم پير محمد کان به قديم هئا. چيو وڃي ٿو ته ”يارو“ ۽ ”حفيظ“ قديم شاعر هئا، جن پهريائين سنڌ جي عوامي شاعريءَ جي صنف ”ڏٿ“ کي سنڌ ۾ مروج ڪيو. هو ڳوٺ ماڙي تعلقي سکر جا وينل ۽ پاٺ ۾ استاد ۽ شاگرد هئا. مثال طور سندن ڏٿ جو بيت هيٺ ڏجي ٿو:

گهرن ۾ گهر گهٽا، گهرن ۾ گهر گهٽا
ڇپنديي ڇٽا، گهٽا ڏينهو ڏٺا هوندءِ ڏار ۾.

## هان فقير، پرپور شاه ۽ ڪالو فقير

مٿيان قديم شاعر روايتن موجب شاه ڪريم کان اڳ يا اُن دور جا هئا. سندن شعر ۾ قدامت جي ساک پري ٿو. هو ڳوٺ ماڙي تعلقي سکر جا ويٺل هئا. ڪالو فقير مولود چيا آهن، جي وائي جي سر ۾ آهن. سندن هڪ مولود جو ٽل ۽ هڪ مصرع هيٺ ڏجن ٿا:

ڪالو فقير- "ٻڌي سچ جو سندرو پٺي آهيان پٺيءَ پيغمبر
ڪرڙا آٺ ڪيچين جا، پوري ڪيئن لنگهي بر".

هان فقير- "جي جيها آهن جوءِ ۾ تن، هردو ههڙا حال
يا جيها وڃن جوءِ ماں، يا مرين مال".

پرپور شاه- "ڇندو چورن ماريو اٺل ماريو اَڄ
ويا جيئنداٺي جوءِ مان ننڍو تيڙو سچ".

## عثماني احساني

ذڪر ڪيل مخدوم پير محمد جو همعصر، عثماني احساني نالي شاعر به ملي ٿو، جو ۱۰۶۴ع ڌاري پاڳناڙيءَ مان لڏي اچي "لکيءَ" ۾ ويٺو. سندس شعر بيتن تي مشتمل آهي، جو ٽن کان ڇهن سٽن تائين آهي، سندس بيت جي هرهڪ سٽ جو قافيو پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته، هن صاحب "الف"جي قافيي کان هٽي، صحيح قافيي سان گهٽين سٽن واري بيت جو تجربو ڪيو هو. هي صاحب پهريون شاعر آهي، جنهن ڇئن کان مٿي سٽن واري بيت جو تجربو ڪيو. ڪانئس اڳ فقط ڇئن سٽن وارا بيت ملن ٿا. جيئن ته انهيءَ قسم جو سندس پهريون تجربو هو، تنهنڪري چوٿينءَ سٽ جو قافيو اڌ ۾ آئي نه سگهيو آهي. سندس هڪ بيت آهي:

ڳالهہ اٿانگي گورجي، ويهہ ۾ سار وهي،
ترس ۾ ويهہ تيار ٿي، ساٿيڙا سنجهي،
هيءَ حد هيبت جهڙي، ويندءِ گور ڳهي،
سڀ وڇون سهس ٽنبڻ نانگن سان نهي،
ڏنگي جان ڏنگن سان ويندءِ ڏيل ڏهي،
ڳري ويندءِ گور ۾ لگين لحم لهي.

## شاهہ خيرالدين ۽ سندس مريد

خان خداداد خان جي ”لب تاريخ“ سنڌ مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت شاهہ خيرالدين (المتوفي ۱۰۲۷هہ) جو هڪ مريد ساڌ ٻيلي واري ٻيٽ تي مجاهدي ۾ مشغول هوندو هو، ڪجهہ وقت کان پوءِ حضرت شاهہ خيرالدين پنهنجي ان طالب وٽ ويو، ڏسن تہ طالب سيراندي اتر ڏي ڪيو سجدي ۾ پيو آهي، تنهن تي شاهہ صاحب فرمايو:

شاهہ – ”نہ تون ڪعبو نہ تون قبلو، رهين منجهہ سجود،
وساري پاڻ کي، ملئين سان درياءُ.“

مريد – ”ڪوهہ ڪندا قبلو، جن سچاتو سلطان،
پرين اسين پاڻ، ڪريون سجدو ڪنهن کي؟“

هن مان معلوم ٿيو تہ شاهہ صاحب ۽ سندس مريد سنڌيءَ جا شاعر هئا.

## بقادار شاهہ راشدي

آن کان پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ پير سائين پاڳاري جي وڏي ڏاڏي، حضرت بقادار شاهہ راشديءَ جو شعر ملي ٿو، سندن ولادت ۱۲۳۴هہ ۾ ٿي ۽ ۶۳ ورهين جي ڄمار ۾ شهيد ٿيا، سندن بيت پنجن ڇهن سٽن تائين آهن:

”جي ڪهان تہ ڪوڪ نہ نڪري، صبر سان آءٌ سهان،
اڪيون لايو پر کي ويٺي سور سهان،
ڪنهن کي ڪين چوان، ڪنهن پر اکنڊي آهيان.“

## محمد راشد

هن برگزيده خاندان مان ٻيئي بزرگ پاڻ به وڏا عالم، اديب ۽ شاعر هوندا هئا ۽ عالمن، اديبن ۽ شاعرن جا قدردان به هوندا هئا، پير سائين محمد راشد روضي ڌڻي، جو سچل سرمست جو همعصر هو، سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو. سندن ”اون“ جو عشقيه قصو منظوم ۽ ڪجهه سنڌي بيت مليا آهن. سندن بيت بيدل فقير جي ڪتاب ”سندالموحدين“ ۾ آيل آهي:

”وحدت مان ڪثرت ٿي، آهي ڪثرت وحدت ڪل،
اندر ٻرين ٻاهر ٻرين، ڀول نه ٻئي ڪنهن ڳل،
هي هنگامو هل، سڙو ئي محبوب جو.“

## علي گوهر شاهه

پير محمد راشد ١٢٣٣هه ۾ وفات ڪئي، ڪانئس پوءِ هن خاندان مان پير علي گوهر شاهه ”اصغر“ بنگلي ڌڻي وفات ١٢٦٣هه بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي، فقط ڪافيون ڇپيون اٿس، جي فن توڙي مضمون جي لحاظ کان سنڌي زبان ۾ وڏو درجو رکن ٿيون، هڪ مصرع ملاحظه فرمايو:

”مژگن سندا خنجر هڻي، رت عاشقن جو تو پئين،
هٿ پيروڙا رت ۾ رڱي، پوءِ ڏوه ميندي‌ءَ کي ڏئين.“

## غلام شاهه

هن خاندان مان هڪ ٻيو بزرگ غلام شاهه ولادت ١٢٥٩هه به سنڌيءَ جو سٺو شاعر ٿي گذريو آهي، جو لڏي لاڙ ۾ وڃي ويٺو. سندس ڪافيون ڏاڍيون پر درد ۽ پراثر آهن. سندس هڪ ڪافيءَ جو ٽل هي آهي:

”هڪ هڪ نيڻن جي ناز تون،
سٺو سٺو ٻنيرو صدقي ٿيان“

## صبغت الله شاهه

سنڌ جو بي مثل محب وطن ۽ سنڌ جي آزاديءَ جو علمبردار پير سائين صبغت الله شاهه ثاني ولادت ١٣٢٧هه ڪڏهن ڪڏهن شعر چوندو هو. رتنا گري جيل ۾ سلوڪ جي مختلف نڪتن تي هڪ بياض قلمبند ڪيو ائن، جنهن ۾ پنهنجي هڪ ڪافي به ڏني ائن، اُن جو ٿل هي آهي:

ڪري چشمن سندو چارو، سر ساهه ٻئي سٽي وئين.

## روحل فقير

ڪنڊڙيءَ جو ڳوٺ جو اڄ خيرپور رياست ۾ هيئنر روهڙي تعلقي ۾ آهي، هڪ عظيم شاعر صوفي روحل فقير جو آخري آستانو آهي، جو ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ ۽ ميرن جي شروعاتي دور ۾ ٿي گذريو. سنڌيءَ ڪان سواءِ هندي، سرائڪي ۾ اعليٰ درجي جو شعر چيو ائس، سندس سنڌي شعر فن توڙي مضمون جي لحاظ کان بي نظير آهي، سنڌي بيتن ۾ عربي، فارسي صوفيانه اصطلاحن سان گڏ هندي ويدانتي لفظ ۽ اصطلاح به نهايت سهڻي نموني آندا ائس:

”پڙهيا بيد ڪتيب جا، ڏين ڏورانهان ڏس“

—

صحيح سڄاڻين سچ، سڙج نه ملامت ڪون،
گهڙي پنهنجي گهٽ ۾، پرواني جئن پچ،
ماري ڪيچ من مان، ڪوڙائي جو ڪچ،
رنگ پريان جي رچ، راتيان ڏينهان روحل چئي.

—

وڻج وهائڻ ڪاڻ چو وڃين ٻئي هٽ؟
توکي پٽ پنيهر پنهنجو وڻج سڙيوئي وٽ،
جنهن ۾ نشو نينهن جو، سا ڪا ڪوئي پٽ،
محبت موره، مٽ، توکي سڪ ۾ ٿيندو سوجهرو.

جي ننگ چڙهي نانگا ٿيا، تن نانگن کهڙو ننگ،
گنگا ۽ گرنار جو، تن سامين ڇڏيو سنگ،
نکي واهن سگيتون، نکي چورن چنگ،
"روحل" لڳو رنگ، تن لاهوتين لقاء جو.

روحل فقير کان سواءِ سندس سالو ۽ مريد مراد فقير به هڪ عظيم شاعر ٿي گذريو آهي. روحل فقير جا پٽ شاهو فقير، غلام علي فقير وفات ۱۸۳۹ع، خدا بخش فقير وفات ۱۸۴۳ع ۽ دريا خان فقير به بلند پايه صوفي شاعر ٿي گذريا آهن. دريا خان نالي به صوفي شاعر ٿي گذريا آهن، هڪ دريا خان فقير نوشهري واري درگاه جو مريد هو ۽ ٻيو کنڊڙيءَ وارو دريا خان فقير، تذڪره لطفي (ج ۲، ص ۲۴۷) جي صاحب ۽ ڪن ٻين اديبن کان غلطي ٿي آهي، جو ٻنهي کي هڪ سمجهو اٿن.

## محمد عارف

ميرن جي صاحبي ۾ محمد عارف تخلص "صنعت" وفات ۱۲۶۶هه شاعر ٿي گذريو آهي، جو شڪارپور جو ويٺل هو. سنڌي ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو ۽ "صنعت" ۽ "عارف" تخلص ڪندو هو. سنڌيءَ ۾ آياتِ ڪريما جو منظوم ترجمو ڪيو اٿس، جو علم عروض موجب آهي. هن سرزمين جو هي پهريون شاعر آهي، جنهن علم عروض موجب شعر چيو آهي. سندس منظوم ترجمي مان هڪ بيت مثال طور ڏجي ٿو:

"تواضع وڏائي تنهن جو مرتبو
تہ جيئن سج کان چنڊ کي پرنور."

## خليفو ڪرم الله

شڪارپور جو شاعر خليفو ڪرم الله وفات ۱۲۷۱هه سندس همعصر هو. خليفي صاحب سنڌيءَ ۽ فارسيءَ ۾ شعر

چيو آهي. سنڌي شعر علم عروض تي ۽ قديم نوع تي چيو اٿس سندس غزل مان هڪ مصرع ڏجي ٿي:

”سوئي مون کي سنمت کيو آه،
محبت محب اوهان جي،
ڏوري ڏور ڏکي تي ڏونگر،
تي ء اچي تم اوطاقي.“

## پائي چينراء

سنڌ جو عظيم هندو صوفي شاعر پائي چينراء وفات ١٨٥٠ع شڪارپور جو ويٺل هو. تخلص ”سامي“ کنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. سندس هڪ سلوڪ مثال طور ڏجي ٿو.

”جاڳي ڏٺو جن سامي سپرين کي،
سي نئنن جي نروار ڪون پلڪ نه پاسو ڪن،
ٿڌ گرمي دک بک اَڄ سر تي سڀ سهن،
اٺ ئي پهر رهن، اکيون پڌي هٽڙا.“

## فقير قادر بخش ”بيدل“

فقير قادر بخش بيدل روهڙيءَ جي جهنڊي جو بيان مٿي ڏيئي آيا آهيون. حضرت قادر بخش صوفي جو ڪلام فارسي، سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ۾ آهي. سندس فارسي ڪلام پيش ڪري آيا آهيون، باقي پيو ڪلام هيٺ ڏجي ٿو:

## سنڌي ڪلام

عقل جو ويو اختيار، عشق ”آناالحق“ جو دم ماريو.

عشق عقل جي لڳي آ لڙائي، عشق ڪٽي جنگ، عقل هارائي،
هيڪل هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ کي برهم پڇايو.
دست ڌري آيو حسن جو پالو، چنچل چشمن جو ڪري چالو،
گوءِ ڪٽي ٿيو نروار، باهم برهم جي سنڌن کي ساڙيو.

ڪاٿي پير مريد سڏائين، ڪاٿي پاڻ سان لنؤن لائين،
ڪاٿي ڪري ڪوڪار، تم با ذني چئي مئو جيئاريو.

يار بيرنگي نور نهاني، پهري پوشاڪ آيو انساني،
عشقئون ٿي اظهار، سهس ويس سان پاڻ سينگاريو.

هڻ تون باولي برهم جي بيدل، لامڪانون ٿي ڪر نازل،
ٿوڙ دوالي يار، بيخوديءَ جو باز آڏايو.

## سرائڪي ڪلام

سک رمز وجود وڃاون دي،
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي!

اکران دي وچ جوئي اڙيا،
عشق دي چاڙهي مول نہ چڙهيا،
”اثباتي“ دا علم جو پڙهيا،
موج آنهين سر ساتوڻ دي!

بارش بره دي جنهن سر آئي،
سوز عشق وچ جالي سدائي،
بي دردان نون ڪل نہ ڪائي،
درد دي دود دکاوڻ دي!

نال دليل نا ليسئي دلبر،
عقل نہ اوڏانهن ٽيسئي رهبر،
سمجهي مام ڪون صوفي بي سر،
شاهي طبل وڃاوڻ دي!

بحر عميق ۾ جوئي پوسي،
دين ڪفر دا دفتر ڌوسي،
ساري سڌ آنهين ڪون هوسي،
ذات صفات سماوڻ دي!

بيدل ڳالهہ وحدت دي من تون،
طلسم وهم دوئي دا ڀن تون،
وچ عروج نزول دي ڳهن تون،

لــذت آوڻ جــاوڻ دي!

مذهب دي باتيان تون برها، هک پـــل وچ آڏاويـگا.
صـوفـي لا مذهب مستي وچ، آنـا الـحـق آلاويـگـا.
شيعا سني ٿـيـوڻ سـوکـا، صـوفـي کون سڏاويـگا.
بي سـري دا منصب پـاکر، سـولـي سـر چڙهاويـگا.

## محمد محسن "بيکس"

محمد محسن تخلص "بيکس" ولد فقير قادر بخش صوفي درويش هو. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو. وفات ۱۲۹۸هہ. فرمائي ٿـو عاشق صادق:

ريءَ هـوت بنان ڪونهي اجهو،
جت ڏير ڏئي ويا مئي کي ڏجهو.

ڪوڪان ڪندي ڪوڪاريان، رَندن متي ڪندس رڙيون،
هاڻي ڏونگر ڏورڻ پيو جهجهو.

سرتيون اوهين چو ٿيون جهليو، هر ڪا ڏسي پنهنجون بديون،
اوهين پيون ٿيون روح ۾ رجهو.

'بيکس' چئي انهيءَ بحر مون، ٿيي هنيائـون لـهـر مون،
هـاءِ درد لـڳو دل ۾ ڳجهو.

صـوفـي محمد محسن اڃا چوڏهـن ورهين جـو هـو تـہ سندس والد وفات ڪئي. سندس فرزند فقير محمد محسن "بيکس" وفات جي تاريخ هيٺينءَ ريت چئي آهـي:

رمز رنديءَ جو عجائب روھڙيءَ ۾ راز ھو،
نالي بيدل بادشاہ بيشڪ اتي شھباز ھو.

موج ستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز ھو،
حلاج جي حالت ۾ ھر دم من خدا ممتاز ھو.

پير مغان جي پيش ھڪ حقيقت مجاز ھو،
'ھمہ اوست' واري حال ۾، محمود سو 'اياز' ھو.

درد واري دين ۾، ھو وير وحدت باز ھو،
عشق جي اوتار سان دلدار دست و راز ھو.

ھن تماشي گاہ ۾ اٿھڻ سندي آواز ھو،
مرضيءَ موجب پانھنجي سو سير صفاتي ساز ھو.

سال بارھن سو، اٺانوي ۾ سوزگداز ھو،
سورھين ذوالقعد جي، ھاديءَ سندو پرواز ھو.

بيدل مرشد منھنجو سائين غريب نواز ھو،
"بيڪس" خادم در سندس کي عشق جو آغاز ھو.

## ملان صاحب ڏنو

سامي چينراءِ جو ھمعصر ۽ شڪارپور جو ويٺل ملان صاحب ڏنو وفات ۱۸۴۱ع ٻہ سنڌيءَ ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر ٿي گذريو آھي. سنڌيءَ ۾ سندس ھڪ مدح ملي آھي، جنھن جو ھڪ بيت ڏجي ٿو:

"تون سرتاج، سردار صاحب سدا،
سيو جڳ سلامي سندءِ سرورا،

پھچ پير درماندگان دستگير،
مريدن مدد ڪر محي الدين مير."

## منشي ميان محمود

سکر جا ميمڻ واپاري توڙي سرڪاري عملدار پنهنجي علميت ڪري "منشي" ڪوٺبا هئا. ميان محمود اسسٽنٽ اسٽئبلشمينٽ آفيسر هو. عربي، پارسي، سرائڪي، هندي، سنڌي ۽ اردو جو شاعر تي گذريو آهي. سندس ديوان "گلزار محمودي" جنهن کي ميان غلام شاه رضوي ڪونسائي مرتب ڪيو، تنهن کي ميان محمود جي فرزند ارجمند منشي ميان پير بخش صاحب، جو ١٨٩٨ع ۾ روهڙيءَ جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو ساڳي سال اسلاميه پريس لاهور مان شايع ڪرايو. ديوان گلزار محمودي جو ديباچو ميان عبدالرحمان متخلص "عاصي" جو لکيل آهي جو پڻ سيٽلمينٽ کاتي جو ملازم هو. ميان محمود جو تخلص "طالب" هو، جنهن ڪتاب جي شروع ۾ هيٺين مدح چئي آهي:

### مدح

نرمل پرور پاڪ ذات آهي صفت سندس سبحاني، يار
شافي اُمت جو مير محمد شان سندن قرآني، يار
ابابڪر ۽ عمر عثمان ۽ حيدر شير رباني، يار
چئني يارن ڪفر کي ٽوڙي، دين وڌايو حقاني، يار
صدقي شاهه شهيدن تون جي قائم دين حقاني، يار
سچي واٽ خدائي جي تي ڪيائون سر قرباني، يار
گهوري وڃان آن پير پيران جو سرور شاه جيلاني، يار
غوث حقاني قطب رباني صفت سندس لاثاني، يار
پير نظام الدين سونهارو ڏيئو هندستاني، يار
خواجه معين الدين اجميري حامي راجستاني، يار
شاه جلال و فريد شڪر گنج بهاؤالحق ملتاني، يار
سنڌ سونهاري جو وارث والي لعل شهباز سيواني، يار
طالب هردم گهرو انهي کان ثابت دين ايماني، يار
ملندي برڪت تنن جي دولت ڏوهين جهاني، يار

## ڪافي

آتي ڙي سياڻي، رات وهاڻي،
سعيو سمر ڪرليئي، ٿيندي لڏاڻي.

چرخو نہ چوري، پڻي نہ آوري،
پڇندي سويري، ايندئي نہ وائي.

ڪتيوئي نہ ڪوڙي، ڏاريئي نہ موڙي،
ويسر وسهوڙي، ونندي صباڻي.

سينڌون ٿي ساهيئي، سرمان ٿي پائي،
بت تي بنائي، نيڻين لٽائي.

رکنديئي قبر ۾، ڏينديئي ڏوڙ،
پڇنديئي قهر ۾، ايندئي نہ وائي.

توريندا تورو، ڦولينندا ڦورو،
ماڻ پيءُ نہ سهرو، پڇنديئي پرائي.

طالب تي پرور، موليٰ ڪرم ڪر،
برڪت پيغمبر، هي شئي نماڻي.

### بچل شاهہ

بچل شاهہ مياڻي سکر وارو حضرت بيڪس جو همعصر هو. سکر جو بلند پايہ شاعر ۽ صوفي درويش ٿي گذريو آهي. سندس ولادت ۱۸۰۷ع ۾ مانجهو ۾ ٿي ۽ ۱۹۰۱ع ۾ سکر ۾ وفات ڪيائين ۽ سندس آخري آرامگاهہ مهراڻ جي پڪ تي، سکر بئراج جي ٿورو هيٺان آهي. بيت ۽ ڪافيون چيون اٿس. ڪافيءَ جي هڪ مصرع:

برهہ بازي ڪار سازي، حق حقيقي منهن مجازي،
ساهہ ۾ سهڻي صلاح، ورهہ ڪيئن آهي ويڳاڻو.

## محمد اڪرم

ساڳي دور ۾ شڪارپور ۾ محمد اڪرم پٺاڻ نالي شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن ۱۹۰۵ع ۾ وفات ڪئي. ڪافيون چيون اٿس. هڪ مصرع:

درد حسن جي ڪيس ديواني، چاڪن ڪئي مان چور،
ڪر ڪا يار ورڻ جي.

## ايسر فقير

انهيءَ دور جي پوئين زماني ۾ درازه درگاه تي سخي قبول محمد دوم ۱۸۴۲ع–۱۹۲۴ع سجاده نشين هو. ايسر فقير روهڙائي سندس طالب هو. هن هندو فقير جي شعر جو مثال ڏجي ٿو:

”جنهن کي رانول رمز چکائي،
سا دل ڪرندي ماهي ماهي.“

## ڪريم ڏنو

سخي قبول محمد جو طالب، شڪارپوري، ڊي- پي- آءِ جو پي-اي هو.

هوت تنهنجي هنج ۾، پوءِ ڏونگر ڇو ڏورين،
و نحن اقرب اليه من حبل الوريد، منهن نا موڙين،
قل هو الله احد الله الصمد، چت اندر چورين،
الله هو اورين، ڪريم ڏنو قلوب ۾.

## ڀهاول فقير

شڪارپور، جو ايڪسائيز انسپيڪٽر هو ۽ سخي قبول محمد جو طالب هو:

”جدا ٿيو جڏهن جاني، جوش جگر جلايو،
ڏيئي درد دل ۾ دلبر، رڻ ۾ تو رلايو.“

## احمد علي

شڪارپور جو سنڌي ماستر ۽ سخي قبول محمد جو طالب هو.

”باغ بهاريا وڻ ٽڻ موريا، سبز سڄڻ سنساري،
گل ڦل ٽڙيا خوب ٻسنتي، هر هنڌ ٿي هڳڪاري.“

## واليڏنو فقير

شاعر ٿي گذريو آهي، جو پي-ڊبليو-ڊي جو ٺيڪيدار هو. سنڌيءَ ۾ عروضي شعر چيو اٿس، وفات ۱۳۰۷هه، هڪ غزل جي مصرع:

”وسن ٿا مينهن محبت جا، وهن ٿا نار نيڻن کئون،
آٿاري هن آچايل کي پيالو ڀر پياريندا.“

## ٻيڙو فقير

ٻيڊل فقير عرف ٻيڙو فقير ولد عبدالواسع ڪوٽ نجفي انڙ تعلقي شڪارپور ۾ ۱۸۶۵ع ڌاري تولد ٿيو ۽ ۱۹۳۹ع ۾ وفات ڪيائين. سندس حياتي مستي ۽ مجذوبي ۾ گذري. پير سائين حزب الله شاهه جو مريد هو، سٺو شاعر هو. سندس ڪلام، بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي، جو ”رسالو ٻيڊل فقير“ ۾ ڇپيل آهي، هڪ بيت ڏجي ٿو:

”چنڊي چنچر ڏينهن کي وينگس ڇوڙيا وار،
سڏي ۽ سڏڪا ڀري پر لئي ڪيڏي پار،
پئي روئي پنڌ ۾، پوري لئي پتار،
سونهارا سردار! هن کي ڪاهي ڪيچ رسائين.“

## لال محمد ”لال“

پني عاقل تعلقي، گهوٽڪيءَ جو برگزيده عالم ۽ سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو. بيت ۽ ڏوهيڙا چيا اٿس. ١٨٩٠ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس هڪ ٽيهه اکريءَ جي ڏکڻي بيت جون ٻه سٽون مثال طور ڏجن ٿيون:

”ٿي تون ثمر سڪ جو، ثابت رکي سڀر،
هلي پئي هاڙهي، ڇڏي صاف سڌير.“

## علي مراد ”عاصي“

ڳوٺ ٻڍي تعلقي ڳڙهي ياسين جو زميندار هو، چڱو شاعر هو. سندس هڪ نظم جو ڪتاب ”گلشن بهار“ مجموعي ۾ مدحيات ۽ مناجات ڇپيل آهي، جنهن ۾ ٽيهه اکريون، ڪافيون ۽ ٻيو نعتيه شعر آهي. سندس ٽيهه اکري جي هڪ بيت جون ٻه سٽون مثال طور ڏجن ٿيون:

”ٿي تڳان تو ريءَ اوهان جي، هوت هيڻن کي اپل،
تون اڙين جو اوٽ آڌر، مصطفيٰ مختيار مل.“

## ڪرم شاهه

ڳوٺ ٻرڙا، لڳ ڪرن تعلقي شڪارپور جو وينل هو. سندس ولادت ٩-٣-١٩٠٣ع ڌاري ۽ وفات ١٩٥٣ع ۾ ٿي. سنڌيءَ جو چڱو شاعر هو. سندس هڪ ٽيهه اکري جي هڪ بيت جون ٻه سٽون مثال طور ڏجن ٿيون:

”خي ئون خان ڪٽي ويس، اهي ڪوتا متئون ڪٽ،
ستل ڇڏي سيج تي، ٿيا ڇاٽي واٽي ڇٽ.“

## علي نواز ”علوي“

١٩ صديءَ جي آخر ۾ ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾، شڪارپور جي مشهور اولياء حضرت فقير الله علويءَ جي خاندان مان، حاجي علي نواز ”علوي“ ١٨٥١ع - ١٩٢٠ع

سنڌ جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. علم عروض توڙي قديم نوع تي ڪافي سنڌي شعر چيو اٿس. هڪ ڪافي مثال طور ڏيون ٿا:

تنهنجي حسن سچن حيران ڪيا،
انسان هزارين مان نہ رڳو.

تنهنجي شان برابر شاهہ نہ ڪو
تنهنجي سونهن سندو مٽ مان نہ ڪو
تنهنجي خيال ڪان خالي ساهہ نہ ڪو
خواهان هزارين مان نہ رڳو

قرآن سراسر شان سندءِ
آ واصف خود رحمان سندءِ
ٻيو ڪهڙو ڪري ڪو بيان سندءِ
حيران هزارين مان نہ رڳو

ٻڌا جاني جن ڪلام تنهنجا
ڪن سهسين سڪ مان سلام تنهنجا
ٿيا حلقہ بگوش غلام تنهنجا
سلطان هزارين مان نہ رڳو

تنهنجا مادح ميڪائيل جهڙا
ڪئين عاشق اسرافيل جهڙا
تنهنجي در تي جبرائيل جهڙا
دربان هزارين مان نہ رڳو

توتان جان فدا ڪن شاهہ گدا
ري ناٿي ٻانهيا ٻيل ٻڌا
ٿيا خادم تنهنجي خلق سندا
خاقان هزارين مان نہ رڳو

ناهي ”علوي“ هڪ مفتون تنهنجو
آهي عالم سڀ ممنون تنهنجو
ٿيو جاني جڳ مرهون تنهنجو
قربان هزارين مان نہ رکو

## سرائڪي ڪلام

سڄڻ ساڏي ساه وچ وسدا
جدا ڪيون ڪر ڪوئي ڏسدا

بره دا بار سر چاوڻ
اهين رستي اندر آوڻ
سڄڻ دي نال لنؤن لاوڻ
نهين وت ڪام هر حس دا

وجودون غير جو ٽالي
ڏڪان وچ سڪ جيها جالي
هميشہ پرت پيا پيالي
پرين دا پار سو پسدا

بره بيشڪ هي سر بازي
سوره سمجهي سرفرازي
رهي هر حال وچ راضي
نهين عاشق ڪڏان نسدا

خودي دا خون جو پيوي
جيندي جانون جدا ٿيوي
سوره سونت جڳان جيوي
سدا خوش حال ٿي هسدا

پهون ”علوي“ جو پيوس هي
نهين بيوس دا ڪو ڪس هي
علي فرياد رس بس هي
اوڪس هي مين بيڪس دا

## هندي ڪلام

پيا عرض ميرا منيو کم ناهين
ميرا حال دل سي منيو کم ناهين

مين روزِ ازل سے هون قربان تجھ پر
مجھے اپنا درسن ديکھيو کم ناهين

نهين سنده مين چين آتا هے کهين
عرب مين مجھے اب بتّليو کم ناهين

تجھے بعد مانع نهين ديکھنے سے
مجھے ملنے کا ڈهب بتيو کم ناهين

مين شاهي نهين چاهتا مجھکو شاها
گدا اپنے در کا بنيو کم ناهين

تيري درد فرقت مين روتا هون هردم
بلا پاس اپنے بٹھيو کم ناهين

مين هون نيک يا بد تيرا هوچکاهون
هلاکتم مجھکو بچيو کم ناهين

قيامت مين جب لوگ پياسے پھرينگے
شرابِ شفاعت پليو کم ناهين

جد هر انبيا نفسي نفسي پکارين
اُدهر هاتھ "علوي" کا ليو کم ناهين

## اردو ڪلام

مجھے ديدار تم اپنا دکھاؤ يا رسول الله
رخِ انور سے تم پردا اٹھاؤ يا رسول الله

کرو ديدار اپنے سے ميري آنکھون کو نوراني
جدائي کے اندهيرے سے چهڑاؤ يا رسول اللّٰه

تمهاري درد فرقت مين بهت مدت سي روتا هون
وصل اپني سے اب مجهکو هساؤ يا رسول اللّٰه

گناهون کا ميري سر پر پڑا هے بوجهه بس باري
شفاعت کا مجهے مژده سناؤ يا رسول اللّٰه

ميري کشتي کي تم هو ناخدا بحر دو عالم مين
بس اب چاهو ڏباؤ يا بچاؤ يا رسول اللّٰه

هے "علوي" سندهه مين پابند دام درد مهجوري
کرم کرکے مدينه مين بلاؤ يا رسول اللّٰه

## هادي ڏنو

حافظ هادي ڏنو ساڙي تعلقي سکر جو ويٺل هو. ١٨٩٠ع–١٩١٦ع بلند پايه صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. هڪ مصرع:

چشما چوري ڪن زوري، نئون لائي نينهڙو."

## مولانا عبدالغفور

مولانا عبدالغفور همايوني ولد خليفو مولانا محمد يعقوب همايوني تعلقي شڪارپور ۾ ١٢٦١هه ۾ تولد ٿيو، سندس والد اصل شهر "جهٽ" بلوچستان جو رهاڪو هو، پر همايون جي هڪ زميندار وڏيري غازي خان سومري جي استدعا تي همايون ۾ اچي رهيو هو ۽ اتي ديني تعليم ڏيڻ لڳو. مولانا عبدالغفور گهڻو علم پنهنجي والد کان حاصل ڪيو، پر ان جي وفات ١٢٧٣هه کان پوءِ باقي علم مولوي سلطان محمد پنجابي کان حاصل ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجي والد جو مدرسو هلائڻ لڳو. مولانا پنهنجي وقت جو جيد عالم هو، سنڌ، هند،

بلوچستان وغيره جا ڪيترا شاگرد وڏائنس فيضياب ٿيا. مولانا هڪ بهترين شاعر هو. سندس تخلص ”مفتون“ هو. سندس سنڌي غزلن ۽ ڪافين جو مجموعو به هو، جو في الحال گم ٿي ويو آهي. مولانا صاحب ١٣٣٦هه ۾ وفات ڪئي. مولوي صاحب هڪ اهل الله، صاحبِ دل، ظاهر ۽ باطن جو باعمل عالم هو. سندس ڪمالات ۽ فضائل جو ثبوت سندس تصنيف ”فتوائِ همايوني“ بس آهي. آخر گوشه نشين ٿي ويهي رهيو. مولوي صاحب وقت جي شاعرن ۾ هڪ نامور شاعر به هو. سندس ڪلام ۾ سوز ۽ درد نمايان آهي. مولوي صاحب جو حسب ذيل ”غزل“ مشهور ۽ مقبول عام آهي. اُن جي تتبع تي ڪيترن ئي شاعرن ڪوشش ڪئي، پر مولوي صاحب جهڙي ڳالهه پيدا ڪري نه سگهيا، ملاحظه فرمايو:

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڌا، زندان هزارين مان نه رکو،
تنهنجي شاه دسترخوان مٿي، مهمان هزارين مان نه رکو.

تنهنجي جلوه جمال جي عشوه گري، ڪيا ملڪ مطيع وسيع وري،
ڇا جن، ملائڪ، حور، پري، غلمان هزارين مان نه رکو.

ڪئين ابرو تيغ شهيد ڪيا، ڪئين ناز مزيد مريد ڪيا،
ري ناٽي ديد خريد ڪيا، سلطان هزارين مان نه رکو.

اي ماهِ لقا محبوب مٺا، تنهنجي ناز ادا تان جان فدا،
ٿيا دامن گير، امير، گدا، حيران هزارين مان نه رکو.

---

نوٽ: ديوان مفتون ڇپجي چڪو آهي. ”فتوائِ همايوني“ پارسي ٻن جلدن ۾ آهي. طب تي سندس ڪتاب ”فرهنگ همايوني“ سنڌي ۾ ڇپيل آهي. فارسي ديوان ۾ ٨٠ – ٩٠ غزل آهن، سو سيد ابو محمد صالح شاهه خليفي جلال الدين کان وٺي ويو، وري ان جو پتو ڪونه پيو. رسالو الدرالمنشور ۽ ٻيا رسالا به موجود آهن.

ڪئين گهايل تنهنجي گهور سندا، مخمور غفور سرور سندا،
تنهنجي نور حضور ظهور سندا، نگران هزارين مان نه رکو.

## آخوند عبدالقادر

تخلص "بيدل" شڪارپور ضلع سکر جو هزار ڪوشش بعد به مرحوم جي سوانح ۽ ڪلام دستياب نه ٿي سگهيو. مخدوم محمد زمان طالب المولى بذات خود شڪارپور وڃي ڪوشش ورتي، مگر خالي واپس ٿيٺو پيو. سنڌ جي انهيءَ بيقدري ۽ بي علمي تي جيترو ماتم ڪجي، اوترو ٿورو آهي، صرف ايترو به معلوم نه ٿي سگهيو ته مرحوم ڪي آخوند چو سڏيو ويندو هو، جن مرحوم کي ڏٺو هوندو، انهن کي خبر هوندي. ان زماني ۾ ثواب زياده، روحانيت عام، چڱائي جام، نيڪ نيتي گهڻي هئي.

## غلام علي خان

غلام علي خان ولد محمد آچر، تخلص "جعفري" شڪارپور ضلع سکر، انگريزيءَ ۾ مئٽرڪ پاس، پارسي، اردو ۾ به چڱي مهارت رکندڙ هو. ويهه ورهيه مختيارڪار رهيو. هڪ خليق انسان هو. ۱۸۸۲ع – ۱۹۵۱ع ۾ پنهنجي عشقيه ڪلام جو ديوان پنهنجي هٿن سان درياء داخل ڪيائين ۽ چيائين ته جڏهن الله کان سواءِ پيو سڀ ڪجهه فنا آهي ته پلي هي ديوان به هاڻي فنا ٿي وڃي. هت آيل ڪلام مان به شعر ملاحظه لاءِ لکجن ٿا:

"پرين توکان ٿي پرزه هڪ ته پيارا "جعفري" جي دل،
جدائي کان پيو جاني جگر پامال هو منهنجو."
"نه هي کو شعر آ ديني، نه ڪا ان ۾ نصيحت آ،
مٺس، گهوڙا ڦريس، سڀ کو چوي حال بتر پنهنجو."

## مولوي غلام رسول

مولوي غلام رسول عرف محمد هاشم ويٺل شڪارپور، وفات ۱۹۲۶ع.

## محمد قاسم

ڳڙهي ياسينوي، وفات ١٣٤٩ع ان دور جا سنڌي شاعر هئا.

## امام بخش

شڪارپوري، تخلص "خادم". وفات ١٩١٨ع. علوي جو همعصر هو، سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو، علم عروض توڙي قديم نوع تي شعر چيو اٿس:

"چند روز زندگيءَ تي ڀروسو خادم نه ڪر،
آه ساٿهو اچ سيان، الله بس، باقي هوس."

## ڪرم فقير

ذات سومرو، وينل شاهه آباد تعلقو ڳڙهي ياسين، وفات ١٣٦٦هه. سندس هڪ ڪافي جي مصرع:

"ٽوٽ ٽرڙا ڪري ورڙا، مکي تيل کهمن گهرڙا،
ڀاڙيسا ائين نه ڀاءُ."

## مولوي بهاؤالدين

وينل نصير ڪوٺي لڳ گهوٽڪي، ذات ڀاوناٽي پتافي وفات ١٣٥٢هه وڏو عالم ۽ سنڌيءَ جو سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس فرزندن مان مولوي محمد اعظم "سراجي" ۽ عبدالرحمان "ضيائي" به سنڌي شاعر آهن.

## مولانا امروٽي رح

مولا نا تاج محمد ولد عبدالقادر امروٽي وڏو عالم ۽ آزادي جي تحريڪ جو حامي به، سنڌيءَ ۾ مولود ۽ قومي نظم چيا آهن.

## نبن فقير

ذات جيهو، وينل جيها تعلقو ڳڙهي ياسين وفات ١٩١٩ع. سنڌيءَ جو صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪافي جي هڪ مصرع هي آهي:

” ديدن تنهنجن دونهان دکايا، اتي اڏيا سين اوتارا،
سکندي سکندي سال لنگهي ويا،
نيڻن مئون وهن نارا.“

## ميهر شاهه

گڙهي ياسين تعلقي جي ڳوٺ اورنگ آباد جو وينل هو. وفات ١٩٤٠ع. سندس شعر بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي. قدرتي نظارن کي چڱيءَ پر چٽي سگهندو هو، مثلاً:

”پلي ڪري آئين منهنجا بسنت بهار،
ڪيسو ڪيوڙا انب انبوريا، ڪجين ڪيا گلقار.“

## علي نواز شاهه

حاجي علي نواز شاهه ولد ڏنل شاهه ڳوٺ الياس تعلقي گڙهي ياسين جو وينل ۽ ميهر شاهه جو همعصر هو، حرمين شريفين جي زيارت ڪري آيو هو. انهيءَ سفر جو سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ بند هت ڏجي ٿو:

”جيڪر واءُ سهاري، وڃ تون پيش آوين، ڏج تون خبر ساري،
ڇجيءَ پاند پاوين، پيرين دست لاوين.“

## بنگل

ذات جو جوڻيجو ۽ بگڙا جوڻيجا تعلقي گڙهي ياسين جو وينل هو. اٽڪل ١٥ سال اڳ وفات ڪري ويو. چڱو شاعر هو. سندس ڪلام ڏور، ڪافين، معجزن ۽ مداحن تي مشتمل آهي. سندس هيٺين ڏور جي بيت ۾ حضرت ابراهيم جي آڙاه وارو واقعو آيل آهي:

”جڏهن سارنگ چڙهيو سيج،
تڏهن ڪکرئي ڪونه هو.“

## شاهه محمد

جوڻيجو بنگل جو همعصر ۽ ساڳئي ڳوٺ جو هو. هن ٻه شعر کان سواءِ ڏور جا بيت چيا آهن. هيٺين بيت ۾ حضور پاڪ جي نور ڏانهن اشارو آهي:

”نکا ھاڻ نہ ھوءِ ھئي، نکا صورت صفائي،
نکو ھو سا ڳ ملڪ تي نہ آدم اصفائي،
اتي تنھن عجيب، لونءِ چڱي لائي،
جڏھن ظاھر ٿيو ذاتي، جاءِ انھيءَ جوٽيجو چٽي.“

## صاحب فقير

صاحبڏنو ولد محمد بخش ”وڪ“ تعلقي گھوٽڪيءَ جي ھڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. ٩٠ ورھين جي عمر ۾ ڪافي وقت اڳ وفات ڪيائين. سندس وفات سندس مرشد حضرت محسن شاھ جيلاني جي ڳوٺ ”سوئي“ تعلقي اوباوڙي ۾ ٿي ۽ اتي ئي مدفون ٿيو. سندس ڪلام مولودن، ڪافين ۽ بيتن تي مشتمل آھي. محبوب کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

”يار سانول تنھنجون ڳٽي ڳٽي ڳالھيون،
پاڻ پنھنجو منجھہ پور وڌو سي.“

## بهاؤالدين

بهاؤالدين ولد قلندر خان مھر، عزيز پور تعلقي پني عاقل جو ويٺل ھو. ڪجھہ وقت اڳ وفات ڪيائين. سندس ڪلام معجزن، مداحن، بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آھي. ھڪ مداح جو ھڪ بند ھيٺ ڏجي ٿو.

”جيڪي عناصر الله جا سي تو لئہ منڪن مردار ٿا،
زيارت لئي لعل تنھنجي ھردم سڪن ھزار ٿا،
سوالي اوھان کي سرورا، مرسل جاڻن مدار ٿا،
اوھان ريءَ يا احمدا نہ عاصي پائن آڌار ٿا.“

## محمد ڪڏي

تعلقي پني عاقل جو ھڪ سگھڙ شاعر ٿي گذريو آھي. مختلف ڏندن ۽ ڪسبن تي ڪيترائي بيت چيا اٿس، سندس ھڪ ڏکي بيت مان پہ سمون ڏجن ٿيون، جنھن ۾ بازار جا سودا ڳڻيا اٿس:

”نظر ڪري نھاريان، جسان پيھي منجھہ بازار،
ڳڙ، ڪيھون، مکڻ، مصري مان پسان جال جوار.“

## صابر موچي

هڪ بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي. هڪ روايت موجب ڳوٺ ڪاڪي پوٽا تعلقي ڳڙهي ياسين جو ويٺل هو. سندس وڌيڪ حالات معلوم ڪونهن. ڪن روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته، هن جلال ڪنڀيءَ سان بيت بازي ڪئي جو قريباً ۱۲ صديءَ ۾ ٿي گذريو. هن قديم شاعريءَ جي قسم "سينگار" تي اعليٰ درجي جا بيت چيا آهن:

"مک پسي محبوب جو هي قمر ڪچي ٿو ڪين،
ڪنونب ڪيس قريب جا، وڏا تليهر ڪان تيز،
گت ڪٽڻ گنبير ڪرن، چيٽو پسي چيز،
اهڙا محب مهميز، مليا هن "موچي" چئي."

## حبيب الله

حبيب الله ولد صالح محمد شڪارپوري تخلص "خادم" ڪي سال اڳ وفات ڪيائين. آزاديءَ جي تحريڪ جي دور ۾ قومي نظم ۽ غزل چيا اٿس ۽ انگريزن جي ڏاڍي هجو ڪئي اٿس، هڪ هنڌ چوي ٿو:

"اڙي پولا! تنهنجون پوريون، ڏينديون بازار بيمانيون،
چوندي هر هڪ اسان کي هٿ، اوهان ئي اڄ رلايو آه."

## لطف علي

مولوي لطف علي "مسڪين" ۱۸۸۹ع ۾ ڳوٺ بهشتي ڪامل تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو، حاجي خان محمد جو پٽ ذات ڪولاچي بلوچ هو، پارسيءَ ۽ سنڌيءَ ۾ چڱو شعر چيو اٿس ۽ ماستر هو:

"خد و خر خراب ٿيو، ڪمينو ڪيڏو،
ڏنگو ڏاڍو ڏيه جو، حرڪتي هڪڙو،
پر پڙهڻ ۾ تڪڙو، تيلان سونهين سڪول ۾."

## آخوند آدم

حاجي آخوند آدم ڳڙهي ياسين جو ويٺل، ڪاتب ۽ سٺو شاعر هو. ڪلام مولودن ۽ مداحن تي مشتمل آهي:

"ڏيل منهنجو ڏکي، ڏسي ڏوهن،
شاه ڪيو شاد مون، ضعيف بدن،
مهر مسڪين ٿئي، معاف ڏاتر ڏکن."

## مولا بخش

مولا بخش "مسڪين" ولد عبدالحميد پٺو شڪارپوري ١٩٠٧ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪيائين. سنڌي ماستر هو. سنڌي ڪلام کان سواءِ نثر ۾ تصنيفون به آهن، شڪارپور لاءِ چوي ٿو:

شاهي شڪارپور، جو آه ملڪن ۾ مشهور،
موچارا منجهس ماڻهو رهن، موجن ۾ مسرور،
دانهن وڏي دستور، ته رکن راضي روح کي."

## ڪريم بخش

ڪريم بخش مگريو، ماستر ويٺل ڳوٺ ماڙي. پڇاڙيءَ واري وقت ۾، اسر جو اٿي پنهنجي هڪ ڪافي ڳائيندو هو:

"اسر جو اٿي ڳايون ٿا،
ماڻهن جي ننڊ ڦٽايون ٿا،
پنهنجو پاڻ پٽايون ٿا."

## قادر بخش فقير

قادر بخش فقير ولد محمد ذات ميمڻ ويٺل ماڙي ١٨٨١ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٥٢ع ۾ وفات ڪيائين. ٿورو پڙهيل هو، ٿوري مذهبي ڄاڻ رکندو هو ۽ مسجد ۾ بانگ ڏيندو هو، شعر سادو سلوڻو اٿس:

"سرتيون سانگين لئي سکان ويٺي ساريان،
عمر هي پنهنجي ڏکن ۾ گذاريان."

## غلام علي سومرو

سنڌ جو صوفي شاعر، "بيدل" جو معتقد ۱۸۹۳ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو ۽ ۱۹۵۳ع ۾ وفات ڪيائين. ريوينيو ۾ سپروائيزنگ تپيدار هو. سڄي عمر فقيرانه گذاريائين. سندس ڪتاب "هيرن جو هار" عرف "مسدس مسرور" ڪيتري وقت کان ڪاليجي ڪورس تي آهي.

"اهو ته عجيب ديس ڏٺم، کهمي ته لقا لبيس ڏٺم،
نه ريس اتي سڀ ص ڏٺم، نواب نڪو جناب ڏٺم."

## سنت پرمانند

شڪارپور جي يوگ آشرم جو سوامي هو. هنديءَ ۽ ويدانتي پڄن چيا اٿس:

"آهي نـه ڪو اسرار، ڇا ڇٽي مـان ڇـا ٻڌايـان،
نظر نيٽن جي جاڏي ڪٿان ٿو، آهي صورت عجيب اپار."

## آغا صوفي

آغا غلام نبي ولد آغا گل حسن دراني پٺاڻ ۱۸۸۹ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو ۽ ۱۹۲۸ع ۾ وفات ڪيائين. انگريزي تعليم سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان حاصل ڪري، خيرپور رياست جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. آغا صوفي درازي درگاه جو وڏو معتقد هو. شعر کان سواءِ سنڌي نثر ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيائين، جن ۾ "سچل سرمست" مشهور آهي. سندس هڪ غزل جي هيٺين شعر ۾ ڪهڙي نه نازڪ خيالي آهي:

"تربت جي لاءِ "آغا" جي هڪ گل نه پڇايئي،
اغيار کـي عطا تـم، سڄـو هـار ڏيـو آه."

## دلاور علي

دلاور علي "دلاور" ولد رستم خان روهڙيءَ لڳ هڪ ڳوٺ ۾ ۱۸۵۴ع ۾ ڄائو، پوءِ ڳوٺ مان لڏي وڃي ڳوٺ تجل

تعلقي ناري ۾ ويٺو، جتي ۱۸۸۴ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلام بيتن، ڪافين ۽ مولودن تي مشتمل آهي:

”ساه سيد کي منهنجو ساري، شال ڏاتر ڏيهه ڏيکاري،
وڄڙيون چمڪن بادل برسن، تاڙو مند کي تنواري.“

## سيد خير شاه

سيد خير شاه ولد سيد علي شاه ڳوٺ شاهپور تعلقي روهڙي ۾ ۱۸۸۲ع ۾ ڄائو، پوءِ اتان لڏي وڃي ننڍي مستي خان لڳ ڪڇي ۾ ويٺو، جتي ۱۹۵۳ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلام بيتن، مولودن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي:

”ابرو ڪالي، نين خماري، خاوند خلقي نقش ڪٽاري،
وچ ڪجل دي ڪار، پـلـو سيد سرمـا پـايـا.“

## صوفي عبدالرحمان

گهوٽڪي جي پٺاڻن مان هو. جوانيءَ ۾ درازن جي درگاه مـان اهـڙو رنـگ لـڳـي ويس، جـو رڇي ريٽو بنجي ويو. خواجه صدرالدين جي خانقاه بکر ۾ ديرو دمائي ويٺو ۽ وڏيون رياضتون ڪيائين. ۱۹۱۹ع ۾ وفات ڪيائين ۽ ڪناسرن جي ڳوٺ رياست خيرپور ۾ مدفون آهي. مير علي نواز خان ٽالپر سندس معتقد هـو ۽ مير صاحب ڀوپال کان فقير ڏانهن خـط موڪليندو هـو، جـن جـا جـواب فقير صاحب راقـم کـان لکائيندو هو. سندس ڪلام تصوف جو نچوڙ آهي. نموني طور هڪ غزل ملاحظه فرمايو:

”عرش اتي آشيان اساڏا، ويکو جسم ڪنون پرواز،
آپ هون عاشق، آپ هون معشوق ناگه ٿيڙا ناز،
جهڙي ويلي موج سـر آوندي، مـن خدا آواز،
اپڻا يـارو سير ويکڻ آيس، صورت دا ڪر ساز،
”عبدالرحمانا“ رمز رندي دا، مرشد ڏ تـڙا راز.“

## همت علي شاه

همت علي شاه رضوي روهڙيءَ جي ڪوٺائي سيدن مان هڪ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. ائين معلوم ٿئي ٿو ته ١٣ صديءَ جي اوائل ۽ ١٤ صديءَ جي شروعات ۾ ٿي گذريو آهي. سندس هڪ مناجات ملي آهي:

”بهر خدا قائم بقا، بهر محمد مصطفيٰ،
بهر علي المرتضيٰ، توکان مڱان صدق صفا.“

## مراد علي ڪاظم

شيخ مراد علي ڪاظم هڪ بلند پايه عروضي شاعر ٿي گذريو آهي. روهڙي ۾ ١٩٠١ع ۾ ڄائو ۽ ١٩٥٤ع ۾ انتقال ڪيائين. سندس شعر جذبات ۽ غير معمولي احساسات جو مرقع آهي:

”دلچسپي عالم ٿو رکي شعر خدا داد،
خوبيءَ سخن آه نه جاگير ڪنهن جي.“

## آغا تاج محمد خان

تعليم جو مشهور ماهر ۽ منتظم آغا تاج محمد مرحوم ڳوٺ باگڙجي ۾ ١٩٠٤ع ۾ ڄائو. سکر جي ميونسپل هاءِ اسڪول، آغا حسن علي خان جسٽس، پيرزاده عبدالستار سابق وزير اعليٰ سنڌ، منشي رحيم بخش ۽ آغا تاج محمد جهڙا شاگرد پيدا ڪيا. آغا تاج محمد تعليم کاتي ۾ ملازمت ڪئي ۽ خيرپور ۾ تعليم کاتي جو سربراه هو، جتان سنڌ يونيورسٽي قائم ٿيڻ تي يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار مقرر ٿيو. ١٩٥٩ع ۾ وفات ڪيائين. شاهه جو وڏو چاڻو ۽ مداح هو. شاه ڀٽائي رح جي مدح ڏسو ته ڪهڙي نه عقيدت سان پيو ڪري:

”چو نہ سمجهان پاڻ کي، خوش بخت خوش قسمت مدام،
سنڌ ۾ سنڌين تـي آهي، شـاه جـو احسان تمام.“

## محمد بخش ڪوجهي

سردار بهادر شيخ محمد بخش ”ڪوجهي“ پاگناڙي جي شيخ خاندان مان هو. درازي درگاه جـو وڏو خليفو ۽ بيحد معتقد هو. ڪليڪٽر هو. ۱۹۵۹ع ۾ وفات ڪيائين. تعليم سان دلچسپي هيس. سچل سرمست ڪاليج قائم ڪيائين. ڪافين ۾ تصوف جو رنگـ چڙهيل اٿس:

”سگ نہ سياپو ساهيان، ازلئون گولي آهيان،
پاند گهچيءَ گل پايان، مـن ڪا ڪهل پوئي.“

## سکر جا زنده شاعر

سکر ضلعي ۾ ڪيترائي زنده شاعر موجود آهن، جن کي اسان ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهون ٿا، جيئن:

(۱) قديم نوع تـي شعر چوندڙ (۲) قديم ڍنـگـ وارا عروضي شاعر (۳) ترقي پسند. هيٺ تنهي جو مختصر ذڪر ڪجي ٿو.

قديم نوع تي شعر چوندڙ، گهڻو ڪري ٻهراڙين ۾ آهن، جتي هينئر اڃا وارو چرچو ڪونهي، تڏهن بہ ”جر مان مڇي ڪنٽي ڪانهي.“ ڪيترائي ذوق جا صاحب موجود آهن، جي تند تنوارنيدا اچن. شڪارپور ۾ سانول شر ۽ رمضان لوهر، ان فن تي طبع آزمائي ڪندا اچن ٿا. سانول ڏور جو سٺو شاعر آهي ۽ رمضان گهڻا مولود چـيـا آهـن. شڪارپور جـي پرسان خانپور ۾ جان محمد ڪٽي ڏور جـو ملوڪ شاعر آهي ۽ تمام وڏي عمر جو آهي. ماڙيءَ ۾ محمد اڪرم، حبيب ڪوٽ ۾ مولا بخش سومرو ۽ ڳوٺ شهمير تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ عبدالرحمان

عاصي هڪ بلند پايہ جو صوفي شاعر رهي ٿو، جنهن تصوف جي رنگ ۾ بيت ۽ ڪافيون چيون آهن. آرائين تعلقي سکر ۾ فقير غلام سرور پڻ هڪ زبردست صوفي شاعر رهي ٿو. سندس ڪيترائي صوفي طريقي جا ڪلام چيل آهن. انهن کان سواءِ ٻيا ضرور هوندا.

قديم نوع تي جديد شاعرن بہ طبع آزمائي ڪئي آهي. سکر واري شيخ مبارڪ "اياز" انهن صنفن کي نئين رنگ سان پيش ڪري، جديد شاعري ۾ مروج ڪيو ۽ مقبول بنايو. لطف الله بدوي شڪارپور واري بہ هن قسم تي طبع آزمائي ڪئي آهي. قديم ڍنگ وارا عروضي شاعر بہ ڪيترا موجود آهن. پني عاقل ۾ جناب شاه محمد شاه سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ۽ سيد سردار علي شاه صاحب "ذاڪر" ايڊيٽر روزنامہ "مهراڻ" اعليٰ درجي جا شاعر آهن. شڪارپور جا لطف الله بدوي، صبغت الله شاه "اديب"، بشير مورياڻي، حاجي شير محمد چغدو، عبدالوهاب "ناظم"، حبيب الله پٺو، ڳڙهي ياسين جو عزيزالله "مجروح"، سلطان ڪوٽ جو آغا گل حسن. سکر جا امير علي شاه "جامي" معصومي، دائود پوٽو ولي محمد "ولي"، رحيمداد خان مولائي شيدائي، محمد حسين "مشتاق"، عبدالسلام "سليم" گهوٽڪيءَ جو اظهر گيلاني سٺا شاعر آهن. ترقي پسند شاعرن مان پروفيسر شيخ عبدالرزاق "راز" ۽ شيخ اياز جديد رنگ ۾ بهترين عروضي شعر چيو آهي. راز صاحب غزل تي جديد رنگ ۾ ڪامياب تجربا ڪيا آهن. نياز همايونيءَ وري عروضي شاعريءَ کي انقلابي رنگ ڏنو آهي.

جديد شاعريءَ جا چوٽيءَ جا شاعر شيخ راز ۽ شيخ اياز بہ هن ضلعي جا رهاڪو آهن. سنڌ جي شاعريءَ جو "نئون موڙ" ڊي-جي سنڌ ڪاليج جي "سنڌي سرڪل" قائم ٿيڻ کان پوءِ ٿيو، جا ١٩٤١ع ۾ قائم ٿي. پروفيسر محترم شيخ "راز" انهيءَ سرڪل جو شروعات کان ڇهن سالن تائين

سيڪريٽري ٿي رهيو، انهيءَ سرڪل جي ڪوشش سان نئين شاعري شروع ٿي ۽ پنهنجا ارتقائي مرحلا طئي ڪرڻ لڳي. شيخ اياز صاحب به ان زماني ۾ سرڪل سان وابسته هو، شڪارپور جو بشير موريائي به ترقي پسند شاعرن ۾ شمار ٿو ٿئي.

## عزيزالله "مجروح"

عزيزالله مجروح ٣٥ سال کن اڳ تعلقي ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ جادي ڪلهوڙي ۾ جنم ورتو. ذهانت جي ڪري ڪيس پنهنجي پوري خاندان ۾ خاص درجو حاصل هو. سنڌي تعليم کان سواءِ ڪجهه عربي ۽ فارسي مان واقف ٿيو. شاه ڀٽائي ۽ ڊاڪٽر اقبال ننڍي ٿهيءَ کان سندس پسنديده شاعر هئا. سندس تصنيف ڪيل ٽي ڪتاب آهن:

١- "نالهٔ دل"، جو ڇپجي چڪو آهي. ٢- "داستان مجروح" ۽ ٣- "افڪار مجروح". جن مان داستان مجروح مڪمل آهي. مجروح سنڌ جو اهو نوجوان هو، جنهن مختصر زندگيءَ ۾ سنڌ جي شاعرن ۾ چڱو مقام حاصل ڪيو. ٨- آگسٽ ١٩٦٢ع ۾ مرحوم تي ننڊ جي حالت ۾ سندس دشمنن بندوق جا فائر ڪيا ۽ بروقت دم ڏنائين. حب وطن جي جذبي کان متاثر ٿي مرحوم چوي ٿو:

قربان ڪيان ديس جي ڌرتي تان سڄو جڳ،
مون لاءِ تہ آ خاڪ، وطن طول وهاڻو.

ساريون ۽ جوئر وونئڻ مڻ ڪڻڪ چٽا ڏس،
الله اڪيچار ڪيو آب ۽ داڻو.

پورهئي کان پنوهارن کي نہ ٿئي هار ڪڏهن ڀي،
ڪو هر ۾ رڌل ۽ ڪو وهي نار نماڻو.

شل منهنجي وطن جو هر فرد رهي خوش،
عباسي ۽ ابڙو يا مگسي، شهار، مهاڻو.

پنهنجي مادري زبان جي محبت رکندي، سنڌي عوام کي مخاطب ٿي ڪري چوي ٿو:

ويهي متان وڃايو سنڌي زبان پنهنجي،
ڏسجو متان ڦيرايو سنڌي زبان پنهنجي.

سامي سچل ۽ بيدل ۽ پٽ ڌڻي جي صدقي،
رڻ ۾ نہ هيئن رلايو سنڌي زبان پنهنجي.

اردو ۽ بنگلہ کي بيشڪ رکو اکين تي،
سڀني سان پر لڳايو سنڌي زبان پنهنجي.

عزت جي زندگي ٿا چاهيو تہ چست ٿيو اڄ،
قائم اوهان ڪرايو سنڌي زبان پنهنجي.

## نياز همايوني

"نياز" همايوني صاحب، سنڌ جي ميلن بابت فرمائي ٿو:

هي سنڌڙي جيئي شال آباد ملڪ آهہ،
هتي سال ۾ ڪيئي ميلا لڳن ٿا.

جتي سينڌ سرما ڪري خوب ٿي ٺاٺ،
اوري پري ڪان سريلا اچن ٿا.

ڪي پاڇن ۾ پورا ڪي ڪيسن ۾ گم،
ڪي مٺيادار مهاندا ڏسن ٿا.

—

جڏهن ڪوبہ ميلو لڳي ٿو تہ ائين ٿو سجهي،
چڻ تہ شهرن ۾ شب برات آئي.

هي بر ۾ بازاريون هي جهنگل ۾ منگل،
گهمي چڻ تہ جنت سان اوقات آئي.

نظر ڪر تہ ساٿهون، ائين چڻ تہ،
دهان ڏماءِ سان راجا جي بارات آئي.

—

هو جوڙا ملهن جا، جتي جوان جوانن کي،
پاکر وجهي ٻي ڊپا تي وڙهن ٿا.

گهڙيءَ ٿا ڪمانن جان ڀيٽا تيـن،
گهڙيءَ تير وانگر سڌا تي وڙهن ٿا.

دسڻ ۽ ڪرڻ مرڪ مردن جو،
ڊپ ڪان تي آجا، هي مهمير راجا وڙهن ٿا.

## لطف الله بدوي

پروفيسر لطف الله بدوي شڪارپوري راقم جو همعصر، سنڌ جي محققن ۾ شمار ٿئي ٿو. بدوي صاحب هن وقت ملازمت کان رٽائرڊ ڪيو آهي. سندس هڪ غزل نموني طور ڏجي ٿو:

زندگي جي خواب جي تعبير ڏسٽي آ پئي،
هت اچي تقدير ۽ تدبير ڏسٽي آ پئي.

آرزو جو نقش هو رنگين، پر ان جي بجا،
بيڪسي ۽ رنج جي تصوير ڏسٽي آ پئي.

ڪيترو نادان هيس، جنهن تي ڪيم ٿي ناز پئي،
ان نگهه پرور کان ئي تشهير ڏسٽي آ پئي.

ان جي وعدن تي تمنا جي عمارت کي رکيم،
پر اڌوري دل جي هي تعمير ڏسٽي آ پئي.

آ تعجب قرب ۽ دوري ٻنهي تي پيا عذاب،
پنهنجي ئي قسمت جي هي تحرير ڏسٽي آ پئي.

”لطف“ مون وٽ دل هئي، ڪيڏي نه بي پروا، مگر،
هاءِ هو هٿ کان ڏئي تحقير ڏسٽي آ پئي.

## شيخ عبدالرزاق "راز"

شيخ عبدالرزاق "راز" جو بيان مٿي ڪري آيا آهيون، هو صاحب سکر پراڻي هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ۽ اسلاميه ڪاليج جو پروفيسر آهي:

رات ڪهڙي نہ اڄ سهاني آهہ،
چنڊ جو عالم جواني آهہ.

تنهنجي آئي ٿي چنڊ جي چانڊاڻ،
مهربان! تنهنجي مهرباني آهہ.

جنهن ۾ هڪ پل نہ آ خوشي حاصل،
ڪهڙي هيءَ منهنجي زندگاني آهہ.

ٿئي حقائق ڪان آشنا ڪوئي،
زندگاني پوءِ جاوداني آهہ.

عشق جي بيڪسي ۽ مجبوري،
حسن رنگين جي ڪامراني آهہ.

---

اسان اڄ بي حجابانہ تنهنجي محفل ۾ آياسين،
اسان هڪ آرزو بڻجي دلِ قاتل ۾ آياسين.

وڃون ڪاڏي، ملون ڪنهن سان، ٻڌايون حال دل ڪنهن کي،
اسان بس آزمائش جي وڏي مشڪل ۾ آياسين.

نہ همّت کو چين ٿي آيو نہ هيت ڪوئي قرار آيو،
اسان گرداب مان نڪري جڏهن ساحل ۾ آياسين.

گهٽي همت ٻڌي اڳتي وڌياسين شوق سان ليڪن،
وري گهبرائي موٽياسون جڏهن منزل ۾ آياسين.

ٻڌوسين، "راز" هڪ سمجهي، لڳايو تو آهہ سيني سان،
خدا ڄاڻي ڪڏهن لاڪر اوهان جي دل ۾ آياسين.

## شيخ مبارڪ "اياز"

اصل شڪارپور جو وڪيل سکر ۾ وڪالت ڪري ٿو. سکر ريجن گلڊ جو ميمبر رهيو آهي. ڪلام جو نمونو ڏجي ٿو:

### وائي

جتي ڪٿي هو آهي، جيڏيون، جنهن سان جان جڙي!
ملي ويو هو منهنجي مڏ سان، ڳوڙهن منجهه ڳڙي.

پرين اسان جي پيالي ۾ هو، جيسين رات لڙي،
تنهنجي سار سوا، اي سرتيون، گهاري ناهه گهڙي.

هاڻ اسان جو تنهن وٽ هوندو، جنهن ۾ آس اڙي،
چني ڏنوسون، ڇڄي نہ سگهندي، تنهنجي قرب جي ڪڙي.

### غزل

هي دور محبت آ فسانو ئي فسانو،
ٻڌندا ٿا رهون آه گذرگاه زمانو.

هيءَ راند زماني جي تماشو ئي تماشو،
ويٺو ٿو ڪو ڳائي ڪو دلچسپ ترانو.

مکڙي نہ کڙي باغ ۾، پر منهنجو قاتل،
گذري ويو وقت، اهو وقت سهانو.

هي ننگ، هو ناموس، اهو وهم اجايو،
ويٺي ٿي ڪيو يار بهاني تي بهانو.

بس منهنجي عقيدت ۾ محبت ۽ فقيري،
هي منهنجو دفينو ۽ اهو منهنجو خزانو.

تون ناز و ڪرم، شان ۽ شوڪت جو مجسم،
هي "اياز" وري عجز و عقيدت ۾ يگانو.

## محمود شاهه راشدي

مير محمود شاهه راشدي جو ڪلام پختو آهي، حضرت پير صاحب پاڳاري شاهه مردان شاهه ثاني جو درٻاري شاعر ۽ تخلص ”سائل“ هئس.

### ڪافي

موٽي مارو ملن مون، الله ڪري!
سدا سانگيئڙن کي تو ساه گهري!

ڪري ويس وسڻ جا ٿا غيث اچن،
ٻانيان مينهن ملير تي اڄ ٿا وسن،
منهنجا نيرن ۾ ٿا نيڻ ٽمن،
آهي ملڪ ملير اٿاهه ٻري!

مون کي سڪ سبيل سنگهارن جي،
تن ٻاجهارن ٻڪارن جي،
ٻوتم پرت اندر ۾ پنوهارن جي،
ڳران ڳٽين ۾، جئن ڳاهه ڳري!

وسون عام هونديون، وليون جام ٿينديون،
جيڏيون وس گهمڻ صبح شام وينديون،
ڪلنديون پاڻ ۾ خوب ڪلام ڪنديون،
ورنديون پوئين پهر سر تي ڳاهه ڪري!

مارو مير، ”محمود“ نه وسرن ٿا،
سنڌ سور اندر ۾ تہ آسرن ٿا،
دل جا خمير سچر سي تہ پسرن ٿا،
منهنجي جيءَ اندر تو آڙاهه ٻري!

## حڪيم شمس الحسن اختر

سکر ۾ اردو جا گهڻائي شاعر آهن، جن ۾ بزرگ شاعر حڪيم شمس الحسن اختر آهي، جنهن جي وضع قطع دل کي لڀائيندڙ آهي. حڪيم صاحب جو سياست سان بہ تعلق آهي،

جنهنڪري ساڻس بحث مباحثه ۾ سياسي رنگ جو دخل ڏسڻ ۾ ايندو آهي، هونءَ رڳو شاعر آهي، شعر ۾ سندس قديم روايت جو رنگ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. ان کان سواءِ نعمت بريلوي هڪ پرجوش نوجوان آهي. هن قديم روايت کي نظرانداز ڪيو آهي. ونس جديد دور جو اثر زياده آهي. خاموش طبع انسان آهي.

## آفاق صديقي

هي اردو زبان جو قادرالڪلام شاعر آهي. سندس ڪلام ۾ ڪيتريون ئي خوبيون آهن. منجهس جديد و قديم شاعرن جو امتزاج نظر اچي ٿو. سندس ڪلام ۾ سلاست ۽ سادگي آهي. ڪيس سنڌي زبان جي چڱي ڄاڻ آهي، تنهنڪري سنڌي ڪلام ۽ سنڌي افساني کي نهايت سهڻي انداز ۾ ترجمو ڪري سگهندو آهي. شاهه لطيف جي بيتن کان سواءِ هن سنڌ جي شاعرن جهڙوڪ شيخ اياز، شيخ راز ۽ تنوير عباسي جي شعرن جا اردو ۾ ترجما ڪيا آهن. پنهنجو گهڻو وقت ادبي خدمات ۾ صرف ڪندو آهي. سندس ڪلام جا ٻه مجموعا شايع ٿيا آهن ۽ عڪس لطيف شاهه جي شخصيت ۽ ڪلام تي اردو ۾ سندس وڏي ڪاوش جو نتيجو آهي. هر ادبي ۽ ثقافتي انجمن جو ميمبر آهي ۽ سندس وڏي حيثيت آهي. رائٽرس گلڊ جو سيڪريٽري ٿي رهيو آهي ۽ سکر جي هر ادبي جلسي ۾ سندس وڏي خدمت آهي. نظم سان گڏ گيت ۽ غزل به لکندو آهي ۽ ترنم سان وڏي خوش الحاني سان پڙهندو آهي.

## حسن حميدي

هي صاحب نظم جو شاعر آهي سندس هر شعر ۾ هڪ طنز آهي. تفريح طبع لاءِ غزل به لکندو آهي. سندس ڪلام ۾ عموماً انقلابي رجحانات نظر اچي ٿو. سندس ڪلام ڪيترين ئي تشبيهات ۽ تلميمات سان مرصع آهي! هر ادبي دنيا ۾ وڏي حيثيت

رڪندو آهي، پر سندس گهڻو وقت سياست ۾ ليبر انسوسئيشن جي لاءِ وقف آهي.

## رحيمداد خان مولائي شيدائي

راقم جو بيان مٿي ڪري آيا آهيون. مولائي جو شمار سنڌ جي محققن ۾ آهي. هيٺ سندس بيت ڏجن ٿا:

انگـــ نہ ڏڪ اڱڻ سين، تنهنجو شاهاڻو شان،
تـــو ڪيئن بـــن وسايو، خاڪي خاڪ مڪان،
تـــو نرگس چـــوڏس ڦلاريا، تـــو لالا تو ريحان،
تنهنجي در تـــي ديوانا ٿيا، سوين سالڪ سلطان،
تو ڪي ويدن ويراڳي ڪيو، پيو گيتا جي گيان،
مون ڪي مڌ مستانو ڪيو، پريتم تنهنجي پيمان،
راڌا تنهنجو ڪـــان، مون ســـاويرو صحي ڪيو.

---

سرچي پنهنجي من سين، وٽ گروءَ سندو گيان،
تـــون املهہ هئين عميق ۾، پنهنجو پـــاڻ سڃاڻ،
تـــو ۾ وڃـــن بانسريون، ســـويـــن ســـاز سامان،
ميران خاطرمن ۾، هئين ســـاڳيو ســـرت سبحان،
جنهن نانڪ نوازيا ڪيترا، سو تون ئي سبحان،
تون خالق مالڪ ملڪ جو، تون ڪامل ڪشتي بان،
پـــوءِ ڪهڙي ثمر ڪاڻ، پيو پاڏائين پڻ ڪـــي.

## ڪرم فقير سومرو

تعلقي ڳڙهي ياسين جي ڳوٺ شاهہ آباد جو رهاڪو، سيد فضل علي شـــاهہ مديجيءَ واري جـــو طالب هـــو. ولادت ۱۲۹۵هہ ۾ وفات ۱۳۶۶هہ. مرشد جي جلالي طبيعت سبب هن ۾ بہ جلالي جذبو پيدا ٿي پيو هـــو. هيٺيون ڪلام هڪ هندو ڳوٺائي طوطي مل ڪي بطور نصيحت ڪري چيو اٿس، جو ڪرڙمين ڪي پيڙهيندو هو:

”ڇـڏ تون طوطا اهو تال، خاصو رکجان خيال،
نالو رکائن پکيءَ جو، وري ميڙين مڏيون مال!
سيءَ پاري ڪڙمي ويچارا، صبح جو ڪن سوال،
”ڪرم“ چئي ڪر تون پنهنجو، ڇتونءَ جيئن چال.

## بشير موريائي

هي نوجوان شاعر شڪارپور ۾ پروفيسر هـو پـوءِ ۾ سي-ايس-پـي جو امتحان ڏيئي، ڊپٽي ڪمشنر ٿيو. تخلص ”بشير“ اٿس:

چمن چمن ڪي ڏئوسين، اُداس اُداس اسان،
نظر نظر ڪـي ڏنـي آ، حسين آس اسان.
متان هي پنهنجي محبت جو خاتمو نه هجي!
ٿيا نه آهيون گهٽي وقت ڪان اداس اسان.
اسان جي دم سان ئي آباد آهي شهر الشهر،
رهيا نـه آهيون مسرت جي آس پاس اسان.
نه تنهنجو غم، نه غمِ زندگي، نه فڪرِ جهان،
خبر نـه آهي تـه ڇـو آهيون اداس اسان.
ٿي رات پوري ۽ خالي رهيو اسان جو جام،
ڪـري سگهياسين نـه ساقيءَ التماس اسان.
ڪڏهن ڪڏهن ته اوهان ڪان سوا قرار مليو،
ڪڏهن ٿياسين اوهان وٽ ٻه محيو ياس اسان.
خبر اٿئون، تـه اسان ڪان هـو بيخبر آهي،
”بشير“ ٿي نه سگهيا آهيون پر نراس اسان.

## سيد اظهر گيلاني

سيد اظهر گيلاني، رهندڙ گهوٽڪي تخلص، ”اظهر“ نوجوان شاعر آهي. ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

صنعت عڪس لفظي :

ڪر فيض عـام ساقي! ڏي مئي ۽ جـام ساقي!
ڏي مئي ۽ جـام ساقي! ڪـر فيض عام ساقي!

دنيا ۾ نام ساقي، تنهنجي سخا جو آهي،
تنهنجي سخا جو آهي، دنيا ۾ نام ساقي!
ڇو دورِ جام ساقي، دورِ جهان ۾ رڪجي؟
دورِ جهان ۾ رڪجي، ڇو دورِ جام ساقي!
ڪر انتظام ساقي، رندن کي مئي ڏيڻ جو،
رندن کي مئي ڏيڻ جو، ڪر انتظام ساقي!
ماهِ تمام ساقي، بوتـل ۾ بـنـد آهـي،
بـوتـل ۾ بـنـد آهـي مـاهِ تمام ساقي!
اعليٰ مقام ساقي، خود دار کي ملي تو،
خود دار کي ملي تو، اعليٰ مقام ساقي!
ماهِ صيام ساقي، رندن جـي لاءِ آيـو،
رنـدن جـي لاءِ آيو، ماهِ صيام ساقي!
مئي آ حرام ساقي، ڇو شيخ جي چوڻ تي،
ڇو شيخ جي چوڻ تي، مئي آ حرام ساقي!
حرفِ غلام ساقي، ڪڍ دهر جي لغت مان،
ڪڍ دهر جي لغت مان، حرفِ غلام ساقي!
بگڙيو نظـام ساقـي، دنياءِ ميڪده جو،
دنياءِ ميڪده جـو، بـگڙيو نظام ساقي!
صبح ۽ شـام ساقي، محتاج تنهنجو عالم،
محتاج تنهنجو عالم، آ صبح و شام ساقي!
تنهنجو مدام ساقي، ”اظهر“ کي آسرو آ،
”اظهر“ کي آسرو آ، تنهنجو مدام ساقي!

## سيد امير علي جامي

امير علي سکر پراڻي جو معصومي سيد هو. تخلص "جامي" جو شمار سنڌ جي چوٽيءَ جي شاعرن ۾ آهي. سيد اظهر گيلاني جو همعصر آهي، جنهن جي ديوان جو ڪتابچو شايع ٿي چڪو آهي پر "جامي" صاحب جو اجا ديوان شايع ڪونه ٿيو آهي:

سراءِ دهر ۾ جهڙو سندءِ آ نام اي ساقي!
روا رک اهڙو مستن تي به تون انعام اي ساقي!

رکيو آ حادثات دهر بي آرام عرصي کان،
ڪرڻ ڏي ميڪده جي سايه ۾ آرام اي ساقي!

اجا پي تشنه لب آهيون اجا خواهان ڪيف آهيون،
اجا مستن کي گهرجي پيو به دور جام اي ساقي!

زماني جا سهارا سڀ ڇڏي اچ بي سهارو ٿي،
پيو آهيان اچي تنهنجي پناري، سام اي ساقي!

پياري مئه محبت پنهنجي هٿ سان شاد و خندان ڪر،
نهوڙيو آهي "جامي" کي غم و آلام اي ساقي!

**تمت بالخير**

# ماخذ


Max Mullar, F: India What Can it teach us?, Oxford. Cambridge History of India, Vol·I, Cambridge 1922.

Elliot, H (Cowson) History of India Vol. I, London 1898.

Sindh Historical Journal, Vol. I, Part, II, March, 1934 Karachi

Hughes-Buller, R: Gazeteer of Makran, 1906 Bombay.

Vincent William: Periplus of Earythreanian Sea Part I· London 1800.

Ranerty, H. G: Mehran & its tributries, Calcutta 1892.

Sindh Gazetter, Vol. B. Bambay, 1928·

Cousins, H: Antiquities of Sindh, Calcutta 1929·

Tod, J: Annals & Antiquities of Rajisthan, Vol. I, Calcutta, 1894·

Vincent William, D: Voyage of Nearchus, from Indus to Euprates, London 1779:

Smith, V. A: Oxford History of India, 1920, Oxford.

Dutt, R. C: Ancient India, Vol. II, Calcutta·

Haig, M. R: The Indus Delta Country, London, 1898.

Sindh Historical Journal Part IV, 1939, Karachi·

Sindh Historical Journal, March, 1937, Karachi.

Aitken, E H: Gazetteer of Sindh, Karachi 1907.

Abbot, J: Sindh A Re-interpretation of The Unhappy, Valley, Karachi, 1907.

Sindh Historical Journal, March, 1935, Karachi.

Ishwari Parsad: A Short History of Muslim Rule, In India, Allahabad 1939.

Hodiwala, S. H: Studies in Indo-Muslim History, Bombay 1939.

Cambridge History of India, Vol. II, Cambridge 1929 Sindhian World the tri-Islands in the Indus Vol. II, Karachi Feb: 1940.

Kalichbeg Furridun Beg: History of Sindh, Vol II, Karachi 1901.

Whitehead, R. B: Catalogue of Coins in the Punjab Museum of Lahore, Oxford 1914.

Berneir, F: Travels in the Mughal West Minister, Empire (1656 1668) Vol. I, 1890.

Foster, W. W: The English Factories in India (1637), Oxford 1906.

Sarkar, J. N: History of Aurangzeb, Vol. V, Calcutta.

Strange LE: Eastern Provinces of Caliphate, Cambirdge 1905.

Marshman, J. C: Abridgement of the History of India, London.

Sarkar, J: The Decline of the Mughal Empire, Vol. I, Calcutta, 1937.

Hutton, J: History of Asia, London, 1875.

Burton, R: Sindh revisited, London 1877.

Pastons: Personal Observation on Sindh, London, 1843.

Mohanlal, Munshi: Trade of Khairpur, 1837. India Office, London.

Thornton: Gazetteer, Vol. I, London, 1844.

Faster Sir William: Early Travellers in India, Oxford, 1921.

Sorely, H. T: Shah Abdul Latif of Bhit, Oxford, 1940.

Hughes, A. W: Gazetteer of Sindh, p. 41, London, 1877.

Mukerji, R. K: Economic History of India, London 1945.

Musto, A. A: Future of Sindh, Karachi 1923.

Wylly, H. G: Military Memoirs of, J. Thackwell, Vol. 9, Part II, Calcutta 1840.

Trotter, L. J: Rulers of India, The Earl of Auckland, p. 78, Oxford 1893

Thornton, E: Gazetteer of The Countries Adjacent to India & North West, 2 Vols. London 1844.

Stanely Read E. S. T: Shepered: The Indian Year Book, Bombay 1927.

Temple Richard Sir: Men & Events of Time in India, London 1882.

Sindh Historical Journal, Vol. V, Jan: 1941, Karachi.

تاريخ سکر

رحيمداد خان مولائي شيدائي



سنڌي ادبي بورڊ



نالو: رحيمداد خان مولائي شيدائي

پيءُ جو نالو: مير شير محمد خان

ذات: بروهي

ڄم: ١٨٩۴ع

هنڌ: سکر

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پـاڻ هِڪَٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها تورڙي نيرا، ساوا تورڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

# سنڌ سلامت

## www.sindhsalamat.com

سنڌ سلامت جو مشن ۽ مقصد سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن ۽ پکيڙ کي وسيع ڪرڻ آهي ۽ پڻ دنيا سان گڏ سندس رفتار سان هلڻ جو سانباهو آهي، ڇو تہ تاريخ هميشہ انهن قومن جو احترام ڪيو آهي جن پنهنجي علمي سرمائي جي حفاظت ڪئي آهي. سنڌ سلامت پڻ پنهنجي ٻوليءَ جي بقاء خاطر سنڌي ٻوليءَ ۾ لکيل قيمتي ۽ ناياب ورثي کي ضايع ٿيڻ کان بچائڻ ۽ ان کي نہ رڳو محفوظ رکڻ پر پنهنجي اديبن، ليکڪن، محققن ۽ شاعرن جي علم، هنر ۽ تخليقن کي ڊيجيٽلائيز ڪندي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود سنڌين تائين مفت ۾ آسانيءَ سان پهچائڻ جو عزم ڪيو آهي.

اسان جي خواهش هئي تہ سنڌي مواد تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب گهر قائم ڪجي جتي هر موضوع تي مشتمل ڪتاب موجود ملن. ڪتابن کي ڳولڻ ۽ ڊائونلوڊ ڪرڻ آسان هجي ۽ اينڊرائيڊ سميت آئي فون يا ونڊوز آپريٽنگ سسٽم سميت هر قسم جي ڊوائيس تي آساني سان آن لائين پڻ پڙهي سگهجي.

۽ اهو سڀ "سنڌ سلامت ڪتاب گهر" ذريعي ئي ممڪن ٿي سگهيو. اميد تہ سنڌ سلامت ڪتاب گهر ذريعي سموري دنيا ۾ موجود سنڌي نہ صرف ڀرپور لاڀ حاصل ڪندا پر سنڌ سلامت ڪتاب گهر کي وڌيڪ فائديمند بنائڻ لاءِ پنهنجو ڀورو ساٿ نڀائيندا.

[books.sindhsalamat.com](books.sindhsalamat.com)

**سنڌ سلامت ڪتاب گهر جي اينڊرائيڊ اپليڪيشن پلي اسٽور جي هن لنڪ تان ڊائونلوڊ ڪريو:**

https://play.google.com/store/apps/details?id=com.sindhsalamat.book